# "گُل" چنو گرِنار جو

(ناميا ري شاعر، عالم، دانشور، تعليمدان ۽ حضرت سچل سرمست رحہ جي
شارح، مقصود گل جي وڇوڙي تي دوستن جا تعزيتي پيغام ۽ ساروٽيون)


سهيڙ ۽ سينگار:

**ياسر قاضي**





**سنڌڙي ڪتابي سلسلو، رتوديرو/ ڪراچي-12**

مارچ — 2015ع

سنڌڙي ڪتابي سلسلي جو ٻارهون ڪتاب

# گل ڇنو گرنار جو

(ناميارِي شاعر، عالم، دانشور، تعليمدان ۽ حضرت سچل سرمست رحه جي شارح، مقصُود گل جي وڇوڙي تي دوستن جا تعزيتي پيغام ۽ سارُوڻيُون)

**مُرتب: ياسر قاضي**

پهريون ڇاپو: مارچ 2015ع

تعداد: هڪ هزار

ڪمپوزنگ: ياسر قاضي

پيج ميڪنگ ۽ لي آئُوٽ: شعيب پيرزاده

ڇپيندڙ: پيرزاده پرنٽنگ پريس، شاهراهِ لياقت، ڪراچي

ڇپائيندڙ: سنڌڙي ڪتابي سلسلو، رتوديرو ڪراچي

سهڪار: قاضي عبدالحيٌ "قائل" اڪيڊمي، سنڌ

قيمت: 300 رپيا

6 امريڪي ڊالر

**28 مارچ 2015ع تي مقصُود گل جي چاليهي جي موقعي تي پڌرو ٿيل**

ٿهڙا چاليها نہ چالِيهَ، جهڙو پسڻ پرينءَ جو،
کهڙي ڪاتِبَ ڪَرِئين، مٿي پنن پيهَہ،
جي ورقَ وارِين وِيہَ، تہ اَکر اُهوئِي هيڪڙو

SINDHRRI KITABI SILSILO BOOK NO. 12

**GUL CHHINO GIRNAAR JO**

(Condolence messages and write-ups of various writers & friends on the sad demise of MAQSOOD GUL, Celebrated Poet, Scholar, Intellectual, Researcher, Educationist & the interpreter of Hazrat Sachal Sarmast)

Compiled by: Yasir Qazi
First Edition: March 2015
Quantity: 1000 Copies
Composed by: Yasir Qazi
Page Making & Lay-out: Shoaib Pirzada
Printed by: Pirzada Printing Press, Shahrah-e-liaqat, Karachi
Published by: Sindhrri Kitabi Silsilo (Sindhrri Book Series), Ratodero/ Karachi
In collaboration with: Qazi Abdul Hayee Qaail Academy, Sindh

**Price PK Rs. 300/-**
**US $ 6**

# ارپنا

پنهنجي منٺڙي امڙ

۽ سائين مقصود گل جي جيون ساٿياڻيءَ



## گلنار بدر

جي نانءِ!!

جنهن 14 مئي 1976ع کان گل سائينءَ جي آخري ساهه تائين، پنهنجي جيون جا پورا 38 ورهه 9 مهينا، مقصود گل صاحب جي جيون جي هر تڪي منڍ ٻڌي ۾ سندس ساٿ نڀايو ۽ هن وڇوڙي سندس "گلاب جو گل" ڪسي ورتو.

مقصود سائينءَ جي وڇوڙي جو سڀ کان وڏيڪ نقصان ڪنڌ ڙ ۽ پيڙا پوڳيندڙ هوءَ ئي آهي.

سندس چهري ۾ چٽائي، پٽائيءَ جي هن سٽ جو صحيح مفهوم سمجهه ۾ ايندو اٿم:

"منهن محراب پرينءَ جو، جامع سڀ جهان..."

- ياسر قاضي

گُلُ چنـو گِرنـارَ جو، پَـتَـڙَ تِـيُـون پـتِـيـنِ؛
سَـهـسـيـن سـورَتِ جَـهـڙِيـون، اُپـيُـون اوسـارِيـنِ؛
چوتـا چـارَنَ هَـٿَ ۾، سِـرَ سِـيـنـگـاريـو ڏِيـنِ؛
نـارِيـون نـادُ ڪَـرِيـنِ: "رَاڇـا راتِ رَمَـگـيـو!"
(سُرسورٺ)



# مقصُود گل

جنم: چنچر، 15 اپريل 1950ع بمطابق 27 جمادِي الثانِي 1369 هجرِي۔
رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو
وچوڙو: چنچر، 14 فيبروري 2015ع، 25 ربيع الثاني 1436 هجري، 3 ڦڳڻ 2071 ب۔
ڪراچي

## سناء

(رتيديري ۾ مقصُود گل جي تڏي تي آيل دانشورن، شاعرن، اديبن، مقصُود گل جي دوست، عزيزن، شهر واسين ۽ ٻين واسطيدارن جا تاثرات)

منظُور منگي، سميع ساجد جُوڻيجو، مشتاق بخاري، فقير مُظفر علي دايو، ڪامل "امداد" جتوئي، ڊاڪٽر بشير احمد "شاد"، احمد علي "صابر" چانڊيو، تاج جويو، ڊاڪٽر ادل سُومرو، اياز گل، امر اقبال، قربان منگي، ساحر راهُو، لُطف سيال، مرتضيٰ لغاري، رياضت برڙو، اياز جاني، خالد چانڊيو، شاهين سنڌي، ملهار سنڌي، انعام آزاد لاڙڪ، سيّد حضُور شاهه نعيم بخاري، ايم ٻي ابڙو، ساقي ابڙو، محبُوب "مُصوّر" سُومرو، احسان اوڏو، پروفيسر سرور "سيف"، ڊاڪٽر خادم منگي، جهانگير عباسي، ديدار حسين سمون، چام جمالي، مٺل چانڊيو، عبدالواحد "شيدائي"، ستار زنگيجو، ذاڪر ابڙو، علي بخش "وفا" جُوڻيجو، نُور مهيسر، مور مُغيري، انتظار حسين ابڙو، بخت عابد، سردار علي نواز جلباڻي، روشن گهانگهرو، منصُور سيتائي، علي دوست "عاجز"، نثار احمد جوکيو، سيّد گل مُحمّد شاهه "گل" بخاري، امداد حسين جتوئي، احمد نواز جلباڻي، مُنوّر ابڙو، ڪامريڊ ڪريم بلوچ، جيئل اوڏ، رضوان احمد چانڊيو، ياٺُو دُر محمّد برڙو، غلام قادر ڦلپوٽو، ڊاڪٽر غلام رسُول گهمرو، جوّاد جعفري، سرتاج جاگيراڻي، بقاالله بوزدار، مُحمّد علي پنهل، پروفيسر غلام حسين ڪٽپر، ڊاڪٽر غلام نبي سڌايو، سيّد غضنفر علي شاهه "راجا"، بشير احمد جُوڻيجو، منظُور مشوري، نواز ڪنير، انور پرديسي، ڪوثر برڙو، ظهيرالدين احمد شاهاڻي عرف خادم

حسين، الطاف راجہ، هارُون چنو، اويس قرني، محبُوب علي "محبُوب" ڏيپر، نظام الدين ڪلهوڙو، ڪؤڙل قربدار، مخدُوم نديم احمد هاشمي، جوهر بروهي، آزاد انور ڪانڌڙو، مختيار ملڪ، رضوان گل، ڊاڪٽر احسان دانش، جانب سُومرو، ڊاڪٽر فياض لطيف، زبير سُومرو، برڪت جيهو، علي گوهر مولائي، مور علي "مجبُور" جلباڻي، مُحمّد خان "مسرُور" سيال، پروفيسر شريف "شاد" سُومرو، وفا منظُور چوهاڻ، ڪماندو جلباڻي، ساجد علي امان الله ميمڻ، سرفراز علي مرڪياڻي، الهداد جلباڻي، حاڪم علي شاهہ بخارِي، اصغر مهيسر، مهراڻ ڏامراهو، سيّد نُور رضوي، جاويد پناڻ، گوهر گل ڳورڙ، خواجہ ذوالفقار، نماڻو صديق مهيسر، انجم قاضي، ساجد جمالي، محمّد اسمعيل "منصُور" سُومرو، پروفيسر نظير احمد شيخ، باغي بلوچ، پُنهل قادري پنجُوديرائي، لطيف حيدر، مُحمّد پُنهل ڪنڀار، عبدالمجِيد "انجم" سمون، علي مُحمّد شاهہ لڪياري، امداد رند، مولي بخش ڪيريو، اخلاق انصاري، مختيار جاگيراڻي، غلام شبّير سمون، امير بخش پنو، مدد علي منگي، سلمان علي ميراڻي، غلام مصطفيٰ گهانگهرو، اشرف زمان پير جنڊامي، وهاب جروار، قاضي منظُور علي، ڊاڪٽر مُحمّد انور شيخ، شاهد حميد چانڊيو، سجّاد ميراڻي، ڊاڪٽر جيناننڊ پنجواڻي، عبدالغفُور سُومرو، شبير احمد موّج سُومرو، عزيز بلال بروهي، عاشق چانڊيو، عبدالرؤف آخُوند عرف رؤف پنو، ڊاڪٽر مُحمّد علي "مانجهي"، اعجازاحمد لغاري، ڊاڪٽر عبدالهادي سُرهيو، صنعان خان قريشي، احمد گل جُوڻيجو، آصف نظاماڻي،

عاجز رحمت الله لاشاري، ارشاد علي عرضائي، خير مُحمّد "آزاد" جلباڻي، نصير احمد فقير چنّا، رحمت پِيرزادو، امجد حُسين شاهه، غلام مُصطفيٰ سولنگي، مُبشر احمد نُونارِي، سيّد واجد گِيلانِي، عنايت عارباڻِي

## مقصُود گل جي ياد ۾ مُنعقد ڪيل تعزيتي ريفرنس ۽ گڏجاڻيُون

(ڪارروايُون ۽ اکين ڏٺا احوال)

## مقصُود گل جي لاڏاڻي ڪانپوءِ سندس ياد ۾ لکيل مضمون ۽ ڪالم

## تعزيتي خط



## تعزيتي اِي ميلز



## منظُوم خراج



پبلشر نوٽ

# آءُ نہ جيئندي اُن ري...

آءُ هي پبلشر نوٽ لکندي سخت تڪليف ۽ بي آرامي محسوس ڪري رهيو آهيان، ڇاڪاڻ تہ اهو ڪم رڳو "سنڌ ڙي ڪتابي سلسلي" جي ئي نہ، پر سنڌڙيءَ جي رُوح، مقصُود گل جو هو جيڪو اسان کان 14 فيبروري 2015ع تي بنا موڪلائي عدم ڏانهن اُسهيو. جيڪو هن پبلشنگ هائُوس سميت ڪيترن ئي ادارن جو سرواڻ ۽ اڳواڻ هو. هُو پنهنجي ادبي توڙي ذاتي گڻن جي لحاظ کان انهن سمُورن اعليٰ منصبن جو حقدار هو. جيڪي کيس مليا ۽ علمي ادبي ادارن جُون اهي سمُوريُون ذميواريُون کيس سُونهيُون ٿي، جيڪي هن جڏهن جڏهن قبُول ڪيُون، تہ انهن سان نڀايو بہ ڀرپُور نمُوني! لطيف ادبي سنگت رتيديري کان وٺي شاهہ عنايت ادبي سنگت نئين ديري تائين، سنڌي ڪلاڪار سارينڌڙ ستڻ، لاڙڪاڻي کان وٺي، سنڌي ادبي سنگت رتيديري تائين، سنڌڙي ڪتابي سلسلي کان وٺي، سنڌي ادبي سنگت نئين ديري تائين، عبدالحيّ قاضي ايجُوڪيشنل ويلفيئر سُوسائٽيءَ کان وٺي، ان تحت رتيديري توڙي لاڙڪاڻي ۾ هلندڙ عبدالحيّ قاضي ماڊل اسڪُولن ۽ سنڌ سطح تي سرگرم قاضي عبدالحيّ "قائل" اڪيڊميءَ تائين، مقصُود گل صاحب نہ رڳو ڪيترن ادارن جو انهن کي پنهنجي اصل ڪارج مُوجب هلائيندڙ هڪ ڪامياب ادارا ساز شخص هو جنهن بار کڻي بہ ڄاتو تہ ان سان نڀاهي بہ ڄاتو!



سنڌڙي ڪتابي سلسلي جو پايو مُنهنجي مرحوم ڏاڏي ۽ سنڌي ٻوليءَ جي نهايت قدر لائق شاعر، اديب، صحافي ۽ تعليمدان، قاضي عبدالحيّ "قائل" رکيو هو. هي ڪتابي سلسلو غير ڪاروباري بنيادن تي فقط ادبي خدتون انجام ڏيڻ لاءِ ئي قائم ٿيو ۽ اڄ ب ان ئي جذبي ۽ رُوح تحت ڪم ڪري رهيو آهي. هن اداري جو مقصد پئسا ڪمائڻ ڪڏهن ب ڪون رهيو، فقط صحتمند ادبي مواد ڪي ڇپائي، بامقصد هٿن تائين پهچائڻ رهيو. قاضي "قائل" توڙي مقصُود "گل" سائينءَ، پنهنجي محدُود آمدنيءَ مان چار پئسا پاسي ڪري، ن رڳو پنهنجي تر جي شاعرن ۽ اديبن، بلڪ سنڌ جي سرموڙ قلمڪارن جُون لکڻيُون پڻ سهڻي نموني ڇپرائي، سنڌ تائين پهچايُون، جن ۾ استاد بخاري، سرڪش سنڌي ۽ عبدالغفار "تبسّم" جهڙن شاعرن جا اهم مجمُوعا ب شامل آهن ۽ ان اشاعتي ڪرت کي پنهنجو ادبي فرض سمجهي ان کي تاعمر نڀايو. (سنڌڙي ڪتابي سلسلي پاران ڇپيل سمُورن ڪتابن جو وچُور آخري صفحن تي ڏنل آهي.)

قاضي عبدالحيّ "قائل" جي زندگيءَ ۾ سندن هٿاران هن ڪتابي سلسلي جا لڳ ڀڳ 7 ڪتاب ڇپجي سنڌي ادب ۾ پنهنجو مقام ماڻي چڪا. اهو مُنهنجي ٻي شعُوريءَ وارو دؤر هو پر پوءِ ب اهو ياد اٿم ت "گل" سائين انهن اشاعتي مرحلن ۾ "قائل" سائينءَ جي ساڄي هٿ وانگر سندن ٻانهن ٻيلي هُوندو هو. "قائل" صاحب پڄاڻان 4 ڪتاب مقصُود سائينءَ پنهنجي زندگيءَ ۾ پنهنجي هٿان ڇپائي سنڌڙي ڪتابي سلسلي جي بينر تحت پڌرا ڪيا ۽ اڄ هي ٻارهون ڪتاب منهنجي هٿان پڌرو ٿي اوهان تائين پهچي رهيو آهي. هن ڪان اڳ وارو سنڌڙي ڪتابي سلسلي پاران پڌرو ڪيل يارهون ڪتاب مُنهنجو ٻارڙن لاءِ لکيل شاعريءَ جو ڪتاب "اُٺ ماما گوگڙُو" آهي، جيڪو 4 مهينا اڳ نومبر 2014ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. اهو اسان جو مُسلسل 12 سالن جي وڏي وٿيءَ کان پوءِ ڇپيل ڪتاب هو. ان وڏي وٿيءَ جو سبب مقصُود گل صاحب "اُٺ ماما گوگڙُو" جي پبلشر نوٽ ۾ تفصيل ۽ وضاحت سان بيان ڪيو هو. هي

نج ادبي خدمت جي جذبي تحت شرُوع ڪيل ڪتابي سلسلو مُسلسل 12 سال ان ڪري ڪتيل رهيو جو ان دؤران مقصُود سائينءَ جا اهڙا ويجها رفيق واري واري سان سندس ساڻ ڇڏيندا ويا. جيڪي هنن ادارن ۾ تنظيمن جي ڪار وهنوار هلائڻ ۾ سندس حقيقي معاون ۽ مددگار هئا. انهن ساٿين ۾ جتي مختار گهمرو ۽ سرڪش سنڌي اهم نالا آهن. اتي ئي چاچا غلام رسُول ميمڻ (جنهن جي شڪارپُور ۾ قائم "ماڊرن پرنٽنگ پريس" تي سنڌڙي ڪتابي سلسلي جا شرُوع وارا سمُورا ڪتاب ڇپيا) ۽ چاچا قاضي اختر حيات (جنهن جا ڊزائن ڪيل ٽائيٽل ڪور ڊزائن ۽ اسڪيچ. هن ڪتابي سلسلي جي جان رهيا) بہ هن قافلي جا اهم ساٿي هئا. جن جو ساٿ "گل" سائينءَ کي حاصل رهيو. مُون کي هي جملو لکندي جيڪا تڪليف محسُوس ٿي رهي آهي، ان جو بيان لفظن ۾ ممڪن ناهي تہ هينئر مُون جن پنجن مهربانن جو ذڪر ڪيو. انهن مان هن وقت ڪوبہ هن جهان ۾ موجُود ڪونهي. اهو ڪيڏو نہ ڏکيو وقت آهي. جو اهو اهم ذمو مُنهنجي ناتوان ڪلهن تي پيو آهي.

ترتيب جي لحاظ کان سنڌڙي ڪتابي سلسلي جو ٻارهون ڪتاب. در اصل جانب سُومري جو ٻاراڻن نظمن تي مُشتمل ڪتاب هو. جيڪو پريس ۾ لي آئُوٽ جي آخري مرحلن ۾ آهي. جنهن لاءِ پبلشر نوٽ بہ مقصُود گل صاحب پاڻ لکي ويو پر هي ڪتاب گل سائينءَ جي وڇوڙي کان پوءِ ترت (سندس چاليهي جي موقعي تي) پڌرو ڪرڻ ضرُوري هو. جنهن ڪري ترتيب جي لحاظ کان اسان جو ٻارهون ڪتاب. هي ٿي ويو. جيڪو اوهان جي هٿن ۾ آهي ۽ هاڻي جانب سُومري جو ڪتاب، انشاءَ الله سنڌڙي ڪتابي سلسلي جو تيرهون ڪتاب هُوندو.

"گل چنو گرنار جو" ۾ مقصُود سائينءَ جي وڇوڙي تي سنڌ جي ناميارن اديبن. شاعرن. سائينءَ جي دوستن. پرستارن. مٽن مائٽن ۽ گهر ڀاتين جي تعزيتي تاثرات (جن مان گهڻا تڻا تاثرات اُهي آهن. جيڪي رتيديري ۾ ٿڌي



تي آيل دوستن اتي موجُود تعزيتي تاثراتي ڪتاب ۾ درج ڪيا. تعزيتي برقي نياپا (ايس ايم ايس)، سوشل ميڊيا (خاص طور فيس بڪ تي) دوستن جا موڪليل تعزيتي نياپا. گل سائينءَ جي موڪلائيءَ تي سنڌ جي مختلف اخبارن توڙي رسالن ۾ ڇپيل، سنڌس ياد ۾ لکيل ڪالمن، سندس هٿ اکرن. سندس آخري تحرير توڙي سندس ڪجھ يادگار تصويرن کي شامل ڪيو ويو آهي. ان موقعي تي گل سائينءَ کي ياد ڪندڙ سندس دوستن، همعصر اديبن، شاعرن توڙي شاگردن جو جهجهو تعداد هو. جيتوڻيڪ مُون پُوري ڪوشش ڪئي آهي تہ "گل" جي خوشبُوءِ جي وکريل سمُورن حوالن کي يڪجا ڪري "گل چنو گرنار جو" جو حصو بڻائي سگهان. پر پوءِ بہ اها ڳالھ يقيني آهي تہ اهي سمُورا نياپا، ليک توڙي ٻيُون يادگيريُون هن ڪتاب ۾ شامل ڪونہ ٿي سگهيُون هُونديُون. سائينءَ جي انهن سمُورن دوستن ۽ پريمين کان معذرت! جن جا نياپا يا تعزيتي اظهار هن مجمُوعي ۾ شامل ٿي نہ سگهيا هجن. ڇاڪاڻ تہ گل سائينءَ بابت مُحبت جو اظهار مختلف فورمن تي ٿيو. تنهن ڪري انهن مان هر رنگ کي محفُوظ ڪري سگهڻ عملي طور مُمڪن بہ ڪونہ هو. پر هاڻي هي هڪ جاري رهندڙ عمل رهندو آهي. سنڌڙي ڪتابي سلسلو، مقصُود سائينءَ جي حوالي سان هڪ هڪ سٽ سموهي، سهيڙي ان کي ڇپائڻ جو نہ صرف ارادو رکي ٿو، بلڪ ان ڏس ۾ سڄيءَ سنڌ کي اها نينڊ بہ ٿو ڏئي تہ اوهان وٽ "گل" سائينءَ جي ڪا بہ تحرير، ڪي هٿ اکر، ڪو خط، ڪا تصوير، ڪا يادگيري محفُوظ هجي، تہ اها اسان سان ضرُور ونڊيو ۽ مقصُود سائينءَ جي فن، فڪر ۽ شخصيت جي حوالي سان ڪوبہ قلم ڌڻي ڪابہ تحرير لکي تہ اسان جي اها نماڻي گذارش آهي تہ ان نگارش جي هڪ ڪاپي اسان کي ضرُور موڪلي تہ جيئن انهن کي "گل" سائينءَ جي شخصيت ۽ پيغام جي حوالي سان سهيڙجندڙ ايندڙ ڪتابن ۾ شامل ڪري سگهجي ۽ قوم جي هن عظيم ادبي خدمتگزار جي خدمتن کي سليقي سان محفُوظ ڪري ايندڙ وقت جي مُحققن ۽

نقادن لاءِ جامع ريفرنس متيريل مُهيا ڪري سگهجي.

جيئن مون مٿي ذڪر ڪيو ته منهنجو هي يار مون کي بنا ٻڌائي، بنا ذهني طور تي تيار ڪئي، راتوںن رات مون تي وڏا بار وجهي هليو ويو. جن منجهان هڪ بار هن ڪتابي سلسلي کي معياري ڪتابن جي ڇپائيءَ رستي جاري رکڻ جي صُورت ۾ به آهي. جنهن کي آءٌ هاڻي "بار" نه، پر هڪ خوشگوار ذميواري سمجهي هن سفر جو آغاز ڪري رهيو آهيان. آءٌ هن ذميواريءَ کي نباهڻ جي شايد لائق نه هجان، پر منهنجو سخنور ڪٽنب ۽ اوهان جهڙا محترم پڙهندڙ (جن منجهان گهڻائي ان بهار ۾ وڇڙي ويل سنڌي ادب جي "گل" جي دوستن، پيار ڪندڙن ۽ پنهنجن جي آهي) جيڪڏهن رهنمائي ڪندا رهندا ته يقيني طور تي هي ڪتابي سلسلو، روشنيءَ جي علامت بڻيل ان ڏيئي وانگر روشن رهندو، جن جي روشني ڪنهن هڪ فرد جي مرهونِ منت ناهي هُوندي پر ان جي بقا قومن جِي ذميواري هُوندي آهي ۽ جن جي سُهائي صدين تائين پکڙيل نسلن کي روشن ڪندي رهندي آهي.

ساٿ سلامت! سنڌ (پنهنجي وحدت سميت) سلامت!

**ياسر قاضي**

مورڙي جي شهر مان، مقصُود گل جي شهر وينديءَ،
سيّد جي شهر وٽان گذرنديءَ..
وڇوڙي جو 14 هون ڏينهن
2015ع جي فيبروريءَ جو پڇاڙڪو (28 هون) ڏينهن، ڇنڇر
djyasirqazi@yahoo.com

هن ڪتاب جي سهيڙ

# لِکڻ ليکو ناهه ڪو...

درد جِي سَهيڙ ڪيڏِي ڏُکِي ٿِيندِي آهي، اهو مُون کي هنن چالِيهن ڏِينهن ۾ پتو پيو.

درسَهڻ، درد برداشت ڪرڻ، درد جي ڪرب مان گُذرڻ ايڏو ڏکيو ڪونهي، جيترو اُن درد کي سموهڻ ۾ حسنِ اظهار سان پيش ڪرڻ ۾ ترتِيب ڏيڻ...

مقصُود گل سائِينءَ جي تڏي تي جيڪي دوست آيا، اُنهن پنهنجي درد، توڙي سائِينءَ سان پنهنجي اُنس ۾ پنهنجائپ جو اظهار قلمبند ڪيو، مختلف اخبارن ۾ ڪالم ڇپجڻ شرُوع ٿيا، مختلف اخبارن پنهنجن سِينن تي پنهنجي انداز سان خبرُون سجايُون ۽ ايڊِيٽوريل لکيا. ڪُجهه ڏِينهن کان پوءِ هوش آيو ته ڏٺم ته سوشل مِيڊيا تي به درد ونڊِيندڙن، اسان سيني سان بلڪ سڄِيءَ سنڌ سان گل سائِينءَ جي وڇوڙي تي تعزيت ڪندڙن جو هڪ بي پناهه ۽ بي انداز تعداد آهي، جنهن پنهنجن پنهنجن لفظن ۾ سائِينءَ جي وڇوڙي جي درد کي اظهاريو آهي.

سائِينءَ جي وڇوڙي کان فوراً پوءِ دل ٿِي دل ۾ اهو پَڪُ ته ڪري ڇُڏو هُئم ته مقصُود سائِينءَ سان مُحبّت جي اظهار جو پهريون حق اِيئن ادا ڪرڻو آهي ته نه فقط سندس، بلڪ سندس مُتعلق لکيل هڪ به لفظ ضايع ناهي ڪرڻو ۽ ان کي تاريخ ۾ حاضر توڙي ايندڙ دؤر جي نقاد توڙي مُحقق لاءِ محفُوظ ڪري، مُهيا

ڪري ڏيٺو آهي. تہ جيئن ڪيس بنا ڪنهن ڪوشش جي مقصُود سائِينءَ جو لکيل ۽ اُن بابت مواد آسانيءَ سان ملِي سگهي. اُن سهيڙ جِي شرُوعات سندس وڇوڙي جي موقعي تي سنڌ جي لاڙ ڪان وٺي ڪاڇي، اُتر، ساهتيءَ، وچولي، ڪوهستان ۽ سَري جي ماڻهُن جي ڏُک جي ورلاپن جِي سربستِي سهيڙ سان ۽ انهن سمُورن تعزيتي تاثرات کي محفُوظ ڪرڻ سان ڪرڻو هو جيڪي تاثرات مختلف دوستن، اديبن، دانشورن، مقصُود صاحب جي گهڻگهُرن، ساڻس مُحبّت جي دعويٰ ڪندڙن، توڙي سندس مُحبّت جو محور هئڻ جي دعويدارن پنهنجي پنهنجي انداز ۾ اظهاريا هُئا. هن هيڏي وڏي غم سان مُنهن ڏيڻ لاءِ بہ ڪو مشغلو درڪار هو. ڇاڪاڻ تہ تڏي وارا ڏينهن گُذاري جڏهن روزيءَ ۽ روزگار جي حُصُول جي معمُول واري ڏينهن رات جي سرگرميُن جِي وري شرُوعات ڪئِي تہ اُنهن ۾ دل ئِي ڪانہ ٿي لڳِي.

اهو ممڪن ئي نہ ٿي لڳو تہ ڪراچيءَ جِي ڪنهن پريس جي ڪمپوزر کي سيڙهائي اِن انداز ۾ ڪم ڪرائجي. جو روز جي بنياد تي سائِينءَ جِي ياد ۾ مُنعقد ٿيندڙ سرگرميُن جو احوال (جن مان ڪن جو احوال تہ پيرائتو ٿي مليو تہ ڪن جو احوال اڌ اڪرِي ٿَي موصُول ٿيو) ڏِيندو وڃان... موبائِيل تي موصُول ٿِيندڙ ايس ايم ايسز کي هڪ هڪ ڪري ڪمپوز ڪرائِيندو وڃان. روز بروز تعزيتي نوٽ بُڪ ۾ درج ٿيل تاثرات جُون ڪاپيُون موڪلِيندو وڃان ۽ هُو اُنهن کي (پنهنجا معمُول وارا ٻيا سمُورا ڪم ڇڏي) ڪمپوز ڪندو وڃي ۽ پوءِ اُنهن جِي پيج ميڪنگ ڪري، هِي درد جا اظهار ايترين گهڻيُن جايُن تي پکڙيل هُئا. جو انهن کي هڪ مسودي جِي صُورت ۾ هيڪاندو فائنل ڪري ڪنهن پريس کي ڇپائڻ لاءِ حوالي ڪرڻ مُمڪن ئِي ڪونہ هو. تنهن ڪري ان پيار جي پورهئي جو ذمو مُون پاڻ کنيو. مُون ڇيو مقصُود سائِينءَ سان عشق جو حق اِيئن ئِي تہ ادا ٿِيندو. جو لفظ لفظ مان پاڻ پنهنجن هٿن سان لکان (ٽائيپ ڪريان). ايڊٽ ڪريان. نُور نچوئيان ۽ مُختصر ڏينهن ۾ سُهڻي "گُلَ" جي شايانِ شان هِي





ڪتاب سندس چاليهي جي موقعي تي پڌرو ڪري ڪيس ڀيٽ تحفو پيش ڪريان.

هِي ڪتاب يقينا مقصُود گُل صاحب جِي شخصيت جِي سُونهن آڏو ڪُجهہ بہ ناهي، بلڪ آءَ پنهنجِي ذات ۾ مليل سمُوري جماليات پنن تِي پٽريان، تڏهن بہ اهڙو حُسن نہ لفظن ۾ سمائي سگهندم، نہ ئي ڪنهن بہ ڪتاب جي پيشڪش جي سُونهن ۾!! جيڪو مقصُود گل صاحب جِي سُونهن جي ڪنهن بہ حصَي جي برابر هجي. مُنهنجو مقصُود گُل تہ سنڌِي ادب جو اُهو سُهڻو ۽ سيبتو گُل هو، جنهن وٽ ادبِي اظهار جِي سُونهن جيان ماڻهپي جو حُسن بہ پنهنجي ڀرپُور گُڻن سان موجُود هو. مان چو نہ هُجان عاشق اُن گُل جو، جنهن تي سنڌي ادب ۽ سنڌ جي ماڻهن کي ناز آهي!!!

هن سهيڙ ۾ مُنهنجِي سڀ کان وڏِي ساٿياڻِي، مُنهنجِي ونِي ساپيان رهِي، (جنهن کي ادبِي دُنيا ۾ ساپيان سانگِيءَ جي نالي سان سَڃاتو ويندو آهي ۽ هُوءَ پاڻ کي "ساپيان ياسر" چورائڻ ۾ خُوشِي محسُوس ڪندِي آهي، جڏهن تہ مان کيس "سانگِي صاحب" ڪري پُڪارِيندو آهيان)، جنهن ڏِينهن رات هڪ ڪري مُون سان گڏ نُور نچوئيو ۽ راتيُن جُون راتيُون هُوءَ مُون کي تعزيتِي رجسٽر تان تاثرات ۽ اخبارن توڙِي هٿ اکرن ۾ لکيل مضمُونن توڙِي ڪالمن منجهان مواد ڊڪٽيٽ ڪرائيندِي ويندِي هُئِي ۽ آءَ اُن کي پنهنجي ليپ ٽاپ ۾ ٽائيپ ڪندو ويندو هُئس. ڪئين ڀيرا اهڙا موقعا آيا، جو هُوءَ سِڌُون لکرائِيندِي سُڏڪِي پوندي هُئي ۽ آءَ پيراگراف لکندي اشڪبار ٿِي ويندو هُئس. اُهي سڀ منظر اکين آڏو پيا گهُمندا هُئا، جن کي گُذرئي اجا ڏِينهن ۽ هفتا بہ مُشڪل سان ٿيا هُئا. شابس آهي ساپيان کي جو هُوءَ مُون سان سڄِي سڄِي رات ڪم ڪرائي صبح جو چئِين چئِين پنجين پنجين پنجين پنجين لڳي سُمهي، بہ اڍائي ڪلاڪ اڌِي گابرِي ننڊ ڪري، ورِي صبح جو 08:00 لڳي ڪاليج لاءِ گهران نڪرندِي رهِي، پر هن ڪتاب جي ڪم ۾ مُون سان ڀرپور ساٿ نڀايائين. ايئن

ڪري هُن پنهنجي ابوءَ مقصُود گُل صاحب سان پيءُ محبت جو اظهار ڪيو. الله کيس ان جو اجرِ عظيم عطا ڪندو.

مُنهنجو آفيس جو ساٿي رضوان عبدالمالڪ (جنهن کي آفيس جا ٻيا ساٿي مُنهنجو پٽ چوندا آهن) به هر معاملي جيان هن ڪتاب جي سهيڙ جي ڪم ۾ پڻ ڪنهن کان اڳرو رهيو. اڌ رات منجهه رات تائين تصويرن جي سهيڙ ۽ اسڪيننگ کان وٺي "آڊيو آرڪائيوز" جي فراهمي ۽ ٻين ٽيڪنيڪي معاملن تائين هر وقت پيش پيش رهيو. مقصُود صاحب جي ڇوڙي جي خبر ٻُڌي سڀ کان پهريان اسپتال پهچڻ وارا آفيس جا ساٿي به رضوان عبدالمالڪ ۽ مرزا هُمايُون ئي هُئا. الله کين هن سهڪار جي جزا ڏيندو.

ٿورائتو آهيان پنهنجي ڀائرن جهڙي دوستن عادل اختر، پنهنجي ڀيڻ سپنا، پنهنجي ڀاءُ ناصر، دوستن ملهار سنڌيءَ، ساجد ابڙي، ڪنول قربان، خالد زخمي چانڊيي، جانب سُومري، احسان دانش، رضوان گُل، اياز گُل، امر اقبال، قربان منگيءَ جو جن هن ڪتاب لاءِ مواد فراهم ڪرڻ ۾ مُنهنجي مدد ڪئي ۽ آرٽس ڪائُونسل آف پاڪستان لاڙڪاڻي ۽ ان جي آرٽس ڪميٽيءَ جي چيئرمين ۽ سائين مقصُود گُل جي مون جيان ٻچي ۽ عاشق رضوان گُل جو، جنهن مقصُود سائينءَ جي چاليهي جي موقعي تي هن ڪتاب جي مهورت جو اهتمام ڪيو.

مقصُود گُل صاحب جي سموري اڻ ڇپيل ۽ ڪن ڇپيل ڇپيل ڪم منجهان مارڪيٽ مان ختم ٿي ويل ڪتابن کي ڇپرائڻ، سندس شاعري توڙي نثر جي اردوءَ توڙي انگريزيءَ ۾ ترجمي ڪرڻ ۽ ڪتابي شڪل ڏيڻ لاءِ جامع منصوبه بنديءَ سان ڪم ڪرڻ ۽ ادارتي ڪم کي بهتر نموني ڪرڻ جو باقاعدي آغاز ڪيو پيو وڃي، ان ڏس ۾ "مقصُود گُل اڪيڊميءَ" جو قيام عمل ۾ آندو ويو آهي، جنهن جو باضابطي اعلان 28 مارچ 2015ع تي مقصُود سائينءَ جي چاليهي جي موقعي تي ڪيو ويو، جنهن جي ذريعي مقاصد جي پڻ واضح انداز ۾ پڌرائي ڪئي وئي. گڏوگڏ مقصُود صاحب جي شخصيت ۽ ڪم



کي اُجاگر ڪرڻ لاءِ الڳ ويب سائيٽ جو اجراء بہ ڪيو ويو وڃي. انهن سمُورن قدمن سان پڪ آهي تہ ڏرتيءَ جي هن نرالي ڪويءَ جي ڪم کي سنڌ سميت، مُلڪ توڙي دُنيا جي بين حصّن تائين پهچائي، سندس عطا ڪيل وکر جو قرض لاهي تہ ڪونہ سگهنداسين، پر اُن ٿوري کي ڳائڻ جو اهتمام ضرُور ڪري سگهنداسين.

انهن سمُورن ڪمن جي انجام ڏهيءَ ۾ دوستن جي صلاحُن، راين، رهنمائيءَ ۽ ساٿ جي ضرُورت اڄ بہ آهي ۽ سدائين رهندي.

تعزيتي تاثرات ۽ ڪالمن لکڻ ۽ ڇپجڻ جو سلسلو اڄ بہ جاري آهي ۽ جاري رهندو، تنهن ڪري تعزيتي تاثرات ۽ مضمُونن جي هن مجمُوعي کي پهريو ۽ آخري گُلدستو نہ سمجهيو وڃي. مقصُود گل صاحب جي حوالي سان مواد جي اشاعت جو هي سلسلو هڪ نہ ڪُٽندڙ عمل جيان جاري رهندو ۽ "مقصُود شناسيءَ" جي هن اشاعتي، نشري، توڙي ليڪچر سيريز جهڙن سلسلن رستي اسان سندس ذات ۽ ذات جي اُجالي کي ڪُنڊ ڪُڙڇ ۾ ڦهلائڻ ۾ ڪامياب ضرُور رهنداسين.

حال آهر جي مليا، الفاظ سي "حاميءَ" چيا
ورنہ پنهنجي دل جي پُوري ترجُماني ڪِين آ

**ياسر قاضي**

"منزلِ مقصُود"، ڪراچي
23مارچ 2015ع
وڇوڙي جو 39هون ڏينهُن

آخري سفر

# ويو وڻجارو اوهرَي...

هن ليک ۾ آءُ سائِين مَقصُود گل کي "ابُو" ئِي لکندُس.

ابُوءَ جو ڪراچِيءَ رهڻ يا رتيديري رهڻ ڪا نئِين ڳالهہ ڪانہ هُئِي. ٻئِي سندس گهر هُئا. ڪڏهن ڪراچِيءَ اچي رهندو هو. جڏهن دل چوندِي هُئس تہ وري ڳوٺ هليو ويندو هو. آءُ اڳ ۾ ڪشمِير ڪالُونِيءَ ۾ رهندو هُئس تہ مُنهنجي اُتان واري گهر جو نالو "منزلِ مقصُود"هو. وري هاڻي پِي اِي سِي ايڇ ايس ۾ رهان ٿو تہ "منزلِ مقصُود" هن گهر جو نالو آهي... ان ڪان اڳ خيابانِ جامِي ڪلفٽن ۾ رهندو هُئس تہ اُهو گهر "مقصُود جِي منزل" جو. هُونئن تہ اِمِي ابُوءَ جِي جڏهن بہ دل چوندِي هُئي تہ اچي مُون وٽ رهندا هُئا. پر اهو گذريل ڪيترن ئِي سالن کان سندن معمُول رهندو آيو آهي. تہ هُو رمضان جو مهِينو مُون سان گڏ ئِي گُذارِيندا آهن. سندن اهو معمُول مُنهنجِي شادِيءَ کان اڳ کان وٺي ئِي جارِي آهي. ابُوءَ جِي صحت جي حوالي سان جڏهن بہ ڪو معاملو توجهہ جو گهُرجائُو هُوندو هو تہ اُهو ڪراچِيءَ ۾ حل ڪبو هو. ڇاڪاڻ تہ لاڙڪاڻي جي ڊاڪٽرن کان تجربا ڪرائي، ڪيس خراب ڪرائي، پوءِ ڪراچِيءَ مان ان نُقصان کي ڪَوَر ڪرائڻ جو شرُوع کان شوق ڪونهي رهيو.. ابُوءَ جو ڪامياب باءِ پاس آپريشن بہ 2006ع ۾ ڪراچِيءَ مان ئي ڪرايو هُيوسي. هن پيري ڪُجهہ عرصي کان ٻُڌايو ويو تہ رتيديري جي ڊاڪٽر اطهر شاهہ ۽

هن پيري ڪراچيءَ اچڻ ۾ رتوديرو ڇڏڻ تي سندس دل بنهه راضي ڪانه هُئي. اميءَ کانئن پُڇيو پئي ته: ”توهان جا ڪهڙا ڪهڙا ڪم آهن؟“ ته اُن جو به صحيح جواب نه ٿي ڏنائون ۽ چيائون ٿي ته: ”جيڪي توکي وڻن اهي ڪر!“

رُوبلي ٻڌايو ته ايئن ڪڏهن به ڪونهي ٿيو. جيئن اُن ڏينهن ٿيو ته ابوءَ سميت رُوبلو جڏهن پنهنجي آڪهه سميت هاءِ رُوف ۾ لاڙڪاڻي لاءِ گهران (رتيديري مان) نڪتو ته اُها گاڏي، ٿوروا اڳتي هلي (رتيديري هاءِ اسڪول وٽ) خراب ٿي پئي ۽ هنن سيني کي گهر موٽڻو پيو. اهو اڌ ڪلاڪ جو ته مُنهنجي پياري ابوءَ کي اجا پنهنجي گهر ۾ رتيديري ۾ گهارڻو هو اُن کان پوءِ جيڪا ٻي گاڏي کين وٺڻ آئي، اُن جي اچڻ کان پوءِ اهو ڏنو ويو ته ابوءَ جي جڏهن ته گهران نڪرڻ تي دل بنهه ڪونه پئي چيو. رُوبلي ۾ سندس وڃڻ ڪرڻ کان پهرين ابو گهران نڪرڻ کان اڳ هر ڪمري ۾ دَر کولي جهاتي پاتي، اينٽري ٿڌر جو هُن ڏاڪڻ ۾ نهاري مٿي به ڏٺو ۽ جڏهن گهر جي هر ڪنڊ ۾ ڪمري کي ”الله واهي“ پئي چيائون. ان اڻ ٿيڻي عمل کي ايئن ڪٿي نه به سمجهجي ته ڪيس اها خبر هُئي ته هتي وري ڪونه ايندس، پر مُنهنجو ناقص عقل ايترو ضرور سمجهي ٿو ته سندس لاشعُور يا ڇهين حِس ڪيس گهر کي ان انداز ۾ ڏسڻ ۽ موڪلائڻ تي مجبُور ضرُور ڪيو هُوندو.

اسان رات لاڙڪاڻي پهتاسين ته لاڙڪاڻي چاچا اختر جي گهر جي ورانڊي ۾ ابُو، ديدي (چاچا خضر حيات) ۽ پائُو منظر (چاچا منظر) ويٺا هُئا. آءٌ به اچڻ سان اُتي ئي ويهي رهيُس. ابوءَ کي سندس زندگيءَ ۾ ڇپجي آيل سندس ڏهون ۽ آخري ڪتاب ”اڪيُون نيل ڪنول“ ڏنم، جيڪو ويجهڙائيءَ ۾ سنڌي ادبي بورڊ ڇاپي پڌرو ڪيو آهي. اُن کي ڏسي بي انداز خوش ٿيو ۽ اُن ۾ محو ٿي ويو. ڪلاڪن تائين پنهنجي موبائيل فون جي ٽارچ تي اُن جا ورق ورائي لفظ لفظ پنهنجي مخصُوص انداز ۾ جهُونگاري پڙهندو رهيو ۽ خُوش ٿيندو رهيو. اسان سيني اُن ئي جاءِ تي ويهي گڏجي ماني به کاڌي.

بئي ڏينهن (11 جنوري 2015ع) تي صبح جو 11:00 لڳي قرآن خواني ۽ 12:00 لڳي خيرات جي ماني ٿي. ابو دوستن جي ميڙ ۾ هميشھ جيان گلاب جي گل جيان ٽڙيل هئو. پنهنجي ڪتاب جي هڪڙي ڪاپي ٿي هٿس. جيڪا هن دوستن کي ڏيکاري پئي ۽ دوستن سان ڪچهري وٺي ڪيائين. شام جو لطيف نظاماڻي ليبر هال ۾ چاچا اختر جي ياد ۾ تعزيتي ريفرنس ۾ گهران گڏ نڪتاسين. ڊيڊي (چاچا خضر حيات)، سندس نياڻي وحيده، سپنا ۽ ابو الڳ ڪار ۾ روانا ٿيا ۽ آءُ، ساپيان ۽ عادل (چاچا اختر جو وڏو فرزند) الڳ پهتاسي. اُن تعزيتي ريفرنس ۾ ابو سائين مختيار سمي، ڊيڊيءَ (چاچا خضر حيات) ۽ ڊاڪٽر بشير احمد "شاد" جي ساٿ ۾ متي اسٽيج تي ويٺو. ڳالهايائين بہ پرپُور... ريفرنس کان پوءِ دوستن سان مليو بہ هميشھ جيان گرمجوشيءَ سان... مون، احسان دانش، رياضت بُرڙي، رضوان گُل، فيّاض لطيف، خالد زخمي چانديي ۽ ٻين دوستن سائينءَ سان گڏ فوٽو بہ جام ڪڍرايا ۽ هميشھ جيان مُرڪي موڪلائي گهر روانا ٿياسي... ڪهڙي خبر هُئي تہ اها ابوءَ جي پنهنجن لاڙڪاڻي وارن گهڻگهرن سان آخري مُلاقات آهي. نہ تہ ڪير ڪين ڇڏي ها!

گهر آياسي... رات خير جي گُذري..

صُبح (سُومر، 12 جنوري 2015ع تي) 10:00 لڳ ڌاري ڪار تي ڪراچيءَ روانا ٿياسي. هميشھ جيان گرمجوشيءَ سان ابو امِيءَ لاڙڪاڻي جي ٻارن (ٻائي جان جي ٻارن) سان موڪلايو ۽ سفر شُروع ڪيوسي. ابوءَ سان مُنهنجا، امِيءَ توڙي ساپيان جا کلَ ٻوڳ جاري رهيا. هميشھ جيان ابوءَ کي چيڙائيندا هلياسي... ميهڙ جهٽ ٻيناسي... پوءِ سيوهڻ ۾ نئين ٺهيل هوٽل "نيُو سيوهڻ ڊوائين" تي مانجهاندي لاءِ ٻيناسي. ابوءَ ۽ امِيءَ جو مُوڊ ڏاڍو خُوشگوار هو. اُتي لنچ دؤران بہ ابوءَ سان ڏاڍا ٺهڪ وندياسي. مُون ابوءَ کي چيو: "ابُو! هي هوٽل پير مظهر جي آهي!" ابوءَ نهہ ٻهہ وراڻيو: "ٻيو ٻاقي! هڙي سُني هوٽل پرواني سيوهاڻيءَ جي هُوندي ڇا!!!" اسان سڀ ان تي کلياسي.

اُتي ان مانجهاندي ڪرڻ واري اڌ مُني ڪلاڪ دؤران ناصر جِي بہ فون آئِي ۽ پيو جنهن جنهن جِي بہ ڪال پئي آئِي تہ ابُوءَ اُن کي ٻُڌايو پئي: "ڪراچِيءَ پيو وڃان... سيوهڻ ۾ آهيان... قلندر اسان جِي لنچ ڪئِي آ!"

سيوهڻ مان هلياسي... بہ ٽي منٽ ڄامشورو ٽول پلازا پرسان ترسِي سج لٿي ڌاري اچي ڪراچِيءَ گهر ("منزلِ مقصُود") پهتاسي. آءُ گهر وارن کي گهر ڇڏي اُن وقت ئِي آفِيس هليو ويُس...

ابُو امِيءَ جو خوشگوار قيام جارِي رهيو. هميشہ جيان مزو پئي آيو. گهر پريل پريل... هر وقت ابُوءَ سان اسان جُون مذاقُون ۽ علمِي بحث جارِي... ڪڏهن اسين ابُوءَ کي چيڙايُون، ڪڏهن ابُو اسان کي چيڙائي... ڀرپُور نمُوني ڏينهن رات پئي گُذريا ۽ اسان ابُوءَ جِي موجُودگِيءَ کي ڀرپُور نمُوني انجُواءِ پئي ڪيو.

صبح جو ساڍيان 8:00 يا 09:00 لڳي ڪاليج هلِي وڃي ۽ آءُ 10:00 لڳي اُٿان... اُٿان تہ ابُو ۽ امِيءَ جو لائُونج ۾ گُونجندڙ آواز ڪنن تي پوي. هنن ڏينهن ۾ جيترا ڏِينهن بہ ابُو امِي رهيا، صبح جو پنهنجن بُزرگن بابت ڳالهائِيندا هُئا. اڪثر ابُو امِيءَ کان پيو پُڇندو هو تہ: "تُنهنجِي نانِيءَ جِي جيڪا فلاڻِي ڀيڻ هُئِي، اُن جو نالو ڇا هو ۽ اُن جو جيڪو فلاڻو پُٽ، جيڪو مُنهنجو رشتي ۾ فلاڻو ٿئي، اُن بابت ٻُڌاءِ!" ان قسم جِي گفتگُو ٻُڌندي ئي لڳ ڀڳ روز مُنهنجو صبح ٿِيندو هو. مان ٻاهر اچي ٻنهِي سان پيرين پئِي ملندو هُئس. لکين دُعائُون ڪمائِيندو هئس... اُن وقت امِي، ابُوءَ سان ڳالهائي تہ رهِي هُوندِي هُئِي، پر اڪثر سندس هٿ ۾ پنجسُورو هُوندو هو ۽ نڪ تي نظر جِي عينڪ رکي هُوندِي هُئس ۽ تلاوت ڪري رهِي هُوندِي هُئي. مان پندرهن وِيهن منٽن ۾ تيار ٿِي موڪلائي رهيو هُوندو هُئس تہ آفِيس لاءِ نڪرندي نڪرندي 10 ـ 15 منٽ ابُوءَ سان ڪنهن نہ ڪنهن ڳالهہ تي ڪچهرِيءَ جو مُختصر سيشن لڳِي ويندو هو. گهران رواني ٿيڻ مهل ڪي نہ ڪي پنا، ڪونہ ڪو خط يا مواد پوسٽ ڪرڻ لاءِ ڏِيندا هُئا ۽ چوندا هُئا تہ: "هِي مواد فلاڻي کي پوسٽ ڪري ڇڏجانءِ!" واپسِيءَ تي

اخبار آئي جو ڪنهن ڪاڪڙيا ڪڏندا هئا. آئون روزانو بابي ۽ ابو تي اهو مواد ڇپجڻ جو ٻيڻو اوريجنل ڪڻي سوالي ڪري جڏهن اهو پڙهائيندو هئم ته: ”ابو! هي توهان پاڻ وٽ رکو! هن کي ڪمپوز ڪري زرار يا ”مهراڻ“ کي ميل ڪري ڇڏيو اٿم ۽ ڪپين ملي به ويو. جو انهن رسيد ڏئي ڇڏي“ ته ڏاڍو خوش ٿيندو هو.

اکين جي ڊاڪٽر کي ڏيکارڻ لاءِ 15 جنوريءَ تي ڊاڪٽر طارق سليم کان اپوائنٽمينٽ ورتي. ڊاڪٽرس پلازا (پن ٿلواڙن، ڪلفٽن لنڪ) ۾ شام سڄ لٿي ڌاري بوءِ امي ۽ ابوءَ ٻنهي جي اکين جو چيڪ اپ ڪرايو. ڊاڪٽر طارق سليم شهدادڪوٽ جو سنڌي ڊاڪٽر آهي. ڪراچيءَ جي اکين جي سينيئر ۽ ماهر ڊاڪٽرن ۾ سندس شمار ٿئي ٿو ۽ سائين مختار گهمري جو معالج رهيو آهي. تنهن ڪري ابوءَ جو به پراڻو سڃاڻو آهي. هن ڊاڪٽر انتهائي بي تڪلف ماحول ۾ اميءَ ۽ ابوءَ ٻنهي جي نظر جو تفصيلي چيڪ اپ ڪري اميءَ لاءِ چشمي جو نمبر ۽ ابوءَ جي ٻنهي اکين جو موتئي جو آپريشن تجويز ڪيو. آپريشن اسان کي ڊاڪٽر منير قريشيءَ کان ڪرائڻو هو. ڊاڪٽر طارق سليم کان چيڪ اپ، صلاح وٺڻ خاطر ڪرايو ته موتيو آپريشن لاءِ تيار آهي يا نه!

هن چيڪ اپ دوران به اميءَ ۽ ابوءَ جي وچ ۾ نٽ کٽ ۽ مزيدار پوڳن جو سلسلو جاري رهيو. ابوءَ جي نظر چيڪ ڪرڻ لاءِ جڏهن سندس اکين تي مختلف قسمن جا لينس چاڙهي مختلف اکر پئي پڙهايا ويا ته اميءَ مون کي ٽونڊ هڻي چيو پئي: ”تصوير ڪڍيس! ته گهر هلي ڇيڙائينداسونس!“ مون تصويرون ڪڍيون پئي ته ابوءَ رڙ ڪري چيو پئي: ”ڇڏ ڙي! هنئي ڪڍيون هن جا تصويرون!“

ابو پال مون کي سڄي عمر ”مائٽ پٽ“ چوندو رهيو. پر آءُ سندس به اوترو ئي آهيان، جيترو اميءَ جو... اهو ئي سبب آهي ته جڏهن ابوءَ جي تپاس کان فوراً پوءِ اميءَ جي اکين جي ماپ ئي تپاس پئي ٿي ته مان ابوءَ جي چوڻ کان بغير ئي اميءَ جا فوٽا پئي ڪڍيا ۽ ابوءَ کي پئي چيم ته: ”ابو! اميءَ جون به انهن



عجيب لينسز سان تصويرون ڪڍيون اٿم. اِمي اوهان کي گهر هلي چيڙائي ته اوهان به بدلو ونجوس!"

بهرحال ڊاڪٽر طارق سليم سان اها ڏاڍي خوشگوار ملاقات گذري.

سومر 19 جنوري 2015ع تي سِول اسپتال ڪراچيءَ جي اکين واري اوپي ڊيءَ ۾ پروفيسر مُنير قريشيءَ ابوءَ جُون اکيون ڏسي، اڳ ۾ ساڄي اک جي آپريشن جو فيصلو ڪيو ۽ جُمعي 23 جنوريءَ جي آپريشن جي تاريخ ڏنائين. اوپي ڊيءَ ۾ اکين جي چڪاس جي مُختلف مرحلن، ٽيسٽن ۽ بايوميٽريءَ وغيره جي چڪرن ۾ وارڊ انچارج ڊاڪٽر شاهد، ڊاڪٽر تسليم ۽ باجي مونا (ڊاڪٽر خالده) سُٺو نڀايو.

جُمعي رات تي ابوءَ هڪ ڪارڪ کاڌي، جنهن ڪري صُبح (آپريشن جي صبح) جو هُنن جي شُگر ليول ٿوري وڌيل آئي، جنهن تي مُون ڪاوڙ ڪئي. بهرحال ابوءَ انسولين لڳائي ته شُگر سنيلجي وئي. سول اسپتال جي آپريشن ٿيئٽر ڪامپليڪس ۾ آپريشن لاءِ 9:30 لڳي پهتاسي. باجي مونا (سنڌو سانگي) به پهتي. لينس اسان اڳ ۾ ئي خريد ڪري ورتو هو. باجي مونا ابوءَ سان آپريشن ٿيئٽر ۾ اندر وئي. مان ۽ امي ٻاهر انتظار واريءَ جاءِ تي انتظار ڪندا رهياسين. اسان جي توقع کان گهٽ وقت ۾ بنا ڪنهن تڪليف جي آپريشن ٿي ويو ۽ ابو باجيءَ سان ڪلندو ٻاهر نڪتو. اوتي ڪامپليڪس مان ٻاهر نڪري ابوءَ باجيءَ کي حُجت مان چيو: "هيءَ ته سؤلي آپريشن آ. ٻئي اک جي ڪڏهن ٿي ڪرائين؟؟؟" باجيءَ به ابوءَ کي نهه پهه وراڻيو: "چاچا! هري پيئو چا؟!" اسان سيئي ٺهڪ ڏيندا گهر هليا وياسي.

ابو موبائيل فون ايس ايم ايس ڪرڻ لاءِ ڏاڍي استعمال ڪندو هو، تنهن ڪري ابوءَ کان مُون آپريشن کان سُتت پوءِ واري هڪ هفتي لاءِ سندس موبائيل فون ضبط ڪري ورتي، جنهن جو اِڳوات اطلاع کيس ڏنو هُئم ته اِيئن ٿيندو، تنهن ڪري سنگت کي اطلاع ڪري ڇڏجو!

بئي ڏِينهن تي ابُوءَ جو چيڪ اپ ٿيو. ڊاڪٽر سؤ سيڪڙو مُطمئن هو. اکين ۾ وجهڻ لاءِ ٻہ قسمن جا ڦُڙا (ڊراپس) پهريون هفتو ٻن ٻن ڪلاڪن ۾ هڪ ڀيرو ۽ باقِي 5 هفتا 4 ڪلاڪن ۾ هڪ ڀيرو وجهڻ جِي هدايت ڪيائِين. ابُوءَ ٻن ٽن ڏِينهن ۾ ئِي اُن آپريشن ٿيل اک مان چٽو ڏسڻ شرُوع ڪري ڇڏيو هو. جنهن جو اظهار هُو عام جام ڪندو هو. اِمِي، ڪيس مذاق ۾ چوندِي هُئِي: "معنيٰ خرچ سجايو ٿيو نہ!"

ابُو هُونئن شام جو ڪلاڪ ڪن گهر کان ٻاهر چڪر چاڙِيءَ تي ويندو هو. پر هن اک ڪرائڻ کان پوءِ اِيئن بہ ٿيو تہ ابُو ٻہ ٻہ ٽي ٽي ڪلاڪ هليو ويندو هو. گهر وارا دير سان موٽڻ جو سبب پُڇندا هُئس تہ چوندو هو: "هاڻي هر شئي چٽِي ٿِي نظر اچي. تنهن ڪري آءُ پري پري نڪرِي ويندو آهيان. جو شيُون ڏسِي مزو پيو اِيندو آهي."

ابُوءَ کي اها ڳالهه اوڻ هُئي. تہ اهو اک ۾ وڌل لينس ڪيترِي قيمت جو آهي. هُن الائي ڪيترا دفعا مُون کان پُڇيو پر مجال آ جو مان ٻُڌايانس! اِميءَ کي چوندو هو تہ: "پيڪيٽ تي ڏس تہ گهٽِي قِيمت اٿس!" اصل ۾ ابُوءَ کي اها ڳڻتِي ڏاڍِي هُوندِي هُئِي تہ مُنهنجي ڪري اولاد گهٽي خرچ ۾ نہ پوي. اڪثر چوندو هو (23 جنورِيءَ تي آپريشن کان اڳ بہ چيائِين) تہ: "بابي ويچاري اسان کي ڪابہ تڪلِيف ڪانہ ڏِني. پاڻ ويندو هو لاڙڪاڻي مان ٽيسٽُون ڪرائڻ... اسان کي خبر ئِي نہ هُوندِي هُئِي تہ سندس شُگر ڪيترِي آهي ڪيترِي ناهي... مُون تہ اوهان کي ڪيڏيءَ تڪلِيف ۾ وڌو آ..." تنهن تي سدائِين مان چوندو هُيو مانس: "ابا! اوهان مان خُدانخُواستہ بيزار ٿياسي تہ ٻُڌائي ڇڏِينداسي... في الحال اِموشنل ٿيڻ جِي ضرُورت ناهي!" اهو ٻُڌِي کلِي ڏِيندو هو.

انهن ئِي ڏِينهن ۾ ابُوءَ خاندان ۾ آخرِي ميڙاڪو خيابانِ راحت، ڊفينس ۾ مُنهنجي ماروٽ سنيہ جِي مڱڻِيءَ جو اٽينڊ ڪيو هو (جيڪا ماما قاضِي قمر جِي نياڻِي آهي)

انھن ئي ڏينھن دؤران مُنھنجو پاءُ ناصر (جيڪو حيدرآباد ۾ سنڌي ٻوليءَ جي با اختيار اداري ۾ ريسرچر آهي) چئن ڏينھن لاءِ حيدرآباد مان ڪراچيءَ آيو هو جو ڪيس خميس 5 فيبروريءَ (ڪشمير ڏي) جي موڪل هُئي، تہ هُو جُمعي 7 فيبروريءَ جي موڪل وٺي ويڪ اينڊ سان گڏيل هي ڏينھن ابُو اميءَ سان گُذارڻ آيو هو. ناصر جي هُوندي بہ وڏا پوڳ نڪاءُ ۽ مزا ڪياسي. اُنھن ڏينھن ۾ ابُوءَ جو هڪ هفتي موبائيل فون وارو پابنديءَ جو مُدو تہ ختم ٿي چُڪو هو، پر پوءِ بہ رات 12:00 لڳي آءُ ابُوءَ کان موبائيل وٺي ڇڏيندو هُئس ۽ وري صبح 8:00 لڳي ڪيس واپس ڏيندو هُئس. تہ جيئن ابُو 12:00 لڳي کان پوءِ آرام ڪري سگھي ۽ رات جي اويلن ايس ايم ايسز جا جواب نہ ڏئي ۽ جاڳندو نہ رهي. اُنھن ڏينھن دؤران جڏهن مان ابُوءَ کي پوٽي 12 لڳي ڏاري خبردار ڪندو هُئس تہ ابُو 15 منٽن کان پوءِ اوهان کان موبائيل فون ورتي ويندي، تہ اُن تي ناصر شرارت مان اعلان ڪندو هو: "طارق روڊ ۽ اُن جي مُضافات ۾ انتهائي موبائيل فون کسجڻ ۾ 15 منٽ باقي آهن. مومنو! مُسلمانو! جلدي جلدي ايس ايم ايس ڪري وٺو!" ۽ پوءِ ابُوءَ سميت اسين سڀ پيا کلندا هئاسُون. ڪنھن ٿي چاتو تہ هي کلندڙ ٽهڪندڙ گُل ڪُجھ ڏينھن کان پوءِ اسان جي هٿن مان ايئن هليو ويندو.

6فيبروري 2015ع تي ريجنٽ پلازه هوٽل ڪراچيءَ ۾ ڊاڪٽر ڪمال جامڙي، وفاقي اُردُو يُونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي پاران، پهرين قومي لوڪ ادب ڪانفرنس ڪوٺائي، جنھن کان هڪ ڏينھن اڳ ۾ مُون ابُوءَ ۽ ناصر کي ان ۾ هلڻ لاءِ تيار ڪيو. مُون کي ڪهڙي خبر هُئي تہ اها گُل سائينءَ جي زندگيءَ جي آخري ڪانفرنس ۽ ان ۾ ڪيل تقرير سندس زندگيءَ جي آخري تقرير ثابت ٿيندي. هن ڪانفرنس لاءِ مان پاڻ تہ صبح 9:00 لڳي نڪري ويُس، پر ابُوءَ ۽ ناصر لاءِ 11:00 لڳي ڏاري گاڏي موڪليم. ابُو ڪانفرنس واري هال ۾ پهتو تہ اُن وقت افتتاحي اجلاس جي پُڄاڻيءَ واريءَ تقرير طور پي پي پيءَ جو اڳواڻ،

سيّد خُورشيد شاهہ ڳالهائي رهيو هو. سائِين مقصُود گل هال ۾ پهتو. تہ نہ ڄاڻ ڪيترن ماڻهُن اُٿِي سائِينءَ کي جاءِ ڏني. مانجهاندي وارِي ساهِيءَ ۾ سائِينءَ سان امان الله شيخ صاحب، ممتاز رِنڌ، الطاف اثيم، طارق عزِيز شيخ، شمس جعفرانِي صاحب، ڊاڪٽر ڪمال جامڙو، منوهر شيام، غلام مُصطفيٰ سولنگِي، نصِير سُومرو جُونيئر توڙي سِينيئر ۽ ٻِي سنگت ملِي. ڪهڙِي خبر هُئِي تہ ڪراچِيءَ جِي هن سنگت جِي اها سائِينءَ سان آخرِي مُلاقات هُئِي. سائِينءَ ان ڪانفرنس ۾ "سُگهڙن جِي ڪچهرِيءَ" وارِي نشست ۾ پنهنجيُون لکيل نج لوڪ ادب جُون صنفُون بہ پيش ڪيُون ۽ اُنهن کي حيران ڪيو جيڪي کيس فقط هڪ شاعر طور سُڃاڻن ٿا.

ميڙاڪي جي اختتام کان پوءِ ابُوءَ کي سُگهڙن جي ميڙ مان ڪڍڻ مُشڪل ٿِي پيو هو. جو سِيني کيس عرصي کان پوءِ ڏِسِي ساڻس چاهہ جو دل کولي اظهار ٿي ڪيو. ابُو ۽ ناصر گهر هليا ويا ۽ مان ريڊيي تي روانو ٿِي ويُس، جو مُنهنجي لائِيو پروگرام جو وقت ٿِي چُڪو هو.

هاڻي ابُوءَ جي ڪاٻِيءَ اک جي آپريشن جو وارو هو.

سُومر 9 فيبرورِيءَ تي ورِي سِول اسپتال جِي اکين وارِي او پِي ڊِيءَ ۾ پروفيسر مُنِير قُريشِيءَ کي ڏيکاريو. جنهن جُمعي 13 فيبرورِيءَ جِي تارِيخ ڏنِي. او پِي ڊِيءَ مان واپسِيءَ تي گاڏِيءَ مان مُون ابُوءَ کي سنڌ انسٽيٽيُوٽ آف يُورالاجِي اينڊ ٽرانسپلانٽيشن (SIUT) جِي عمارت ڏيکارِيندي چيم: "ابُو! ڊاڪٽر اديب رضوِيءَ وارِي اسپتال اها اٿوا" مُون کي ڪهڙو پتو هو تہ فقط 4 ڏِينهن کان پوءِ ان ئي اسپتال اندر مُنهنجو فقِير، درويش ابُو پنهنجا آخرِي ساهہ ڪٽندو ۽ سندس اسان کان وِڇڙڻ جِي جاءِ اها هُوندِي.

اربع 11 فيبرورِيءَ تي صبح جو ننڊ مان اُٿيم تہ ابُوءَ ڪُک جي پوئين پاسي ۾ سُور جِي دانهن ڪئِي. مُنهنجي اُٿڻ کان اڳ ئي اِميءَ، باجِي مونا سان ڳالهائي ورتو هو ۽ هُن ابُوءَ کي گورِي ٻُڌائي چِڏِي هُئِي. جنهن سان سندس سُور



گھتجي چُڪو ھو. خميس 12 فيبروريءَ تي منجھند جو امِيءَ فون ڪري ٻُڌايو تہ ابُوءَ کي سِيءَ سان بُخار نڪتو آھي، پر اُن وقت، جنھن وقت مُون کي ٻُڌايو ويو، اُن وقت تائِين سندس حالت سنڀلجِي چُڪِي ھُئِي. شام گھر پھتم تہ خبر پئِي تہ 10 منٽن تائِين ڏڪڻِي بہ ٿِي ھُئس ۽ پوءِ بُخار نڪتو آھي. باجِي مونا مُنھنجي پَرِپُٺ اچِي چڪاسي، دوا ڏئِي چُڪِي ھُئِي ۽ ھاڻي ابُوءَ جِي حالت بھتر ھُئِي.

خِميس ۽ جُمعي جِي رات خير جِي گُذرِي..

مُون کي سڄِي رات ننڊ ڪانہ آئِي. رات پر بار بار ڪو 14 ـ 15 دفعا پنھنجي ڪمري مان نڪرِي جھاتِي پائي ابُوءَ کي ڏٺم... ابُو آرامِي ھو..

صُبح جو آپريشن ھو... ابُوءَ کي سوير اُٿاريوسي.. بُخار بِيٺو ھو...

جُمعي 13 فيبروريءَ جو ڏِينھُن اُپِري چُڪو ھو... ابُوءَ شيو پاڻ ڪئِي. شيو ڪرڻ سان کيس وري ڏڪڻِي شرُوع ٿِي وئِي... باجِيءَ سان ڳالھايُم... ھُن چيو تہ ان حالت ۾ اڄ جو آپريشن نہ ٿو ٿِي سگھي... ابُوءَ کي ٻُڌايُم تہ ھُو بضد ئِي ھو تہ اُن ڏِينھن ئِي آپريشن ٿئي، ڇاڪاڻ تہ کين رتيديري وڃڻ جِي جلدِي ھُئِي. ھُنن اڳ ۾ ئِي چيو ھو تہ: "ھن اڄ جِي آپريشن کان پوءِ ٽن ڇئن ڏِينھن اندر اسان کي موڪل ڏجانءِ تہ وڃُون!" سو مُون جو کين ٻُڌايو تہ "اوھان جي آپريشن اڄ نہ پئِي ٿئي!" تہ افسوس مان چيائُون: "ابؤءِ! وري ھفتو بيو پئجِي ويو..." کين وڏِي ڇڪَ ھُئِ رتيديري جِي...

اُن ڏِينھن ريڊيو جو عالمِي ڏِينھُن ھو. مُون کي خاص نشريات جِي نظرداري ڪرڻِي ھُئِي. ابُوءَ جي طبيعت سبب انتظار ھو. نہ چاھِيندي بہ ابُوءَ ۽ امِيءَ کان موڪلائي آفِيس آيُم. شام جو 5 لڳي ڌاري آءٌ ريڊيي جي عالمِي ڏِينھن جو ڪيڪ ڪٽائڻ لاءِ پنھنجي چِيف آپريٽنگ آفِيسر جو انتظار ڪري رھيو ھُئس تہ ناصر جِي ڪال آئي تہ: "جلدِي گھر ڳالھايو. ابُوءَ جِي طبييعت خراب ٿِي وئِي آ!" ڪال ڪيم تہ امِي ڏاڍِي پريشان ھُئِي... مُون کان ڪيڪ



ڪتنگ تہ وئي وسرِي.. پڇي گهر پهتُم ۽ دوا بہ ونندو ويُم. مُنهنجي گهر پهچڻ تائين ابُوءَ جي ڏڪٽِي بند ٿِي وئِي هُئِي. ابُوءَ سان ڳالهايُم تہ ٺيڪ لڳو. ڊاڪٽر خُورشِيد سمي سان ڳالهايُم, اُن علامتُون ٻُڌِي, ان کي مليريا قرار ڏنو ۽ مليريا سان وڙهڻ وارِي دوا ڏسيائِين. جنهن جو پهريون وزن ابُوءَ کي چانهہ سان کارايو.

هيٺ وڃِي ابُوءَ لاءِ نِمڪو, شُگر فِرِي بسڪيٽ ۽ ڪائڻ جُون ڪُجهہ ٻيُون شيُون آندَم. امِيءَ, ابُوءَ کي چانهہ پِيئارِي. ابُوءَ ٿورو بسڪيٽ بہ کاڌو.. مان ابُوءَ کان موڪل وٺِي ورِي آفِيس پهتُم. مُنهنجو لائِيو شو, مُنهنجو ساٿِي مرزا هُمايُون ڳور ڪري رهيو هو, جنهن جي آخرِي حصي ۾ مان وڃِي ساٽس شامل ٿيُم. اڌ ڪلاڪ کن ۾ سڄو ڪم اُڪلائي گهر اچِي ويُم.

اها رات سُٺِي نہ هُئِي. ابُوءَ کي جيستائِين مليريا جا ٿي وزن ملن ۽ اُها دوا اثر ڪري, تيسِين بار بار کين ڏڪٽِيءَ سان بُخار پئي ٿيو. نيم غشِيءَ وارِي صُورتحال هُئي. رات دير سان باجِي مونا ۽ ادا خالد آيا. باجِيءَ ابُوءَ جو بلڊ پريشر چيڪ ڪيو تہ وڌيل هو. رات هڪ لڳي ڌاري ادا خالد باجِيءَ جُون تجوِيز ڪيل دوائُون ميڊيڪل اسٽور تان وٺي آيو. ابُوءَ کي مليريا جي ٻئي وزن سان گڏ بلڊپريشر جِي دوا بہ ڏنِي وئِي. ڪُجهہ حالت سنڀليس تہ ورِي سيني سان ڪچهرِي ڪرڻ لڳو. مُون ابُوءَ کي چيو: "ابُوا اج مُحبتُن جو عالمِي ڏِينهن آهي. اج ڪيو پلا امِيءَ سان اظهار!" ابُوءَ مُرڪِي امِيءَ کي هٿ سان سلام ڪري چيو: "اسان جو تہ ازلِي اظهار ڪيل آ!" ٿورو ڪلَ پيوڳ ٿيو. رات دير سان باجِي ۽ خالد ويا. ابُوءَ کي بُخار هو.. سڄِي رات اُٿل پُٿل رهيس. مُون کي ۽ امِيءَ کي بہ ننڊ ڪانہ آئِي. ڪنهن ٿي جاتو تہ ڏرتِيءَ جو هِي حسِين شاعر, هن ڌرتِيءَ تي اها آخرِي رات گُذاري رهيو هو.. مُون سڄِي رات ۾ الائي ڪيترا دفعا ابُوءَ وٽ وڃِي کيس ڏٺو.

وچوڙي واري ڏِينهن جو صُبح طلُوع ٿيو...

ابُو مزي ۾ نہ...



پڇانس: "ڪا تڪليف آهي ڇا ابو؟" جواب نهڪر ۾ مليو.

صبح جو پاڻيءَ ۾ هٿ وڌائين، ته وري ڌڪڻي شروع ٿي ويس. هن پيري ڊاڪٽر جي چوڻ تي مٿانئس به ڪمبل ته وڌاسي، پر مون انهن ڪمبلن اندر گهڙي ابوءَ جي وجود کي پنهنجي ڀاڪر ۾ ڀري سندس هٿن کي پنهنجن هٿن ۾ پڪڙي، کين گرمي ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي. سندس پيرن کي پنهنجن پيرن سان رڳڙي سندن سيءَ کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ٿوريءَ دير ۾ کين پگهر نڪتو پر طبيعت ۾ مزو ڪونه هو.

نه ساپيان ڪاليج وئي، نه مان آفيس ويس... ڪجهه به ڪونه ٿي وڻيو.

بنا دير جي لياقت نيشنل اسپتال جي ايمرجنسي وارڊ ۾ پهتاسي. جتي تفصيلي ٽيسٽن کان پوءِ گمان ظاهر ڪيو ويو ته گردن جي ڪا تڪليف آهي، جنهن ڪري هنن مشورو ڏنو ته کين وينٽيليٽر تي رکي سندن ڊائيلاسز ڪئي وڃي. ڊاڪٽر خورشيد، ڊاڪٽر مرلي، ڊاڪٽر خالد ابراهيم، ڊاڪٽر پائو منظر، سائين ذوالفقار علي شاهه... هڪ هڪ کي فون ڪري صلاح ورتم... سيني وينٽيليٽر کان منع ڪيو... هر ڪنهن جو اهو خيال هو ته گردن جو معاملو آهي ته پوءِ سنڌ انسٽيٽيوٽ آف يورالاجي اينڊ ٽرانسپلانٽيشن (SIUT) کان بهتر ڪا به جاءِ ناهي! مون ڊاڪٽر مرليءَ سان ڳالهايو ۽ باجي مونا ڊاڪٽر خالد ابراهيم سان ڳالهايو. "امن ايمبولنس" کي فون ڪئي، جيڪا 10 منٽن ۾ اچي پهتي.

هي لفظ لکندي جيڪا منهنجي ڪيفيت آهي، اُن جو لفظن ۾ بيان ممڪن ئي ناهي.

رات لڳ ڀڳ 10:30 لڳي اسان سنڌ انسٽيٽيوٽ آف يورالاجي اينڊ ٽرانسپلانٽيشن ((SIUT پهچون ٿا... لفٽ ۾ ابو چوي ٿو "بابا! لائيٽ ٻاريو!" (حالانڪ لفٽ ۾ روشني هئي) مان هائوڪار ۾ وراڻيان ٿو: "ها ابا! ٻاريون ٿا لائيٽ..."



ايس آءِ يُو تِي جي ايمرجنسِي وارڊ ۾ اچا اُتان جا ڊاڪٽرس لياقت نيشنل هاسپيٽل ۾ تيل ٽيسٽُن جُون رپورٽُون ڏسن ئِي ٿا. تہ ابُو پاڻِي ٿو گهُري. مان کين پاڻِيءَ جِي بوتل کولي ڏيان ٿو تہ مُنهنجن هٿن سان پاڻِي نہ ٿا پِيئن. پاڻ وٺِي پِيئن ٿا... ڪُجهہ پاڻِي هارجي ٿو... ڪُجهہ پِيئن ٿا... بار بار بس اهو ئِي ٿا چون: "بابا! گهر هلو!"

"ها ابُو! هلُنُون ٿا..."

ايئن چئِي چئِي ليٽِي ٿو پوي..

ڊاڪٽرس تڪڙ تڪڙ ۾ اسٽريچر آءِ سِي يُو ۾ کڻن ٿا. پنجن منٽن ۾ عجِيب خبر ٻُڌڻ لاءِ ملي ٿِي. باجِي ٿِي چوي: "ياسر! چاچا ڪونهي!!"

مان آءِ سِي يُو تو وڃان تہ جنهن جاءِ تي ابُوءَ جو اسٽريچر ٿورِي دير اڳ رکيو ويو اُن جي چوڌارِي پردو ڏنل هو. ڊاڪٽرياڻِيءَ کي چوان ٿو: "ڇا توهان کي پڪ آهِي؟ پلِيز! هڪ دفعو ٻيهر چيڪ ڪريو.." ۽ هُوءَ ڪوبہ جواب نہ ٿِي ڏئي. باجِي مُون کي ڳِهلَي آءِ سِي يُو کان ٻاهر ٿِي وٺِي وڃي.

نتهڻ اُسَ ۾ گهاتي ٻڙَ جِي ڇانوَ ڪسي وئين بابا!
خالِي ٻُتَ ٿا هتڙي ڪڙڪن، هانوَ ڪسي وئين بابا!

يار بيوفائِي ڪري هليو ويو... ڏاڍو مُڙس هو... ڪير چويس...!! مُون سميت سپنا، ناصر، رُوبلي ۽ جُوبي کي يتِيم ۽ امِيءَ کي بيوهہ ڪري هليو ويو..

ٻُڌايائِين بہ نہ... ڪا لکا بہ نہ ڏنائِين...

ذهنِي طور تي تيار بہ نہ ڪري ويو. راتئُون رات پوڙهو ڪري ويو.

ابؤل...!!!

اسان وٽ رهجِي ويا هِي تعزيتِي تاثراتِي نوٽ... ڪالمَ... "جيڪو حُڪم ڌڻِيءَ جو... جيڪا رضا الله جِي..." جا دلاسا ۽ لُڙڪن جُون لاڙون....



اندر ۾ جا خلا آهي. اُها اسان مان هر ڪنهن ڪي اڪيلي ئِي پوڳڻِي آهي.
سنڌِي ادب جي گرنار جو گُل ڇڄي پيو.. پنهنجي دائِمِي خُوشبُو اسان جي وچ ۾ ڇڏي ويو. پر مُون جيان هِي لفظ ۽ اظهار اڌُورا رهجِي ويا ۽ هميشه رهندا.

مُنهنجي دل جو هِي گهاءُ ڪڏهن به پرجِي نه سگهندو.

**ياسر قاضي**

"منزلِ مقصُود"، ڪراچي

23مارچ 2015ع

وڇوڙي جو 39هون ڏِينهُن



# مقصُود گل جي جِيون ۾ جهاتِي

(مختصر پروفائيل)



## مقصُود گل جي جِيون ۾ جهاتِي

- مائٽاٽو نالو (رڪارڊ تي درج نالو): قاضِي مقصُود حيات
- ادبِي نالو: مقصُود گل
- ننڍپڻ ۾ گهر ۾ سڏجندڙ نالو: معشُوق
- پيار جا نالا: "ادا گُل"، "گُل بابا"، "سائِين گُل" وغيره
- ڄم: ڇنڇر، 15 اپريل 1950ع بمطابق 27 جمادِي الثانِي 1369 هجرِي، رتوديرو ضلعو لاڙڪاڻو
- والد: قاضِي عبدالحيّ "قائل" (پنهنجي دؤر جو برک شاعر، اُستاد، تعليمدان، مُصوّر، صحافِي ۽ سماج سُڌارڪ) وفات: 23 جُولاءِ 1989ع (مَڪّو پاڪ)
- والده: رضيہ بيگم وفات: 17 اپريل 1997ع (نوابشاهہ)

- تعلِيم:

- پرائمرِي- گورنمينٽ پرائمرِي اسڪُول نمبر 1 رتوديرو (1961ع ۾ پنجون درجو پاس ڪيائُون)
- مئٽرڪ- گورنمينٽ هاءِ اسڪُول، رتوديرو (1966ع)
- انٽرمِيڊِييٽ- گورنمينٽ ڊگرِي ڪاليج لاڙڪاڻو (1968ع)

- بي اَي۔ سنڌ يُونيورسٽي، ڄامشورو (1970ع)
- ايم اَي (اقتصاديات) ۔ سنڌ يُونيورسٽي، ڄامشورو (1972ع)
- ايم اَي (سنڌي ادب) ۔ سنڌ يُونيورسٽي، ڄامشورو (80ع واري ڏهاڪي ۾)

۔ روزي ۽ روزگار:

- آب ڪلياڻي کاتي ۾ فون ڪلارڪ (1966ع کان 1969ع)
- ڊرائنگ جو اُستاد (1969ع کان 1974ع) سيتا روڊ ۽ لاڙڪاڻي ضلعي جي ڪُجھ اسڪُولن ۾
- لاڙڪاڻي شُگر مل نئين ديري ۾ "تربيتي آفيسر" (1974ع کان ڪُجھ سالن تائين)
- لاڙڪاڻي شُگر مل نئين ديري ۾ "اسسٽنٽ مئنيجر" (70ع واري ڏهاڪي جي وچ ڌاري کان 1990ع)
- لاڙڪاڻي شُگر مل نئين ديري ۾ "ڊپٽي مئنيجر" (1990ع کان 1993ع)
- اسٽيٽ لائف انشورنس ڪارپوريشن آف پاڪستان ۾ "سيلز مئنيجر" (1993ع کان 1995ع)
- عبدالحيّ قاضي ماڊل اسڪُول لاڙڪاڻي جو باني ۽ پرنسپل (10 اپريل 1995ع کان تاحيات)

۔ ادبي خدمتون:

- ادبي سُڃاڻپ: شاعر، ڪهاڻيڪار، مضمُون نويس، ڪالم نگار، ٻارن جو اديب، مُحقق، سچل سرمست رحہ جو شارح، مُترجم، عالم ۽ دانشور
- شاعريءَ جي شرُوعات: 1975ع کان (باضابطہ)
- شاعريءَ ۾ اُستادَ: والد (قاضي عبدالحيّ "قائل")، پروفيسر ڊاڪٽر عطا مُحمّد "حامي" ۽ پروفيسر محمُود "شرف" صديقي

- نثر ۾ رهنمائي ڪندڙ: ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

- ڇپيل ڪتاب:

1. "وکريل موتي" (ڊاڪٽر عطا مُحمّد "حاميءَ" جي مقالن جو مجمُوعو. ترتيب) ڇپائيندڙ: سنڌڙي ڪتابي سلسلو رتوديرو. (1983ع)
2. "زندگيءَ ڏي موٽ" (ڪرشن چندر جي ڪهاڻين جو سنڌي ترجمو) ڇپائيندڙ: سنڌڙي ڪتابي سلسلو رتوديرو. (1985ع)
3. "ڪرڻا ڪرڻا" (ٻارڙن لاءِ شاعري) ڇپائيندڙ: سنڌڙي ڪتابي سلسلو رتوديرو. (1986ع)
4. "رت ڀنا رابيل" (شاعري) ڇپائيندڙ: سنڌڙي ڪتابي سلسلو رتوديرو. (1991ع)
5. "هنيلي هرڻي" (ٻارڙن لاءِ ڪهاڻيُون) ڇپائيندڙ: سرهاڻ پبليڪيشن، سيوهڻ. (1993ع)
6. "عشق سمندر" (حضرت سچل سرمست رحہ جي فارسي مثنوين جو منظُوم اردُو ترجمو) ڇپائيندڙ: سچل چيئر، شاھ عبداللطيف يُونيورسٽي، خيرپور. (جُون 2003ع)
7. "اندر رُوح رهيام" (ڊاڪٽر عطا مُحمّد "حاميءَ" بابت لکيل مضمُون ۽ مقالا) ڇپائيندڙ: حامي يادگار ڪميٽي، خيرپور. (جُون 2002ع)
8. "رتوديرو- مختصر تاريخ" (تاريخ) ڇپائيندڙ: سنڌڙي ڪتابي سلسلو رتوديرو. (2002ع)
9. "اي آهُو چشم ڪدهر" (شيخ اياز جي ٻن شعري مجمُوعن "پتڻ ٿو پُور ڪري" ۽ "هرڻ اکي ڪيڏانهن!!" جو ترجمو) ڇپائيندڙ: ثقافت کاتو، حڪُومتِ سنڌ. (2010ع)



10. "اڪڙيُون نِيل ڪنول" (شاعري) ڇپائيندڙ: سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو- (2014ع)

- ڇپيل درسي ڪتاب:

- "گُلن هار" (سنڌي نصاب جِي گائيڊ) نائين ۽ ڏهين ڪلاسن لاءِ (مُختار گهُمري سان گڏ)
- "گُلن هار" (سنڌي نصاب جِي گائيڊ) يارهين ۽ ٻارهين ڪلاسن لاءِ (مُختار گهُمري سان گڏ)

ٻنهي جو پبلشر: ڪانيا واڙ بُڪ اسٽور، لاڙڪاڻو

- اڻ ڇپيل ڪتاب:

نثر توڙي نظم جا لڳ ڀڳ 12 مجمُوعا

- صحافت سان وابستگِي:

- روزاني "هارِي" رتوديرو جي ادبي صفحي جو ايڊيٽر (لڳ ڀڳ 5 سال)
- ٻارڙن لاءِ جارِي ٿِيندڙ رسالي "گُلدستو" جو پبلشر ۽ ايڊيٽر (3 سال)
- روزاني "عوامِي آواز جو ڪالم نويس" (1995ع کان لاڳاٽي تائِين)

- ماٽيل اهم ايوارڊ:



1. پِي ٽِي وِي ايوارڊ 1989ع- (قومي گيتن جي مُقابلي ۾ پهريون نمبر ماٽِينـڊڙ گيت جا ٻول لکڻ تي)
2. مهراڻ ايوارڊ 1997ع (مهراڻ آرٽ سرڪل نوابشاهه پاران، ”بهترِين شاعر“ طور)
3. سنڌ چلڊرين اڪيڊمِي ايوارڊ (سنڌ چلڊريـن اڪـيـڊمِـي خـيـرپُور پـاران ٻاراڻي ادب ۾ نمايان خدمتُون انجام ڏيڻ جي مڃتا طور)
4. سچل سرمست ايوارڊ- 2000ع (سچل يادگـار ڪـميـٽِي خـيـرپُور پـاران ”بهترِين شاعر“ طور)
5. ڊاڪٽر تنوِير عباسِي ايوارڊ 2001ع (عبّاسِي ڪلهوڙا تنظِيم، سنـڌ پـاران ”بهترِين شاعر“ طور)
6. سچل چيئر ايوارڊ (شاهه عبداللطِيف يُونيورسٽِي خيرپُور جي سچل چيـئـر پاران، سچل سرمست رحه جي فارسِي ڪلام جي ڪـاميـاب مـنـظُوم اردُو ترجمو ڪرڻ تي)
7. حامي ايوارڊ (حامِي يادگار ڪميٽِي خيرپُور پـاران، ڊاڪـٽـر عـطـا مُـحمّـد ”حامِيءَ“ جي ڪيل تحقِيقِي ڪم جِي ڪامياب سهيڙ جي حـوالـي سـان خدمتُون انجام ڏيڻ تي)
8. انٽرنيشنل صُوفِي ايوارڊ (انٽرنيشـنـل صُـوفِـي ڪـائُـونسـل پـاران، سـچـل سرمست رحه جي فارسِي ڪلام جي ڪامياب منظُوم اردُو تـرجـمـو ڪـرڻ تي)
9. سُرهاڻ لائيف ٽائِيم اچِيومينٽ ايوارڊ (سُرهاڻ ويلفيئر سُـوسـائـٽِي سـنـڌ پاران، زندگِي ڀر جي قلمِي حاصلات تي)
10. اڪادمِي ادبياتِ پاڪستان لائِيف ٽائِيم اچِـيـومـيـنـٽ ايـوارڊ (اڪـادمِـي ادبياتِ پاڪستان پاران، زندگِي ڀر جي ادبِي حاصلات تي)



- والد جُون قائم ڪيل اُهي تنظِيمُون ۽ ادبي ادارا، جن کي مقصُود گل سنياليو ۽ فعال ڪيو:

- سنڌڙي ڪتابِي سلسلو، رتوديرو
- لطِيف ادبِي سنگت (بزمِ لطِيف)، رتوديرو

- اُهي ادبِي ۽ تعلِيمي ادارا ۽ تنظِيمُون، جن جو بنياد مقصُود گل پاڻ وڌو:

- شاهه عنايت ادبِي سنگت، نئوديرو
- سنڌي ادبِي سنگت (شاخ) رتوديرو
- سنڌِي ڪلاڪار سارِيندڙ ست، لاڙڪاڻو
- عبدالحيّ قاضِي ايجُوڪيشنل ويلفيئر سُوسائٽِي، رتوديرو
- عبدالحيّ قاضِي ماڊل اسڪُول، رتوديرو (قائم ٿيو: 10 اپريل 1995ع تي)
- قاضِي عبدالحيّ "قائل" اڪيڊمِي، سنڌ

- ريڊيي جي پروگرامن ۾ شرڪت:



ريڊيي پاڪستان ڪراچي، حيدرآباد، خيرپُور، لاڙڪاڻي، ايف ايم 101 ڪراچِيءَ، هاٽ ايف ايم 105 لاڙڪاڻي ۽ ڪراچِيءَ سميت ٻين مختلف خانگِي ريڊيو اسٽيشنز جي اندازاً 500 کان مٿي پروگرامن ۾ شرڪت. جن ۾ مُشاعرا، مُذاڪرا ۽ سندن انٽرويُوز شامل آهن.

- ٽي وِيءَ جي پروگرامن ۾ شرڪت:



پي ٽي وِيءَ ۽ ڪي ٽي اين جي 75 ڪان وڌيڪ پروگرامن ۾ شرڪت، جن ۾ مُشاعرا، مُذاڪرا ۽ سندن انٽرويُوز شامل آهن.

- سندن گيتن کي ڳائيندڙ ڳائڻا ۽ ڳائڻيُون: غلام شبّير سمون، ڊِيدار حُسين سمون، انور حُسين وسطڙو، مُظفر علِي دايو، تعمِير حُسين، مهر سِيمِي، سجّاد يُوسف، انوربلوچ، سجڻ سنڌِي، عاشق نظاماڻِي، الطاف سمون، ناصر گُل قاضِي، شفِيق منگِي، مُرِيد علي چانڊيو، ماسٽر ولِي، ياسر قاضِي، عنايت حسين مِيراڻِي، ماسٽر فتح، سلامت علِي ۽ عذرا رياض (اردُو)

- پسند جُون شخصيتُون: ذوالفقار علِي ڀٽو، ياسر عرفات، ڪارل مارڪس ۽ چيئرمين مائُوزي تنگ

- پسند جي شاعرِيءَ جي صنف: غزل ۽ نظم

- پسند جو لباس: شلوار قميص ۽ واسڪوٽ

- پسند جو رنگ: نيرو

- گهُمڻ جي پسنديده جاءِ: سمنڊ جو ڪنارو

- شادِي: 14 مئي 1976ع تي، گلنار بدر قاضِيءَ سان

- اولاد: هڪ نياڻِي (سپنا گُل قاضِي) ۽ 4 پُٽ (ياسر قاضِي، ناصر قاضِي، نادر قاضِي ۽ زوهيب گل (پيار جو پُٽ))



- سندن مجتا ۾ مُنعقد ڪيل يادگار ميڙاڪا:

سُگھڙ سنگت نئين ديري پاران ساڻن رچايل رهاڻ ۾ دستاربنديِ (80ع واري ڏهاڪي ۾)

- سندن ڪتاب "هنيلي هرٽيءَ" تي اپياسِي ويهڪ (پاران: سنڌِي ادبِي سنگت شاخ شڪارپُور۔ هنڌ: ڊسٽرڪٽ ڪائُونسل هال، شڪارپُور۔ سال: 1993ع)
- سچل ادبِي مرڪز لاڙڪاڻي پاران ساڻن ملهايل شام (1994ع ڌاري)
- سندن "گولڊن جُوبلِي" (50 هِين سالگره) ــ 15 اپريل 2000ع (گهر ڀاتيُن پاران)
- مقصُود گل ۽ گلنار بدر جِي شادِيءَ جِي "سلور جُوبلِي" (25 هِين سالگره) ۔ 14 مئي 2001ع (گهر ڀاتيُن پاران)
- مقصُود گل جِي 58 هِين سالگره جي موقعي تي ساڻن رچايل رهاڻ ۾ "شاعر گُل ۽ خُوشبُوءِ گِيت" (سووينئر) جو مهُورت ــ هنڌ: ممتاز مرزا اسٽُوڊيو ثقافت کاتو ڪراچِي۔ 15 اپريل 2008ع (پاران: سُرهاڻ ويلفيئر سُوسائٽِي، سنڌ)
- مقصُود گل جِي 59 هِين سالگره جي موقعي تي ساڻن رچايل رهاڻ ۾ سندن گِيتن تي مُشتمل سِي ڊِيءَ "گِيت مقصُود گل جا" جو مهُورت۔ هنڌ: ممتاز مرزا اسٽُوڊيو ثقافت کاتو ڪراچِي ۔ 15 اپريل 2009ع (پاران: پاڪستان نيشنل ڪائُونسل آف دِي آرٽس)
- مقصُود گل جِي 61 هِين سالگره جي موقعي تي ساڻن رچايل رهاڻ ۾ سندن ڪتاب "اي آهُو چشم ڪڏهن؟" جو مهُورت ــ هنڌ: ممتاز مرزا اسٽُوڊيو ثقافت کاتو ڪراچِي۔ 10 مئي 2011ع (پاران: اڪادمِي ادبياتِ پاڪستان)

- بيماريُون: ذيابطِيس (لڳ ڀڳ 1990ع کان)، دل جو عارضو (تقرِيباً 2003 کان دريافت ٿيل)
- ڪامياب باءِ پاس آپريشن: 14 جُون 2006ع (نيشنل انسٽيٽيُوٽ آف ڪارڊيووسڪيُولر ڊِزيزز NICVD ڪراچِيءَ ۾، سرجن سُهيل بنگش هٿان ٿئون)
- وفات کان اڳ بيمارِي: ڪا بہ نہ!
- بظاهر علامتُون: سِيءَ سان بُخار، مليريا
- آخرِي ڊگهو سفر: لاڙڪاڻي کان ڪراچِيءَ (سُومر، 12 جنورِي 2015ع تي ـ ڪار رستي)
- آخرِي تحرِير: روزانِي "عوامِي آواز" لاءِ لکيل ڪالم: "ڪجهہ سچ ـ ڪجهہ ڪُوڙ" (تہ مُنهِي دهشتگردي ۽ سنڌ)
- آخرِي اردُو تحرِير: غلام رسُول ميمڻ تي لکيل تاثراتِي مضمُون (جيڪو هُنن "ڪُجهہ سچ ڪُجهہ ڪُوڙ" کان ڪُجهہ ڏِينهن اڳ لکيو
- آخرِي ميڙاڪي ۾ شرڪت: وڇوڙي کان صرف 8 ڏِينهن اڳ، 6 فيبروري 2015ع تي هوٽل رِيجينٽ پلازه ڪراچِيءَ ۾ وفاقِي اُردُو يُونيورسٽِي، ڪراچيءَ جي سنڌِي شعبي پاران مُنعقد ڪرايل "پهرِين قومِي لوڪ ادب ڪانفرنس"
- زندگِيءَ جِي آخرِي تقرِير: ساڳِئي ڪانفرنس ۾ پڙهيل سندن لوڪ شاعرِي
- وُصُول ڪيل آخرِي ٽپالَ: شهدادڪوٽ مان مُرتضيٰ لغارِيءَ پاران موڪليل "نئِين آس" جا پرچا
- ڊائل ڪيل آخرِي فون ڪال: پنهنجِي نُنهُن ساپيان ڏي.. 14 فيبروري 2015ع تي (دورانيو: لڳ ڀڳ 10 سيڪنڊ)
- زندگِيءَ جو آخرِي سفر: لياقت نيشنل هاسپِيٽل ڪراچِيءَ کان سنڌ انسٽِيٽيُوٽ آف يُورالاجِي اينڊ ٽرانسپلانٽيشن (SIUT) ڪراچِيءَ تائِين



(امن ايمبولنس ۾، لڳ ڀڳ رات جو 10 لڳي)

- آخِري جُملا: "گهر هلئُون!"
- موڪلاڻِي: ڇنڇر، 14 فيبروري 2015ع، 25 ربيع الثاني 1436 هجري، 3 ڦڳڻ 2071 ب
- موڪلاڻِيءَ جو وقت: 10:50 لڳي رات
- موڪلاڻِيءَ جو هنڌ: سنڌ انسٽِيٽيُوٽ آف يُورالاجِي اينڊ ٽرانسپلانٽيشن (SIUT) ڪراچِي
- ڪُل ڄمار: 64 ورهه، 9 مهِينا، 29 ڏِينهن
- تدفِين: آچر، 15 فيبروري 2015ع، 25 ربيع الثاني 1436 هجري، لڳ ڀڳ 3:45 لڳي منجهند
- آخِري آرامگاهه: مُبارڪ شاهه قبرستان، رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو، سنڌ





**لاڏاڻي جِي خبر، مختلف اخبارن جي سِينن تي**

(مک اخباري ڪٽنگس جا عڪس)



FOUNDED BY QUAID-E-AZAM MOHAMMAD ALI JINNAH



DAWN

Tuesday, February 17, 2015

# Poet Qazi Maqsood Gul passes away

By Our Correspondent

LARKANA: Qazi Maqsood Gul, a renowned Sindhi poet having 10 books to his credit, died of a cardiac arrest in Karachi on Sunday. He was 65. He has left three sons and a daughter.

The body was brought to his native town, Ratodero, where the deceased poet was buried in his ancestral graveyard.

Born on April 15, 1950, Qazi Gul did his Masters in Sindhi literature and economics. He worked at a sugar mill and remained associated with it till 1994 to establish a private school next year. He rendered his educational services to students till his death.

Qazi Gul's poetry was influenced by Atta Muhammad Hami and Mehmood Sharaf Siddiqi while in prose, he had a tilt towards Dr Abdul Majeed Sindhi's work. He served as the Ratodero chapter secretary of the Sindhi Adabi Sangat (SAS) for two years. He also established a publishing agency and got around 30 books on a variety of subjects published, said Malhar Sindhi, the SAS joint secretary.

Qazi Gul had been a regular contributor to Sindhi newspapers. A large number of poets, artists and writers, including Adal Soomro, Ayaz Gul, Taj Joyo, Ada Qazi, Mushtaque Bukhari, Sartaj Jagirani, Bashir Shad, Akhtar Dargahi, Malhar Sindhi, Saqi Abro, Badar Dhamraho, Sarwar Saif, Manzoor Mangi, Aman Bhatti and Abdul Majeed Chandio, besides family members, relatives, friends and admirers attended the funeral.

روزاني "ڊان" ڪراچيءَ ۾ ڇپيل لاڏاڻي جي خبر



روزانہ ڪاوش حيدرآباد سومر 16 فيبروري 2015ع (10)

# برک ليکڪ قاضي مقصود گل لاڏاڻو ڪري ويو، رتيديري ۾ ڪاروبار بند

## قاضي مقصود کي دل جي تڪليف سبب ڪراچي جي خانگي اسپتال ۾ داخل ڪرايو ويو هو

## سنڌ کي 10 ڪتاب ارپيندڙ قاضي مقصود 3 پٽ ۽ نياڻي سوڳوار ڇڏيا

## آخري رسمن ۾ تاج جويو، ادل سومرو، اياز گل، اختر درگاهي ۽ اياز جاني پهتا

## ادبي سنگت پاران 3 ڏينهن سوڳ جو اعلان، رتيديري ۾ تڏو وڇايو ويو

رتوديرو حيدرآباد (نمائندن وٽان) سنڌ جو ناليوارو شاعر اديب ۽ ليکڪ قاضي مقصود گل دل جو دورو پوڻ سبب 65 ورهين جي ڄمار ۾ لاڏاڻو ڪري ويو. قاضي مقصود گل ڪجهه ڏينهن کان دل جي تڪليف سبب ڪراچي جي خانگي اسپتال ۾ علاج هيٺ هو (صفحو 9 ڪالم 6 قاضي مقصود گل)



قاضي مقصود گل

**قاضي مقصود گل لاڏاڻو**

جتي سندس ساهه جي تند ٽٽي پئي. قاضي مقصود گل جو مڙهه ايمبولنس ذريعي ڪراچي کان اباڻي شهر رتيديري آندو ويو، سوڳ ۾ موٽڻ پور ۽ حسن پور محلي جا دڪان بند ٿي ويا. قاضي مقصود گل 10 اپريل 1950ع تي سنڌ جي ناليواري شاعر ۽ استاد قاضي عبدالحئي قائل جي گهر ۾ جنم ورتو. سنڌي ادب ۽ اقتصاديات ۾ ڊبل ايم اي ڪيائين. بعد ۾ نوڊيرو شگر مل ۾ اسسٽنٽ مئنيجر ۽ بعد ۾ اسٽور مئنيجر رهيو. 1994ع ۾ نوڪري تان استعيفا ڏني 1995ع ۾ قاضي ماڊل اسڪول جو بنياد رکيو. آخر تائين تعليمي خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو. قاضي مقصود گل جو ادبي ڪيڊر ۾ استاد ڊاڪٽر عطا محمد حامي، ميمڻ عبدالمجيد سنڌي ۽ محمود الحسن شريف صديقي هئا. هو 1976ع ۾ شادي جي بندڻ ۾ ٻڌجي ويو هو.

مرحوم جي سوڳوارن ۾ ٽي پٽ ۽ هڪ نياڻي جو اولاد آهي. قاضي مقصود گل 10 ڪتاب لکيا آهن جن ۾ ورڪريل موتي، زندگي ڏي موٽ، رت ڀنا رابيل، اندر روح رهيام، اکڙيون نيل ڪنول ۽ ٻيا شامل آهن. قاضي مقصود گل هڪ سنڌي اخبار لاءِ مستقل ڪالم ۽ جوسٽا لکندو رهيو. مرحوم جي لاڏاڻي جو اطلاع ملڻ تي سنڌ جي مختلف ضلعن جي ننڍين وڏن شهرن مان سنڌ جا ناليوارا شاعر اديب ۽ ليکڪ رتيديري ۾ سندس تدفين پهتا ۽ جنازي نماز ۾ شامل ٿيا، جن ۾ تاج جويو، ڊاڪٽر ادل سومرو، اياز گل مشتاق بخاري، سرتاج جاگيراڻي، اختر درگاهي، مدهوش پنهور، سرمد چانڊيو، منظور منگي، قربان منگي، بشير شاد، ادا قاضي، غلام محمد قاضي، امر اقبال، احمد علي صابر، سيد غضنفر علي، راجا شاهه، ملهار سنڌي، قاضي خضر حيات، قاضي منظر حيات، اياز جاني، بدر ڌامراهه، سرور سيف، ڊاڪٽر خادم منگي، عبدالمجيد چانڊيو، امان الله پنهور، خالد چانڊيو، باغي بلوچ، نعيم بخاري، الطاف سمون ۽ ديدار سمون شامل آهن. قاضي مقصود گل کي سوين آلين اکين سان رتيديري جي اباڻي قبرستان ۾ مٽيءَ ماءُ حوالي ڪيو ويو. سندس تڏو رتوديرو ۾ وڇايو ويو. هوڏانهن پاڪستان اڪيڊمي آف ليٽرز جي چيئرمين ڊاڪٽر قاسم ٻگهيو، سنڌي ادبي سنگت جي سيڪريٽري جنرل ڊاڪٽر مشتاق ڦل، ٻاڪ ادبي فورم جي جنرل سيڪريٽري عبدالحئي پنهور ڌار ڌار بيانن ۾ قاضي مقصود گل جي لاڏاڻي تي ڏک جو اظهار ڪيو آهي. ادبي سنگت پاران 3 ڏينهن جي سوڳ جو اعلان ڪيو ويو آهي.

روزاني "ڪاوش" حيدرآباد ۾ ڇپيل لاڏاڻي جي خبر



مظلوم ماڻهن جي ترجمان

ABC CERTIFIED

Daily Khabroon

روزاني خبرون ڪراچي

چيف ايگزيڪيوٽو: ضيا شاهد

جلد (12) سومر 16 فيبروري 2015ع بمطابق 26 ربيع الثاني 1435ھ (قيمت 7 رپيا) صفحا _4 (شمارو _63

## سنڌ جو ناليوارو شاعر ۽ اديب مقصود گل لاڏاڻو ڪري ويو

### قاضي مقصود گل ڪراچي جي هڪ اسپتال ۾ علاج هيٺ هيو جتي هن دم ڏنو حوالي ڪيو

### سنڌي ادبي سنگت پاران 3 ڏينهن سوڳ جو اعلان، خبرون ستھ پاران ڏک جو اظهار

ڪراچي (اسٽاف رپورٽر) سنڌ جو ناليوارو شاعر ۽ اديب مقصود گل لاڏاڻو ڪري ويو. قاضي مقصود گل ڪراچي جي هڪ اسپتال ۾ علاج هيٺ هيو جتي هن دم ڏنو حوالي ڪيو ٻئي طرف سنڌي ادبي سنگت پاران 3 ڏينهن سوڳ جو اعلان ڪندي چيو ويو آهي ته قاضي مقصود گل جون سنڌ لاءِ ڪيل خدمتون هميشه ياد رهنديون سندس



لاڏاڻي سان سنڌي ادب ۾ هڪ وڏو خال پيدا ٿي ويو آهي. ٻئي طرف خبرون ستھ پاران قاضي مقصود گل جي وارثن سان ڏک جو اظهار ڪيو ويو آهي. خبرون آفيس ۾ تعزيتي ميڙ ڪوٺايو ويو جنهن ۾ نيوز ايڊيٽر حنيف پنگر، سب ايڊيٽر بالاچ شاهاڻي، قاضي عابد، قاضي / ڏسو صفحو 2 بقايا نمبر 24

بقايا | خبرون نيوز | 24

غلام رسول، سرفراز ميمڻ ۽ ٻين پاران سندس فرزند قاضي ياسر قاضي، ناصر گل قاضي ۽ نادر قاضي سان ڏک جو اظهار ڪيو

روزاني "خبرون" ڪراچيءَ ۾ ڇپيل لاڏاڻي جي خبر



مظلوم ماڻهن جي ترجمان
ABC CERTIFIED
Daily Khabroon
روزاني خبرون ڪراچي
چيف ايگزيڪيوٽو: ضيا شاهد
جلد (12) سومر 16 فيبروري 2015ع بمطابق 26 ربيع الثاني 1435هه (قيمت 7 رپيا) صفحا _ 4 (شمارو _ 63

## ساڳي خوشبوءِ ڏين، ڇڇي گل گلاب جا، وڃي امر ٿين، ڦوي مرن ڪين ڪي. (شيخ اياز)

سائين قاضي مقصود "گل" صاحب سيتا روڊ جي هاءِ اسڪول ۾ سن 1969ع کان 1974ع
سائين استاد جا فرض سرانجام ڏنا. ان وقت سائين سيتا روڊ جي هاءِ اسڪول جي هاسٽل (جتي
حبيب بئنڪ آهي) ۾
ٻاهرين شهرن کان آيل
سان گڏ رهندا
هئا. سندس شاگردن ۾
ڊاڪٽر نورالدين سولنگي
سيتا روڊ جا شهري سر
آهن سائين قاضي
"گل" صاحب سيتا روڊ
پنهنجو پراڻو ناتو آخري
تائين نڀائيندا آيا. سيتا
ادبي پروگرام گرمين
سردين سائين سدائين
قدم ڀري اچي سيتا
مان بخشيندا هئا. سائين
مقصود "گل" صاحب



هماڻي
سين
ستادن
مرحوم
ءِ پيا ڪوڙ
فهرست
مقصود
سان
وقت
روڊ جا
مجن يا
ترب جا
اسين کي
قاضي

استاد پيرل "پرديسي" جي تمام ويجهن ۽ همراز سائين مان هڪ هئا. استاد پيرل "پرديسي" ڪاتو
سائين منصور سيتائي، سان آخري دم تائين سات نڀايائين مون کي ملاقات جو شرف به سائين
منصور سيتائيءَ وٽ ٿي ٿيو هو سائين قاضي مقصود "گل" صاحب ڪچهريءَ جو ڪوڏيو
هو سڄي رات ڏلي وڃي سائين دوستن سان ريهي صبح ڪندو هو. ٻان استاد سان گڏ سنڌ جو نامور
سينيئر شاعر هئا. سنڌ سونهاريءَ ۾ وڏا شاعر تمام گهٽا آهن. ۾ وڏا ماڻهو تمام ٿورا آهن سائين
قاضي مقصود "گل" صاحب وڏي شاعر سان گڏ تمام وڏو ماڻهو هو پيار ڏين پيار وٺڻ ڪو قاضي
صاحب کان سکي سائين قاضي مقصود "گل" صاحب کي ٽي اين جي مقبول ڪمپيئر ياسر
قاضيءَ جا والد آهن اسين سڀ سيتا واسي هن ڏک جي گهڙيءَ ۾ سندس وارثن سان برابر جا
شريڪ آهيون سائين قاضي صاحب پنهنجي زندگيءَ جا پنج سال سيتا ۾ رهي علم و ادب جي
جيڪا روشني ڦهلائي ان جي لاءِ اسين سيتا واسي سندس احسان مند آهيون پنهنجي محسن ۽
سدائين سات نڀائيندڙ ساٿيءَ جي اوچتي وڇوڙي جو ٻڌي سنڌي ادبي سنگت (شاخ) سيتا روڊ
هفتيوار دستوري گڏجاڻيءَ کي تعزيتي ريفرنس ۾ تبديل ڪري ڇڏيو
دل ته چيڙيو آهي ديپڪ راڳ کي،

پر اکين ۾ اڄ مير ملهار آ.
(قاضي مقصود "گل")

روزاني "خبرون" ڪراچيءَ ۾ ڇپيل لاڙاڻي جي ايڊيٽوريل

روزنامہ نوائے وقت کراچی (12) 17 فروری 2015ء

**ممتاز شاعر و ادیب قاضی مقصود گل**
**انتقال کر گئے، رتو ڈیرو میں سپرد خاک**

[illegible] قاضی مقصود گل گذشتہ روز انتقال [illegible] باعث کراچی کے ہسپتال [illegible] حقیقی سے جا ملے [illegible] 3 بیٹے اور ایک بیٹی شامل ہے۔ سندھی [illegible] ان کی وفات پر تین روزہ سوگ کا اعلان [illegible] تدفین میں [illegible] مشتاق بخاری [illegible] حیات، قاضی منظر حیات [illegible] قاضی مقصود گل 10 اپریل 50 [illegible] شاعر قاضی عبدالحی قائل کے گھر میں پیدا [illegible] (باقی صفحہ 4 پر)

روزاني "نوائي وقت" ڪراچيءَ ۾ ڇپيل لاڏاڻي جي خبر

روزنامہ نوائے وقت کراچی (12) 18 فروری 2015ء

**قاضی مقصود گل کیلئے فاتحہ خوانی**

کوٹڑی (نامہ نگار) سندھی ادبی سنگت کوٹڑی کا دستوری اجلاس عبدالنبی جونیجو کی صدارت میں منعقد ہوا جس میں نامور شاعر اور نثر نویس قاضی مقصود گل کی وفات پر گہرے دکھ اور افسوس کا اظہار کیا گیا اجلاس میں محمد ہاشم شورو اور نور حسین نے شرکت کی اور مرحوم کیلئے دعائے مغفرت کی گئی۔

روزاني "نوائي وقت" ڪراچيءَ ۾ لاڏاڻي ڪانپوءِ جي ڇپيل خبر




Reged: No. SC-NS-44 ABC CERTIFIED ABC کان باقاعده تصديق ٿيل

THE DAILY MEHRAN HYD (SINDH)

روزانه مهراڻ

چيف ايڊيٽر
فقير منتار مگريو

حيدرآباد، سنڌ

جلد (62) سومر 16 فيبروري 2015ع بمطابق 26 ربيع الثاني 1436ھ شمارو (46) قيمت 10 رپيه


## شاعر ۽ اديب قاضي مقصود گل لاڏاڻو ڪري ويو، آلين اکين سان مٽيءَ ماءُ حوالي

رتوديرو (ن ـ م) سنڌ جي معتبر شخصيت عظيم ڏاهو شاعر اديب قاضي مقصود گل هميشه لاءِ ڌرتي واسين کان وڇڙي ويو مٽي ماءُ حوالي، قاضي مقصود گل سنڌ جو عظيم شاعر اديبن طور سڃاتو ويندو هو. گذريل رات ڪراچي ۾ اوچتو دل بيهڻ سبب لاڏاڻو ڪري هميشه لاءِ ڌرتي واسين کان جدا ٿي ويو سندس جسم خاڪي ڪراچي کان رتوديرو آندو ويو قاضي صاحب کي پنهنجي نماز بعد مبارڪ شاهه قبرستان ۾ مٽي ماءُ حوالي ڪيو ويو سندس جنازي نماز ۾ سوين ماڻهن تاج جويو، اياز گل، ادل سومرو، سرمد چانڊيو، نعت خوان اسد احترام، زاهد علي عطاري ۽ ٻين سياسي سماجي شخصيتن، اديبن، شاعرن، قومپرستن ۽ شهرين وڏي تعداد ۾ شرڪت ڪئي 5

روزاني "مهراڻ" حيدرآباد ۾ ڇپيل لاڏاڻي جي خبر



## روزنامہ نوائے وقت کراچی (14)19 فروری 2015ء

**قاضی مقصود گل کی وفات پر ان کے**
**صاحبزادے یاسر قاضی سے اظہار افسوس**

شاہ پور چاکر (نامہ نگار) احباب شاہ پور چاکر کی سماجی تنظیم نشست کے اجلاس میں نامور شاعر اور نثر نویس قاضی مقصود گل کی وفات پر مرحوم کیلئے دعائے مغفرت کی گئی۔ اور ان کی علمی و ادبی خدمات کو سراہتے ہوئے ان کے صاحبزادے معروف براڈ کاسٹر یاسر قاضی سے اظہار افسوس کیا گیا۔

روزاني "نوائي وقت" ڪراچيءَ ۾ لاڏاڻي کانپوءِ جي ڇپيل خبر






**سنڌ جو ناميارو شاعر ۽ نثرنگار مقصود گل لاڏاڻو ڪري ويو**

روزاني "سُڪار" ڪراچيءَ ۾ ڇپيل لاڏاڻي جي خبر



# تعزيتي نوٽ بُڪ

(رتيديري ۾ مقصُود گل جي تذي تي آيل دانشورن، شاعرن، اديبن، مقصُود گل جي دوست، عزيزن، شهر واسين ۽ ٻين واسطيدارن جا تاثرات)

# تعزيتي نوٽ بُڪ

## منظُور منگي

سيڪريٽري، سنڌي ادبي سنگت، نئون ديرو ضلعو لاڙڪاڻو

### گهاٽي ٻڙ جي ڇانو جهڙو انسان

هن ڇيو مذهب هجي، پر مُون ڇيو انسانيت
سمجهه جو ڦيرو هيو بس! ٻيو تہ ڪو جهڳڙو نہ هو.
(قاضي مقصُود گل)

مُنهنجو مُحسن، مُنهنجو اُستاد، سنڌ ڌرتيءَ جو بهادر ۽ بي باڪ شاعر، سائين قاضي مقصُود گل مُون لاءِ گهاٽي ٻڙ جي مثل هو. هن جِي مُحبّت، شفقت ۽ پيار جي بدؤلت ئي آءُ سماج ۾ علمي، ادبي حوالي سان مُتاثر ٿيس.

مُنهنجو استاد، هڪ همدرد ۽ شفيق انسان هئڻ سان گڏ هڪ باعمل، باڪردار، عملي انسان، لالچ لوڀ کان مٿانهون، شاعريءَ جي رُوحاني رمزن تائين پهچ رکندڙ شاعر هو. سائينءَ جي شاعراڻي فڪر ۾ انسانيت سان بي پناهہ مُحبت ۽ وطن سان عشق جو فلسفو سمايل آهي. مُنهنجو اُستاد علم ۽ ادب جي اُفق تي جرڪندڙ سِجّ هو، جنهن جِي روشني سدائين اسان جي نئين نسل جِي رهنمائي ۽ رهبري ڪندي رهندي. الله سائين کيس جنت ۾ جايُون ڏيندو. آمين!
(آچر، 15 فيبروري 2015ع)



# سميع ساجد جوڻيجو

(شاعر - رتوديرو)



ساڄي کان کابي: منظور اُجڻ، مقصُود گل ۽ سميع ساجد جوڻيجو

محسُوس ايئن ٿيو جڻ سهڪو مُنجهي پيو آ
پنهنجي ئي گهر جو جڻ ڪو ياتي مري ويو آ
(نامعلوم)

اج تہ يقين ئي نہ ٿو اچي تہ ڪو سائين مقصُود گل اسان کان ايئن جهٽ ۾ وڇڙي ويندو. بهرحال موت برحق آهي ۽ ان جو جام هر ڪنهن کي پيئڻو آهي. موت ڪو مهڻو ڪونہ آهي.

سائين مقصُود گل سنڌي ٻوليءَ جو تمام وڏو شاعر، اديب، ليکڪ، حضرت سچل سرمست رحہ جو شارح ۽ ٻارڙن جو برجستو اديب هو. هُو مُنهنجو پيارو ۽ محبُوب استاد هو. مُون کي فخر آهي جو مان سندس شاعريءَ ۾ فن ۽ فڪر جي لحاظ کان شاگرد آهيان.

سائين مقصُود گل هڪ نهايت مُحبتي ۽ صُوفي منش ماڻهو هو. هن جي دل ۾ هر ڪنهن لاءِ مُحبت ۽ پيار اٿاھ هُوندو هو. هُو سڀ کي پنهنجي سيني لائڻ وارو عظيم انسان هو. هن جي اوچتي وڇڙي وڃڻ سان سنڌي ادب ۾ هڪ وڏو خال ضرُور پيدا ٿيو آهي. جنهن جي ڀرجڻ ۾ وقت لڳندو.

سائين پاڻ نيڪ ۽ صالح پيءُ جو صالح فرزند هو ۽ هن پنهنجو اولاد بہ

صالح ڇڏيو آهي. مان سندس اولاد سان هن غم واريءَ گهڙيءَ ۾ برابر جو شريڪ آهيان.

وه تو خوشبُو هي. هوائون ۾ بکر جائي گا
مسئلا ڦُول ڪا هي. ڦُول ڪدّر جائي گا!

(آچر، 15 فيبروري 2015ع)

## مشتاق بخاري

(شاعر - لونگاڻي شريف، ضلعو شڪارپُور)

جڏهن هن زندگيءَ جي سفر ۾ بي لوث مُحبتُون ۽ شفقتُون ڏيندڙ مهان انسان اوچتو ڇڏي ويندا آهن ۽ وڇوڙي جا وڍَ ڏئي ويندا آهن، تڏهن زندگيءَ جو تسلسُل پنهنجي رستي کان هٽيل محسُوس ٿيندو آهي ۽ جيئڻ لاءِ وري جتن ڪرڻ وارو مرحلو ڏاڍو پريشان ڪندو آهي. مانواري سائين مقصُود گل جو اوچتو وڇوڙو اسان جي زندگيءَ ۾ هڪ وڏي ڏک ۽ الميي جي حيثيت رکي ٿو. سائينءَ جُون مُحبتُون ۽ شفقتُون مُنهنجي جيون جو عظيم سرمايو هيُون ۽ رهنديُون. سائين مقصُود گل جي وڇوڙي سان هڪ طرف سنڌي ادب ۾ وڏو خال تہ پيدا ٿيو ئي آهي، پر اسان هن علائقي جا شاعر ۽ اديب، ادبي طور لاوارث ٿي چُڪا آهيُون. سائينءَ جِي شفقت جو ڇاچو هاڻ اسان جي مٿان نہ رهيو. اسان ڇورا ڇنا ٿِي چُڪا آهيون. پر سائينءَ جِي مُحبت ۽ شفقت جِي خوشبوءِ جو سهارو ئي هاڻ اسان جي جيئڻ ۽ اڳتي وڌڻ جو ڪارڻ ٿي سگهي ٿو. سائين مقصُود گل هن ادب ۽ دنيا ۾ جن مُحبتن ۽ قدرن جي لائق هو، اوترو سائينءَ جو قدر نہ ڪيو ويو. شل هن بي قدري دنيا ۾ صرف سائين مقصُود گل جهڙن ماڻهن جو ئي قدر ڪيو وڃي، تہ بہ اسان کي هن دنيا کان شڪايت نہ رهندي.

(آچر، 15 فيبروري 2015ع)

# فقير مُظفر علي دايو

(راڳي - درگاهه صُوفي غمدل فقير، رتوديرو)

حق موجُود! - سدا موجُود!

ديدن جي شهيدن جو ڪهڙو غُسل ڪفن آ
ابرُو ڪُنن جو آهي، دلبر جي در دفن آ
(غمدل سائين)

لازم هي هر بشر ڪو خيالِ قضا رهي
هم ڪيا رهين گي جب نان رسُولِ خدا صه رهي

تمام جدائي، صفاتي بيان کان ٻاهر آهي، پر تاثرات کي مدِ نظر رکندي، سائين مقصُود گل قاضيءَ جو وڇوڙو جيءَ کي گهاوَ ڏيندڙ آهي.
سائينءَ جِي شخصيت بابت آءُ ايئن لکندس تہ هُو اسان جو صُوفي باصفا انسان هو ۽ انسانيت سان پيار ڪندڙ هو، جيئن اصل صوُفي هُوندا آهن. هُو اسان جي صُوفي درگاهہ تي پابنديءَ سان حاضريُون پريندڙ هو. هُونءَ تہ سائينءَ جِي شخصيت گهڻ پاسائِين رهِي، پر صُوفين سان گڏ گيڙُو ويس پائي صُوفي منش لڳندو هو. الله پاڪ کيس جوارِ رحمت ۾ جاءِ عطا فرمائي. سندس اولاد ۽ خاندان کي صبرِ جميل ڏي. آمين!

(آچر، 15 فيبروري 2015ع)



# ڪامل "امداد" جتوئي

(شاعر - لاڙڪاڻو



اچا ڪُجھہ گھڙيُون ڪي رھُون "گل"! ھا گڏجِي
تڪڙ ۾ ڪري وئين ادا! موڪلاڻِي
اسان ڏي نہ ايندين وري لاڙڪاڻي؟
وچوڙو سھي ڪيئن پلا دل اياڻِي
(ڪامل "امداد" جتوئي)

اوچتو دوست sms ڪيو، جنھن ڪان پوِ ايئن محسُوس ٿيو، چڻ ڪا وِڄُ مُنھنجي مٿان ڪِري هجي. دل تسليم ڪري ئي نہ پئي تہ ياءُ مقصُود گل اسان ڪان جدائي ڪري ويو هجي، پر ها! اڄ بہ مُنھنجي رُوح ۾ "گل" جي خوشبُوءِ مهڪي رهي آهي. مُنھنجو وڏو ياءُ هيو. سنڌ ڌرتيءَ سان انتھائي مُحبت ڪندو هو. جنھن جي لکڻين مان آءٌ ايئن محسُوس ڪندو آهيان تہ انقلابي شاعر هو.

قلم لکڻ لاءِ ساٿ نہ ٿو ڏئي، تنھن ڪري آخر ۾ پنھنجيُون هي بہ سٽُون لکان پيو:

ڪسي ڪوڙ خوشيُون، چني مُرڪ وئين تُون!
اڙي ياءُ "مقصُود"! ڏئي لُڙڪ وئين تُون!
(آچر، 15 فيبروري 2015ع)



# ڊاڪٽر بشير احمد "شاد"

(شاعر، دانشور- لاڙڪاڻو)

## مُحبّت جو پيڪر- قاضي مقصُود گل



رتـــوديـــرو تعلقو علمي ادبي توڙي سياسي حوالي سان تمام وڏي اهميت جو حامل رهيو آهي. ادب جي ڏس ۾ وري قاضي خاندان کي مانائتو مقام حاصل آهي، جنهن سان منهنجو اڏ صديءَ کان وٺي محبت جو رشتو قائم آهي. ان خاندان ۾ سائين وڏي قاضي عبدالحيّ "قائل" سرشاريءَ کانپوءِ قاضي مقصُود گل سنڌي ادب جي آسمان تي چوڏهينءَ جي چنڊ جيان ڪڙي بيٺو آهي.

قاضي مقصُود گل جيءَ ۾ جايون جوڙيندڙ هڪ نهايت ڳُڻائتو انسان هو. هُو جڏهن ياڪر ۾ پري ڳَلَ تي مني وٺندو هو ته ان وقت انتهائي پنهنجائپ ۽ محبت جو احساس ٿيندو هو. اسان جي خاندان سان ته قاضي صاحب کي والهانه محبت هئي. منهنجن ٻچن کي هُو پنهنجن ٻچن وانگر ڏسندو هو. سائين جو مون سان ته حُجّت وارو رستو هيو. حامي صاحب جي ورسي ويجهي ايندِي هئي ته اڳواٽ پروگرام ۾ هلڻ جي پڪَ وٺي ڇڏيندو هو. ڳالهين جو ڳِهير هڪ مٺيادار مڙس هو.

قاضي صاحب انهن انسانن منجهان هو جن سان ويهندي ڏُکندو ڏور

ٿيندو آهي. بيشمار مشاعرن ۾ گڏ رهياسين. گڏ گڏ سفر ڪياسين. ريڊيو ۽ ٽي وي تي گڏ پڙهيوسين. هُو پنهنجي گجندڙ آواز ۾ شعر پڙهڻ وقت محفل تي ڇانئجي ويندو هو. وطن دوست ۽ انسان دوست انسان هو. هُو سنڌ ڌرتيءَ جي ڪک پن سان محبّت ڪندڙ ماڻهو هيو.

قاضي مقصُود گل ڪهنه مشق ۽ اُستاد شاعر هو. هُو لفظن جو جادوگر شاعر, ڪڏهن به لفظن جو محتاج نه هو, بلڪ لفظ سندس اڳيان ٻڌي ٻانهي وانگر هٿ ٻڌي حاضر هُوندا هئا. هُو جونيئرس کي سدائين پاڻ سان گڏ کڻي هلندو هو. هن نئين ٽهيءَ جي ادب دوست ۽ اديب نوجوانن جي هميشه همت افزائي ڪئي. ادبي کيتر ۾ سندس ڪيل ڪم نهايت ساراهه جوڳو آهي. هن سالن تائين ٻارن لاءِ هڪ رسالو "گلدستو" شايع ڪيو ٻارن لاءِ شاعري ۽ ڪهاڻيون لکيون ۽ ان طرح سنڌيءَ ۾ ٻاراڻي ادب واري خال کي پرڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي. سچل سائينءَ جي ڪلام جو منظوم اردو ترجمو ۽ شيخ اياز جي نثري نظمن جو اردو ترجمو پڻ قاضي صاحب جي علمي قابيت جو عملي ثبوت آهي.

قاضي صاحب زندگيءَ جا ڪيئي نشيب و فراز ڏٺا. هن ڀرپُور ۽ با مقصد حياتي گذاري. اولاد جي بهترين تربيت ڪئي. هن جي شخصيت تنظيم ساز هئي. قاضي مقصُود گل خوش اخلاق, خوش پوش, خوش خوراڪ ۽ خوش الحان شخص هو. ادبي حوالي سان سندس شخصيت تمام قداور هئي. سموريءَ سنڌ ۾ کيس وڏي عزت ۽ احترام جي نگاهه سان ڏٺو ويندو هو. اڄ هو اسان وٽ ظاهر ۾ نه آهي, پر اسان جي دلين ۾ جاڳير ضرور آهي. قاضي صاحب جي وڇوڙي بعد ادبي دنيا ۾ هڪ اهڙي ماڻهوءَ جي ڪمي ٿي آهي جيڪو ٻيهر پيدا نه ٿيندو.

(آچر, 15 فيبروري 2015ع)

# احمدعلي "صابر" چانڊيو

(شاعر - لاڙڪاڻو)



14 مئي 1976ع: مقصُود گل جِي شاديءَ جو ڪاڄ
ساڄي کان کاٻي: ڪرتار لعل، قاضِي عبدالحيٰ "قائل"، امان علِي "اظهر" سمون، قاضِي خضر حيات،
مقصُود گل، (سندس اڳيان: قاضِي منظر حيات) ۽ کاٻي کان آخر ۾ بيٺل احمد علِي "صابر" چانڊيو

"وئي بلبل هتان اُڏري، چمن کي الوداع آهي!"

اڄ جڏهن رضوان گل جو ميسيج آيو، تہ سڀ حقيقتُون دل تي تري آيُون، جڏهن مهينو ڏيڍ اڳ مقصُود گل روئي موڪلايو، تہ اڄ اها ڳالهہ سمجھہ ۾ آئي. مقصُود گل سچ تي چيو تہ: "هاڻي پنهنجي بہ موڪلاڻي آهي!"

جڏهن بہ ڪو سپُورنج انسان، ڌرتيءَ جي دل ۾ پيهي ويندو آهي، تہ سندس انمول گفتا هميشہ ياد ايندا رهندا آهن. سائين مقصُود گل جِي شادي بہ ياد اٿم. اهي گفتا، اهي سارُوڻيُون پيلا ڪٽي ٽيُون وسري سگهن! سنڌ جا اهي سمُورا ساٿي، جيڪي گل جا گُفتا ڪري هڪ ٻئي سان سارووڻيُون ساريندا هئا، تن ۾ ڪجھہ وڃي دوست بچيا آهن.

گل پيار هو، پاٻوهہ هو... دوستيءَ ۽ پائپيءَ جو هڪ انوکو مثال هو.

اِنا لِلہِ وَانا اِليہِ راجِعُونَ

بـانـور ڪـر نـہ بُـلـبـل! بـقـا نـاهـي بـوسـتـان
رهـنـدو ڪـيـن هـتـڙي اهـو گـل گـلـسـتـان
خـزان واءُ گـهُـلـنـدي، ڪـنـدي بـاغ ويـران

(آچر، 15 فيبروري 2015ع)



# تاج جويو

(شاعر، مُحقق ـ حيدرآباد)



منظر! تُنهنجو جوڙ ٽُٽِي ويو
ڪوتا ـــ سِر جو موڙ ٽٽِي ويو
"ياسر"، "ناصر"، ڳوڙهن ـــ ڳالهِيون
سنڌُوءَ جو جڙ ڇوڙ ٽٽِي ويو
"خضر حيات" جا سپنا ڇيهُون
"نادر" پريت ـــ پنجوڙ ٽٽِي ويو
(تاج)

دل مجي ئي نہ ٿي. روز "برقي ـ سنيهن" (sms) ذريعي رابطي جي تار ڳنڍيو ايندو هو. ڪجھ ڏينهن اڳ ئي تہ مليو هو. نيڪ هو. ياءُ اختر جي چاليهي کان پوءِ ياسر وٽ ڪراچيءَ رهيل هو. اهڙي ڪا خطري واري پوزيشن بہ نہ هئي، پر انسان جي اندران پُرڻ جِي خبر اهو انسان ئي رکي ٿو. جنهن کان جاني جدا ٿين ٿا. مختار گهمري جهڙي دلي يار جي وڇوڙي کان پوءِ ويڳاڻو لڳندو هو. ادبي سرگرمين جو ساٿي، مشاعرن جو يار هئس. اڃا ان ڏک کي پچايو ئي نہ هئائين، تہ اختر حيات جهڙو سدا ملُوڪ ياءُ بہ ڏار ٿِي ويس. جڏهن اختر جي تڏي تي مليو هو تہ مقصُود مُون کي ساڳيو نہ لڳو پر پوءِ بہ جيئو پئي. خبر ئي نہ پئي، اوچتو ان پار هليو ويو جتان ڪو موٽيو ئي نہ آهي. ڊسمبر

2014ع ۾ ڪامريڊ سوڀي ۽ لڇمڻ جا وڇوڙا مُنيءَ دل اجا سنا ئي نہ هئا. 12 فيبروريءَ تي تہ لڇمڻ جي رک سنڌُوءَ جي حوالي ڪئي هئي سُون ۾ شوڪت شوري جا ڳوڙهن جي ورڪا ۾ ادا ڪيل لفظ اجا ڪنن ۾ ٻرن پيا تہ: "لڇمڻ کي سنڌ اچڻ لاءِ سرڪاري ويزا جي ضرورت پوندي هئي. پر اڄ سندس رک، بنا ويزا سنڌُوءَ جي سفر تي رواني ٿي وئي. سنڌُوءَ جو ماڻهو (Man of Indus) سنڌُوءَ سان هڪ ٿي ويو."

۽ اڄ ان رک جي رسم جو ٽيجهو بہ نہ ٿيو آهي تہ سنڌڙيءَ جو سهڻو شاعر، سدا ملُوڪ اديب اسان سڀني جو دلي يار، منٺو ياءُ اسان کان اوچتو وڇڙي ويو.

"اڙي مــوت! مــيــار... ايــڏو ســاڙ ســڳــنــڌ ســان!"

(اياز)

(آچر، 15 فيبروري 2015ع)

## ڊاڪٽر ادل سُومرو

(شاعر، دانشور - سکر)




همعصر شاعر دوست قاضي مقصُود گل جو وڇوڙو اسان لاءِ تہ ڏک جو سبب آهي. پر اهو هن ڌرتيءَ لاءِ بہ نقصان جو ڪارڻ آهي. هن جو تخليقي سفر اڌ ۾ رهجي ويو. اجا هن کي ڪيئي گيت، نظم ۽ غزل سرجڻا هئا. جيڪي اڻ لکيا رهجي ويا.

هڪ سُني شاعر سان گڏ هُو هڪ بهترين انسان هو. هن پاڻ کي ادبي

لڏي، توڙي عوام سان سلهاڙي رکيو. ادبي ميڙاڪن ۾، دوستن جي ڏک سُک ۾ سدائين گڏ نظر آيو.

اهڙا انسان سنڌ ۾ گهٽ آهن.

**(آچر، 15 فيبروري 2015ع)**

# اياز گل

(شاعر، دانشور ـ سکر)



**اڙي موُتَ ميارَ!**

موُت رڳو کسڻ سکيو آهي. هُو زندگيءَ کان الائي ڪيتريُون خوبصُورتيُون کسي ٿو ونيءَ اڄُ هُن اسان کان اسان جو مقصُود گل کسي ورتو آهي. هڪ خوبصُورت شاعر، مُحقق، نقاد ۽ سڀ کان وڏيڪ هڪ خوبصُورت دل انسان ـ مقصُود گل قاضي.

پياري گُل سان سالن جو ناتو هيو. سِڪَ هئي ۽ پنهنجائپ هُئي. اسان جي نالي جو اڌ ساڳيو هُيو پر اسان سچا سارا ساڳيا هئاسين. بنهہ هڪجهڙا، جهڙا يائرَا! تڏهن تہ سائين سوڀو گيانچنداڻي جڏهن بہ ملندو هو پُڇندو هُيو: "توهان جو ڀاءُ ڪيئن آهي؟" ۽ وري تڏي تي ئي سوال ڪندو هُيو: "مقصُود گل توهان جو ڀاءُ آهي نہ؟ رتيديري وارو؟ "مان بہ مُرڪي هاڪارَ ۾ ڪنڌ لوڏي ڇڏيندو هوس. ڀلا پياري مقصُود گل جو ڀاءُ ڪير نہ ٿيڻ چاهيندو؟



سچُ تہ اڄُ اسان دوستن، قاضي ـ ڪتنب ۽ سڄيءَ سنڌ گھڻو ڪجھہ وڃايو آهي ۽ ان نُقصان جو پُورائو ٿيڻو ئي ناهي! بلڪل بہ نہ! ڪڏهن بہ نہ!!

(آچر، 15 فيبروري 2015ع)

## امر اقبال

(شاعر ـ خيرپُور)

قاضي مقصُود گل صاحب جي وڇوڙي تي، دل ڏاڍي ڏکاري آهي. هُو پري هوندي بہ اسان کي ويجھو هوندو هو. ڪٿي ملئون نہ ملئون، هر سال عطا محمد حامي صاحب جي ورسيءَ جي موقعي تي ساڻس ملاقات ضرور ٿيندي هئي. حامي صاحب جي پهرين ورسي (1983ع) منهنجي پهرين ادبي اسٽيج هئي، جنهن کي مقصُود گل صاحب ڪنڊڪٽ ڪري رهيو هو مان هڪ مختصر پيپر لکي آيو هيس ۽ ڊائيس تائين پهچي نہ پئي سگھيس. قاضي صاحب پنهنجي ڪرسي رکي، مون کي ڪٽي ڪرسيءَ تي ويهاريو هو ۽ مان اهو پيپر پڙهيو هو. انهيءَ ياد کي ڪيئن ٿو وساري سگھجي.

ڪي ٽي اين تي ياسِرَ، منهنجو انٽرويو پئي ڪيو ۽ مون متعلق ڪمينٽس وٺڻ لاءِ جڏهن مقصُود صاحب کي ڪال ڪيو ويو هو تہ نهايت مُحبت مان مُنهنجي شاعري پڙهي ٻڌائي هُئائين. سنڌ، سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌي ماڻهن لاءِ سموري عُمر پنهنجي قلم جي علم کي اوچو رکندڙ اسان جو شاعر قاضي مقصُود گل اسان ۾ ناهي رَهيو. دل ان ڳالھ کي نہ ٿي مڃي پر اِها حقيقت آهي تہ اسان هاڻي هاڻي کيس رتوديري جي قديم ۽ وسيع قبرستان ۾ مٽيءَ ماءُ حوالي ڪري اچي سندس تڏي تي ويٺا آهيون.

(آچر، 15 فيبروري 2015ع)



# قربان منگي

(اديب، پبلشر - خيرپُور)



قاضي مقصُود گل صاحبَ سان ورهين جو ساٿُ رهيو. سندس اوچتي موڪلاڻي اسان سيني جي لاءِ شديد ڏُک کڻي آئي آهي. 80ع واري ڏهاڪي جي شروعات کان وٺي حضرت سچل سرمستَ ادبي ڪانفرنس هُجي يا وري عطا محمد حامي صاحبَ جي ورسين جا ڪاجَ، مقصُود صاحبَ کي ڏاڍو سرگرم ۽ متحرڪ ڏٺوسي. ذاتي حوالي سان ساڻس محبت وارو رستو رهيو ۽ هُنَ بہ هميشہ محبتن ۾ ياد رکيو. ڪُجهہ عرصو اڳ پوپٽ پبلشنگ هائوس پاران شايع ڪيلَ سندس لائق فرزند ياسر قاضيءَ جي ڪِتابَ "پيڙيءَ ۾ چَنڊُ" جو جڏهن سچل آڊيٽوريم خيرپور ۾ مهورت ڪرايوسي تہ پاڻَ ناچاقائيءَ جي باوجود اُنَ ۾ اَچي شامل ٿيو. تازو ئي پاڻَ ڪارل مارڪس جي زندگي ۽ جدوجهد متعلق سبطِ حسن جو لکيل ڪِتاب سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري پوپٽ پبلشنگ هائوس کي ڏنائين، جيڪو اڃان ڪمپوز ئي مَس ٿيو هو تہ اوچتو مقصُود صاحب پري، تمام پري هليو ويو. ڌڻي تعاليٰ کيس رحمتن ۾ جاءِ ڏيندو. سنڌُ واسي کيس هميشہ ياد ڪندا رهندا.

(آچر، 15 فيبروري 2015ع)

# ساحر راهُو

(شاعر - ڳوٺ شهمير راهُو لڳ سڪرنڊ)



ساڄي کان کاٻي: مقصُود گل، ساحر راهُو ۽ ياسر قاضِي

## "گل" - گلن جي چادر ۾

چهرن جو سوڳ شهر ۾
شهر جو سوڳ فضا ۾...
فضا جو سوڳ ساريءَ سنڌ ۾ پکڙيل آهي.
چوڌسا هڪ شامِ غريبان برپا آهي.
اُداسين جِي ڏکمي چادر تاڻيل آهي
جنهن تي مڙهيل آهن لُڙڪن جُون تڪُون... سُڏڪن جا ٽاڪا...
ماحول ۾ سرد آهُن، دبيل دانهُن جو پڙلاءُ آهي
درد جو هڪ دائمي داغ هر دل ۾ تازو آهي...
هڪ زخم آهي وڇوڙي جو،
جنهن جو ڀرجڻ مُشڪل نه پر، ناممڪن آهي.
هڪ سوڳوار ڪيفيت مان گُذرِي،
هم سُخن، همسفر دوستن جو ڪاروان روان آهي...
منزل جي طرف...



هر اک آلِي آ... هر چهرو پنل پنل آهي.
عمر جي قيد کان آهي آزاد يادن جو قافلو..
شهر جي ڳلين مان گذري ٿو
"گل" کي چاهيندڙن جو جٿو
گل" تہ گل هو سڀن دوستن جو دوست
نہ عُمر جا سَنڌا, نہ زبان جِي سرحد...
نہ نسل جا گورک ڌنڌا
"گل", خارن جو بہ ساٿِي
"گل" هارن جو بہ مرڪز
"گل" يارن جو بہ مرڪز..
"گل" هر ڳچيءَ جو هسُ هو
"گل" رهاڻين جو رسِيلو اسُ هو
"گل" پورهيت جو بہ يار...
"گل" کي هر بزم ۾ ڏنو مُون مُرڪندي
من موهِيندڙ سُپاءَ سان...
دل ليائيندڙ سلُوڪ سان
پر مُون ڪڏهن چاهيو نہ هو
پُلجي ڏسان پنهنجيءَ تُربت لاءِ چادر جي رُوپ ۾
سائينءَ مقصُود گل کي...

(آچر, 15 فيبروري 2015ع)

# لُطف سيال

(شاعر - محراب پُور)



ساڄي کان کابي: لطف سيال، ياسر قاضي، ساحر راهُو ۽ مقصُود گل

مُون کي اڄ بہ يُونيورسٽيءَ واري دؤر جو اهو ڏينهن ياد ٿو اچي، جنهن ڏينهن ياسر قاضيءَ مُون کي چيو هو تہ: "يار! رتيديري ٿو هلين. وارن کي رنگ ڪرائي هل! ابُو تُنهنجا اڇا وار ڏسندو تہ چوندو ياسر جو دوست ڪُراڙو آ!" ۽ پوءِ مُون زندگيءَ ۾ پهريو ڀيرو سڪرنڊ روڊ نوابشاهہ تي موجُود هڪ سيلُون تان پنهنجن وارن کي رنگ ڪرايو هو تہ جيئن سائين مقصُود گل سان ملان تہ ڪيس ڪُراڙو نہ لڳان. رتيديري واري گهر ("المنظر") جي ڇت تي نهيل ڪمري ۾ سائين مقصُود گل ۽ سائين مُختار گهمري سان ڪيل ڪچهري ۽ وتائن مليل قُرب ياد ٿو اچي تہ دل ۾ درد جي لهر ڦِي ڦٽي پوي. اڄ رتيديري ۾ موجُود اهو گهر تہ آهي، اهو ڪمرو بہ آهي، رتوديرو بہ ساڳيو آهي. پر مُون کي منهنجي بابا جيان پيائيندڙ ياسر، ناصر ۽ نادر جو بابا، مُون کي پاڪر پائي ڳل تي مني ڏيڻ لاءِ ڪونهي. اڄ سنڌ ڌرتيءَ جو نالي وارو ۽ لاڏلو شاعر سائين مقصُود گل اسان سڀني کان ڪوهين ڏُور، ڌرتيءَ ماءُ جي هنج ۾ وڃي آرامي ٿيو آهي. هي لفظ لکندي دل ڏکي ٿي... اکيُون پرجِي ٿيُون اچن. لکي ٿو هانءُ ڦاٽي پوندو. هي لفظ بہ پاڻ تي ضبط رکي ڏاڍي ڏکيائيءَ سان لکيا اٿم. دل مڃڻ لاءِ تيار ئي ناهي تہ ڪو سائين اسان کان وڇڙِي ويو آهي.

سائين مقصُود گل جو وڇوڙو نہ صرف سنڌي ادب لاءِ وڏو هاڃو آهي، پر رتيديري توڙي لاڙڪاڻي جي شاعرن کي تسبيح جي مڻين وانگر پوئي رکندڙ پيار واريءَ تسبيح جو ڄڻ ڌاڳو ٽُٽي پيو آهي. اڄا سائينءَ اختر کي وڇڙئي ڏينهن ئي گهڻا ٿيا آهن، جو سائين مقصُود گل اسان کان وڇڙي ويو آهي. ايئن ٿو لڳي تہ فرشتي کان نالي جي پُلَ ٿي وئي آهي.

سائين مقصُود گل لاءِ هي سٹُون تہ:

مُون سي ڏنا ماءُ! جنين ڏٺو پرين کي
تنين سنڌي ڪاءِ، ڪري نہ سگهان ڳالهڙي

ربِ مُحمّد صہ کين جنت ۾ اعليٰ مقام عطا فرمائي. آمين!

(آچر، 15 فيبروري 2015ع)

## مرتضيٰ لغاري

(شاعر، پبلشر - شهدادڪوٽ)

14 فيبروريءَ تي رات جو نيڪ ٻارهين لڳي کان چند گهڙيُون پهريان پريتم قاضيءَ جي موبائيل ڪال موصُول ٿي، جنهن دردناڪ خبر ٻڌائيندي چيو: "ادا! چاچا گل اسان کي ڇورو ڪري ويو." سچ تہ زمين پيرن هيٺان نڪري وئي. مُنهنجي لاءِ تہ اعتبار جهڙي ڳالهہ ئي نہ هئي. مُنهنجي واتان هڪڙي سُڏڪي سان گڏ اهو جملو نڪتو تہ: "سائين مقصُود گل رڳو ٽُنهنجو چاچا نہ

هو بلڪ سائين تہ مُنھنجو بابا ھو!"

سچ تہ سائينءَ گل جِي شفقت ايتري. جو مُون ڪڏھن بہ ساٿس ملندي. محسُوس ڪونہ ڪيو تہ سائينءَ جي نظر ۾ ڪو ڪانئس ننڍو يا ڪو وڏو ھو. سائينءَ جن جي ادبي زندگي تہ اجا تمام وسيع ھئي. جنھن تي ڳالھائڻ يا يادُون سمائڻ لاءِ گھڻو وقت گھرجي. بس! مان چوندس تہ ھُو ھڪ فرد نہ. پر ڪو ادارو ھو. جنھن وٽ اڻ ڪٿ علم جِي دولت ھئي.

(آچر، 15 فيبروري 2015ع)



# رياضت ٻرڙو

(شاعر، مُحقق ـ لاڙڪاڻو)



چني "گل" گلاب جا ڪيئي ڏاروڏار
اڙي! موتَ! ميار... ايڏو ساڙ سُڳنڌ سان!

سائين مقصُود گل تمام پيارو، مُحبتي ۽ ملنسار انسان هو. هن جي وجُود ۾ تمام گهڻي مُحبت سمايل هئي. هُو پهريان هڪ انسان هو، جنهن ۾ ماڻهپو موجُود هو ۽ پوءِ هڪ شاعر، اديب، مُترجم ۽ استاد هو. هن جِي شخصيت جا ڪيئي رُخ هئا ۽ هُو هر رُخ ۾ ڀرپُور ۽ مانائتو هو.

مُنهنجو ساڻس 1988ع کان تعلق جُڙيو. جيڪو جلد ئي، سندس پنهنجائپ سبب انتهائي ويجهڙائپ ۾ بدلجي ويو. رتيديري ۾ سندن "المنظر ڪتاب گهر"، سندن "اسڪُول" ۽ گهر تي ساڻن تمام گهڻيُون ڪچهريُون ٿيُون.

هُو ادبي طور تمام گهڻن اديبن ۽ شاعرن جو به استاد هو. هُو سنڌي ادبي سنگت سان سڄي ڄمار سلهاڙيل رهيو. سندن ادبي خدمتُن جِي ڪٿ چند سٽن ۾ ممڪن نه آهي.

سائين مقصُود گل جو وڇوڙو نه صرف سندس ڪٽنب، پر سڄي ادبي دنيا لاءِ ڏکوئيندڙ آهي.

(آچر، 15 فيبروري 2015ع)

# اياز جاني

(شاعر - نئون ديرو)



سنڌ جي سپُوت شاعر ۽ اديب، سائين مقصُود گل جو وڇوڙو سنڌ، هند جي قلمي قبيلي جو نهايت وڏو سانحو آهي. قاضي صاحب پنهنجي مزاج ۾ بي باڪ، سچو ۽ کرو اديب هو. جڏهن هُو شاعري پڙهندي سنڌ جي غاصب قوّتن کي للڪاريندو هو، تہ سندس وجُود سراپا احتجاج ٿي ويندو هو. ان مهل سندس رُوپ دودي ۽ دُولهہ درياء خان جِي ڏک ڏيندو هو.

قاضي مقصُود گل مُنهنجو مُحسن ۽ استاد هو جنهن مُنهنجي شروعاتي ادبي زندگيءَ جِي تعمير ڪئي ۽ پنهنجي لازوال مُرڪ ۽ پاڪرن ۾ سمائي ڇڏيو.

قاضي مقصُود گل جِي شاعري، سنڌ جو آواز آهي، جنهن ۾ مظلُوم ڌرتيءَ واسين لاءِ بي پناهہ پيار ۽ ڌرتيءَ دُشمنن لاءِ ڌڪار آهي. سندس شاعري جتي فڪري سطح تي بي مثال تخيّل جي شاعري آهي، اتي اها سنڌ جي عوامي شاعرن ابراهيم منشيءَ، سرويچ سجاوليءَ، مُحمّد خان مجيديءَ ۽ استاد بخاريءَ جو نهايت گهرو تسلسل آهي.

قاضي مقصُود گل کي سنڌ پنهنجي رُوح ۾ سانڍي رکندِي اهو مُون کي مُنهنجي وطن. سنڌ ۾ پُورو يقين آهي.

(آچر، 15 فيبروري 2015ع)



## خالد چانڊيو

(شاعر، ريڊيو پروڊيوسر - لاڙڪاڻو)

سائين مقصُود گل جهڙي پيار ڪندڙ انسان جو وڇوڙو هڪ دل ڏوڏيندڙ خبر آهي. سندس شاعراڻي شخصيت، سنڌي ادب جي اُفق تي اندلت جيان هميشہ رهڻي آهي. پاڻ سندس پيار جا قرضي رهڻا آهيون. هُو پنهنجِي ذات ۾ تمام وڏو ماڻهُو هو. هميشہ حوصلا ڏيندڙ، سنڌ سان پيار جا سبق پڙهائيندڙ هڪ مُحبِ وطن شاعر هو. سندس قول ۽ فعل، ڪير جهڙو اُجرو رهيو. رتيديري ۾ ادبي ماحول کي برقرار رکڻ ۾ سندس اهم ڪردار نظر انداز نہ ٿو ڪري سگهجي. مُون سائين مقصُود گل کي پنهنجي ٻاروتڻ کان هميشہ شعر و سُخن جو سنڌ جي وجُود جو سچو عاشق ٿي ڀاتو. اڄ سندس وڇوڙي سبب سنڌ جو ادبي ماحول سوڳوار آهي.

شال ڌڻي تعاليٰ سندس اولاد ۽ ڀائرن کي صبر عطا ڪري ۽ سائين مقصُود گل جِي واٽ، مقصد سان نڀاهڻ جي توفيق عطا ڪري.

(آچر، 15 فيبروري 2015ع)

## شاهين سنڌي

(شاعر ۽ ڪمپيئر، ريڊيو پاڪستان لاڙڪاڻو)

سنڌي ادب جي حوالي سان جڏهن بہ ڪٿي بہ ڪنهن ڏات ڌڻيءَ جو ذڪر نڪرندو آهي، تہ اُتي وڏڙن ۾ جن پنهنجي سڄي حياتي ادب کي ڏني آهي، تن ۾ اسان جي ڏاهي سائين مقصُود گل جو ذڪر وڏي ادب ۽ احترام سان ڪيو ويندو آهي. سائينءَ جو شمار انهن اديبن ۾ ٿئي ٿو جن کي ڏات پاڻ ايلاز

ڪندي آهي. هن جي شاعريءَ ۾ هر دل جو درد سمايل هُوندو آهي، ڇو جو هن پنهنجين سٽن ۾ سدائين انهن ماڻهن جِي ڳالهه ڪئي آهي، جن هن ڌرتيءَ سان پيار ڪيو آهي.

سائين مقصُود گل اسان جي سنڌي ادب جو اهو گل آهي، جيڪو ڪڏهن بہ نہ ڪُومائبو.

اسان جِي دعا آهي تہ شل ربّ پاڪ کيس جنت ۾ جاءِ ڏي!

(آچر، 15 فيبروري 2015ع)

## ملهار سنڌي

(شاعر - رتوديرو)

جوائنٽ سيڪريٽري، سنڌي ادبي سنگت، سنڌ

مُحبتن جِي موسم ۾ وڇڙي ويل، سنڌي زبان جو ناميارو شاعر مقصُود گل، اهو شاعر هو، جنهن سمُوري زندگي پيار ۽ امن جا گيت لکيا ۽ ڌرتيءَ تي ٿيندڙ انيائن خلاف پنهنجي گيتن ذريعي ڀرپُور مُزاحمت ڪئي هئي. مقصُود گل سنڌي ادب ۾ غير معمُولي حيثيت رکندڙ شاعر ۽ اديب هو. سندن شاعراڻي حيثيت "استاد شاعر" وارِي هئي. هُو ڌرتيءَ جو شاعر هو، اهو ئي سبب آهي، جو ڌرتيءَ سان پيار سندس شاعريءَ ۾ جهلڪا ڏيندي نظر اچي ٿو. هُو سمُوري زندگي مُتحرڪ رهيو.

مقصُود گل جو وڏو ڪم، جيڪو يادگار آهي، تہ هُو ٻارن جو وڏو ليکڪ هو. ٻارن لاءِ ڪهاڻيُون، شاعري ۽ مضمُون لکيائين، جيڪي سنڌيءَ ۾ ڇپجندڙ رسالن ۾ ڇپجندا رهيا. مقصُود گل ٻوليءَ جو وڏو ماهر ۽ علمِ عرُوض تي وڏي دسترس رکندڙ شاعر هو. راشد مورائيءَ ۽ سرڪش سنڌيءَ کان پوءِ سندس وڇوڙو، سنڌي ادب لاءِ وڏو نقصان آهي. (آچر، 15 فيبروري 2015ع)



# انعام آزاد لاڙڪ

(سيڪريٽري، سنڌي ادبي سنگت، پنجُوديرو، تعلقو رتوديرو)

"ڪُلِ نفسا ذائقۃ المَوْت" جي مصداق اڄ اسان کان شفيق ۽ پيارو ماڻهُو جدا ٿي ويو آهي. قاضي مقصُود گل، اهو گل هو جيڪو ڪڏهن به نه ڪومائبو. قاضي صاحب شاعر، نقاد، ليکڪ کان علاوه پيارو ۽ مُحبتي ماڻهُو هو، جنهن سان ملڻ ۾ پنهنجائپ جِي خوشبُو ايندي هئي. قاضي صاحب ننڍ وڏائيءَ جو خيال نه ڪندا هئا. پاڻ کي گهٽ ۽ ننڍيءَ عمر واري سان به ملڻ ۾ اڳرائي ڪندا هئا. قاضي صاحب کي جڏهن به ڪنهن پروگرام جِي نينڍ ڏبي هئي ته قبُول ڪري تائيم مُوجب شرڪت ڪندا هئا. نه اچڻ جي صُورت ۾ ان جو سبب به دعوت ملڻ مهل ٻڌائيندا هئا ۽ معذرت جو اظهار ڪندا هئا. قاضي صاحب جو مُنهنجي ڳوٺ پنجُوديري سان اهڙو ناتو هو جهڙو ميجيءَ جو پاڻيءَ سان! ڪيترن ئي پروگرامن ۾ شرڪت ڪري، اسان جو مان مٿانهُون ڪيائُون.

ساڻن موبائيل تي ڳالهائڻ کان علاوه ايس ايم ايس جو رابطو به رهندو ايندو هو. ڪلهه به مان حسبِ معمُول ايس ايم ايس ڪيو. جواب نه ملڻ تي ذهن ۾ مانڌاڻ ٿِي، پر صبح جو ننڊ مان اُٿڻ مهل سندس وڇوڙي جو ايس ايم ايس پڙهيم ته جان مان رتُ ئي ڇڏائي ويو. مُنهنجِي دعا آهي ته الله تعاليٰ کين جنّت ۾ جاءِ عطا فرمائيندو ۽ درجا بلند ڪندو.

(آچر، 15 فيبروري 2015ع)

# سيّد حضُور شاهہ نعيم بخاري

(سنڌي ادبي سنگت، شاخ نادر شاهہ رتوديرو)

ڪڏهن ٻاڙهو گهوٽ، ڪڏهن مڙهہ مقام ۾
واريءَ سندو ڪوٽ، اڏي اڏيندين ڪيترو
(شاهہ رحہ)

محبت، ميٺ، اخلاق جو پيندار، انسان دوست ۽ اسان جو هڪ سٺو دوست، سائين مقصُود گل قاضي صاحب اڄ اسان کان جدا ٿيو آهي.

هڪ وڏو نالو... ساريءَ سنڌ ۾ غزل، گيت، حمد ۽ نعت جي حوالي سان مشهُور ۽ ان کان سواءِ سنڌ سان مُحبت جي حوالي سان لکندڙ اسان جو استاد ۽ رهنما رهيو. سائينءَ جو وڇوڙو سنڌي ادب لاءِ هڪ وڏو خال آهي.

(آچر، 15 فيبروري 2015ع)

# ايم بِي ابڙو

(سيڪريٽري، سنڌي ادبي سنگت، شاخ رتوديرو)

اڄ رتيديري شهر جي هڪ اهڙي امر ڪردار جِي موڪلاڻي ۽ وڇوڙو ٿيو آهي، جيڪو پنهنجِيءَ ذات ۾ هڪ هر فن مولي ڪردار هو جيڪو شاعر سان گڏ هڪ بهترين استاد، نثر نويس ۽ هڪ انسان دوست شخصيت هو. سندس همدردانہ روّيي ۽ ٻين کي همت ڏيندڙ ۽ اتساهيندڙ طبيعت سبب هُو هميشہ اسان جي دلين ۾ زندهہ رهندو.



قاضي مقصُود گل هڪ اهڙو استاد هو جنهن هميشہ پنهنجي شاگردن کي اڳتي ڏسڻ جِي خواهش رکي. اج هُو اسان وٽ موجُود تہ نہ آهي، پر ان جا شعر، ۽ سنڌ جي ظلم ۽ ناانصافين خلاف لکيل نثري تحريرُون ان ڳالهہ جي شاهدي ڏين ٿيُون تہ هُو هڪ سچو سنڌ واسي ۽ ديش ڀڳت هو. خدا تعاليٰ کان دعا آهي تہ سندن رُوح کي جنت الفردوس ۾ جڳهہ ملي. آمين!

(آچر، 15 فيبروري 2015ع)

## ساقي ابڙو

(شاعر - رتوديرو)

هي سنڌ لاءِ هن صديءَ جو سائين سوڀي گيانچنداڻيءَ کان پوءِ وڏو صدمو آهي، جو اسان جو پيارو ۽ محترم دوست، سائين مقصُود گل اسان کان وڇڙي ويو آهي.

سائين مقصُود گل هُونءَ تہ گهڻ رُخِي شخصيت هو چو تہ هُو هڪ ئي وقت شاعر، اديب، استاد ۽ مُحقق هو پر ان سان گڏ هُو عظيم انسان، سُني سُياءَ ۽ بهترين ڪردار وارو ماڻهُو هو. هُو جڏهن بہ ملندو هو تہ ياڪُرين پئجي ويندو هو ۽ چميُون پڻ ڏيندو هو. مُون کي سدائين فون يا ميسيج ڪري ياد ڪندو هو ۽ هميشہ ڪتاب ڇپرائڻ لاءِ چپندو هو ۽ هر قسم جِي مدد جِي آڇ ڪندو هو. مولائي ڪريم کيس جوارِ رحمت ۾ جاءِ عطا فرمائي ۽ مُحمد صہ و آلِ مُحمّد جي شفاعت عطا فرمائي.

(آچر، 15 فيبروري 2015ع)

# محبُوب "مُصوّر" سُومرو

(شاعر - ڳوٺ ڪوهيري شاخ، رتوديرو)

ويو ڪري وِيران گهر، مقصُود گل
سُڃَ ساهت جو نگر، مقصُود گل

مان ڇا لکان! مُون ۾ ته لکڻ جِي سگهه ئي ناهي. ڇو ته هُو مُنهنجو ته دلبر دوست، سهڻو رهبر هو مُنهنجو سائين هو. هُو مُون کان هيئن وڇڙندو، ان جو ته تصوّر ئي نه هو نه ئي هن دل کي يقين ٿو اچي، ڇو جو هن جو مُون سان اولاد وانگر پيار ۽ پنهنجائپ جو رشتو ۽ رابطو هو. هُو پنهنجن پيِن پُٽڙن ادا ياسر، ناصر ۽ نادر جيان مُنهنجِي به پيو همت افزائي ڪندو هو. مُون کي لکڻ جو ڏانءُ سندس مُحبتن جي ڪري مليو. آءُ ڪو ايڏو وڏو شاعر ته ڪونه آهيان، پر اڄ جو ڪجهه به آهيان، هن ادبي ڪيتر ۾ جيڪي به اکر لکي سگهان ٿو، سو مُنهنجي هن پياري بابا، پياري رهبر جِي بدؤلت آهي. مُنهنجي زندگيءَ کي سنوارڻ وارِي هن جي ئي شخصيت هئي. سندس روزانو فون ڪري حال احوال ونڻ ۽ گڏوگڏ مُنهنجي ننڍڙي پُٽ مُجاهد بابت پڇڻ به مُون لاءِ ڪنهن اعزاز کان گهٽ ناهي، ڇو جو ايئن ڪو حقيقي والد ئي ڪري سگهي ٿو. مُنهنجي زندگيءَ ۾ هاڻي هڪ وڏو خال پيدا ٿي پيو، جيڪو پرجڻ جهڙو ناهي.

مُنهنجي سهڻي رهبر جو وڇوڙو پُوريءَ سنڌ لاءِ وڏو نقصان آهي. الله کيس جنت الفردوس عطا ڪري. آمين!

(آچر، 15 فيبروري 2015ع)

# احسان اوڊو

(شاعر - رتوديرو)

محترم سائين مقصُود گل قاضيءَ جن جِي شخصيت نهايت سباجهڙي هئي. سندن والد صاحب، قاضي عبدالحيّ "قائل" جُون علمي، ادبي خدمتُون، رتيديري جي ماڻهن لاءِ هڪ اهم ڪارناموهيون ۽ پاڻ بہ والد صاحب جي نقشِ قدم تي هلندي، پنهنجو اسڪُول کولي، شاگردن کي پڙهائڻ جو ڪم باقاعدي سر انجام ڏنائون. اسڪُول ۾ سندن ساٿي مختار گهمرو سندن خاص ٻانهن ٻيلي ۽ دوست هو.

مقصوود سائينءَ جِي شاعريءَ ۾ انساني همدردي، ڀائيچارو، سُونهن ۽ وطن جِي مُحبت نمايان نظر اچي ٿي. الله تعاليٰ مٿس پنهنجِي رحمت نازل فرمائي.

(آچر، 15 فيبروري 2015ع)

# پروفيسر سرور "سيف"

(اديب، دانشور - پنو عاقل)



ساڄي کان کاٻي: پروفيسر سروَر "سيف"، مقصُود گل ۽ شمشير الحيدرِي



ڏُور تـيـنـدا وجـن روز جـوڳـيـئـڙا
ٽُون اجـا پـيـو جـيـئـيـن هـاڻ! ڙي جـيـئـڙا

رات ڪراچيءَ کان موٽندي پريتم جي ايس ايم ايس هينئون مُٺ ۾ ڪري ڇڏيو. اکين مان آب بيهڻ جو نالو ئي نـ پيو وٺي. اجا ڊسمبر ۾ ئي تـ قاضي صاحب سان سندس ننڍي ڀاءُ اختر جي پرچاڻي تي آيو هوس. سائين ڏاڍو نبل پئي لڳو. ڪافي وقت ويهي هڪ ٻئي کي آٿتُون ڏنيُون سين ۽ اجا تازو 11 فيبروريءَ تي ساڻس ڳالهه ٻولهه ٿِي. ٻڌايائين تـ مان لاڙڪاڻي مان ڪراچيءَ آيو آهيان.

بس! تسبيح ڇڄي پئي آهي. داڻو داڻو وڃن ٿا موتي وکرندا. شل سنڌ جو خير هجي!

قاضي مقصُود هڪ هڙو گل هو جنهن ۾ سدائين هر بُوءِ ۽ سڳنڌ موجُود هئي. هُو مُحبت جِي سرهاڻ سان واسيل هو.

(آچر, 15 فيبروري 2015ع)

## ڊاڪٽر خادم منگي

(شاعر ـ سکر)

موت تي ناهي ميار, جيئڻ اڄي جاتي اڄي
ڳالهه آهي زندگيءَ جِي, توڙ تائين مڃ نـ هارَ

(آچر, 15 فيبروري 2015ع)



## جهانگير عبّاسي

(ليکڪ، مُترجم - لاڙڪاڻو)

سنڌي ۽ اردُو ٻوليءَ جي تمام وڏي اديب، شاعر، ليکڪ ۽ مترجم قاضي مقصُود گل جِي وفات سان سنڌي ادب ۾ پيدا ٿي ويل خال پرجڻ ناممڪن آهي. هُو هڪ نهايت مُحبتي ۽ منڙو انسان هو جنهن پنهنجِي سمُوري حياتي ادب جِي خدمت ڪندي گذارِي.

دعا آهي تہ الله تعاليٰ کيس جنّت الفردوس ۾ جاءِ عطا فرمائي. آمين!

(آچر، 15 فيبروري 2015ع)

## ديدار حسين سمون

(راڳي - رتوديرو)

سائين قاضي مقصُود گل جو صدمو وسارڻ جهڙو نہ آهي. اهو تا قيامت، تا زندگي ياد رهندو. الله، ربّ سائين کين جنت الفردوس ۾ جاءِ ڏيندو. اسان سان پيار ڪندو هو. جڏهن ملندو هو تہ اسان سان ايئن ملندو هو جڻ اسان جو وڏو ڀاءُ يا پيءُ هجي. هُو اسان کي عزيزن وانگي ڏسندو هو.

مُون سندن ڪيترا ئي گيت ڳايا، جن مان هڪ نغمو "ڪي ٽي ايـن" تي گهڻو مقبُول ٿيو:

سُونهن تُنهنجِي ڏسِي سوچ سجدو ڪيو
عشق لاتو ڳلي، پيار پنهنجو ڪيو

(آچر، 15 فيبروري 2015ع)



## چام جمالي

(اديب، مترجم - لاڙڪاڻو)

سائين قاضي صاحب جِي شفقت ۽ مُحبت واقعي خوشبُودار گل جهڙي فرحت ڏيندڙ هئي. سندس علمي، ادبي لياقت تہ تمام نمايان ۽ مڃتا ماڻيندڙ هئي، پر اهم انساني عنصر بہ قابلِ تعريف هو.

(آچر، 15 فيبروري 2015ع)

## مٺل چانڊيو

(اديب - شهر "ڏڪڻ"، ضلعو شڪارپُور)

ادبي پروگرامن ۾ سائين مقصُود گل سان جڏهن نوڙي ملبو هو تہ سائين پنهنجي شفقت جا گل آڇي، پيار، قرب ۽ پنهنجائپ جو احساس ڏياري، ڳل تي چُمي ڏيندو هو. سائين مقصُود گل هڪ بهترين شاعر ۽ املهہ انسان هو. سندس شاعري، هر وقت جِي شاعري آهي. سائينءَ جي وڇوڙي سان سنڌي ادب ۾ هڪ خال پيدا ٿيو آهي، جيڪو پرجي نہ سگهندو.

(آچر، 15 فيبروري 2015ع)

## عبدالواحد "شيدائي"

(استاد - رتوديرو)

اج گهڻي افسوس سان اهي لفظ ٻڌي ڏاڍو ڏک ٿيو جو منهنجي استاد سائين قاضي عبدالحيّ "قائل" جو پيارو فرزند، مقصُود حيات "گل" هن فاني دنيا مان اسان کان موڪلائي هليو. سندس طبيعت خوش اخلاقيءَ جي اسلوب

تي آڏاريل هئي. مُون سان گڏ تعليم حاصل ڪيائين ۽ گهڻو وقت گڏ رهياسُون. نرم مزاج، ادب سان ملندڙ ماڻهُو بنا موڪلائڻ جي ايئن هليو ويو! پر هھڙا ماڻھو جي موت جي ور چڙهي به ويا، ته به مرڻا نه آهن. هنن ماڻهن کي وساري نه ٿو سگهجي، ڇاڪاڻ ته علم، ادب وارا شاعر ماڻهُو صدين تائين ياد رهندا آهن. هن ادب سان سرشار اديب شاعر، جيڪي به شعر چيا آهن، اهي اسان لاءِ هڪ سبق وانگر آهن. سنڌ جي سپُوت جو فرزند، پاڻ به سپُوت اديب هو. جنهن جو لاڏاڻو وساري نه ٿو سگهجي. مُنهنجو ياءُ "گل" هميشه لاءِ هليو ويو. مُون کي گهڻو صدمو رسيو آهي. الله تعاليٰ سندس پونين کي صبر جِي توفيق عطا فرمائي. آمين! الله تعاليٰ کيس جنت الفردوس عطا فرمائي ۽ قبر ۾ کيس مُحمّد ڪريم صه جِي زيارت نصيب فرمائي. آمين!

(آچر، 15 فيبروري 2015ع)

## ستّار زنگيجو

(قلمڪار، سياسي ڪارڪن)

سائين قاضي مقصُود گل جي لاڏاڻي جِي خبر سوشل ميڊيا تان پئي. سندس اوچتي وڇوڙي تي ڌڪ رسيو. سائين سنڌ جي هڪ علمي، عملي ۽ ادبي شخصيت هو. مُنهنجي سائين قاضي مقصُود گل سان ويجهڙائپ سندس ٻاراڻي ادب جي حوالي سان شايع ٿيندڙ رسالي جي ڪري ٿي. سنڌ ۾ تمام ٿورا اهڙا ادبي فرد آهن، جيڪي ٻاراڻي ادب جِي خدمت لاءِ انفرادي ڪوششون وٺي هڙان وڙان خرچ ڪري ادبي رسالا ڇپرائين.

قاضي صاحب جو سمُورو گهراڻو سندس ئي اثر سبب ادبي گهراڻو آهي. خاص ڪري سندس فرزند ياسر قاضي بهترين اينڪر سان گڏ سنو ليکڪ ۽ شاعر پڻ آهي. اسان کي اميد آهي ته ياسر قاضي به سائين قاضي مقصُود گل



جيان پنهنجين ادبي خدمتن کي اڳي کان اڳرو رکندو.
(آچر، 15 فيبروري 2015ع)

## ذاڪر ابڙو

(هاٽ ايف ايم 105.4 ريڊيو، شڪارپُور)

سائين قاضي اختر حيات جي لاڏاڻي تي سائين قاضي مقصُود گل صاحب سان پهرين ۽ آخري ملاقات ٿي هئي. سائين تمام شفيق ۽ بهترين انسان لڳو. خدا پاڪ جنّت ۾ ڪين جڳهه نصيب فرمائي. آمين!
(آچر، 15 فيبروري 2015ع)

## علي بخش "وفا" جُوڻيجو

(اڳوڻو ضلعي رابطه سيڪريٽري، سنڌي ادبي سنگت، ضلعو شڪارپُور)

ڪالهه تائين ٺهڪڙا جيڪو ورهائيندو رهيو
اڄ اهو "مرحُوم" ٿو سڏجي، خدا جو شان آ!
(نثار بزمي)

پنهنجي مانائتي استاد مرحُوم نثار بزميءَ ۽ سندس لاڏلي ساٿيءَ مُحمد عالم "بيوس" جي لاڏاڻن کان پوءِ مان سائين مقصُود گل صاحب کي پنهنجو مُحسن سمجهندو رهيس. پر افسوس! جو ظالم موت رتيديري شهر ۾ ادب جي آبياري ڪندڙ ۽ ادب جي باغ ۾ سمايل هڪ خوشبُودار گل هميشه لاءِ مُرجهائي ڇڏيو. سائين مقصُود گل جي بي وقتي موت تي دل کي ڏاڍو صدمو رسيو. دعا آهي ته شال الله پاڪ مرحُوم سائينءَ کي جنت الفردوس ۾ جڳهه عطا فرمائي ۽



سندس پونئيرن کي صبر جي توفيق عطا فرمائي. آمين!

**(آچر، 15 فيبروري 2015ع)**

## نُور مهيسر

ڪنهن سان سُور سليان مان تہ اڄ شفقت کان محرُوم ٿي ويس. ڇڻ اڄ کان پوءِ رتيديري اچڻ جو سبب ئي ختم ٿي ويو. پنهنجا ڏُک، سُور مان تہ سائينءَ سان ئي سليندو هئس.

بس ڙي مؤتَ!!!

**(آچر، 15 فيبروري 2015ع)**

## مور مُغيري

(شاعر - ڳوٺ لالُو رائنڪ، ضلعو قنبر، شهدادڪوٽ)

سائين مقصُود گل جي اوچتي وڇوڙي سنڌ سوڳوار بڻائي ڇڏي آهي. سائينءَ جهڙن معتبر اديبن جي اسان جي ڌرتيءَ کي گھڻي ضرُورت آهي ۽ رهندي. سائينءَ جُون ادبي خدمتُون، سنڌي ادب ۾ رهبريءَ جو ڪردار ادا ڪنديُون رهنديُون. سائين مقصُود گل، سنڌي ادب جو هڪ گل هو جيڪو مُرجهائجي ويو آهي.

سائين پنهنجي سمُوري حياتي گل بڻجي گذاري آهي. جهڙيءَ طرح گل ۾ سُونهن، مُحبت ۽ خوشبُو سمايل هُوندي آهي، اهڙيءَ طرح سائين مقصُود گل جِي سمُوري زندگي بہ ادبي سُونهن، مُحبت ۽ خوشبُوءِ سان سرشار هئي. الله تعاليٰ کيس جنت الفردوس جُون بهترين بهارُون عطا فرمائيندو. آمين!

**(آچر، 15 فيبروري 2015ع)**

# انتظار حسين ابڙو

(هاٽ ايف ايم 98 ريڊيو، جيڪب آباد)

بابا سائين الهڏني ابڙي جي مُحبّتي سائين قاضي مقصُود گل، مُون کي پنهنجو سنگتي ڪري اهڙو تہ مان بخشيو، جو سمُوري حياتي وسرڻ جهڙو نہ آهي. ٻوليءَ ۽ ادب جِي خدمت ڪندڙ هي پيارو انسان، فقير منش، شريف ۽ مسڪين طبيعت رکندڙ هو. انسان پرست سائين مقصُود، هڪ اهڙو گل هيو، جنهن جِي خوشبُوء سمُوريءَ سنڌ ۾ پکڙيل رهي آهي. سائين قاضي مقصُود گل مُون وٽ جيڪب آباد ايندا هئا. پاڻ ڪڏهن بہ عمر جو فرق نہ رکيائُون. هُو هڪ حقيقت پسند، سچو انسان هو، جيڪو بغير ڪنهن مت ڀيد جي پيار ورهائيندو هو.

سائين قاضي اختر حيات جي لاڏاڻي تي ڪيل ڳالهہ ٻولهہ مان بظاهر مُون کي محسُوس پئي ٿيو تہ سائين جيئڻ کان نابري واري ويٺو آهي، ڇو تہ دلي ڏک سائينءَ کي پوري ڇُڪا هئا. هُو مايُوس نہ پر ويڳاڻو ٿي پيو هو.

بس آءُ پنهنجي سنگتيءَ جي باري ۾ ڇا چوان! اڌ رات جو خبر ٻُڌڻ شرط صبح تائين ننڊ ڪانہ آئي.

الا...!!! مُنهنجو سنگتي ويو وڇوڙو ڏئِي.
جوڙ اسان جي کي ڪا نظر لڳي وئِي

(آچر، 15 فيبروري 2015ع)



## بخت عابد

(ادب دوست ۔ حيدرآباد)

مقصُود گل ۔ مُنهنجو مُحسن... مُنهنجو سائين...

آءُ چا لکان ان عظيم انسان لاءِ. جنهن هميشہ مُون کي پنهنجيءَ اولاد جيان سمجهيو. هن ڪڏهن بہ اهو احساس ڪونہ ڏياريو تہ اسان سائينءَ کان جُدا آهيُون. هُو عظيم انسان مُنهنجو بابا سائينءَ کان وڌيڪ شفيق ۽ رحمدل استاد. هن ڌرتيءَ جو سچو سپُوت. ادا ياسر جو بابا. دل ۾ هميشہ هن ديس جو درد رکڻ وارو... جنهن مُون جهڙن سوين دوستن کي لکڻ سيکاريو.

بس! هي درد جُدائيءَ جو تا حياتي وِڌيندو رهندو. هي سڻُون ڳوڙهن سان لکي رهيو آهيان.

(آچر, 15 فيبروري 2015ع)

## Sardar Ali Nawaz Jalbani

(Chief of Jalbani Tribe)

Qazi Maqsaood was prominent Personality of our City Ratodero.

May his soul rest in eternal peace. He will be missed.

Humble regards and prayers.
Sardar Ali Nawaz Jalbani

(آچر, 15 فيبروري 2015ع)

## روشن گھانگھرو

(شاعر - رتوديرو)

سائين قاضي مقصُود گل جي اوچتي ڏکدائڪ وڇوڙي جيءَ جهوري ڇڏيو آهي. سائين قاضي مقصُود گل هڪ سنو انسان، شفيق، ڪلمک، ڏاهو اديب ۽ ڪاهوڙي شاعر هو. هُو پنهنجي ذات ۾ هڪ ادارو هو جنهن جِي شفقت ۾ رتيديري جا مُون سميت ڪيترائي نوجوان، شاعر ۽ اديب طور رُونما ٿيا. "المنظر ڪتاب گهر" تي ساٿس ڪيل رُوح - رهاڻيُون هميشہ ياد رهنديُون. گذريل ڪافي وقت کان سائينءَ سان مُلاقات نہ ٿِي سگهي هئي، جنهن جو ڏک مُون کي هميشہ رهندو.

ڏٽيءَ در دعا آهي تہ الله تعاليٰ، سائين قاضي مقصُود گل کي جنت الفردوس ۾ جڳهہ عطا فرمائي ۽ سندس پونئيرن کي هي ڏک سهڻ جي توفيق عطا فرمائي. مان هن ڏک ۾ ياسر، ناصر ۽ نادر جن سان برابر جو شريڪ آهيان.

(آچر، 15 فيبروري 2015ع)

## منصُور سيتائي

(سيڪريٽري، سنڌي ادبي سنگت، سيتارود، ضلعو دادُو)

سائين قاضي مقصُود گل جي وڇوڙي جِي جيئن خبر پئي تہ اکين مان بي اختيار ساوڻ جِي برسات شرُوع ٿي وئي ۽ هي شعر ذهن تي تري آهيو تہ:

المنظر جو آڱنڌ، اُيريو سوچن ۾
ساوڻ جو درياءُ، اکين مان اُٿلي پيو
(منصُور)

سائينءَ جي شخصيت، فقط مُنهنجي لاءِ نہ، پر مُنهنجي سمُوري شهر سيتا



روڍ لاءِ هڪ گهاٽي ٻڙ جي وڻ مثال هئي. جتي سندس ڪيترا ئي شاگرد سندس مُحبتن جا قرضي آهن. اڄ مان پاڻ کي ياسر ۽ ناصر سميت ڇورو ٿو پايان. سندس مُحبتن کي ڪڏهن بہ وساري نہ سگھندس.

(آچر، 15 فيبروري 2015ع)

## علي دوست "عاجز"

(شاعر - حيدرآباد)

ادا گل (مقصُود) هڪ عرصي کان درياءَ جي پرسان اڏيل ڪنهن ڳوٺ جيان، وبو ٿي ڏک جي درياءَ ۾ پڪُون ڏيندو پائبو. سائين وڏو مختار، سرڪش، اختر...!

اختر جي نالي چپائين: "جڻ بابا ٻيو پيرو اسان کان وڇڙيو...!"

ماڻهُو پنهنجو ڏک پاڻ ئي ٿو پوڳي، پوءِ اهو دل جو هجي، يا جان جو. سو هن بہ پنهنجي حصّي جا ڏک پوڳيا. ايڏو همدرد. پيارو ۽ پيار ڪندڙ جو نہ ٽُٽندڙ رشتو جوڙيو ڇڏي، پر هڪ هنڌ اچي، پنهنجن پيارن مان ۽ پياري زندگيءَ مان هٿ ڇڏائجيو وڃن. پلا موت کان وڌيڪ بي حسي ۽ بي وسي ٻي ڪهڙي آهي!؟ موت بي حس، ماڻهُو بي وس!

آءُ سائينءَ جي پائرن ۽ ٻچن سان ڏک ۾ شريڪ آهيان. آءُ بہ پاڻ کي سندن ٻچو ئي سمجهندو هوس.

هي جملو شاعراڻو آهي، پر حقيقت بہ آهي:

گل پنيُون پنيُون ٿي وڃي، پوءِ بہ خوشبُو اها ئي هُوندي آهي.

(آچر، 15 فيبروري 2015ع)



## نثار احمد جوکيو

(استاد- رتوديرو)

قلم جو ڄاڻُو هڪ هو ماڻهُو...

همدرد، انسان دوست، نرم دليءَ جي سراپا وصف... املهہ انسانن جي تسبيح جو هڪ موتي... سائين مقصُود گل قاضي... جنهن جي جدائي وسرندڙ نہ آهي. سائينءَ کي اسان سدا شفيق ڏٺوسين. جڏهن بہ سائينءَ جن ملندا هئا، تہ ڀاڪُر پائي ملندا هئا.

الله تعاليٰ کيس جنت نصيب ڪندو ۽ پونئيرن کي صبر نصيب ڪندو.

(آچر، 15 فيبروري 2015ع)

## سيّد گل مُحمّد شاھہ "گل" بخاري

(نعتيہ شاعر- شهدادڪوٽ)



الوداع! الوداع!! مقصُود جاني! الوداع!

مُنهنجي زندگيءَ ۾ جيڪي ماڻهُو مُون کي ڏاڍا وڻيا ۽ جن سان رهاڻيُون ڪندي تڪ لهي ويندا هئا ۽ ويندا آهن، انهن ويلن ۾ محبُوب گل، مطلُوب گل، عرف "مقصُود گل" بہ شامل آهي. هن جو پيار، مُحبّت، خدمت ۽ زندھہ دل طبيعت، ڪنهن مُرده دل انسان کان ئي وسري سگهندي؛ مان ايترو مُرده دل

ڪٿي، جو مقصُود گل کي وساري سگھان!

سائينءَ سان رهاڻين ۾ اها ڳالهه رُوبرُو عرض ڪندو هيس تہ جيڪي سنڌ ۾ چند شاعر مُنهنجي پسند جا وڃي بچيا آهن. انهن ۾ اوهان صفِ اوّل ۾ آهيو.

مرحُوم مُنهنجو ذاتي دوست بہ هو ۽ ڪنهن وقت ۾، ڪنهن ڏکئي وقت ۾ مُون کي ڏاڍو ڪم بہ آيو هو. هُو نہ صرف لاجواب ۽ لاثاني اديب ۽ شاعر هو پر مُنڪسرالمزاج بہ هو. ڪيس سڪڻ جِي بي حد تمّنا هُوندي هئي. ان جو هڪ ثبُوت مُنهنجي موبائل فون ۾ موجُود. سندس ڪيل ميسيج بہ آهن. جن ۾ هو مُون کان وقت بوقت ڪافي سوال ڪندو رهندو هو ۽ مان بہ ڪوشش ڪندو هئس تہ ڪيس هر سوال جو جواب فوراً ڏيان. پوءِ ايس ايم ايس جي بجاءِ ڪيس فون تي عرض ڪندو هئس. اهو هن جي بلنديءَ جو ثبُوت آهي. شال الله تعاليٰ مٿس رحمت جِي پالوٽ ڪري.

سندس ٻچڙا بہ بافضيلت ۽ باڪردار آهن. الله ڪندو اهي پنهنجي والد جِي جاءِ پُريندا.

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)

# امداد حسين جتوئي

(رتوديرو)

هانءُ هيٺو ۽ جھُري پيو آهي. ساهہُ سُڪل آهي ۽ دل جي ڌڙڪن جي ترتيب تبديل محسُوس ٿي رهي آهي. بهرحال، سچ جي پاڇن جِي رفتار ۽ زندگيءَ جي سچّ لهڻ جي رازن کي سمجھڻ ڏکيو آهي.

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)



## احمد نواز جلباڻي

(رتوديرو)

دل جي گهرايُن سان، استاد سائين مرحُوم قاضي عبدالحيّ جو چشم و چراغ، مقصُود گل پنهنجو دؤر، سُني تعليمدان، پاڙيسريءَ توڙي علمي پورهيو ڪندڙ جي حيثيت سان پرپُور نمُوني گذاري، پُورو ڪري، حڪمِ الاهي کي قبُول ڪندي، پنهنجو سُنو ماضي پنهنجي اولاد کي سُپرد ڪري راهِ ربّاني وٺي موڪلائي ويو. اسين سڀ سندس اولاد، پائرن ۽ عزيزن لاءِ دُعاگو آهيُون.

خدا کيس جنت الفردوس نصيب ڪري. آمين!

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)

## مُنوّر ابڙو

(چترڪار ۽ شاعر - پيارو واهڻ، ڏوڪري)

منو ماڻهو ۽ جهيڻو ڳالهائيندڙ سائين مقصُود گل. مُنهنجي شاعريءَ جو استاد...

اهو هڪ عجب اتفاق آهي تہ رتيديري جي هن آرٽسٽڪ خاندان ۾ مُنهنجا ٽي استاد آهن. مُصوّريءَ ۾ سائين خضر حيات، جنهن وٽ مُون باقاعده بہ اڍائي سال سندس اولاد وانگر گهر ۾ رهي، ڪاشيءَ جو فنِ مُصوّري سکيو. شاعريءَ جي حوالي سان جيڪا بہ اکر ڪا ڄاڻ آهي، تہ اها سائين مقصُود گل جي خطن ۾ ٽيل تربيت سبب آهي. ادا اختر حيات کان مُون ڪيليگرافيءَ جو فن سکيو. باقي منظر ۽ ياسر تہ مُنهنجا ذڪين ڏينهن جا يارَ آهن.

سائين مقصُود گل انتهائي پُر خلوص، سچو ۽ سباجهو ماڻهو هو. مُون کي اڄ بہ ياد آهن اهي خطَ، جڏهن مان مهراڻ يُونيورسٽي نوابشاهہ ۾ پڙهندو هيس ۽



سڪندر آرٽ گئلري مُنهنجو گھر هيو. مان شاعري لکي اصلاح لاءِ موڪليندو هوس ۽ سائين وڏي ذميواريءَ سان بنا دير جي اصلاح ڪري موٽ ڏيندو هو. پر سدائين سندس سمجھائڻ جو انداز اهڙو هُوندو هو ته جڻ تنقيد به وڻندي هئي پئي.

سائينءَ جو وڇوڙو سچ ته سنڌي ادب لاءِ سانحو آهي. مُنهنجو ته هَر هَر هانءُ ڀرجي ٿو اچي، پُراڻيُون ڪي ڳالهيُون ياد ڪري.

شل الله سائين اسان جي مٺي، مانيٽي ۽ جهيٽي ڳالهائيندڙ مُحبتي ماڻھوءَ کي جنت الفردوس ۾ جاءِ ڏي ۽ سوڳوار سمُوري پريوار کي صبر، سهپ ۽ همّت ڏي ته جيئن هيڏو وڏو صدمو سهي سگھن.

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)

# ڪامريڊ ڪريم بلوچ

(سيڪريٽري، سنڌي ادبي شاخ باراڻي مُغيري لڳ لاڙڪاڻو)

سائين قاضي "گل" صاحب هڪ منڙو ۽ دلبر ماڻھُو هو. هن جي ادبي خدمت هڪ صديءَ تائين دائم قائم رهندي. مُون سان جڏهن به ملندو هو ته پنهنجن وانگي ملندو هو. هن جهڙا ماڻھُو سنڌ ۾ گھٽ آهن. اسان کي سائين "گل" جي يادگيري سدا قائم رهندي.

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)

## جيئل اوڏ

(ضلعئي رابطہ سيڪريٽري، سنڌي ادبي سنگت، ضلعو لاڙڪاڻو)

سائين مقصُود گل سان مُنهنجو 50 سالن جو دوستيءَ واسطو رهيو. جيڪب آباد هُجي يا لاڙڪاڻو جڏهن بہ مُلاقات ٿيندِي هُئِي، تہ پيار وچان مُون کي "اوڏڙو" ڪري سَڏِيندو هو ۽ آءٌ خُوش ٿِيندو هئس. تمام پيارو ماڻهُو، مذهبن جِي مَت پيد کان پري هو.

سندس وفات ادبي دُنيا کي وڏو نقصان آهي.

گل کان سواءِ چمن وِيران نظر آيو.

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)

## رضوان احمد چانڊيو

(اِديب - ڳوٺ رئيس پنهيو خان چانڊيو قنبر)

سائين قاضِي مقصُود گل سان مُنهنجو واسطو گذريل 2 سالن کان رهيو. سائِين گُل صاحب تمام پيارو ۽ ڀاڄهارو انسان هو.

مان هڪ ننڍڙي عُمر جو ٻارڙو ۽ سائِينءَ سان واسطو...!

سائين جڏهن بہ مُون سان مِلندو هو تہ پيار سان ملندو هو. چوندو هو: "رضوان! آهِين تہ چانڊيو. چانڊيا تہ زور ماڻهُو هُوندا آهن. چانڊين سان لڳندِي تہ گهٽ آهي، پر يارَ! تُون مُون کي تمام گهڻو پيارو آهِين!"

سائين اختر حيات جِي وفات تي، تڏي تي سائِين عُثمان سانگِيءَ جِي شاعِريءَ تي لکيل هڪ مُتنازع ڪتاب بابت سائِينءَ اهڙو ذڪر ڪيو تہ "اهو ڪتاب ونجي!" مُون سائِينءَ کي چيو تہ "سائِين! اهو ڪتاب آءٌ توهان کي



ڏِينڊُس!"

تن ڏِينهن کان پوءِ سائِينءَ مُون کي ڪال ڪري چيو تہ: "ادا چانڊيا! واعدو وفا ڪريو!" ۽ پوءِ اهو ڪتاب "فقِير عثمان سانگِيءَ جو ڪلام" مُون سائِينءَ لاءِ ورتو ۽ سائِينءَ کي ڏيڻ لاءِ پروفيسرس ڪالُونيءَ ويُم. سائِين ڪتاب ڏسِي ڏاڍو خوش ٿيو. سائينءَ اُن ئِي وقت ٻڌايو تہ: "ادا چانڊيا! سائِين سوڀو گيانچنداڻِي ديهانت ڪري ويو آهي. مُون کي اوڏانهُن وڃڻو آهي" ۽ پوءِ سائين سوڀي صاحب جي تڏي تي سائِينءَ کي وٺي وڃڻ جو شرف مُون کي حاصل ٿيو هو.

**(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)**

# پائُو دُر مُحمّد پرڙو

(اِديب - قنبر)

اڄ پڻ اکڙيُن، سجڻ پنهنجا ساريا
ڳلن تان ڳوڙهن جُون، ٻُونڊُون بس نہ ڪن
سَنڌِي سِڪَ پِريُن، لوڪ ڏٺي نہ لهي

اڄ اسان کان اسان جي سنڌِي ادب، شاعِريءَ ۽ اِديبن جي مُحسن، سائِين قاضِي مقصُود گل صاحب جو وڇوڙو اسان پنهنجي وارث جو وڇوڙو سمجهُون ٿا. هر وقت سندس مُحبّت، پيار ۽ پنهنجائپ واري قُرب جا ڳولهائُو رهنداسين. اسان لاڙڪاڻي وارن کي ۽ سنڌِي ادب کي وڏو خال ڏئِي ويو آهي، جنهن کي پُرڻ لاءِ هڪ علم انسان دوست جِي سخت ضرُورت آهي. اسان سندس پيار جِي

چانوَ ۾ سندس اولاد جيان رهياسِين. ڪيس وسارڻ، سنڌِي ادب کي وسارڻ برابر آهي.

اسان جهڙن جو ادبِي رهبر، تنڌِي چانوَ ڏِيندڙ بڙ جو وڻ هليو ويو جنهن جي وڇڙ سان پاڻ کي اڪيلو سَمجهُون ٿا.

سندس پيار کي وسارڻ، پاڻ کي وِسارڻ برابر آهي.

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)

# غلام قادر قُلپوٽو

(مهراڻ ڪالُوني، خيرپُور)

ڪنهن سان بہ ڪائنات ۾ ڪُلفت نہ ٿا رکُون
مذهب اسان جو آهہ مُحبّت، خُدا گواهہ

اسِين بئِي هڪ منڙي ۾ مُحبّتِي ماٿُهوءَ، حامِي صاحب جا شاگرد رهيا آهيُون. هميشہ هر سال سائِينءَ جِي ورسِيءَ تي مُلاقات ٿِيندِي هئِي. مقصُود گل علم ۽ ادب جِي وڏي خدمت ڪئي آهي. دُعا آهي تہ الله تعاليٰ ڪيس جنت الفردوس نصيب ڪري. آمين!

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)



# ڊاڪٽر غلام رسُول گھُمرو

(واريءَ تڙ، سکّر)

جان جان هُئِي جِيئَرِي، ورچي نہ وِيئِي
وِچِي يُونءِ پيئِي، سارِيندي کي سَجڻَين
(شاھ)

ادا مقصُود گل جو وڇوڙو قاضِي قبيلي توڙي قلمي قبيلي لاءِ تمام وڏو سانحو ۽ اسان سڀنِي لاءِ ڏُک جو باعث آهي. ادبِي ڪيتر جو هِي وِهائُو تارو اُجهامِي وڃڻ ڪان پوءِ هڪ وڏو خال پيدا ٿيندو. ادا مقصُود گل ۽ مُختار گھُمرو ادبِي دُنيا ۾ جاتل سُڃاتلَ جوڙي.. پهريان ئي هن موتين ـ مالها جو هڪ موتِي "مُختار" اسان کان وڇڙي ويو ۽ هاڻي هڪ ٻيو موتِي، "ادا گُل" پڻ راهِ ربّاني وڃِي ويو. مُختار گھُمري کي "غلام عُمر" مان "مُختار" بڻائڻ ۾ ادا گُل جو نمايان ۽ بُنيادِي ڪردار هو. اسان جي خاندان ۾ علمِي ۽ ادبِي شعُور جِي شمع جلائڻ ۾ ادا مقصُود گُل جو بُنيادِي ڪردار رهيو.

ادبِي دُنيا ۾ پنهنجِي ساک ڀرپُور نمُوني برقرار رکندي، هن ڪالم نگار، شاعر، نثرنوِيس طور پنهنجو نمايان ڪردار ادا ڪيو. تازو "عوامِي آواز" ۾ ادا جو ڪالم "رتوديرو ـ تارِيخ جي آئِيني ۾" پڙهِي تمام گھڻي ڄاڻ ملِي.

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)



# جواد جعفري

(شاعر - لاڙڪاڻو)



ساڄي کان کابي: مقصُود گل، عزيز قاسماڻي، مُحمّد علي پناڻ ۽ جوّاد جعفري

بچڙا ڪُڇ اِس ادا سي ڪہ رُت هِي بدل گئِي
اڪ شخص سارَي شهر ڪو وِيران ڪر گيا

چوندا آهن تہ انسان کي عظِيم، ان جو ڪردار ۽ ڪم بڻائِيندو آهي. ان ڳالھ کي نظر ۾ رکندي اهو يقيناً چئِي سگھجي ٿو تہ سائِين قاضِي مقصُود گل هڪ عظِيم انسان ۽ سُهڻو شاعر هو. سائِين، جهڙو پاڻ نفِيس، کلڻو مِلڻو انسان هو تهڙِي سندس شاعرِي بہ خُوبصُورت. نفِيس ۽ دليُن کي ڇُهندڙ هُئِي. هُو واقعِي اهڙو گُل هو جنهن سمُوري ماحول کي پنهنجِي لازوال خُوشبُوءِ سان مهڪايو. سائِين جهڙِي اثرائتي لب و لهجي سان شاعرِي محفلن ۾ پڙهندو هو تہ ٻُڌندڙن جُون دليُون موهجِي پونديُون هُيُون. جڏهن بہ مُون سان مِلندو هو تہ ڳراتي پائي ڳل تي مِٺِي ضرُور ڏِيندو هو. مان سندس پيار ۽ شفقت ڪڏهن بہ وساري نہ سگھندُس.

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)

## سرتاج جاگيراڻي

(اِديب - لاڙڪاڻو)

مؤت! ڏِني تو ڪانہ مهلَ
اجا تہ دُور هُئي منزل

هن وقت پُوري سنڌ مُختلف مسئلن ۾ ٻَرِي رهِي آهي، انهن مسئلن تي گهري نظر رکندڙ ۽ انهن جي حل جي لاءِ پنهنجي قلم ذريعي جنگ ڪندڙ ساڃاهہ وند ماڻهُن جو وڇوڙو جِيءَ جهوري ٿو ڇڏي.

سائين مقصُود گل جو وڇوڙو بہ هاڻ ڪي ڏارِيندڙ آهي. سائِين گُل بِيمار هُوندي بہ مُسلسل قلم جِي نوڪ ذريعي جنگ ڪندو رهيو. اخبارن ۾ مُسلسل ڪالمن ۽ شاعِريءَ جي ذِريعي جاڳرتا پيدا ڪندو رهيو. سائِينءَ جو وڇوڙو سنڌِي ادب جو وڏو نُقصان آهي. الله تعاليٰ ڪيس جنت ۾ جاءِ ڏي. سائِين تمام شفِيق اُستاد پڻ هُيو.

**(سُومر 16 فيبروري 2015ع)**

## بقاءُ الله بوزدار

(اِديب - لاڙڪاڻو)

مرڻا اڳي جي مُئا، سي مرِي ٿين نہ مات
(شاهہ)

هڪ تخليقڪار جو مؤت، پوري قوم جي ساڃاهہ جو مرتيو ٿئي ٿو. سائين مقصُود گل جو مؤت پڻ اهڙيءَ طرح ئي هڪ قوم جي ساڃاهہ جو مؤت



آهي. رتيديري ۾ سائين مرحُوم عبدالحيّ "قائل" ۽ مُنهنجو بابا مرحُوم مُحمّد عالم بوزدار گهر جي هڪ ڪُتنب جي ڀاتيُن جيان وقت گُذاريو. اڄ سائِين مقصُود گل جي تذي تي جڏهن سائِين خضر حيات کي آءٌ پنهنجو تعارف ڪرائيندي مليُس تہ نهايت حُبَ مان ڀڪرائڙي پاتائين.

سائين مقصُود گل، سنڌي ادب جو واقعي هڪ گل هو. هُن پنهنجِيءَ خُوشبُوء سان سنڌ ۽ سنڌِي ادب کي واسيو هو. يقيناً سائينءَ جو مرتيو سنڌِي ادب لاءِ هڪ وڏو نقصان آهي.

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)

## مُحمّد علِي پٺاڻ

(شاعر، اِديب - لاڙڪاڻو)



ساڄي کان کابي: مقصُود گل، عزِيز قاسماڻي ۽ مُحمّد علي پٺاڻ

سائين قاضِي مقصُود گل جو ويڇوڙو سچ پچ وقت کان گهڻو اڳ جو ويڇوڙو آهي. سائينءَ جُون علمِي ۽ ادبِي خدمتُون مثالِي آهن. پاڻ هڪ اداري جِي حيثيت رکندڙ هُئا. ادبِي خاندان جي هن اهم شخصيت سان پنهنجِي نيازمندِيءَ جو رستو گهڻو پُراڻو هو. پاڻ سندن شُگر مِل ۾ نوڪرِيءَ دؤران

1980ع جي ڍاڪي ۾ سدائين پيار ڏنائُون. سمجهه ۾ نٿو اچي ته سندن جُدائيءَ کي ڪِيئن برداشت ڪبو.

(سومر، 16 فيبروري 2015ع)

## پروفيسر غُلام حُسين ڪٽپر

(تعلِيمدان - نئون ديرو)

چڏي ڳُڻَ ويا، مارُوئڙا ته ملِيرَ ۾

سائِين مقصُود گل، سنڌ جِي ادبِي دُنيا جو چمڪندڙ ستارو هو. هُو اُستاد - شاعر ۽ نثر نِويس هو. سائينءَ جو اسان جي ڳوٺ نئين ديري سان گهڻو واسطو هو. پاڻ چِڻ ته "نئين ديرائِي" ئِي هو. هُن نئين ديري جي ادبي دُنيا ۾ پنهنجا تمام گهڻا ادبِي شاگرد پيدا ڪيا. اسان جُون ساڻس مُلاقاتُون ادبِي گڏجاڻيُن ۾ ٿِينديُون هيُون. جيڏو وڏو ماڻهُو هو اوڏو ئِي نهٺو ۽ نياز نِوڙت ڪندڙ هو. پنهنجي حلقي وارن ماڻهُن کي هميشه ياد ڪندو هو. سندس ادبِي دُنيا ۾ مختلف فِيلڊس رهيُون. هُو هڪ ئِي وقت شاعر ۽ نثر نِويس به هو ته سُگهڙ به هو. هُن جو ادبِي سرمايو کيس هميشه زنده رکندو.

ڪنياڻُون ڪائر ڏي، ساري حاج هِيا
لاهَي لڏَ لطِيف چئَي پرئين ٿَر تِيا
چڏي ڳُڻ ويا، مارُوئڙا ملِيرَ ۾

(سومر، 16 فيبروري 2015ع)



# ڊاڪٽر غُلام نبي سَڏايو

(دانشوَر۔ جيڪب آباد)

جدِيد ۽ روايتِي شاعرِيءَ جي تسلسُل ۽ سنگم جِي لڙهِيءَ جا شاعرَ، خلِيفو گل مُحمّد، عبدالڪرِيم ”گدائِي“، قاضِي عبدالحيّ ”قائل“، احمد خان ”مدهوش“، سرڪش سنڌِي، ادل سُومرَي ۽ اياز گُل کان مقصُود گل تائِين جيڪا بہ شاعرِي ۽ فن اربيو ويو آهي، اُن سلسلي جِي هڪ اهم ڪَڙِي ۽ هڪ وڏو شاعر ۽ فنڪار سائِين قاضِي مقصُود گل هو. هُو نہ صرف هڪ سُٺو دوست ۽ وڏو انسان هو، پر هڪ خُوبصُورت شاعر بہ هو.

لاڙڪاڻي ضلعي جا لڳ ڀڳ سِڀنِي شهرَ، نئين ديرو، لاڙڪاڻي، قنبر، شهدادڪوٽ توڙِي رتيديري، تمام وڏا فنڪار، نالي وارا اديب، عالمَ ۽ شاعر پيدا ڪيا آهن ۽ اُنهن سِڀنِي ۾ رتيديري جو قاضِي خاندان بہ پنهنجَي حصّي جو ڪم ڪندو رهيو آهي ۽ ڪندو رهي ٿو.

قاضِي مقصُود گل جو اوچتو وڇوڙو سنڌِي ادب لاءِ وڏو نُقصان آهي. هُو هڪ ئِي وقت شاعر سان گڏ سُٺو نثر نگار ۽ مُترجم پڻ هو. هُن سچل سائِينءَ جي ڪلام، بُيدِل فقِير جِي شاعرِيءَ توڙِي عوامِي شاعر، عبدالڪرِيم ”گدائِيءَ“ جي شاعرِيءَ جو اردُوءَ ۾ بهترِين منظُوم ترجمو ڪيو. سندس ڪيل سچل سائينءَ جي شاعرِيءَ جو منظُوم ترجمو شايع بہ ٿِي چُڪو آهي.

خُدا ڪيس مرهَي. اسان جو تعلُق سندس خاندان سان سائِين عبدالحيّ ”قائل“ کان وٺِي رهندو آيو آهي. شال هِي ساٿ سدائِين قائم رهي.

آخر ۾ مقصُود گل جي اوچتي وڇوڙي تي شعر جُون هينيُون سِٽُون لکِي، مان پنهنجو قلم بند ڪريان ٿو:

گلابي گُلن ۾ نه رونق رَتي
ڦٽي ڦوڳ تي موڄَ هُئي جا مَتي
تيو ڇهچٽو ڇَٽُ، متيو ماڳ آ
پکيُن ۾ به ورلاپ جو راڳُ آ

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)

## سيّد غضنفر علي ”راجا“

(شاعر - رتوديرو)

ڏرتيءَ جو قرض قلم سان لاهي هليو ويو
هر دل ۾ پنهنجي جاءِ هُو ناهي هليو ويو
طُوفان جي سامهُون به جا بلڪل نه اُجهامِي
شمع ادب جِي اهڙِي هُو ٻاري هليو ويو

گُلن جِي مهڪار جهڙي شاعرَ، مقصُود گل پنهنجا آخري دمَ ڏٽِيءَ حوالي ڪيا. الله تعاليٰ جو پنهنجي پاڪ ڪتاب ۾ اهڙو واضح اشارو موجُود آهي تہ مؤت کان بعد ماڻهوءَ لاءِ هڪ ابدِي زندگِي انتظار ۾ واجهائِيندِي رهي ٿِي ۽ اها اهڙِي نوس حقيقت آهي، جنهن کان ڪوبہ ذِي شعُور انسان انڪار ڪري ئِي نہ ٿو سگهي. ليڪن ڪُجھ مؤت اهڙا تڪڙا ۽ تيزِ ايندا آهن، جن ۾ سوچ جا در بند ٿِي ويندا آهن ۽ ذهن ۾ خيالَ تڙپِي ۽ سسڪِي پوندا آهن.

مقصُود گُل سان خانداني تعلقات وڏڙن کان شرُوع ٿِيندي اچي اسان جي پيڙهِيءَ تائِين پهچن ٿا. هِي هڪ حلِيم طبع، مانيِٽو، حلقہ ادب ۾ مانائتي ليکڪ طور ڄاتو سُڃاتو ويندڙ عظِيم انسان هو. هن جي اِيئن اچانڪ وڇڙي



وڃڻ، پُوري ادبي لَڏي کي جهوري وڌو آهي.

مقصُود گل جو شمار سنڌ جي مُسلسل جاڳوڙي قلمڪارن ۾ ٿئي ٿو. اهڙي اعليٰ ڪردار جو مالڪ ۽ خُوبصُورت صفت رکندڙ انسان ڪڏهن به مَري نـه ٿـو سگهي. هُو هميشه پنهنجيُن لکڻيُن جِي آغوش ۾ مُرڪندو رهندو. سندس اولاد ۽ پيائرن جي غم ۾ برابر جا شريڪ آهيُون. خدا کيس جنّت عطا ڪري.

(سومر، 16 فيبروري 2015ع)

## بشِير احمد جُوڻيجو

(جسقم اڳواڻ - رتوديرو)

سـيّـد ۽ سـنـڌ، ڪـنـڌُ ڳـھُـرن ٿـا قـوم ڪـان
آهي ڪوارجمند؟، جيڪو ماءُ ۽ مُرشد کي مڃي!

سائِين مقصُود گل، سنڌ جو امر انسان آهي، جنهن پـنـهـنـجيُـن لـکـڻيُـن ذريعي سنڌ ۽ قوم تائين جاڳرتا پهچائِي. سائين مقصُود گل شاعر سان گڏ اديـب ۽ ليکڪ به هو. جنهن پنهنجِي حياتِيءَ ۾ ڪافِي ڪتاب لکِي، سنڌِي ٻولِيءَ کي فروغ ڏنو. اڄ جا نوجوان، سائِينءَ جِي شاعِري ۽ ادب کان مُڪمّل واقف آهـن. سائِين مقصُود گل رتيديري شهر جِي سُونهن هو جنهن پنهنجي شهر جِي گهڻِي خدمت ڪئِي. سائينءَ تي جيترو لکجي، اوترو گهٽ آهي.

الله تعاليٰ کيس جنت الفردوس ۾ جاءِ ڏي! آمين!

(سومر، 16 فيبروري 2015ع)

# منظُور مشوري

(نائب صدر، نيشنل بئنڪ آف پاڪستان، رِيجنل آفيس، لاڙڪاڻو)



ساڄي کان کاٻي: منظُور مشوري، اياز گُل ۽ مقصُود گل

سائِين عبدالحيّ قاضِي مرحُوم جي مرتيي کان پوءِ ٻڌڻ جيان سمجهندڙ پيار ڏيندڙ انسان کان اوچتي وڇوڙي جو گُمان بہ نہ هو. سچي پُڇو تہ يقين ئِي نہ ٿو اچي تہ ڪو سائِين مقصُود گل اسان ۾ بظاهر موجُود ڪونهي. جڏهن رتيديري جي نيشنل بئنڪ ۾ 70ع جي ڏهاڪن ۾ بدلِي ٿِي آيُس تہ پهرين شخص جنهن پيار ڏنو اُهو سائين عبدالحيّ قاضِي هو ۽ اُن جي هُوندي ئِي سائِين مقصُود گل پيار ڏنو. جيڪو سندس اوچتي مرتيي تائِين جاري وسارِي هو. سندس ڏنل پيار ۽ حُجتُون هاڻي زندگيءَ جو ثمر رهنديُون.

ڏِٺيءَ در دُعا اٿم تہ سندس وڇوڙي جو غم سندس پوئينرن کي سَهڻ جِي توفِيق ڏي ۽ کين صبُر نصِيب ۽ پلئہ پوي. سندس وڇوڙو سالن تائِين ياد رهندو. سندس مرتيو سنڌ ۽ سنڌِي ادب جو هڪ وڏو نقصان آهي. سندس يادُون سرمايو بڻجِي اسان سڀنِي جِي زندگين جو حصو رهنديُون.

خُدا کيس پنهنجي محبُوب جي پاڙي ۾ جاءِ ڏي. آمِين!

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)

## نواز ڪُنير

(مُحقق ۽ ڪالم نِويس ـ سانگهڙ)

ڪنهن بہ انسان جو قد، سندس پاران "ڏِنل" جي آڌار تي هُوندو آهي، نہ ڪِي "ورتل" جي آڌار... اُن ڪسوٽِيءَ تي ڏسجي ۽ پرکجي تہ سنڌ جي باغيچي جي هن مُنفرد گُل، سائِين مقصُود گل قاضي صاحب جن جو قد ڪروڙن ڪان مٿَي نظر اِيندو. سندن تعلِيم جي شعبي ۾ ڏنل خدمتُن ڪان وِينديءِ ادبِي کيتر ۾ سر انجام ڪيل خدمتُن کي ڏسجي، سندن ڪتابن ۽ مضمُونن کي ڏسجي يا سندن ڪُليات جهڙِي اولاد کي ڏسجي، قاضِي صاحب رُڳو "ڏيڻ" ئي لڳي ٿو ۽ بدلي ۾ ورتائين ڇا!؟ عزتُون، مُحبّتُون ۽ پيار...

ڪاش! سڄِي سنڌ قاضِي صاحب جي نقشِ قدم تي هلِي پئي. ونڻ بدران ڏيڻ سِکي ۽ اولاد جِي اهڙِي پرورش ڪري تہ هُوندا! سنڌ جا صديُن جا سُورَ لحظي منجهہ لهِي وڃن.

شل الله سائِين کين جنّت ۾ جايُون ڏي ۽ سندن پونئيرن کي صبُر عطا فرمائي ۽ سندن خال اُنهن جهڙِي ئي ڪنهن شخصيت ذِريعي پرَي پُورو ڪري. آمِين!

(سُومر 16 فيبروري 2015ع)

## انور پرديسِي

(اديب ـ خيرپُور)

سائِين مُحترم قاضِي مقصُود گل صاحب جو وڇوڙو سنڌِي ادب ۽ سنڌ جي ماڻهن لاءِ هڪ وڏو الميو آهي. قاضِي مقصُود گل، عطا مُحمّد "حامِي"

صاحب سان اهڙي قسم جي عقيدت رکندو هو جيئن حامِي صاحب، سچل سرمست سان... اُن کري قاضِي مقصُود گل صاحب جو خيرپُور وارن سان خصُوصِي چاهُه هو. الله کندو، سندن پونيرَ بہ خيرپُور وارن سان اهڙو ئِي چاهُہ رکندا. مقصُود صاحب هڪ مُحبّتِي کل مُک انسان هو. سائس هن ناچيز جِي بہ ادبِي ويجهڙائپ هُئِي، خاص طور تي حامِي صاحب جِي ورسِيءَ ۽ سچل سرمست جي عُرس جي موقعي تي سائن وڏيُون قُرب پريُون ڪچهريُون ٿِينديُون هُيُون ۽ سائينءَ جن کان اُن ٿورِيءَ ڪچهرِيءَ ۾ بہ وڏو علمِي فيض حاصل ٿِيندو هو. جڻ تہ سائينءَ جي وڇوڙي جي کري اسان جا فيض جا دَرَ بند ٿِي ويا آهن. سندن فرزند ياسر قاضِيءَ ۾ اهڙِي جهلڪ محسُوس ٿئي ٿِي ۽ هُو بہ قاضِي مقصُود گل وانگُر ادب جو اُهو گل آهي، جنهن جي خوشبوءِ، سندَ واسِي چڱِي آهي.

الله، مقصُود گل صاحب کي جنت ۾ جاءِ ڏي!

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)

## ڪوثر ٻرڙو

(شاعر ۽ براڊڪاسٽر - خيرپُور)

نہ سي وونئڻ وٽن ۾، نہ سي ڪاتاريُون
پسيو بازارُون، هينئڙو مُون لُوڻ ٿئي!

سائِين مقصُود گل اسان سڀنِي مٿان مهربان هُوندو هو. هُن جو شفقت ۽ ٻاجهہ ڀريو لهجو ۽ روّيو مُون کان زندگي ڀر وسرِي نہ سگهندو. سائِين مقصُود گل اُنهن شاعرن ۾ شمار ٿئي ٿو جن ادب ۽ نثر جِي آبيارِي ڪئِي.

الله سائين کيس جنّت ۾ جاءِ عطا ڪري.

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)



# ظهيرالدّين احمد شاهاڻي عرف خادم حُسين

(اِديب - نئون ديرو)

## ويا مور مري...

اوچتوئِي اوچتو مُنهنجي پياري سائِينءَ جي وڇوڙي جِي خبر ڪراچِيءَ کان مُنهنجي منٺڙي سائِينءَ عبدالغفار "تبسّم" ٻُڌائِي. تمام گهڻو افسوس ۽ صدمو رسيو. قاضي صاحبن سان نِينهن جو ناتو وڏڙن کان وٺي ڳنڍيل آهي. قاضِي عبدالحيّ "قائل" مُنهنجي والد مرحُوم، غلام نبِي شاهاڻِيءَ جو اُستاد هو ۽ سائِين "قائل" مُون سان بہ پيار ڪندو هو ۽ گهڻو گهُرندو هو. جڏهن سائِين مقصُود گل جن شُگر مِل نئين ديري ۾ هُئا، تہ نئين ديري ۾ پاڻ علم جو ڏِيئو روشن ڪيائون. جنهن ۾ امام راشدِي، منظار سولنگِي، اياز جاني ۽ آءُ، سائين گُل سان علمِي ادبِي ڪچهريُون ڪري اُج اُجهائِيندا هُئاسِين. تمام گهڻيُون، بلڪ بي شمار يادُون سائِينءَ سان وابستہ آهن. جيڪي هن مُختصر تاثُر ۾ سمائجِي نٿيُون سگهن.

قاضي رتيديري جا هُجن يا نئين ديري جا، تمام وڏا خانداني ۽ قابلِ عزت آهن.

رب پاڪ قاضِي مقصُود گل کي جنّت ۾ جايُون ڏِيندو.

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)

# الطاف راجا

(ليکڪ)

ڏُور ٿِيندا وچن روز جوڳِيئڙا

سال 2003ع ۾ جڏهن رتيديري ۾ سائِين جِي ايم سيّد جي فڪر تي هڪ ميڙاڪو ڪوٺايو ويو هو اُن وقت پهرِين مُلاقات ۾ پهريون انٽرويُو سنڌ جي امر شهِيد، محترم بشِير خان قريشِيءَ جو ڪيو هئم. رات جو تائِيم هو ۽ سائِينءَ کي پروگرام کان پهريان اهڙو تقاضو ڪيو هئم تہ اڄ اوهان کان انٽرويُو ڪرڻو آهي ۽ صبح جو سوير سائِين قاضِي مقصُود گل کان انٽرويُو ڪرڻو آهي. پر وقت کي شايد منظُور نہ هو جنهن ڪري هيلَ تائِين سائِينءَ سان مِلڻ وارِي آسَ اندر ئِي اندر ۾ رهجِي وئِي. اسان سان ٿيو ايئن هو جو خيرپُور کان هڪ رشتيدار جي وفات جِي خبر آئِي، ان ڪري سائين مقصُود گل سان ملاقات وارو پروگرام مُلتوِي ڪري خيرپُور جو رُخ ڪيو ۽ سدائِين اُها مِلڻ وارِي سِڪَ پُورِي نہ ٿِي سگهِي.

سائينءَ لاءِ دُعا آهي تہ ربِ تعاليٰ جنت الفردوس ۾ جڳهہ ڏئيس.

(سومر 16 فيبروري 2015ع)

## هارُون چنّو

(مُصوّر۔ شڪارپُور)

منڙا مقصُود!
توکان ٽِيندَي ڏارَ
ڪلندَي ڪلندَي يار!
لُڙڪَ لڙِي پيا لارَ ڪرَي..
(اياز گُل)

ياسرَ پيارا!

سُٺي پيءُ جو سُلڇڻو وجُود آن...

توسان عُذر خُواهي ٿو ڪريان ۽ پاڻ کي تُنهنجَي صدمي ۾ شرِيڪ ڪيو اٿم. نہ صرف اهو پر سائِين خضر حيات، منظر حيات سان بہ پاڻ کي ڏُک ۾ برابر جو شرِيڪ ٿو سمجهان. مقصُود سائِينءَ پاڻ کي سُٺي بابي جو عالِيشان اولاد ثابت ڪيو.

دُعاگو آهيان تہ مولي پاڪ اوهان کي ايڏي وڏي صدمي سهڻ جِي سگهہ عطا ڪري. آمين!

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)

## اويس قرنِي

(شاعر ۔ ميهڙ)

حق موجُود! سدا موجُود!

سائِين قاضِي مقصُود گل تمام سُٺو شاعر ۽ سُٺو انسان هو. شال رب پاڪ کيس پنهنجِي رحمت ۾ جاءِ ڏِيندو. آمين! (سُومر، 16 فيبروري 2015ع)



# محبُوب علي "محبُوب" ڏيپر

(شاعر ۽ سُگهڙ- ميهڙ)

اڄ تارِيخ 16 فيبروري 2015ع تي آءُ اُن مُحبتي انسان ۽ بي حد پيار ڏيندڙ جِي جُدائِيءَ ۾ آليُون اکيُون ڪري رهيو آهيان، جنهن ڪي سنڌ، مقصُود گل جي نالي سان سُڃاڻي ٿِي. آءُ هڪ نہ پر سڀ سنڌ واسِي اڄ ان جي سوڳ ۾ ڳوڙها ڳاڙي رهيا آهن. آءُ ناچِيز هُن جي ڪردار تي ڇا لکِي سگهندُس! مُون ڪي ڪا مجالَ ناهي! هُن تي ٻين گهڻو ڪجهہ لکيو هُوندو.

آءُ هُن ڪي فقط هنن بيت جِي پيِتا ڏيان ٿو:

دل جـي درخـت جـو اڄ ٽُـٽِـي پـيـو تـارُ
جُـدائِـي ڪـري جـانـي، مُـون کـان يـڪـو ويـو يـارُ
جـيـڪـو بـانـهُـن جـو ٻـهـڳـڻ، پـيـو هـرَ هـرَ پـائـي هـارُ
قـاضِـي مـقـصُـود قُـرب جـو، بـيـشـڪ هُـيـو ڀـنـدارُ
هِـي "گُـل" مُـون غـرِيـب تـي، ويـو بـي حـد وجـهِـي بـارُ
"مـحـبُـوب"! مُـنـهـنـجـي دل مـان هِـي، مـرنـدو نـہ مـنـتـارُ
ٻـہ هـزار پـنـدرنـهـن، فـيـبـرورِيءَ جـو ويـرِي لڳـو وارُ
جنهن جِي جُدائِيءَ جو ڏهـڪـارُ، ويـو ڏيـپـرَ! پـئـجِـي ڏيـهـہ ۾

جـانـب! تـوسـان جـيـتـريُـون، گـهـاريَـم هِـي گـهـڙيُـون
تـيـڏيُـون رُوحَ رڙيُـون، ٻـہ ڪـيُـون تُـنـهـجـي قُـربَ ڪـاڻ

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)



# نظام الدِين ڪلهوڙو

(پريس سيڪريٽرِي، بزمِ سچل لاڙڪاڻو)

قاضِي مقصُود گُل جو وڇوڙو، سنڌي علم و ادب توڙي سماج لاءِ نهايت ئِي هاڃيڪار آهي، ڇو تہ هُو بهترِين شاعر هُجڻ سان گڏوگڏ مهربان ۽ مُشفق انسان پڻ هو. اُن ڪان سواءِ قاضِي صاحب، سنڌِي ادب ۽ زبان جي باغ جو اهڙو گُل هو ۽ آهي، جنهن جِي خُوشبُوء سنڌ واسيُن کي صديُن تائِين واسِيندِي رهندِي.

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)

# ڪوُڙل قُربدار

(نائب صدر، پِيرل قنبر ساهت سنگت، لاڙڪاڻو ۽ جُوائنٽ سيڪريٽرِي، سنڌِي ادبِي سنگت شاخ قنبر)

مُحترم قاضِي مقصُود گل صاحب ۽ بابا، سنڌ ڌرتِيءَ جو شاعر، اِديب ۽ ڪالم نگار هو جنهن جي لکڻين ۾ سنڌ جو جابجاء ملندو. قاضِي مقصود گل اسان لاءِ هڪ آڻت ۽ اُتساهہ هو. سندس اوچتِي وفات سنڌ لاءِ هڪ وڏو هاڃو ۽ نقصان آهي. قاضِي صاحب جي وڃڻ تي سڄِي سنڌ ڏُکايل آهي، جيڪي سندس ويجهن لاءِ دردناڪ لمحو آهي. الله سائين کين جنت الفردوس ۾ جاءِ عطا فرمائي. آمِين!

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)

# مخدُوم ندِيم احمد هاشمِي

(سجّاده نشِين، درگاهِ عاليہ مخادِيم کُهڙا)

ڪُلِ نَفسٍ ذائِقَۃُ المَوت

ماڻهُو سڀ نہ سُهڻا، پکِي سڀ نہ هنجَ
ڪنهن ڪنهن ماڻهُوءَ منجهہ، اچي بُوءِ بهارَ جِي

مرحُوم قاضِي مقصُود گل جو تعلُق علمِي ۽ ادبِي خاندان سان رهيو. سندس علم ۽ ادب جي ميدان ۾ خدمتُون وسارڻ جوڳيُون نہ آهن. سندس وصال سان جڻ تہ علم ۽ ادب جو هڪ باب بند ٿِي ويو مگر سندن لکڻيُون ۽ علمِي پورهيو صديُن تائِين ياد رکيو ويندو ۽ عوام الناس ان مان مُسلسل مُستفِيد ٿِيندو. (انشاءَ الله!)

قاضِي صاحب جو تعلق اسان جي خاندان سان سندن وڏڙن، بُزرگن کان وٺِي رهيو آهي ۽ درگاهہ شرِيف کهڙا تي ڪيترا ئِي دفعا پاڻُن ۽ فيملِيءَ سميت ايندا رهيا آهن. سندن سهيڙيل مايہ ناز ڪتاب "وکريل موتِي" پنهنجو مٽ پاڻ آهي، جنهن ۾ سنڌ جي قدِيم علمِي ۽ رُوحانِي خانقاهِ عاليہ کُهڙا جو مُڪمّل تعارف پڻ شامل ڪيو اٿن ۽ علمِي ۽ ادبِي خدمتُن جي حوالي سان مخدُوم صاحبان کهڙا شرِيف جو فيض واضح ڪيو اٿن ۽ درگاهِ عاليہ مخادِيم کهڙا شرِيف جو مرڪزيت واري مرڪز جي حوالي سان ڪافِي روشنِي وڌِي اٿن. بندهء ناچيز سان سندن ڪافِي رُوح رهاڻيُون ٿيل هُيون. تمام نيڪ انسان، باجهارو، قرب ونڊِيندڙ، نياز نِوڙت وارو، پيارو انسان هو.

الله سائِينءَ جِي بارگاهہ ۾ التجاء آهي تہ قاضِي صاحب کي پنهنجي خاص جوارِ رحمت ۾ جڳهہ عطا فرمائِيندو ۽ آقائي دوجهان صہ جن جِي شفاعتِ ڪُبرٰيٰ نصيب فرمائِيندو، سندن مزارِ اَقدس تي پنهنجيُون رحمتُون ۽ برڪتُون



هميشہ لاءِ نازل فرمائيندو ۽ سندن پونئيرن، اولاد، عزيز و اقارب کي هن عظيم سانحي تي صبرِ جميل عطا فرمائيندو.

آمين بجاہ السيّد المُرسلين صلي الله عليہ وسلم

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)

## جَوهر بروهي

(شاعر - فريد آباد، ميهڙ)

عُمر سمُوري ڦُرب ونڊي ويو هڪڙو منڙو ماڻهُو
مُرڪي مُرڪي جُوءِ ڇڏي ويو هڪڙو منڙو ماڻهُو

عُمر جي جنهن حصّي ۾ آهيان، اُن ۾ خوشِي، هيج گهُر جي، پر قسمت جا فيصلا اهڙا ٿين ٿا، ساهہ سرِيکا، سُهڻا ماڻهُو وڇڙيو وڃن! وڇوڙي سَهڻ جِي مُون کي ۽ مُنهنجِيءَ دل کي ڪابہ سَهَپ ڪانهي.

اوچتو مُنهنجو مهربان وڇڙِي ويو جنهن 1970ع کان ساهہ، سُونهن جي ڪڪرَ جِيون ۾ وسڪارا آندا، جنهن مَهلَ ڪُمَهلَ ۾ ياد رکيو، قرب ڏنو... ايڏو پنهنجو بڻيو جو وچ ۾ ڏُوريُون نہ رهيُون.

جڏهن وڇوڙَي جِي خبر مِليَم، تہ سارو ڏِينهُن ڳلن تان ڳوڙهَن جُون بُونڌُون هَليُون. ذک ايترو مليُم، جو لکندي لفظ روايتِي ٿا لڳن.

غم ۾ ورتل

جوهر بروهي

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)



# آزاد انور ڪانڌڙو

(شاعر ۽ اديب - ميهڙ)



ساڄي کان کاٻي: تاج جويو، مقصود گل ۽ آزاد انور ڪانڌڙو

قاضي مقصود گل صاحب سنڌي ٻوليءَ جو ناميارو شاعر، اديب ۽ هڪ مُحبتي انسان هو. هُن 65 سالن جي زندگيءَ ۾ رُڳو مُحبّتون ورهايُون.

قاضي صاحب جو ميهڙ ۽ ميهڙ جي شاعرن، اديبن سان مُحبّت ۽ پنهنجائپ وارو رشتو آخر تائين، نه رُڳو قائم رهيو پر وڌ کان وڌ مضبُوط رهيو. پروگرامن ۾ شرڪت سان گڏ اديبن، شاعرن جي ڪتابن جا مُهاڳ لکڻ تائين، قاضي مقصُود گل صاحب، هڪ سينيئر شاعر، اديب هُجڻ جي ناتي سدائين ساٿ نڀائيندو رهيو. ساڻس تازو 9 ڊسمبر 2014ع تي سائين تاج جويي، مدد علي سنڌيءَ، مُختيار مَلڪ، مُحسن جويو، خالد چانڊيو، گل حسن لاکو ۽ ٻين سان گڏ سندس ڀاءُ قاضي اختر حيات جي تعزيت دوران آخري مُلاقات ۽ ڪچهري ٿي.

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)



# مُختيار مَلڪ

(شاعر، اسٽيشن ڊائريڪٽر، ريڊيو پاڪستان لاڙڪاڻو)

هڪ پيارو انسان ۽ هڪ سُٺو دوست، قاضِي مقصُود گل اسان کان وڇڙِي ويو آهي. مقصُود هڪ بهترِين شاعر ۽ سُٺو مُحقق پڻ هو. مقصُود گل ادبِي دُنيا ۾ ڊگهي عرصي کان مُتحرڪ رهيو آهي. سندس ٻارڙن لاءِ ڪيل شاعرِي ۽ رسالي جي اجراء جهڙيُن ڪوشش کي سنڌِي ادب ۾ بُنيادِي حيثيت حاصل آهي. مقصُود جِي شاعرِيءَ ۾ پُختگِي ۽ وِيچارن ۾ وُسعت آهي. هُو تمام سُهڻا ۽ سلُوڻا شعر لکندو هو جن ۾ ڀرپُور نغمگِي ۽ شعرِي رواني هُوندِي هُئِي. سندس شعرن ۾ وقت جو شعُور جهَلڪندو رهيو. سندس نثرِي تحرِيرُن ۾ بہ ساڳِئِي ئِي سگهہ ملي ٿِي.

سچل سائِينءَ تي سندس تحقِيق کي وڏِي مڃتا ڏنِي وئِي. اُن کان سواءِ قاضي عبدالحيٌ "قائل" ۽ ڊاڪٽر عطا مُحمّد حامِيءَ جي سوانح حيات تي ڪيل سندس تحقِيق پڻ قابلِ قدر آهي.

ريڊيو پاڪستان لاڙڪاڻي سان سندن مُحبّت جو رشتو هو. ريڊيو جي پروگرامن ۾ هر ڪوٺ کي مانائتِي موٽَ ڏِيندو هو. کيس ريڊيو جي هر مُشاعري ۾ خصُوصِي طور شامل رکيو ويندو هو. سندس وڇوڙي جو سوڳ ڪالهہ کان ريڊيو پاڪستان لاڙڪاڻي جي پروگرامن ۾ ڇانيَل آهي. کيس خصُوصِي ڀيٽا ڏيڻ جو سلسلو جارِي آهي.

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)



# رضوان گُل

(شاعر، ڪهاڻيڪار - لاڙڪاڻو)



ساڄي کان کاٻي: رضوان گُل، مقصُود گل، احسان دانش ۽ ياسر قاضِي

سائِين قاضِي مقصُود گل مُنهنجو مُحسن بہ هو مُنهنجو وڏو بہ هو. تہ مُنهنجو دوست بہ هو. سندس وڇوڙي جِي خبر مُون مٿان وِڄُ جيان ڪِري هُئِي. وائڙو ٿِي ويُس... زبان تي چُپ جو تالو لڳي ويو... نڙِي خُشڪ ٿِي وئِي هُئِي...

اُهي پلَ ذهن جِي اسڪِرين تي هَلڻ لڳا، جڏهن گُذريل مهِيني سائِين اختر جي تعزيتِي ريفرنس مان سائِين مقصُود گل کان موڪلايو هو تہ مُون کي ياکُر پائي چُمِي ڏني هُئائِين. اُهو ياکُر ۽ اُها چُمِي، "الوداعي ياکُر ۽ چُمي" هئا!!

سنڌِي ٻوليءَ جو سُهڻو شاعر، ڪهاڻِيڪار، ڪالم نگار، مُترجم، مُحقق ۽ هڪ تنظِيم ساز شخصيت هُئڻ کان علاوه کوڙ سارا حوالا آهن، سائِين مقصُود گُل جا... هر حوالو ڀرپُور... سمُوريءَ سنڌ جي اِديبن سان پيار ڪندڙ.. هُن وٽ پيار ئِي پيار هو... شفقت هُئِي ۽ مُون کي جيڪا پنهنجائپ سائِينءَ کان مِلندِي هُئِي، اُها ساڳِئِي ئِي شفقت آهي، جيڪا مُون کي بابا کان مِلندِي آهي.

سائِين سينِي لاءِ ڇپر ۽ ڇانوَ هو. سندس خُوبين بابت لکڻ ويهجي، تہ ڪيترائِي ٻَنا ڀرجِي ويندا. اڄ جڏهن ياسر ۽ ناصر سان تڏي تي وينا آهيُون، تہ

اکيُون آليُون ٿِيِ وئُون آهن. دل مجي ٿِي نہ ٿِي تہ سنڌِي شاعرِيءَ جو هِي گُل هاڻي اسان ۾ نہ آهي، پر سائِين اسان جي دليُن ۾ تہ موجُود آهي ۽ رهندو.

سائِين آخرِي ميسيج ۾ لکيو هو: "مان مارچ واري مُشاعري ۾ ضرُور اِينڊُس!" مُون سائينءَ کي چيو هو: "آرٽس ڪائُونسل جي ادبي شعبي پاران اوهان جِي صدارت ۾ مُشاعرو ڪرڻ ٿا چاهيُون."

سائِين ڪنهن بہ مُشاعري ۾ جڏهن شعر پڙهندو هو تہ دل باغ بهار ٿِي پوندِي هُئِي. اُهو انداز... اُهو آواز... اُها مُرڪَ... اُهي ياڪُرَ... اُهي مُحبّتُون... هاڻي ڪٿان اِينديُون!

اڄ پڻ اکڙيُن، سڄڻ پنهنجا ساريا
ڳلن تان ڳوڙهن جُون، بُوندُون بس نہ ڪن
سنڌِي سِڪَ پِريُن، لوڪ ڏٺي نہ لهي.

**(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)**

## ڊاڪٽر احسان دانش

(شاعر، مُحقق - لاڙڪاڻو)



ساڄي کان کابي: ڪامريڊ سوڀو گيانچنداڻي، مقصُود گُل ۽ احسان دانش



اج پڻ اکڙيُن، سڄڻ پنهنجا ساريا
ڳلن تان ڳوڙهن جُون، بُونڊُون بَس نہ ڪن
سنڌِي سِڪَ پِريُن، لوڪ ڏٺي نہ لهي!

سائِين مقصُود گل جي انتقال جَي خبر بلڪُل وِڄُ وانگُر هُئِي، جيڪا سِڌِي دل تي ڪِرِي هُئِي. سائِين مقصُود گل هڪ اهڙِي شخص جو نالو آهي، جيڪو مُحبتُن جو مُجسّم هو. مُون پنهنجي لاءِ هُن جي دل ۾ هميشہ اٿاهہ پيار محسُوس ڪيو... هُن جِي شفقت ۽ مُحبّت کي پلا ڪِيئن وِساري سگهبو...! هُن جِي پيار ڀرِي ڳراٽِي ۽ ڳل تي ڏنل هر منِي مُون کي سدائِين ڏاڍِي منِي لڳندِي هُئي.

سائِين مقصُود گل جُون انيڪ ڳالهيُون، ڪچهريُون، خُوبصُورت پوڳَ، سُهڻا ٽهڪَ... الائي تہ ڇا ڇا ياد پيو اچي!... مُون کي ڪڏهن بہ ايئن محسُوس نہ ٿيو تہ هُو مُون سان جنهن ناجَهہ ۽ شفقت سان پيش اچي ٿو سا ياسر، ناصر يا رُوبِلي کي ڏِنل پيار کان مُختلف آهي. ان ڪري مان بہ هميشہ ساڻن اهڙِي ئِي احترام سان ملندو هُئس، جهڙِي احترام سان بابا سان مِلندو آهيان. مان هميشہ چوندو آهيان تہ قاضِي خاندان ۽ پناڻ خاندان هڪ آهي. اسان جا سُکَ بہ ساڳيا آهن. تہ ڏُکَ بہ ساڳيا... اُن ڪري سائِين مقصُود گل جي وڇوڙي تي مان جنهن ڏُک کي محسُوس ڪري رهيو آهيان، تنهن کي لفظن ۾ بيان ڪرڻ کان قاصر آهيان. بس رُڳو ايترو چوندُس تہ هُو پنهنجي اُستاد عطا مُحمّد حامِيءَ جي هن شعر جو عملِي تفسِير هُيو تہ:

ڪنهن سان بہ ڪائنات ۾ ڪُلفت نہ ٿا رکُون
مذهب اسان جو آهہ مُحبّت خُدا گواهہ

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)



# جانب سُومرو

(شاعر ـ رتوديرو)



مُون وٽ سائِينءَ جي مانَ، مرتبي، شان، شفقت، پيارَ مُحبّت ۽ سندس فن توڙي فڪر تي روشني وجهڻ لاءِ ايترا لفظ ئِي ناهن. پوءِ بہ اڪيُن مان آبُ هارِيندي، سندس وڇوڙي تي حال آهر چند لفظ لکڻ جِي ڪوشش ڪيان ٿو.

نِينهن ۾ ناچاق آهيان دوستو!
تنهن ڪري غمناڪ آهيان دوستو!
پيار، "گُل"، رونقَ، هوائُون، روشني
مان وفا جو واڪُ آهيان دوستو!
(سائِين مقصُود گُل)

پيارو پيارو، منڙو منڙو ماڻهُو، مُحبّتُون ڏِيندڙ ڏاهو ذات ڏٽي، رتيديري جِي سُونهنَ، علمِي، ادبِي ادارو، سنڌ ڌرتِيءَ سان پيار ڪندڙ هر ڪنهن ماڻهُوءَ سان ۽ اُستاد عطا مُحمّد "حامِيءَ" سان پيار ڪندڙ اُن جو شاگرد. سُهڻو سادو سَباجهو اُستاد. سائين قاضِي مقصُود گل صاحب! سندس اوچتي وڇوڙي، رتيديري جي ماڻهُن سان گڏ پُورِيءَ سنڌ جي اديبن جو جِيءُ جهوري ڇڏيو آهي. سائِينءَ جي وڇوڙي جِي خبر، جنهن جتي ٻُڌِي، اُهو اُتان روئندو اچِي جنازي نماز ۾ شرِيڪ

ٿيو. اهو سائينءَ جو پيار هيو محبّت هئي، قُرب هيو "گُل" جي خوشبوءِ هئي، جيڪا سائين پنهنجي حياتيءَ ۾ ونڊيندو ورهائيندو هو.

سائين هڪ سخي ، سخنور، دل جو صاف، نيڪ انسان ۽ انسان ذات سان پيار ڪندڙ ماڻهو هو. سائين جنهن سان به ملندو هو ته پاڪر پائي، منڙي چُمي ضرور ڏيندو هو. سائين جنهن سان به مليو هوندو، اُن شخص کان سائينءَ جو پيار وسري نه سگهندو.

دُعا آهي ته سائينءَ کي ربّ سائين، مُحابي ميرَ مُرسلَ صہ جي، جنتُ الفردوس ۾ جڳهه عطا فرمائي ۽ سندس وارثن کي صبُر جي توفيق ڏئي. آمين!

(سومر، 16 فيبروري 2015ع)

## ڊاڪٽر فيّاض لطيف

(مُحقق، شاعر - رتوديرو


ساڄي کان کابي: احسان دانش، فيّاض لطيف، مقصُود گل ۽ عادل عبّاسي

مؤت به زندگيءَ وانگر هڪ صداقت آهي، پر ڪڏهن ڪڏهن ڪِن ماڻهن جو مؤت، اعتبار ۾ نه اچڻ جهڙو محسُوس ٿيندو آهي.

ڪجهه ڏينهن اڳ جي ڳالهه ئي ته آهي، سائين اختر حيات جي ياد ۾



مُنعقد ٿيل تعزيتي ريفرنس ۾ سائين مقصُود گل سان مُلاقات ٿي هُئي. هميشه وانگُر اُڪير سان ڳراٽڙي پائي مليا هُئا ۽ گڏجي فوٽو بہ ڪيرايا هُئاسين ۽ اڄ سندس ئي تڏي تي ويٺا آهيُون. توڙي جو پاڻ هن لمحي موجُود نہ آهي، پر الائي ڇو لڳي ٿو تہ سائين مقصُود اڄ هو اچي ڳراٽڙي پائي ملندو.

مقصُود سائين پنهنجي مزاج ۽ طبيعت ۾ محبُوب ماڻهو هو. هر ڪنهن وڏي توڙي ننڍي سان مِلڻ اهڙو، جو پائنبو تہ مُنهنجو دوست آهي.

سائين مقصُود جهڙا ماڻهُو سچ تہ مَرندا نہ آهن. بس! اکيُن کان اوجهل ٿي ويندا آهن.

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)

## زُبير سُومرو

(اديب - شڪارپُور)

سنڌ جي خُوبصُورت ادبي گُلدستي مان هڪ بيو خُوشبُودار گُل ڇڻي ويو. سچي سنڌ "ڏُور ٿيندا وڃن روز جو ڳيئڙا..." واري ڪيفيت مان پئي گُذري.

سائين مقصُود گل، نہ رُڳو خُوشبُوئن سان واسيندڙ خُوبصُورت گل هيو، بلڪ هڪ زبردست انسان بہ هو. جيڪو هڪڙيءَ ئي مُلاقات ۾ غير کي پنهنجو ڪرڻ جي فن ۾ اڳرو هو. سائين ايئن اوچتو موڪلائي ويندو، اها خبر ڪنهن کي هُئي!

سنڌ ۾ ڪيتريُون تهيُون آهن. جن جي ادبي اوسر سائين مقصُود ڪئي ۽ سائين هميشہ پنهنجيُن لکٽيُن سميت، پنهنجَن شاگردن ذريعي زندهہ رهندو.

هي درد رڳو ياسر، منظر يا خضر حيات جو نہ، بلڪ ساريءَ سنڌ جو درد آهي.

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)

## برڪت جيهو

(اديب - نئون ديرو)

مُنهنجو رُوحاني ابو مقصُود گل هميشہ لاءِ وڇڙي ويو!!!

هُن مُنهنجي رهنمائي، نثر لکڻ جي حوالي سان 1985ع کان شرُوع ڪئي، جيڪا سندس ساهہ جي سڳي ٽُٽڻ تائين جاري رهي. پوءِ اُها رهنمائي رُوبرُو هُجي، فون وسيلي هُجي، ايس ايم ايس رستي يا نياپي نڙي وسيلي هُجي، پر لاڳيتي جاري رهي. قاضي صاحب جُون ادب جي ميدان ۾ خدمتُون سندن ڪڏهن بہ وساري ڪانہ سگهندي هُو هڪ باڪمال شاعر، عالم، اديب ۽ ڪالم نويس هو. جهڙو سندس نالو سُهڻو هو تهڙو پاڻ عملاً گُلُ بہ هو. جيڪو ڪالهہ حياتيءَ جي تاريءَ مان ڇڄي ويو.

مقصُود گل صاحب سنڌي ادب جي گرنار جو سُهڻو گُل هو جيڪو هميشہ لاءِ گُلن جي لڙيءَ مان ڇڄي، مٽيءَ ماءُ حوالي ٿي ويو.

ربُ پاڪ سندس قبر کي ڪُشادو ڪندو.

قاضي صاحب جو ادب ۾ شاگرد:

برڪت جيهو

**(سومر، 16 فيبروري 2015ع)**

## علي گوهر مولائي

ٿيڻ تہ ايئن گهُربو هو تہ قاضي صاحب پنهنجي پٽر تي پاڻ اچي ها! پر افسوس! ايئن نہ ٿيو...

"جڏهن صرافن لڌيو، تُون بہ لَڌِين ها سونَ!"

**(سومر، 16 فيبروري 2015ع)**

# مور علِي "مجبُور" جلباڻِي

(سُگهڙ- مسُوديرو، تعلقو رتوديرو)

يا الله! رحمتِ رسُول الله جي حضُورَ ۾ جڳهه عطا فرمائجانءِ.
دُعا نالائق جِي منظُور ڪجانءِ!

بابِ انسانيت! اڄ توکي ڪٿان آڻيان
تُنهجا تهڪَ ڪٿان آڻيان!
جا مِلندِي هُئي مظلُومن، مرِيضن، مجبُورن کي
مرهم، اُها مهڪ ڪٿان آڻيان!

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)

# محمّد خان "مسرُور" سيال

(سُگهڙ- نئون ديرو)

اڄ نـــ اوطـــاقُـــن ۾، جـــوڳـــيُـــن ســـنـــدِي ذات
ســارَي تـنِـيـن کـي سِـڪّ مـان، رُنُـس سـارِي رات
طـلـبَ جـنِـيـن جِـي تـات، سـي لاهُـوتِـي لـڏي ويـا

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)

## پروفيسر شريف "شاد" سُومرو

(شڪارپُور)

اڄ نه اوطاقن ۾، طالب تنوارين
آديسي اُٿي ويا، مڙهيُون مُون مارين
جي جِيءَ کي جيئارين، سي لاهُوتي لڏي ويا.
(شاهه رحه)

سائين قاضِي مقصُود گل سان واقفيت تہ تقرِيباً 1981ع ڌاري ٿِي هُئِي، پر جڏهن مان 1991ع ۾ هاءِ اسڪُول رتيديري ۾ "ايڇ ايس ٽِي" ٿِي آيُس تہ ساڻن گهڻو ويجهو ٿيُس. مان هتي رتيديري ۾ ئِي رهندو هئس. مُنهنجي رهائش واپڊا اسڪارپ ڪالُونيءَ ۾ هُئِي. سائينءَ جو ادبِي ڪتابن جو دُڪان هُوندو هو جتي ڀاءُ مختار گهُمرو بہ ويهندو هو ۽ اسان بہ اُتي ڪچهرِي ڪندا هُئاسِين. سائِين مُون تي خاص طور تي وڏو مهربان رهيو. سندس سِڪَ جو سوز سدائِين رهندو.

الله تعاليٰ کيس جنت الفردوس عطا فرمائي ۽ پونين کي بہ رب تعاليٰ صبرِ جميل جِي توفِيق عطا فرمائي! آمِين!

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)

## "وفا" منظُور چوهاڻ

(اديب - شڪارپُور)

اڄ تارِيخ 16 فيبروري 2015ع تي رتيديري ۾ سائِين مقصُود گل جي

مرتيي جي سلسلي ۾ تڏي تي سندس پاڙي ۾ اچڻ ٿيو آهي. رتيديري ۾ مُنهنجو اچڻ تہ اڳ بہ ٿيندو رهيو آهي. پر جڏهن بہ اچڻ ٿيو سائين مقصُود گل سان ضرُور ڪچهري ٿِي. بہ ٽي ڀيرا رتيديري ۾ ادبِي پروگرامن ۽ مُشاعرن ۾ شرڪت ٿِي. سائِين مقصُود گل هميشہ وڏي اُڪيرَ، حُبَ ۽ پُرتپاڪ نمُوني سان مليا ۽ سدائِين حسبِ دستُور شڪارپُور ۾ ادبِي پروگرامن ۽ مُشاعرن جو احوال ورتائُون.

سائِين مقصُود گل سان 1986ع کان واسطو رهيو. شڪارپُور ۾ مهراڻ ادبِي سنگت شڪارپُور پاران جڏهن بہ ڪيس پروگرامن جِي ڪوٺ ڏنِي وئِي، تہ اُن ۾ سائِينءَ جن پنهنجو پروگرام سمجِهي شرڪت ڪئِي.

مان پنهنجي ٻارڙن لاءِ ڇپايل ڪتابَ "پنهنجي ديسَ جا ٻارَ پيارا" جِي مهُورت ۽ اپياس جي صدارت لاءِ کين چيو تہ پاڻ خُوشِيءَ سان اها دعوت قبُول ڪيائُون ۽ ڀائُو مختار گهُمرَي سميت اچِي پريس ڪلب شڪارپُور ۾ اپياسِي ويهڪ ۾ ڀرپُور نمُوني سان ڪتاب تي راءِ ڏنائُون.

سائِين مقصُود گل ۽ ڀائُو مُختار گهُمرو ٻنهِي جو هڪ جوڙ هو. روهڙِيءَ ۾ هڪ طرحي مُشاعري ۾ سائِين مقصُود گل کي اڪيلو ڏسي ۽ مُون ڀاءُ مُختار گهُمري جو ذڪر ڪيِي وينُم تہ پاڻ روئِي ويٺا ۽ چيائُون تہ: "هُو مُنهنجو شاگرد نہ هو. پر دوست ۽ ساٿِي هو." ۽ واقعِي ڀاءُ مُختار گهُمرو سائِين مقصُود گل جو ٻانهن ٻيلي هو.

رتوديرو تہ ماڙيُن جي حوالي سان مشهُور هو اُهو دوُر ۽ اُهي ماڙيُون اسان ڪونہ ڏٺيوُن. پر رتيديري ۾ سائِين مقصُود گل جهڙو مڪڻ ماڻهُو ۽ مُحبّتِي انسان ضرُور ڏٺو ۽ اُن جِي مُحبّت بہ نصِيب ٿِي. رتيديري ۾ قاضِي خاندان جُون علم و ادب ۽ تعلِيم ۾ نمايان خدمَتُون ٿيل آهن. هن تاثراتي ٻُڪ جي حوالي سان اهي چند ڳالهيُون لکڻ ضرُوري سمجهيم. انشاءَ الله. تفصِيلي ذڪر ڪنهن يادگِيرين جِي تفصِيلي تحرِير ۾ ضرُور لکبو.

دُعا آهي تہ الله کيس پنهنجِي رحمت جي سائي ۾ جڳهہ نصِيب ڪندو. آمِين!

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)

## ڪماندو جلباڻِي

(صدر، جساف، رتوديرو)

موٗت، مُقدّر!!

سائِين مقصُود گل جي وڇوڙي کي قومِي وڇوڙو سمجهُون ٿا. ورِي ٻِيهر سنڌ عظِيم شاعر کان محرُوم ٿِي وئِي.

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)

## ساجد علِي امان الله ميمڻ

(نعت خُوان - رتوديرو)

سائِين مقصُود گل هڪ سچو عاشقِ رسُول ﷺ هو، جنهن جو سِينو هر وقت مدِينو رهندو هو. مُون کي فخر آهي تہ مُون کي سائِينءَ جن جِي نصِيب ٿِيندي رهِي.

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)



## سرفراز علِي مرڪياڻِي

(نعت خُوان - رتوديرو)

مُرڪندو محشر ۾ هي "مقصُود گل"، پر جيڪڏهن
هڪ طرف ڪان مُصطفيٰ ﷺ ۽ ٻئي طرف حيدر عہ هجي

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)

## الهداد جلباڻِي

(رتوديرو)

سائِين مقصُود گل صاحب جو وڇوڙو مُنهنجِي زندگِيءَ جو افسوس ناڪ لمحو ٿِي گُذريو. سائِينءَ جُون شفِيقانہ ڳالهيُون ۽ هدايت، ناصح نُڪتا، اسان جِي هميشہ سنئِين ۽ سڌِي راهہ تي هلڻ لاءِ رهنمائِي ڪندا رهندا. سائِينءَ جِي آخرِي فون اڄ بہ ڪَنن ۾ آواز ڏِيندِي رهي ٿِي.

بهرحال مؤت برحق آهي. اسان الله تعاليٰ جِي بارگاهہ ۾ دستِ بہ دُعا آهيُون تہ شال! سائِينءَ کي الله تعاليٰ، صدقي حسنين جي ۽ شهدائي ڪربلا جي پنهنجي جوارِ رحمت ۾ رکي. آمِين!

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)

# سيّد حاڪم علِي شاهہ بُخارِي

(دانشور، آثارِ قدِيمہ جو ماهر - دادُو)

ڪئِين يادگِيريُون، ڪئِين مُلاقاتُون... سڀ جهڙو خُواب!!
ادا وڏي (اُستاد بُخارِيءَ) سان سڀ ياڻُر مُحبت ڪندڙ!
سائِين خضر حيات هُجي... سائِين گُل مرحُوم هُجي... ادا منظر حيات هُجي...
اهڙي مُحبت ڪندڙ جو ڇا چئجي!!! جهڙا مائٽَ!
ياڻُو گل، ادا ڪان پوءِ بہ سندس هر ورسِيءَ تي اِيندڙ... ڇا تہ ماڻهُو هو!
هڪ شاعر... هڪ اديب... ۽ تارِيخ سان گهرو واسطو رکندڙ ساٿِي، دوست، مهربان...
مُشاعرن ۽ محفلُن ۾ وڏي خُوشِيءَ سان ڀرپُور حصو وٺندڙ...
وڏي ڏٽِيءَ هن ڪي انيڪ خُوبين سان نوازيو هو.
حقُ مغفرت ڪريس! اِنا لِلہِ وَاِنا اِليہِ راجِعُونَ

**(اڱارو، 17 فيبروري 2015ع)**



# اصغر مهيسر

(شاعر - پير جو ڳوٺ. تعلقو ڪنگري. ضلعو خيرپور)



ساڄي کان کاٻي: محمّد قاسم جلباڻي، منير سولنگي. مسڪين راشدي. نعمت الله سولنگي. سيّد رفيق امروٽي. حزب الله آءِ. سومرو. نجمہ نُور ڦُلپوٽو. عبدالرحيم "عزمي". مختار گهمرو. اصغر مهيسر. ڪرم ٽالپر. نظام زائر. وفا حاڪم وساڻ. غلام مصطفيٰ سولنگي ۽ مقصُود گل

(ريڊيو پاڪستان خيرپور جي اسٽوڊيو ۾. مشاعري جي ريڪارڊنگ کان پوءِ)

## سنڌ جو محبُوب شاعر ــ سائين قاضي مقصُود گل

شاهہ صاحب چواڻيءَ تہ: "ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ منجهہ. اچي ٻُوءِ بهارَ جي..."

سائين قاضي صاحب جي شخصيت کي ڏسي. بي انتها خيالَ دل ۾ اُڀرندا آهن تہ هُو هڪ محبّتي انسان. دوستن جو دوست. مُشاعرن ۾ ڀرپُور حصّو وٺندڙ ۽ محفلن ۾ ڀرپُور مانُ ماڻيندڙ شاعر هو. انهيءَ ۾ الله پاڪ اُهي گُڻ سمائي ڇڏيا هُئا. جيڪي هڪ سُٺي ۽ پُختي شاعر ۾ هُوندا آهن. ٽي وي هُجي. ريڊيو هُجي يا سائين عطا محمّد حاميءَ جي ورسي هُجي. هر جاءِ تي مرڪي ملندڙ ماڻهو هو.

قاضي صاحب. جيڪو سنڌي ادب ۾ هڪ خال ڇڏي ويو آهي. اُهو صدين پڄاڻان بہ پرجڻ مُشڪل آهي. ڇو تہ هر هڪ انسان ۾ الله پاڪ پنهنجي صلاحيت ۽ خُوبي رکي آهي. دُنيا فاني آهي. هر ڪنهن لاءِ اهو رستو کُليل آهي. ڪُلِ نَفسٍ ذائِقَةُ المَوت



اُهو ربّ جو حڪم هر هڪ کي مڃڻو آهي.
دُعا آهي، تہ الله تعاليٰ کيس جنت الفردوس ۾ جڳهہ عطا فرمائي. آمين!

(اڱارو 17 فيبروري 2015ع)

## مهراڻ ڏامراهو

(لاڙڪاڻو)

## گُل جهڙو ماڻهو

سنڌ جي ادبي سٿ ۾ تمام گهٽ اهڙا ماڻهو هوندا، جن سان ملي پنهنجائپ ۽ سڪُون جو احساس ملندو هُوندو. سائين مقصُود گل اهڙو ئي هڪ بهترين انسان ۽ شاعر هو.

ڪير پيلا "مقصُود" سڏائي
هر ڪو گُل مقصُود تہ ناهي!

(اڱارو 17 فيبروري 2015ع)

## سيّد نُور رضوي

(شاعر - روهڙي)

سائين مقصُود گل صاحب جي وڇوڙي سان جتي سنڌ هڪ عظيم ڏاهي، شاعر، اديب ۽ دانشور کان محرُوم ٿي آهي، اُتي مان ذاتي طور هڪ مهربان،

شفِيق ۽ مُحبّت ڪندڙ ياءِ ۽ دوست ڪان بہ جُدا ٿِي ويو آهيان. مرحُوم جسمانِي طور اسان ڪان جُدا ضرُور ٿيو آهي, پر پنهنجيُن تخلِيقُن ۽ مُحبتن جي وسِيلي سان هميشہ اسان سان گڏ رهندو, بلڪ جيسِيتائِين سنڌ آهي, تيسِيتائين مقصُود گل آهي ۽ اهي ٻئِي هميشہ هميشہ رهندا, جيسيتائِين هيءَ دُنيائي رنگ و بُوءِ آهي.

دُعا آهي تہ خُداوندِ مُتعال مرحُومَ کي پنجن, ٻارهَن جي طُفيل جنتُ الفردوس ۾ جاءِ عطا فرمائي ۽ سندس پونيَن کي صبرِ جمِيل عطا ڪري. آمِين!

"نُور رضُوي" هِي ڪري ٿو اعتراف اُلفت منجهان
سنڌ ۾ شاعر گهڻا, پر ڪير ٿئي "مقصُود گل"!

(اڱارو 17 فيبروري 2015ع)

**جاويد پٺاڻ**

(ريڊيو پاڪستان, لاڙڪاڻو)

## دُنيا دم گُذر...

مرڻا اڳي جي مُئا, هُوندا سي حيات

اڪثريت سان گڏ ميسيج آيو: "غم جِي خبر - سنڌ جو شاعر, اديب, مقصُود گل لاڏاڻو ڪري ويو." سچِي سنڌ سوڳوار آهي, پر اصل ۾ اها خُوشِيءَ جِي خبر آهي.

انسان ۾ "دم" اثاثو آهي. هيءَ دُنيا دم گُذر آ. هِي ظاهر ۾ تہ وڇوڙو آ. پر اصل ۾ ميلاپ آ... راضپو آ... گڏجڻ آ... راضپي سان مِلڻ جُون واڌايُون نهن

ٿيُون. ان لاءِ قاضِي مقصُود گل جو اولاد رضا ۾ آهي؟ راضي! تہ "واڌايُون" قبُول پون! ڇو تہ دُنيا دم گُذر آ! دم گُذرِيءَ کان اڳ ۾ سندس ادبِي سرگرميُون، اولاد جِي تعلِيم، تربيت، مِلڻ جُلڻ ۾ پيار ۽ پاٻوهہ، ماڻهپي جي اُهڃاڻن مان حسِين اُهڃاڻَ هُئا. سو "دم" پڄاڻِيءَ جِي ٻولِيءَ ۾ توجهہ گهُري ٿو:

پاڻِيءَ مٿي جهُوپڙا، مُورکَ اُڄَ مَرَن
"دم" نہ سُڃاڻن، دانهُون ڪَن، مُنيُن جيان

(اڱارو 17 فيبروري 2015ع)

## گوهر گُل ڳورڙ

(سنڌِي ادبِي سنگت، راڌڻ، تعلقو ميهڙ، ضلعو دادُو)

قاضِي مقصُود گل سراپا مُحبتُن جو اڻ کُٽ سمنڊ آهي، جنهن جي مُحبّتُن، خلُوص ۽ شفقت کي ماپي نہ ٿو سگهجي. قاضِي صاحب پراون کي پنهنجو بڻائڻ جِي خُوبِي رکندڙ انسانيت جو پارکُو هو جنهن جُون شاعرِيءَ ۽ ادب جي ميدان ۾ اڻ کُٽ خدمتُون آهن. قاضِي مقصُود گل نؤجوانن کي اُتساهِيندڙ نون لکندڙن جو وڪيل، ادِيب اُستاد هو جنهن جي جسماني وڇوڙي تي سمُوريءَ سنڌ جي ساڃاهہ وندَن، ڌات ڌڻين سان گڏ آءُ بہ ان جي اولاد سان گڏ برابر جو سوڳوار آهيان. قاضِي مقصُود گل سيبتو شاعر، خوبصُورت ۽ خُوب سِيرت مُحبّتِي ماڻهُو هو. آءُ کيس شاهہ لطِيف جي هن بيت سان پيٿا پيش ڪريان ٿو:

جان جان هُئِي جيئرِي، ورچي نہ ويني
وڃي پُونءِ پيني، سارِيندي کي سڄڻين
(شاهہ)

(اڱارو، 17 فيبروري 2015ع)

## خواجہ ذوالفقار

(نيُوز ايڊيٽر، روزاني ”پاڪ سنڌ“ سکر)

## ”حاميءَ“ جي گُلَ جو وڇوڙو

سائين قاضِي مقصُود گل، سنڌ جي ناميارِي شاعر ۽ منڙي ماڻهوءَ، ڊاڪٽر عطا مُحمّد ”حامِيءَ“ جو شاگرد هو. سندس شخصيت توڙي شاعرِيءَ ۾ ساڳيو ئِي مناس هو. هُو سمُورن دوستن سان عُمريُن جِي نند وڏائِي ڀُلائي، ويجهن دوستن جيان مِلندو هو. مُون جڏهن روزانِي ”نجات“ مان ادبِي صفحو ڪيڻ شرُوع ڪيو تہ سائين مقصُود گل سان خطن ذرِيعي ويجهڙائپ تِي هُئِي ۽ مُلاقات بہ ڊاڪٽر عطا مُحمّد حامِيءَ جِي ورسِيءَ ۾ تِي هُئِي. روزاني ”پاڪ سنڌ“ جي ادبِي صفحي تائِين سائِين مقصُود گل جا لکيل پنهنجائپ وارا خطَ، سندس مُحبّتن جِي اڻ کُٽ سلسلي جو دلِيل آهن.

مُختار گهمرو مرحُوم ۽ سائِين مقصُود گل هر ادبِي محفل جِي جان هُوندا هُئا. هر ڀيري سائِين مقصُود گل سان مُلاقات کان پوءِ جڻ نئون اُتساهہ مِلندو هو. اڄ سندس وڇوڙي تي ادبِي کيتر ۾ جيڪو خال پيدا ٿيو آهي، اُهو شايد ڪڏهن بہ پرجِي نہ سگهي.

(اڱارو 17 فيبروري 2015ع)

## نماڻو صدِيق مهيسر

(سيڪريٽرِي، سنڌي ادبِي سنگت، شاخ ترڙِي مُحبّت، تعلقو ميهڙ، ضلعو دادُو)

سائِين قاضِي مقصُود گل، سنڌ ماتا جو خُوبصُورت ۽ تمام وڏو شاعر، شفِيق انسان ۽ بهترِين دوست آهي. مان اِيئن ڀيو ڀانيان ٿو تہ سائِين زنده آهي، تخلِيقُن ۾... مُحبّتُن ۾...

مُون ڏي جڏهن ميسيج آيو تہ ”قاضِي مقصُود گل صاحب وفات ڪري ويو“ تڏهن مُنهنجِي دل کي يقِين نہ آيو. مُون ياسر کان فون تي پُڇيا ڪئِي تہ سائِين ياسر ان خبر جِي تصدِيق ڪئِي. تڏهن بہ الائي ڇو دل مڃي ٿِي نہ پئِي.

سائِين مقصُود گل جِي وفات سان سنڌِي ادب کي وڏو نقصان رسيو آهي.

مُنهنجِي دُعا آهي تہ سائِين مقصُود گل کي الله سائين جنت جو ”گُل“ بڻائي. آمِين!

(اڳارو 17 فيبروري 2015ع)

## انجُم قاضِي

(شاعر - نئون ديرو)

سائِين مقصُود گل جو وڇوڙو هڪ عمر ڀر جو صدمو آهي. مقصُود گل نہ صرف مُنهنجو اُستاد هو پر هُن مُون کي پنهنجي ڀيءُ وارِي شفقت بہ ڏنِي. سائِينءَ مُون کي شاعرِيءَ جي بحر وزن کان وٺِي، زندگِيءَ جا سُهڻا گُرَ بہ سيکاريا.

سائِينءَ جِي شخصيت تمام ڪُشادِه دل شخصيت هُئي، جنهن جا ڪئين رُخ آهن، جن تي تفصِيل سان لکِي ۽ ڳالهائي سگهجي ٿو.

(اڳارو 17 فيبروري 2015ع)



## ساجد جمالِي ولد اُميد خيرپُوري

(شاعر ـ خيرپُور مِيرس)

### "گل" ويو مُرجهائِجي...

بابا اُمِيد خيرپُوريءَ کان پوءِ چاچا مقصُود گل جي وڇڙي وڃڻ جو وڏو صدمو رَسيو آهي، جيڪو درد دل ۾ گهَر ڪري ويو آهي. بابا کان پوءِ چاچا مقصُود گل مُون کان حال احوال وٺندو هو. اِيئن محسُوس ٿِيندو هو تہ ڄڻ بابا فوت ٿِي ناهي ٿيو. اسان جِي دل کي آٿت ڏِيندڙ چاچا مقصُود گل هميشہ جي لاءِ وڇڙِي ويو آهي، پر سندس مُحبّت هميشہ دل ۾ زندهہ رهندِي.

لـڏ کـڻِي هـر کـنـهـن کـي لـڏڻـو ئـو پـوي
گـهـر مـٽِـيءَ ۾ نـيـث اَڏڻـو ئـو پـوي
مـوٽَ جـي سَـڏ کـي رکِـي اکـڙيُـن مـٿـان
هِـي فـنـا جـو مـاڳُ ڇـڏڻـو ئـو پـوي
(اُمِيد خيرپُوري)

(اڱارو 17 فيبروري 2015ع)

## پروفيسر مُحمّد اسمٰعِيل "منصُور" سُومرو

(شاعر ـ ڏهرڪِي)

پنهنجي محبُوب دوست جي وڇوڙي تي ڇا لکان!
لُڙڪَ لکڻ نہ ڏين، ڪِريو پئون قلم تي!
الله تبارڪ وتعاليٰ کين پنهنجِي جوارِ رحمت ۾ جاءِ ڏي ۽ پسماندن کي صبرِ جمِيل عطا فرمائي. والسلام!



وچوڙي جو ماريل

پروفيسر مُحمّد اسمعِيل ”منصُور“ سُومرو

(اڱارو 17 فيبروري 2015ع)

## پروفيسر نظِير احمد شيخ

(اُستاد - لاڙڪاڻو)

15 فيبروري 2015ع جي سِجَ اُڀرڻ کان اڳ قاضِي قمر صاحب جو ايس ايم ايس موصُول ٿيو جنهن ۾ سائِين مقصُود گل جِي ڏکائِيندڙ خبر معلُوم ٿِي ۽ ڪُجھ وقت تائِين ڳالھ سمجھ ۾ ئِي نہ آئِي. تہ مُحبّت جي ڏهاڙي تي مُحبّتُن جا گُلَ نڇاور ڪرڻ وارو شخص اسان کان ڪِيئن موڪلائي ويو! هن ڏک جِي گهڙِيءَ ۾ مان ادا خضر حيات، منظر حيات، ياسر قاضِيءَ، ناصر ۽ نادر سان دلي همدردِيءَ جو اظهار ڪيان ٿو ۽ دعا ڪريان ٿو تہ ربُ پاڪ. مرحُوم کي پنهنجِي جوارِ رحمت ۾ رکندو.

(اڱارو 17 فيبروري 2015ع)

## باغِي بلوچ

(شاعر - رتوديرو)

سائِين قاضِي مقصُود گل جي اوچتي وچوڙي جِيءَ جهوري وڌو آهي. سائِينءَ جو وڇوڙو سنڌ ۽ سنڌِي ادب لاءِ تمام وڏو نقصان تہ آهي ئِي، پر اسان رتيديري جا نوان لکندڙ جڻ تہ لاوارث ٿِي وياسِين. هُونءَ تہ سائِينءَ سان ڪيترِيُون ئِي يادگِيرِيُون وابستہ آهن، پر اُهي ڪڏهن پوءِ پيا اوريندا سِين. مختصر اهو تہ سائِين مُون کي مُڪمَل طور تي حامِي صاحب جي هن شعر جِي

سِڻُن جيان لڳندو هو:

ڪنهن سان بہ ڪائنات ۾ ڪُلفت نہ تا رکُون
مذهب اسان جو آهہ مُحبّت. خُدا گواهہ!
(حامِي)

سائِينءَ جو ادنيٰ شاگرد
باغِي بلوچ

**(اڱارو 17 فيبروري 2015ع)**

# پُنهل قادِري پنجُوديرائِي

(اڳُوڻو ڪائُونسلر، سنڌِي ادبِي سنگت، پنجُوديرو، تعلقو رتوديرو)

قاضِي مقصُود گل سان تمام ويجهو تعلق رهيو. جيڪو وقت قاضِي صاحب نئين ديري شُگر مل ۾ رهيو، تہ آءُ بہ اُن وقت هاءِ اسڪُول نئين ديري ۾ اُستاد هئس. قاضِي قمرالدِين جي گهر يا منتار سولنگِيءَ وٽ خاص طور ادبِي ويهڪُن ۾ گهڻو وقت گڏ رهياسِين.

قاضِي مقصُود گل جِي زندگِيءَ ۽ شخصيت تي مان ڪهڙا لفظ لکان! بس! فقط ايترو چوندُس تہ هُو "ملٽِي ڊائمينشنل پرسنالٽِيءَ" جو مالڪ هو. انسان هڪُ ۽ اُن ۾ هزار خُوبيُون هُجن. اها تمام وڏِي ڳالهہ آهي، جيڪا ڏرتِيءَ جي عظِيم انسانن کي عطا ٿِي ۽ جيڪي انسانِي تارِيخ ۾ امر ٿيا ۽ لازوال زندگِي گُذارِي. پوءِ يُونءِ ڇڏِي ويا.

مقصُود گل بہ اُن امرتا جو حصو هُيو ۽ اڳتي بہ رهندو.

سنڌِي ادبِي سنگت رتوديرو ۽ سندس صالح اولاد کي نماڻو عرض آهي تہ پياري گُل جِي ڇڏِيل مِيراث (ورثي) کي ڪتابن جِي شڪل ڏين، جيڪي هميشہ زندهہ رهندا آهن.

**(اڱارو 17 فيبروري 2015ع)**



## لطِيف حيدر

(شاعر - سانگهڙ)

قاضِي مقصُود گل، لفظن کي خُوشبُوء ارپيندڙ سنڌ جو نالي وارو گُلَ جيان مهڪندڙ شاعر ۽ هڪ سُٺو انسان هو جنهن جو وڇوڙو ساڻس پيار ڪرڻ وارن لاءِ ڏکدائڪ خبر کان علاوه هڪ اهڙو صدمو آهي، جنهن کي ڪڏهن بہ وساري نہ ٿو سگهجي.

ياسر قاضِيءَ کي مان ان حوالي سان خُوشنصِيب چوندُس، جو پاڻ قاضِي مقصُود گل جهڙي مهان دل واريءَ شخصيت جا فرزند آهن. سندس خُوشبُوء ياسر قاضِيءَ جِي صُورت ۾ سڄِيءَ سنڌ ۾ مهڪندِي رهندِي، پر ادب لاءِ ڪيل سندس ڪمُ تارِيخ جو حصو ٿِي ويو.

**(اڱارو 17 فيبروري 2015ع)**

## مُحمّد پُنهل ڪُنڀار

(پريزنٽر، هاٽ ايف ايم 105.2، سانگهڙ)

سي ڏِي جوين ڏِينهن، جڏهن سجڻ سفر هلئا<br>
روئان، رهن نہ سُپرِين، آيل! ڪريان ڪِيئن<br>
مُون کي چاڙهي چِيئن، ويو وڻجارو اوهَرَي<br>
(شاهہ رحہ)

سڄِيءَ سنڌ جي جاتل سُڃاتل شاعر، ليکڪ، ڪهاڻيڪار ۽ سُٺي انسان سائين مقصُود گل جو ڪُمهلو وڇوڙو سنڌي ادب لاءِ هڪ وڏو سانحو آهي، جنهن جي پُورائي لاءِ سالَ نہ پر صديُون لڳنديُون.

درجن کان وڌيڪ ڪتاب سنڌي ادب کي ارپيندي، بهار جي رُت ۾ گُلن جي ٽڙڻ وقت هميشه لاءِ امُلهه ۽ سُندر گل ڪومائجي ويو آهي، پر هُو سندس ادبي خدمتُن، شاعريءَ "اڪڙيُون نِيل ڪنول" ۽ ياسر قاضيءَ جي رُوپ ۾ سُهڻا تحفا اربي ويو آهي، جن جِي سُرهاڻ صديُن تائين سانگيُن جا منَ مُعطر ڪندِي رهندِي.

آخر ۾ دُعا آهي ته منڙو موليٰ پاڪ کيس جنت الفردوس ۾ جاءِ عطا فرمائي ۽ سوڳوار فردن سان گڏ سمُوريءَ سنڌ کي هي صدمو سهڻ جِي همّت عطا ڪري، آمِين!

(اڱارو، 17 فيبروري 2015ع)

# عبدُالمجِيد "انجُم" سمون

(اُستاد - رتوديرو)

توريءَ ميان ميناڌرا!
مڙهيُون مُون مارين

محترم سائِين عبدالحيّ قاضِي "قائل" جي باغ، باغِيچي جي گُلن جي حُسن، خوبصُورتيءَ ۽ هُبڪار جِي ڪهڙِي تعرِيف ڪجي! جنهن جي هر گُل جو حُسن پنهنجو پنهنجو آهي. سندن فرزندن ۾ هڪ اديب، شاعر، فلسفِي، آرٽسٽ ۽ مهان اُستاد محترم قاضِي مقصُود گل جو مقام ۽ مرتبو به پنهنجو مَٽُ پاڻ هو. سندس ئِي نرسريءَ جا گُلَ ياسر، ناصر ۽ نادر (رُوبلو) سائِينءَ جي مِشن کي ڀرپُور نمُوني جارِي و سارِي رکندا. کين خُداوندِ قُدّوس، صبرِ جمِيل عطا ڪري، آمين! ۽ سائين گل صاحب جن کي خُداوندِ قُدّوس پنهنجي جوارِ رحمت ۾ رکي ۽ جنتُ الفردوس ۾ جاءِ ڏي.

(اڱارو، 17 فيبروري 2015ع)

# سيّد علِي مُحمّد شاه لکيارِي

(صحافِي - نوابشاه)

جڏهانڪر ٿيام ساڃاهه سُپيرين سِين
تڏهانڪر تِرَ جيترو ويل نه هُو وسريام
اندر رُوح رهيام سڄڻ اوطاقُون ڪري

اسان جو مهربان، پِرين پيارو سائِين مقصُود گل اسان کان هميشه لاءِ موڪلائي، ڌرتِيءَ ماءُ جي هنجَ ۾ وڃِي آرامِي ٿيو آهي.

مؤت هڪ حقِيَت آهي. انهيءَ کان انڪار ڪنهن به ڌُر يا قوم جو ماڻهُو نه ٿو ڪري سگهي.

سائِينءَ سان مُنهنجِي ساڃاهه کي ڪافِي عرصو ٿيو آهي. سندس وڏو ڀاءُ قاضِي خضر حيات نوابشاه ۾ رهندو آهي. اُتي جڏهن به مقصُود سائِين اِيندو هو ته اُتي ساڻس رهاڻيُون ٿِينديُون هُيُون. ڪڏهن ڪڏهن نوابشاهه ۾ پريس ڪلب پهچِي به درشن ڪرائِيندو هو. سائِينءَ سان ملندي مُون کي بدِين جي سُڳداسِي چانورن جِي خُوشبُوءِ ايندِي هُئِي. هُو مُون کي ميرپُورخاص جي سنڌڙِي انب جهڙو لڳندو هو. لاڙڪاڻي جي زيتُونن جهڙو ذائقو هُوندو هئس، خيرپُور جي ڪارڪُن جهڙو لڳندو هو ۽ شاهه لطِيف رحه جي شهر، ڀٽ شاهه جي اوتارن جهڙو انسان ڀاسندو هو. سندس شاعرِيءَ ۾ غصي ۽ ڪاوڙ جِي جاءِ تي سگهارا وِيچار آهن.

(اڱارو 17 فيبروري 2015ع)

# امداد رِند

(سيڪريٽرِي، سنڌِي ادبِي سنگت، شاخ نوابشاهه)

ساٿِي نہ ڏسان سَي، جي هُئَم هِئين ٿُوٽيُون
هاٽي ڪنيِن جي، وڃِي اڳڙ اُبَهان

مُنهنجيُون سائِين مقصُود گل سان ڪُجهہ مُختصر يادگِيريُون آهن. اُنهن جي آڏار تي مُون سائِينءَ کي هڪ تڏي گهڙِي جهڙِي سُپاءَ وارو انسان ڄاتو. نهايت تڏِي، منِي گُفتگُو ڪندڙ، نهايت پيارِي سُپاءَ وارو انسان اڄ اسان سان نہ آهي، پر سندن جدوجهد وارِي واٽ اسان لاءِ موجُود آهي. سائين اُنهن ٿورن ماڻهُن مان آهي، جن پنهنجي ماڻهُن ۽ ديس وارن کي ڏنو گهڻو ڪُجهہ آهي، پر اُنهن کان ورتو ڪُجهہ بہ نہ آهي. سائِينءَ جِي سمُورِي زندگِي هر حوالي سان سَقل گُذرِي آهي ۽ مان هڪ سِينيِئر يتِيم هُجڻ جي ناتي ياسر جو درد، دل جي گهرائيون سان سمجهِي سگهان ٿو. جنهن هڪ ئِي وقت هڪ بهترِين دوست ۽ شفِيق بابا جو درد پاتو آهي، جنهن جو ڪوبہ ازالو نہ آهي. ڪنهن تاج محل جي ڍَهڻ جو درد ڪا عشق ۽ مُحبت سان ٽُٻتار دل ئِي سمجهِي سگهي ٿِي، پر هاڻي اُهي حسِين يادُون ياسر لاءِ ڪنهن انمول خزاني کان گهٽ نہ آهن.

مُحبت اب نهين هوگي، يہ ڪُڇ دن بعد ۾ هوگِي
گُذر جائين گي جب يہ دن، تو اُن ڪِي ياد ۾ هوگِي

(اڱارو 17 فيبروري 2015ع)



# موليٰ بخش ڪيريو

(تعلقو دوڙ ضلعو نوابشاھ)

مُنهنجي ظاهري مُلاقات تہ سائين مقصُود گل سان نہ ٿي سگهي. پر گُل جي خُوشبُوءِ تہ گُلشن مان ٿي اچڻ وارن مان محسُوس ٿيندي آهي. سائين علي مُحمّد شاھ لڪياري سندن ڳالهيُون پچاريندو هو. تہ لڳندو هو جڻ ساڻن مُلاقات ٿي پئي ٿئي. اسان جي جڻ تہ پاڻ ۾ رُوحاني مُلاقات ٿيل هُئي. اڄ هيءَ ڏُک جي ڳالھ ٻُڌي سائين مقصُود گل جي ٻچڙن سان ڏک ۾ شريڪ ٿيا آهيُون. شل سائينءَ جي ٻچڙن کي الله سائين صبر عطا فرمائي!

دعا آهي تہ الله پاڪ، سائينءَ کي معصُومين ڪريمين جي خادميت عطا فرمائي ۽ سندن درجات بُلند فرمائي. آمين!

**(اڱارو 17 فيبروري 2015ع)**

# اخلاق انصاري

(ڪهاڻيڪار - لاڙڪاڻو)

سائين مَقصُود گل سان هڪ مُحبّت ۽ عزت جو رستو هو. هُو اسان وٽ لاهوري مُحلي ۾ بابا سائينءَ وٽ اڪثر ايندو هو. اُن دؤر ۾ سندس ٻاراڻي شاعريءَ جو هڪ بهترين ڪتاب آيو هو. سائين انتهائي پيارو ۽ معصُوم ماڻهُو... ۽ هڪ خُوبصُورت شاعر...

هڪ خال... ادب ۾... هڪ خال اسان جي زندگيءَ ۾ بہ رهجي ويو.

**(اربع، 18 فيبروري 2015ع)**



# مُختيار جاگيراڻي

(لاڙڪاڻو)

سائين مَقصُود سان مُحبّت ۽ عزت جو رستو هو. لاڙڪاڻي جي اڪثر ادبي پروگرامن ۾ مُلاقاتُون ٿينديُون رهنديُون هُيون. بلڪل سباجهو انسان هو. هڪ چوڻي آهي تہ: "زندگي موت جي تياري آهي"، پر ڪامياب اُهي انسان آهن، جيڪي اهو گُر سمجهي وڃن تہ ڪيئن مَرڻ گهُرجي.

سائين جنهن قافلي جو مُسافر هو اُن قافلي جا اڪثر ماڻهو اهو گُر سمجهي ويندا آهن.

الله تعاليٰ کيس جوارِ رحمت ۾ جاءِ ڏيندو.

(اربع، 18 فيبروري 2015ع)

# غلام شبّير سمون

(راڄي - لاڙڪاڻو)

محترم ادا مقصُود گل جو وڇوڙو مُنهنجي لاءِ مُون مٿان ڪڙڪيل ڪنهن وڄُ وانگر هو. 1986ع ڌاري مُنهنجي پهرين آڊيو البم ۾ ادا مقصُود گل صاحب جو سرجيل قومي گِيت اڄ بہ مُون کي ياد آهي: "سنڌ آهي پاڪ ڌرتي، سنڌ کي سجدو ڪبو..." اُن بعد مُنهنجي ٻئي البم ۾ ادا جو گِيت "ساري دُنيا جي مٺ ڪدن ڪان مٺي، تُنهنجي اکڙين جو مٺ ڪدو آهي" بہ اُن ڪئسيٽ جو شاهڪار گِيت هو. مان سائِينءَ کي پنهنجائپ مان "ادا" چوندو هئس ۽ ادا مُون کي پيار مان "فنڪار" سڏيندو هو.

شال پنجتن جي مُحبن منجهہ هُوندو. ادا جا لکيل نوحا بہ تمام گهڻا پُرسوز آهن. ادا جي اولاد بہ مُون کي ادا جيان ويجهو گهُرندي آهي.

نيازمند

(اربع، 18 فيبروري 2015ع)



## Ameer Bukhsh Khan Bhutto

(Leader, Sindh National Front)

A great loss to Ratodero and Sindh. He will always be remembered and missed.
May Allah (SWT) rest his soul and give his saviors the strength to bear the loss.

(اربع، 18 فيبروري 2015ع)

## مدد علِي منگِي

اسان جو پيارو سائِين مقصُود گل صاحب هن فانِي دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو آهي. سندس وڇوڙي تي اسان کي بي حد دلِي صدمو رَسيو آهي. ساڻس جڏهن به مُلاقات ٿِيندِي هُئِي، تڏهن ننڍ وڏائِيءَ جي فرق کان سواءِ مُون کي ۽ مُنهنجي دوستن کي پنهنجي اڻ مٽي پيار سان نوازِيندا هُئا.

ڏٽِيءَ در دُعا آهي تہ الله پاڪ سائِين مقصُود گل کي جنت الفردوس ۾ اعليٰ مقام عطا فرمائي. آمِين!

سائِين مقصُودگُل جو هڪ پرستار

(اربع، 18 فيبروري 2015ع)

## سلمان علي ميراڻي

اُها رات تمام مشڪل سان گُذري، جنهن رات مُون کي پنهنجي پياري ۽ ياءُ جيان سارِيندڙ دوست ياڱُو ناصر گل فون تي روئيندي اطلاع ڏنو ته: "بابا سائين هن فاني جهان مان هليا ويا." تقريباً رات جا 3:00 ڪن ٿيا هُئا. مُنهنجي پيرن هيٺان جڻ زمين نڪري وئي، ڇو جو سائينءَ سان مُحبّت به تمام گهڻي هُئي ۽ آءُ سندس پرستار به هُئس. سائين هڪ برک ليکڪ، هڪ بهترين اُستاد ۽ پيار ڏيندڙ پروانو هو. هڪ فقيري طبيعت جو بادشاهه هو. سائينءَ جن جي وڇڙ سان هڪ وڏو خال پيدا ٿي ويو آهي، جنهن جو پُرجڻ تمام مُشڪل آهي.

الله تعاليٰ سائينءَ جن کي جنت الفردوس عطا ڪري.

سائين مقصُود گُل جو هڪ پرستار

(اربع، 18 فيبروري 2015ع)

## غلام مُصطفيٰ گهانگهرو

(پاڪستان پيپلز پارٽي، رتوديرو)

سائين مقصُود گل صاحب اسان جي شهر جو هڪ بهترين اديب ۽ شاعر هو جنهن جي وفات سان اسان جي شهر ۾ شاعريءَ جو وڏو خال پيدا ٿيو آهي.

الله تعاليٰ سائينءَ جن کي جنت الفردوس ۾ جڳهه عطا فرمائي. اسين شهر واسي ۽ پاڪستان پيپلز پارٽي سڄي باڊي سائينءَ جي لاءِ دُعاگو آهيُون. اسين سندس خال کي شدّت سان محسُوس ڪيُون ٿا. سائين هميشه اسان جي دلين ۾ رهندو. آمين!

(اربع، 18 فيبروري 2015ع)

# اشرف زمان پير چندامي

(ڊپٽي جنرل سيڪريٽري، شاهه لطيف فائونڊيشن، پٽ شاهه - پير چندام، ضلعو شڪارپور)

مؤتَ! پوئي شلَ! مارَ! ماري وئين مورَ
هينئڙي جن جي هورَ سي سڄڻ تو سوگها ڪيا

مُون محترم سائين مقصُود گل صاحب کي 1980ع ۾ هاءِ اسڪُول رتيديري ۾ "لطيف ڏي" جي تقريب ۾ ڪمپيئرنگ ڪندي ڏٺو جنهن محفل جي صدارت قبلہ اُستاد بُخاري ڪري رهيو هو ۽ اُستاد بخاريءَ کي بہ ان تقريب ۾ پهريون دفعو ڏسڻ ٿيو هو.

مُون باقاعدي شاعري 1983ع کان شرُوع ڪئي تہ نومبر يا ڊسمبر 1983ع ۾ رتيديري هاءِ اسڪُول ۾ سائين مقصُود صاحب طرفان ٿي ڪوٺايل ڪنهن ادبي پروگرام ۾ ساڻس مُلاقات ٿي، جتي مُون سائين سرڪش سنڌي مرحُوم، سائين گُل حسن گوپانگ "شاد" ۽ ٻيا ڪافي نالي وارا نوان توڙي پُراڻا شاعر ڏٺا. نوَن ۾ منثار سولنگي ۽ اياز جاني بہ اُتي ٿي مُنهنجا دوست بڻيا. مُون جڏهن زندگيءَ ۾ پهرين پهرين ڪنهن شخصيت تي لکيو هو تہ اُهو محترم سائين مقصُود گل صاحب تي ٿي مقالو لکيُم. جيڪو تن ڏينهن ۾ روزاني "پُڪار" سکر ۾ شايع ٿيو هو.

سائينءَ سان تمام ويجهڙائي هُئي. ڪُجهہ عرصو مُنهنجي ادبي لڏي کان ڪناره ڪش هئڻ سبب سائينءَ سان آخري مُلاقات واري ڏينهن جو ياد ڪونهي. مقصُود صاحب درگذر ڪرڻ وارو، ٿڌي طبيعت جو مالڪ، شاعريءَ جي سُٺي ڄاڻ رکندڙ هو. هُو مُنهنجو هم مذهب (مُرشد لطف رحہ وانگر انسان پرست ۽ انسانيت پرست) هو. بغير خوشامد ۽ وڏاءَ جي چوان ٿو تہ رتيديري يا

پرپاسي ۾ هاڻي ڪو شاعر هُوندو پر سائِين مقصُود گل نہ هُوندو يا اُن جهڙو نہ هُوندو.

فخر ۽ خُوشي آهي تہ هُن سندس پويان ٽئِي لائق فرزند ڇڏيا. خصُوصاً مُنهنجو فخريہ شاگرد ياسر. نہ رڳو سڄيءَ سنڌ ۾ پنهنجي سُڃاڻ پاڻ بڻيل آهي، بلڪ مقصُود صاحب جن جو ادبي ورثو بہ سنڀالِيندڙ آهي. ناصر ۽ نادر بہ سندن ناياب فرزندن وانگر محسُوس ٿيا. مُنهنجي وشواس ۾ سائِين مقصُود هڪ نہ بلڪ هاڻي 3 مقصُود گل آهن، جن مان هر گُل، مقصد وارو ۽ پنهنجِي الڳ خُوشبُوءِ رکي ٿو. هي سائين مرحُوم قاضِي عبدالحيّ "قائل" جو لڏو آهي، جيڪو ادبِي لڏي ۾ وڏو ۽ اهم اُهڃاڻ رکي ٿو. مُون "قائل" صاحب جُون شفقتُون ۽ رهاڻيُون بہ وساريُون ڪونهن. مُنهنجِي دُعا آهي تہ رب العلمِين هن چمن ۽ چمن جي سيني گُلن کي نکارَ ۽ سنوارَ ۾ رکي. آمِين!

دعاگُو

اشرف زمان پِير چنڊامِي

(اربع، 18 فيبروري 2015ع)

# وهاب جروار

(ليکڪ. صحافِي - خانواهہ. لڳ نئون ديرو)

والد مُحترم سائِين قاضِي مقصُود گل جو وڇوڙو مُنهنجي رُوحانِي والد جو وڇوڙو آهي. پيارِي ياسر قاضِيءَ، ناصر ۽ نادر سان گڏ آءُ بہ يتِيم ٿي ويو آهيان. سائِين مقصُود گل مُون کي پنهنجي ٻچن وانگر ئِي پائِيندو هو. هُو پنهنجن ٻچڙن وانگر ئِي مُنهنجي لاءِ فڪرمند هُوندا هُئا. مان ڪُن مجبُوريُن سبب سائِينءَ جن وٽ نہ اچِي سگهندو هئس تہ پاڻ فون ڪري، نياپا موڪلي نہ اچڻ

جو سبب معلُوم ڪندا هُئا ۽ مُنهنجِي ناچاقِيءَ جِي صُورت ۾ پاڻ مُنهنجي ڳوٺ خانواهہ اچِي مُون مٿان پنهنجِي شفقت جو هٿ ڦيرائِيندا هُئا. مُون سائِينءَ کي انتهائِي معتبر شاعر، اديب ۽ مُحقق سان گڏوگڏ هڪ انتهائِي معتبر ۽ اعليٰ انسان طور بہ ڄاتو. جيڪو رتيديري ۾ پنهنجي پاڙي ۾ رهندڙدِيواني ۽ مستاني نؤجوان کي بہ ياڪُر پائي، سائنس پنهنجي شفقت ۽ مُحبّت جو اظهار ڪندا هُئا.

سائِين مقصُود گل صاحب پنهنجي نالي وانگر ئِي گُل هُئا. پر اهڙا گُلَ، جنهن پنهنجي آسپاس پڻ گُلَ ئِي ڇڏيا ۽ گُلن وانگُر عارضِي نہ. پر دائمِي خُوشبُوءِ ڇڏي ويا، جيڪا هميشہ دائم ۽ قائم رهندِي.

**(خمِيس، 19 فيبروري 2015ع)**

# قاضِي منظُور

(شاعر - لاڙڪاڻو)

محترم مقصُود گل قاضِي صاحب مرحُوم جي لاءِ ڪُجهہ لکڻ شايد مُون جهڙي طفلِ مڪتب جي لاءِ مُشڪل ئِي نہ پر، نامُمڪن آهي. هن خاندان پاران ڪيل ادبي ۽ سوشل خدمتُن جو ڪاٿو لڳائڻ مُشڪل آهي. هن خاندان جي سينِي فردن، جيترِي سچائِيءَ ۽ محنت سان پنهنجو پاڻ نيايو آهي ۽ نيائِيندا رهن ٿا، اهڙو مثال ڪنهن ٻئي خاندان ۾ ملڻ مُشڪل آهي. سائِينءَ جن سان ڪجهہ ڏِينهن اڳ سندس پياءُ جي انتقال تي مُلاقات ٿِي هُئِي، جيڪا سائنس آخرِي مُلاقات ثابت ٿِي. مُون کي هنن وٽان وڏِيڪ پِرائڻ جو موقعو نہ ملِي سگهيو.

دُعا آهي تہ رب العلمِين کين جنت الفردوس ۾ جڳهہ عطا فرمائي. آمِين!

**(خمِيس، 19 فيبروري 2015ع)**

## ڊاڪٽر مُحمّد انور شيخ

(چائلڊ اسپيشلسٽ - لاڙڪاڻو)

اِنا لِلِہِ وَانا اِليہ راجِعُونَ

محترم قاضِي مقصُود گل مرحُوم جو وڇوڙو ادبِي سنگت جو عظِيم وڇوڙو آهي. قاضِي صاحب جُون خدمتُون هميشہ ياد رکيُون ويندِيُون. سائِينءَ جن جِي ادب سان سچائِي، سندس ذاتِي نيازِ ۽ نوڙتَ اسان کان نہ وسرندِي. اسان جِي دُعا آهي تہ الله تعاليٰ کين جنت الفردوس ۾ جڳهہ عطا فرمائي ۽ سندس خاندان کي هن نُقصان کي برداشت ڪرڻ جو حوصلو عطا فرمائي. آمِين!

(خمِيس، 19 فيبروري 2015ع)

## شاهد حمِيد چانڊيو

(مذهبِي اسڪالر - لاڙڪاڻو)

اِذا اَصَابَتهُمۡ مُصِيبَةٌ قالُو اِنا لِلهِ وَ اِنا اِليہ راجِعُونَ اَفان مِتَّ فَهُمُ الخٰلدُونَ

پنهنجِي زندگِيءَ ۾ ٻہ ڀيرا سائِين محترم قاضِي مقصُود صاحب سان مُلاقات ٿِي. انسان کي جنهن بُلندِيءَ تي هُجڻ گهُرجي، مُون سائِين قاضي صاحب کي ايئن ئِي ڏٺو. هڪ دردمند شفِيق ۽ فرشتہ صفت انسان... خُدا مُحمّد وآلِ مُحمّد جي صدقي سائِينءَ جن جِي مغفرت ۽ سائِينءَ جن جِي اولاد کي صبر جِي توفِيق عطا فرمائيندو. آمين!

(خمِيس، 19 فيبروري 2015ع)



## سجّاد مِيراڻِي

(شاعر - پريالوء)

دلــــدار وڏي شـــئـــي آ
هـــا! پـــيـــار وڏي شـــئـــي آ
مـــاڻـــهُـــو تـــہ مـــتِـــيءَ جـــو آ
كـــردار وڏي شـــئـــي آ

سائِين مقصُود گل هڪ بهترِين ڪردار ۽ اخلاق جو مالڪ هو. هُو هڪ ڪلمُک انسان، سيني سان پيار ڪندڙ ۽ مُحبّتي ماڻهُو هو. هُجي بہ چو نہ!؟ چوتہ هُو شاگرد بہ هڪ مُحبتي ماڻهُوءَ يعني ڊاڪٽر عطا مُحمّد حامِيءَ جو هو. مُون سائِينءَ جو والد محترم قاضِي عبدالحيٌ "قائل" پڻ ڏٺو جيڪو پڻ هڪ پيار ڏِيندڙ انسان هو.

سائِين مقصُود گل مُون سان جڏهن بہ مِلندو هو تہ چوندو هو: "مُون کي پُورِيءَ سنڌ مر بہ مُلان وڻندا آهن. هڪ جوهر بروهِي، ٻيو سجّاد مِيراڻِي!"

شال الله سائِين مقصُود گل کي پنهنجِي جوارِ رحمت ۾ رکي. آمِين!

**(خمِيس، 19 فيبروري 2015ع)**

## ڊاڪٽر چيتانند پنجواڻِي

(رتوديرو)

اج نـــہ اوطـــاقـــن ۾، طـــالـــب تـــنـــوارِيـــن
آديسِـــي اُٿـــي ويـــا، مَـــڙهـــيُـــون مُـــون مـــارِيـــن
جي جِيءَ کي جيـئـارِيـن، سـي لاهُـوتـي لـڏي ويـا.

هر دلعزيز، مُسڪرائيندڙ نماڻو ۽ نهنو اج جو اديب، اسان جي ننڍپڻ جو



ساٿي، قاضي مقصُود گل نيٺ هينئر اسان کان نظرِي طور دُور ٿي ويو. ياد اچي ٿو تہ 1956ع جو دؤر هو جڏهن بئي هڪڙي ئي بئنچ تي ويهي مرحُوم سائين ڏتل شاهہ وٽ پهريون درجو سنڌي پڙهندا هئاسين. ان زماني کان ويندي 1966ع، ڏهين درجي تائين گڏ هئاسين. ايتري قدر جو اسڪُول ٽائيم کان پوءِ رات تائين مُنهنجو وقت سائينءَ جي گهر ۾ ساڻس گڏ گُذرندو هو. اُتي گهر ۾ پڙهڻ سان گڏ راند وغيره بہ ڪندا هُئاسين. اڱڻ وڏو هيو، اتي بال بيٽ يا ريڪيٽ گُڏي کيڏندا هئاسِين. سائين وڏي مرحُوم قاضي عبدالحيّ صاحب جن کي مينهن پالڻ جو شوق هُوندو هو، جيڪا پڻ اڱڻ ۾ نهيل مخصُوص جاءِ ۾ بيٺي هُوندي هئي. ادا وڏو خضر حيات صاحب 1958ع ڌاري تڏهن جي حاڪمن ايُّوب خان، ذوالفقار علي ڀُٽي ۽ ٻين جا چِتر هٿ سان ٺاهي تيار ڪندو هو. ايئن لڳندو هو جڻ اها 3 فُوٽ پني تي تصوير ڪئميرا سان نڪتل آهي.

ورانڊي ۾ اٽڪل 4 فُوٽ اُوچو اوائلي فونوگرام هُوندو هو. گهڻائي پراڻا ريڪارڊ پيا هُوندا هئا. ان فوني تي روزانو ڪجهہ ٽائيم موسيقي ٻُڌندا هئاسين. ادي حسينہ بہ هُوندي هئي، جيڪا پڻ گهر جي ڪم ڪار ۾ والده سان مدد ڪندي هئي. مطلب هٿن کي طاقت نہ آهي، جو مقصُود سان گڏ گذاريل سڄو بالڪپڻو هن ڪاغذ تي لکي سگهان.

پيارو اختر حيات بہ تڏهن اڃا ننڍڙو هيو. بس ربّي حُڪم سان اهو بہ تازو ئي رحلت ڪري ويو، جنهن کي پڻ تمام ٿورو عرصو ٿيو آهي، تہ مٿان هيءَ غمگين شام ڪڙڪِي آئِي. الله سائين سندن رُوح کي سُکي رکي ۽ سيني پونئيرن کي انهن ڪاپارِي ڏکن سهڻ جِي شڪتي بخشس عطا فرمائي. (آمين!)

ادا وڏو خضر حيات صاحب، منظر حيات، ناصر حيات، ياسر حيات ۽ سيني ٻين پيارن سان آءُ برابر جو شريڪِ غم آهيان.

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)

## عبدالغفور سُومرو

(راڳي - سکر)

مُنهنجو رتيديري سان تمام گهڻو پراڻو ۽ ننڍپڻ وارو تعلق آهي. هن شهر جي ۽ سنڌ جي نامور شاعر ۽ آرٽسٽ. سائين قاضي مقصُود گل جو وڇوڙو نهايت ڏکوئيندڙ آهي. مُنهنجي دُعا آهي ته الله سائين کيس جنت ۾ جاءِ عطا فرمائي. آمين!

**(جمعو 20 فيبروري 2015ع)**

## شبّير احمد مؤج کوسو

(ادبي تنظيم "سُخن سرائي"، جيڪب آباد)

سائين مقصُود گل قاضيءَ جي شخصيت جو هن دُنيا مان لڏي وڃڻ هڪ ڏک ڏيندڙ واقعو آهي. الله شال جنت الفردوس ۾ جاءِ عطا ڪريس!

ادبي تنظيم "سُخن سرائي"، جيڪب آباد. سندس پونئيرن سان ڏک ۾ برابر جي شريڪ آهي.

سچي سنگت رکڻ وارو هيو، مقصُود گل قاضي
وجهي ياکر ملڻ وارو هيو، مقصُود گل قاضي
قضا کان هو جُدائيءَ جو مُقرر ڏينهن هڪڙو، پر
جُدائي ڪٽ ڪرڻ وارو هيو، مقصُود گل قاضي!

**(ڇنڇر، 21 فيبروري 2015ع)**



## عزيز بلال بروهي

(شاعر - لاڙڪاڻو)

باجهارِي ٻولِيءَ جو ئِي اعليٰ عجيب گُل آ
"قائل" جي ئِي نسل جو اعليٰ اديب گُل آ

مقصُود گل سُخنوَر، سچّو آ بامُروّت
علم و ادب جِي جنهن ڪئِي، سارِي ڄمارَ خدمت
سنڌِي ٻولِيءَ جِي جنهن ڪئِي آ خُوب آبيارِي
لکڻيُن مان اُن جي هردم آهي ملِي حقِيقت

مقصُود گل ڪيو آ ڌرتِيءَ سان پيار هردَم
جڳ ۾ رهيو اُنهِيءَ جو اعليٰ وقار هردَم
اُلفت ونڊِي، ورهائِي سارِيءَ ئِي سنڌ ۾ هُنَ
ورڪا ڪئِي پئي گُل ليل و نهار هردم

(سُومر، 23 فيبروري 2015ع)

## عاشق چانڊيو

(شهدادپُور)

اڄ پنهنجي پيارَي، باجهارَي سائين مقصُود گل جِي وفات جو ٻڌِي مُون کي تمام گهڻو دلِي ڏک ٿيو. سائِينءَ جهڙا ماڻهو صديُن ۾ پيدا ٿِيندا آهن.

(سُومر، 23 فيبروري 2015ع)



# عبدالرؤف آخُوند عرف رؤف ڀَٽِي

(نُمائندو روزاني "جنگ" تُربت، ڪيچ مَڪران)

سائِين مقصُود گُل سان مُنهنجو رُوحاني رشتو هو. مان جڏهن به ساڻن مُلاقات ڪندو هُئس، ته مُنهنجو اِيمان تازو ٿِيندو هو. هُونءَ به عالم جِي صُحبت ۾ رهڻ سان وڏو فائدو آهي. سائِين مقصُود گل صاحب جن عالم، اِديب، مُحقق ۽ داناء هُئا. مان جڏهن به ڳوٺ اِيندو هئس، ته رتيديري ضرُور هئس. پاڻ پيار ڪرڻ وارا انسان هُئا. قرب به ڏِيندا هُئا.

مُون جڏهن اها خبر سنڌِي چينل تي پڙهي ته قاضِي مقصُود گل هن فاني دُنيا مان لاڏاڻو ڪري ويا آهن، ته سچ پچ اِيئن لڳو ڄڻ مُنهنجو مُربّي ياءُ مُون کان وڇڙِي ويو هجي! ان مهل سندس فون نمبر تي رابطو ڪيُم ته سندس فرزند ياسر قاضِيءَ فون تي ان خبر جِي تصدِيق ڪئِي. مان پاڻ مليريا سبب بِيمار هئس. اُن ڪري اچ دُعا لاءِ پهتُس ته سندن فرزند نادر علي موجُود هئا.

الله پاڪ قاضِي مقصُود گل صاحب کي جنت ۾ جاءِ ڏي اسان هميشه قاضِي مقصُود گل صاحب ۽ اُن جِي اولاد لاءِ دُعاگُو آهيُون.

(آچر، 22 فيبروري 2015ع)

# ڊاڪٽر مُحمّد علي ”مانجهي“

(شاعر، آثارِقدِيمہ جو ماهر ـ ٽنڊو)



ساڄي کان کابي: ڊاڪٽر نواز علي ”شوق“، مقصُود گل ۽ ڊاڪٽر مُحمّد علي ”مانجهي“

سائين مقصُود گُل جو ايئن وڇڙي وڃڻ... سچ پچ تہ اعتبار ئي نہ پئي آيو! پر ان راهہ کان ڪو انڪار ڪري ئي نہ ٿو سگهي!

سنڌي ٻوليءَ جو خُوبصُورت ۽ سگهارو شاعر، اديب، مُحقق، مُترجم، عالم ۽ اُستاد، مقصُود گل هڪ اهڙو شخص هو، جيڪو انهن سيني خُوبين سان گڏ هڪ باڪردار شخص هو ۽ سدائين مُحبّتون ۽ خلُوص ڏيندو رهيو. آءٌ جڏهن بہ ساڻس مليُس ۽ ڪچهري ڪئي، تڏهن ڪانئُس ڪانہ ڪا ڳالهہ ضرُور سِکي. منجهائُس سدائين ڪنهن ڇپر، ڇانوَ ۽ سُرهاڻ جو احساس ٿيو.

هن شاعريءَ سان گڏوگڏ اُستاد حاميءَ ۽ شيخ اياز جو ترجمو ڪيو، جنهن جو سنڌي ادب ۾ خاص مُقام آهي.

سچ پچ تہ هي خاندان ئي اهڙو آهي، جيڪو جڻ تہ هڪ خُوبصُورت گُلدستو آهي، جنهن مان سائين مقصُود گل ڇِڻي / وڇڙي ويو. سنڌ ۽ سنڌي ٻولي کيس سدائين ياد رکندي.

(سومر، 23 فيبروري 2015ع)

## اعجاز احمد لغاري

(صدر پي پي پي تعلقو رتوديرو- ڳڙهي خُدا بخش خان ڀُٽو)

سائين قاضي مقصُود گُل جن جي وڇوڙي تي ڏاڍو افسوس ۽ صدمو رسيو. سائينءَ جن جي شخصيت رتيديري سميت سڄيءَ سنڌ ڌرتيءَ لاءِ ڏاڍي اهميت واري هُئي. سندن خدمتُون سنڌ لاءِ ادبي سنگت لاءِ ساراهه جوڳيُون آهن.

الله تعاليٰ کيس جنت الفردوس ۾ جڳهه عطا فرمائي. آمين! ۽ پوئيرن کي سندس وڇوڙي کي برداشت ڪرڻ جي همت عطا فرمائي.

اسان جُون دُعائُون ۽ ساٿ سائين قاضي صاحب مرحُوم جي خاندان سان هميشه گڏ رهندو.

## ڊاڪٽر عبدالهادي سُرهيو

(تعليمدان ۽ مُحقق- لاڙڪاڻو)

سنڌ جو سُپوت قاضي مقصُود گل صاحب اسان کان تازو وڇڙي ويو آهي، جنهن جي جدائيءَ تي نه صرف پنهنجن کي بلڪ سندس ٻين گهٽگهُرن کي به دلي صدمو پهتو آهي.

قاضي صاحب مُنهنجو هر دلعزيز دوست ۽ مُحب، مُخلص هو. الله جي مٿس بي پايان رحمت رهندي ۽ پونين کي الله تعاليٰ صبرِ جميل جي توفيقِ رفيق عطا فرمائيندو.

قاضي مقصُود گل مرحُوم نيڪ، صالح ۽ شريف انسان هو. ماشاءَ الله سندس اولاد به نيڪ صالح آهي. قوي اُميد آهي ته پاڻ ۾ پيائر کير کنڊ ٿي هلندا ۽ ايڪي اتفاق ۾ رهندا.

مان آهيان سندن صحت، عافيت ۽ خوشحاليءَ لاءِ هر دم خُواهان...

هر ڪنهن کي معلوم آهي تہ هي جهان فاني آهي ۽ مانجهانديءَ جو ماڳ آهي. تنهن ڪري هر ڪنهن کي هن جهان ۾ خيال سان هلڻو آهي. سائين قاضي مرحُوم صاحب پنهنجو وارو سُنو گذاريو ۽ پنهنجن پراون سان نيڪيءَ ۽ همدرديءَ جو برتاءُ ورتو. اميد تہ سندس پويان بہ سندس نقشِ قدم تي هلندا. آمين!

سائين مرحُوم سٺو ليکڪ ۽ اخبار ۾ ڪالم نگار هو. سُٺو شاعر ۽ اديب هو. علم، ادب جي سُٺي آبياري ڪيائين ۽ دوستن سان سُٺي دوستي ملهايائين. اها ئي سندس ڪشش آهي جو مُنهنجيءَ دل ۾ سندس لاءِ جايُون آهن ۽ هردم دعائن ۾ ياد آهي. سندس بابا سائين، مرحُوم و مغفُور "قائل" صاحب بہ مُون کي ياد آهي، جو مُنهنجو پيارو دوست هو. سندس پويان ڪهول بہ مُون کي هر دلعزيز، پيارا آهن ۽ دعائن ۾ ياد رهندا. آمين!

مرحُوم مقصُود گل جي وڇڙي وڃڻ ڪان پوءِ علم، ادب ۾ وڏو خال پئجي ويو آهي، جنهن جو افسوس رهي ٿو. الله کي سوال آهي تہ سندس ڪُٽنب قبيلي مان ڪو اهڙو سُگهڙ پيدا ڪري. آمين!

(خميس، 26 فيبروري 2015ع)

## صنعان خان قريشي

(چيئرمين، جيئي سنڌ قومي محاذ، سنڌ)

سائين مقصُود گل قاضي سنڌ جو سچو حلالي پُٽ هو. جنهن پنهنجي قلم جي ذريعي سنڌ واسين ۾ قومي شعور پيدا ڪيو. نہ فقط اهو پر سچيءَ سنڌ جي ڏکن سُورن تي سندن گهري نظر هئي. هن سچائيءَ ۽ همّت سان قلمي پورهيو ڪيو ۽ آخري گهڙيءَ تائين سنڌ ۽ ان جي ماڻهن سان نينهُن نڀايو.

(سُومر، 23 فيبروري 2015ع)

# احمد گل جُوٽيجو

(شاعر - رتوديرو)



جڏهن بہ صُوفين ۽ درويشن جي سنڌڙي غور ۽ ويچار هيٺ ايندي، تڏهن قلندر لال شهباز رحہ، شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ رحہ ۽ سچل سرمست رحہ جِي سنڌڙِيءَ ۽ ان جي جيءَ جيارن ڀاسان جي جندڙيءَ جهڙي سچيتي رُوحاني محبُوب دوست، شاعر، اديب، عالم ۽ دانشور، سُلڇڻي، منڙي ظالم انسان، مقصُود گل جو پيارو نانءُ ضرُور هر عقل ۽ قدر واري انسان جي ذهن ۾ اُڀري ايندو ڇاڪاڻ تہ مُنهنجي رُوحاني ابُوءَ مقصُود گل جي شخصيت، انوکي، نرالي ۽ گهڻ ڀاسائين ۽ سندس ڪردار، اعليٰ ڪرداريءَ جو سهڻو مثال آهي.

سائين مقصُود گل جي انوکي شخصيت ۾ مختلف لامحدُود ڪردار سمايل آهن. جيڪڏهن سائين مقصُود گل کي شاعريءَ جي خوردبينيءَ مان ڏسڻ جِي ڪوشش ڪنداسُون تہ هُو هڪ انوکو ۽ برجستو رُوحاني رمزُون سلينڌڙ سچِيلو شاعر بڻجي آڏو ايندو. هُو جيون جي سفر ۾ ٿڪجي ساهي پٽڻ جو قطعي قائل ڪونهي ۽ هلندو رهڻ سندس مُستقل مزاج ۽ اصُول آهي.

مقصُود سائين فن کي گرفت سان برقرار رکندي تصوّف جي هٿيار سان، سوچ وِيچار ۽ دل جي درخت جي رفعت کي سؤلڙائيءَ سان ڇُهي ٿو وني. هُو روايتي شاعر ناهي، روايتي صنفن ۾ لکڻ جي باوجُود جديد، مُنفرد ۽ انوکا خيال



اُجاگر ڪرڻ مقصُود سائينءَ جو نرالو ڪمال آهي. جيڪڏهن گل سائينءَ کي شاعر، اديب ۽ صُوفيءَ جي حيثيت ۾ ڏسندا سين تہ هُو هڪ سادي ۽ سچي صُوفيءَ سان گڏوگڏ لفظن جو جادُوگر ۽ عملي ساڌُو نظر ايندو. هن جي وڇوڙي تي هنن سٽن کان سواءِ ٻيو ڇا چئجي:

"حامي" تياسُون دُور نظر کان تہ ڇا ٿيو
دل کان اسان کي دُور رکي ڪير تُو سگهي

(سُومر، 2 مارچ 2015ع)

## آصف نظاماڻي

(خيرپُور)



سائين قاضي مقصُود گُلَ جو وڇوڙو منهنجي لاءِ ٻِڻُ وڏو ڏُکُ کڻي آيو آهي. درازا ۾ سچل سائين جو ميلو هُجي يا ڳوٺ سوهو ڪناسرا ۾ حامي صاحبَ جي ورسي، سائين جِتي بہ مليو نهايت شفقتَ ۽ پيارَ سان مليو. سائين جي ڪِتابَ جي ڪمپوزنگ جي ذميداري جڏهن مونکي ملي تہ اِنَ سلسلي ۾ اڪثر سائينءَ سان فون تي ڳالهہ ٻولهہ ٿيندي هُئي. سندس شفيق لهجو ۽ رهنمائي ڪرڻ وارو ورتاءُ منهنجي لاءِ زندگيءَ ۾ هميشہ يادگار رهندو. دُعا آهي تہ رب سائين قاضي مقصُود گل صاحب کي جنة‌الفردوس ۾ جڳهہ عطا ڪري ۽ سندس گهر ڀاتين کي هي وڏو غم سهڻَ جي توفيق عطا ڪري.

## عاجز رحمت الله لاشاري

(صدر، سنڌ سگهڙ لوڪ ادب سنگت)

### اعليٰ سگهڙ جو، اڻ مُندائتو وڇوڙو

سنڌ، سُگهڙ، سُونهن، حرف مڙيوئي هيڪڙو
اُنهن سان ورُونهن، جنهن رکي، سو رهبر ٿيو

دنيا جي عظيم سرزمين، سنڌ جي خُوشبُودار مٽيءَ مان جن عظيم مُفڪرن، مُحققن، مُعلمّن، اديبن ۽ دانشورن جنم ورتو انهن ۾ سائين قاضي مقصُود گل صاحب گهڻ پاسائين اعليٰ پائي جي شخصيت هو. مُنهنجِي ساڻس پهرين ۽ آخري مُلاقات، وفاقي اردُو يُونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي طرفان ڪوٺايل "پهرين قومي لوڪ ادب ڪانفرنس" جي موقعي تي 6 فيبروري 2015ع تي ڪراچيءَ ۾ ٿي، جتي قاضي صاحب جن لوڪ ادب جُون نج صنفُون پيش ڪري، هڪ اعليٰ پائي جي سُگهڙ هجڻ جو ثبُوت ڏنو هو.

سُگهڙن کي مُنظم ۽ مُتحد ڪرڻ واري هن مرحلي ۾ سائين قاضي مقصُود گل جو وڇوڙو، سنڌ جي قومي لوڪ ادب لاءِ ڌڪو آهي، جنهن تي سُور سلڻ لاءِ سٺُون ساٿ نٿيُون ڏين.

بس! انهن لفظن سان ئي اُن کي خراج پيش ڪجي ٿو تہ هُو زندهہ هيو، زندهہ آهي ۽ زندهہ رهندو.

(اڱارو، 3 مارچ 2015ع)



## ارشاد علي عرضائي (سُگهڙ)

(اڳُوڻو مرڪزي جُوائنٽ سيڪريٽري، سنڌ سگهڙ لوڪ ادب سنگت،
سنڌ بلوچستان)

مــــؤت! شـــل مـــارَ پـــوئِـــا!
گـهـوٽ ڪـيـئـي گـهـائـي چـڏيـئـا!

محترم سائين مقصُود گل قاضي صاحب اعليٰ پائي جو شاعر، سُگهڙ ۽ ڏاهو هو. سائينءَ جن جو وڇوڙو هڪ وڏو خال آهي، جنهن جو پورجڻ وڏو ڏکيو مرحلو آهي.

اسان جِي ڪيس دعا آهي تہ الله پاڪ مرحُوم کي پنهنجي جوارِ رحمت ۾ جڳهہ ڏئي ۽ پونئيرن کي صبرِ جميل عطا ڪري. آمين!

(اڱارو 3 مارچ 2015ع)

## خير مُحمّد "آزاد" جلباڻِي

(ڳوٺ احمد خان جلباڻي، ديهہ طيب، تعلقو رتوديرو)

### "او ڪُونجَ! قطاران ولر ڪان وڇڙي وئي"

سنہ 1961ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪُول رتيديري جي ڪلاس ڇهين "بِي" جي ڪلاس رُوم ۾ بئنچن تي اسين شاگرد وينا پڙهِي رهيا هئاسين، تہ اسان جي محنتي ۽ ماهر ڊرائنگ استاد سائين قاضي عبدالحيّ "قائل"

سرشاريءَ صاحب جن هڪ خُوبصُورت سُوٽ پهريل پنهنجي ٻئي نمبر پُٽ قاضي مقصُود حيات کي ڇهين جماعت ۾ داخلا وٺرائي. اسان جي ڪلاس ۾ ٻين شاگردن سان گڏ بئنچ (ڊيسڪ) تي پڙهڻ لاءِ ويهاريو. انهيءَ وقت کان اسان ڪلاسي شاگردن ۽ دوستن جي ساٿس واقفيت ٿيندي وئي.

قاضي مقصُود حيات پڙهڻ، لکڻ ۽ ڊرائنگ ۾ هوشيار ۽ محنتي هو. هٿ اکر به سُهڻا موتيءَ داڻا هُوندا هئس. ڪلاسي دوست سندس عزت ڪندا هئا ۽ هُو به اسان دوستن جي گهڻي عزت ڪندو هو. چهري تي سدائين مُرڪ هُوندي هئس. مقصُود دوستن جو پيارو دوست هو.

1966ع ۾ مئٽرڪ جي امتحان کان پوءِ سيني دوستن هڪ ٻئي سان ياڪُر پائي، گورنمينٽ هاءِ اسڪُول رتيديري کي خدا حافظ ڪيو. پوءِ جڏهن مُنهنجي ۽ قاضي صاحب جي ڪٿي نه ڪٿي مُلاقات ٿي ويندي هئي، ته سڪ ۽ پيار سان ملندا هئاسين ۽ گهڙي پلڪ گفتگُو حال احوال به ڪندا هئاسين. قاضي گهراڻو مالي شاهُوڪار ڪونه هو پر غريب قدردان گهراڻو هو ۽ دل جو سخي ۽ مهمان نواز ڪٽنب هو. اوطاقن تي آيل دوستن ۽ مهمانن جي وس آهر خدمت ضرُور ڪندا هئا ۽ ان ڏس ۾ ڪنجُوس ڪونه هئا.

ادبي گهراڻي هجڻ ڪري، قاضي مقصُود حيات صاحب کي شرُوع کان ئي سنڌي ادب سان گهڻو چاهه ۽ مُحبت رهي. ادبي ڪچهرين ۾ ضرُور حاضري ڏيندو هو. انهيءَ ڪري پنهنجو ادبي تخلص "گل" رکيائين ۽ پوءِ "قاضي گل" جي نالي سان مشهُور ٿي ويو.

پنهنجي سِر سان قاضي گل صاحب جن جي جڏهن به ڪٿي مُلاقات ٿيندي هئي ته گهڻي عزت ۽ مهمان نوازي به ڪندو هو. موڪلائڻ مهل ڪوئي نه ڪوئي ادبي ڪتاب يا اخبار سُوکڙيءَ طور ڏيندو هو. مُلاقات وقت آءٌ کيس چرچو ڪندي چوندو هوس: "مُکڙِي آهين يا گل؟" ته مُسڪرائيندو خوش ٿيندو ۽ ٺهڪ ڏيندو. کلي ياڪُر پائي ملندو هو.



هاءِ! اُها کهڙي ڪراچيءَ شهر ۾ 14 فيبروري 2015ع، 11 لڳي رات جي لڳ ڀڳ واري گهڙي هئي، جنهن اسان جو ننڍپڻ جو دوست "گل"، اسان دوستن کان هميشہ لاءِ ڇنهي ڌار ڪري ڇڏيو. قاضي گل جي زندگيءَ تي ڪيترو لکان ۽ ڪيترو روئان، پر قلم توڙي اکين جا لُڙڪ بس ڪونہ ٿيندا.

**(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)**

## نصير احمد فقير چنّا

(گهوٽڪي)

محترم قاضي مقصُود گل ظاهري طور تہ اسان کان وڇڙي ويو آهي، پر پنهنجين لکڻين ۾ هميشہ امر رهندو. قاضي صاحب باڪمال ليکڪ، ڪُهنہ مَشق شاعر، نامور اديب ۽ مُحقق هو. سندن شمار سنڌ جي اهم ذاهَن ۾ ٿئي ٿو.

هڪ ذات رُني بيو ذانءُ رُنو، هن تنهنجي وڇوڙي تي.
هڪ رات رُني بيو ڏينهن رُنو هن تنهنجي وڇوڙي تي.
اڄ محفل هئي مهمان نہ هو، مهمان تہ ڇا ماندڻ نہ هو.
هڪ ماتِ رُني بيو ماڻُ رُنو. هن تنهنجي وڇوڙي تي.
هڪ سُور اندر ڪي ڳاري ٿو، ۽ وِرهُہ اسان ڪي ماري ٿو.
هڪ سارَ رُني بيو قلب رُنو هن تنهنجي وڇوڙي تي.
هڪ ڏينهن ڏکيو گذري نہ پيو. اوتار اهو وسري نہ پيو.
هڪ رمز رُني بيو راز رُنو، هن تنهنجي وڇوڙي تي.
هڪ وقت عجب سڀ تي ايندو، جيڪو آيو سوئي ويندو.



هڪ اک بہ رُني ہيو خيال رُنو هن تنهنجي وڇوڙي تي.
هڪ ڏاهپ جو انمول اسم، بس سرد ڏنو تنهنجو هي جسم،
هڪ دِل بہ رُني ہيو مان بہ رُنو هن تنهنجي وڇوڙي تي.
هڪ ماڻڪ موتي داڻو هو، جو سڄي دنيا ۾ سياڻو هو
هڪ سِيا رُني ہيو جڳ بہ رُنو هن تنهنجي وڇوڙي تي.
هڪ روح جو راڻو قاضي هو، مقصُود مثالي ماضي هو،
هڪ سنگت رُني ہيو سنگ رُنو، هن تنهنجي وڇوڙي تي.
هڪ نينهن نصير مليو نرمل، هي ياد ڪندس پيو چنا هر پل،
هڪ پريت رُني ہيو پيار رُنو هن تنهنجي وڇوڙي تي.
هڪ فقير فرق نہ ڪرڻو آ، هر ڪنهن کي نيٺ تہ مرڻو آ،
هڪ جند رُني ہيو جهان رُنو هن تنهنجي وڇوڙي تي.

## رحمت پيرزادو

(شاعر - ڪراچي)

توڙي جو ياسر جي بابا سائينءَ، يعني اسان جي ٽِي بابا سائينءَ سان ڪا تفصيلي مُلاقات نہ رهِي، مگر مُحبتن جو اهو رشتو سدائين ساڻن پري پري کان احترام جِي صُورت ۾ قائم رهيو. افسوس ان وقت ٿيو جڏهن بابا سائين اسان کان بنا موڪلائڻ جي هليا ويا. ڪاش! هڪ پلَ جِي وِٿي ملي ها، تہ هڪ ڀڳمي ياڪُرَ سان ان احساس کي ساهہ سان سانڍجي ها، مگر ڇا ڪجي!! اها آس فقط آس ئِي رهجِي وئي!

الله سائين ياءُ ياسر کي صبر ڏئي!

(سُومر، 9 مارچ 2015ع)

# امجد حُسين شاهہ

(پروڊيُوسر، پاڪستان ٽيليويزن، ڪراچي)

سائين مقصُود گل صاحب سان مُنهنجِي نيازمندِي گذريل گهٽ ۾ گهٽ 12 ـ 10 سالن کان آهي. بطور پروڊيُوسر، پِي ٽِي وِي ڪراچي، سائينءَ جن مُنهنجي پيش ڪيل ڪافي مُشاعرن ۾ شرڪت ڪئي. مُنهنجي بابا سيّد نُور رضوِيءَ سان سائينءَ جو تعلق پيءُ پُٽ وارو رهيو آهي ۽ ياسر قاضيءَ سان مُنهنجو تعلق پڻ ساڳيو آهي. تنهن ڪري مان اهو چئي سگهان ٿو تہ سائين مقصُود گل صاحب مُنهنجي لاءِ مُنهنجي پِيءُ وانگر آهي ۽ سندن وڇوڙو مُون لاءِ تمام ڏک وارو آهي.

پاڻ تمام وڏا عالم، اديب، شاعر، مُحقق ۽ استاد تہ هئا ئي، پر سندن شخصيت ۾ منڪسراڻپ، پيار، شفقت ۽ پنهنجائپ پڻ بي مثال هئي.

پروردگار مُحمّد وآلِ مُحمّد صہ جي صدقي سندن درجات بلند ڪري ۽ جنت الفردوس ۾ ابدي جڳهہ عطا فرمائي ۽ سندن پونئيرن، ساٿين، دوستن، خاندان وارن کي سندن وڇوڙي جو صدمو برداشت ڪرڻ جِي سگهہ عطا فرمائي. آمِين!

(سُومر، 9 مارچ 2015ع)

# غلام مُصطفيٰ سولنگي

(پروڊيُوسر، پاڪستان ٽيليويزن، ڪراچي)



ساڄي کان کاٻي: غلام مصطفيٰ سولنگي، مقصُود گل ۽ ساحر راهُو

هڪ شاعر ۽ ڏاهي اديب جي طور تي سائين مقصُود گل سان تعلق پنهنجيءَ جاءِ تي، پر ذاتي حوالي سان سائينءَ سان مُنهنجو ڏاڍو ويجهو گهرو ۽ پنهنجائپ وارو تعلق رهيو. مان پنهنجي ادبي پنڌ ۾ مقصُود گل کي دل جي حُضُور سان پنهنجو رهنما سمجهندو آهيان. هُن وِڪ وِڪ تي مُنهنجِي رهنمائي ڪئي ۽ خطن وسِيلي مُنهنجيُن ڪچيُن ڦڪيُن لکڻين جِي اصلاح ڪئِي ۽ لاڳيتو رابطا رکيا.

مان جڏهن ريڊيو خيرپُور تي هيس، ته مُنهنجي سڏ کي مانُ ڏيندي هر مُشاعري ۽ ادبي پروگرام ۾ شامل ٿيندا هئا. اهو سلسلو مُنهنجي پِـي ٽِـي وِيءَ ۾ اچڻ کان پوءِ به جارِي رهيو.

مُون کي پاڻ ڏاڍو پيائيندا هئا ۽ اولاد وانگر سمجهندا هئا. هر پيري جڏهن به ڪراچيءَ اِيندا هئا، ته مُلاقات ڪبِي هئي ۽ هر مُلاقات ۾ ڪانئن ڪُجهه نه ڪُجهه سکي وٺندا هئاسِين.

سائين مقصُود گل اسان جي دلين ۾ ۽ رُوح ۾ هميشه زنده رهندو. هُو هڪ جاکوڙي ۽ پورهيت ليکڪ ۽ شاعر هيو. سندس پورهيو سنڌي ادب جِي تارِيخ جو هڪ بي مثال باب آهي.

(سُومر، 9 مارچ 2015ع)



## مُبشر احمد نُونارِي

(سائينءَ جو شاگرد - رتوديرو)

سائين مقصُود گل سنڌ جو عظيم شاعر هو. جنهن جي شعر چوڻ جو انداز سڄيءَ سنڌ ۾ نرالو هو. پاڻ سنِي سِير ت جو مالڪ ۽ نهايت سچّو انسان هو. سندس والد سائين عبدالحيّ "قائل" به هڪ سچو ۽ مُخلص انسان هو جيڪو مشهُور شاعر هئڻ سان گڏ استاد پڻ هو. پاڻ سڄِي عُمر مُستقبل جي معمارن ۾ علم جِي روشني ڦهلائڻ ۾ مصرُوف رهيو.

سائين مقصُود گل به پنهنجي والد جي نقشِ قدم تي هلندي 10 اپريل 1995ع تي رتيديري ۾ عبدالحيّ قاضي ماڊل اسڪُول جو قيام عمل ۾ آندو. ادب جي ميدان ۾ سائين مقصُود گل پنهنجي زندگيءَ ۾ 10 ڪتابن جا مُصنف بڻيا.

هُو اسان جا اُستاد هئا ۽ استاد جي حيثيت سان هُنن هميشه سچّ ڳالهائڻ جي عادت کي همٿايو ۽ ڪُوڙ کي نِنديو. هُو پڙهائڻ وقت اسان جي مُرجهايل چهرن کي مُسڪراهٽ ۾ تبدِيل ڪري ڇڏيندا هئا.

## سيّد واجد گِيلاني

(گهوٽڪِي)

نالي واري مُحقق ۽ اِديب سائين قاضِي مقصُود گل جُون ادبِي ڪوششُون ۽ ڪاوشُون تذڪره، تارِيخ جِي حيثيت سان هميشه قائم رهنديُون. جن سان اِيندڙ نسلن کي پنهنجِيءَ تهذِيب ۽ تمدّن جو پتو پوندو. قاضي صاحب جي وڇوڙي کي وَڏُ محسُوس ڪندي پنهنجي والد سيّد اظهر گِيلانيءَ جو هِي بيت



پيش ڪريان ٿو:

بي بقا دُنيا جو "اظهر"! هِي بہ هڪ آهي مثال
عُمر گهٽ تصوِير کان ٿِي صاحبِ تصوِير جي

## عنايت عارباڻِي

(رتوديرو)

قاضِي خاندان جُون رتيديري لاءِ علمِي، ادبِي، تورِي تعلِيمي خدمتُون ڪنهن کان بہ ڳُجهيُون ڪونهن. جيڪي ماڻهُن کي زمانن تائِين ياد رهنديُون. سائِين قاضِي مقصُود گل جي اوچتي لاڏاڻي تي رتيديري جي ادبِي ڪاروهنوار ۾ خال پئجِي ويو آهي. سائِينءَ سان مُنهنجِي هٿ جوڙڻ وارِيءَ واٽ کان وڌيڪ پنهنجائپ هُئِي.

آءٌ علم، ادب ۽ تواريخ جي ادنيٰ شاگرد جِي حيثيت ۾ قاضِي صاحب کي هِيءَ پيٽا پيش ٿو ڪريان:

"گل مقصُود" هُيو يارو! ماڻهُو مَٽيادارُ
علم، ادب ۾ رهڻو آهي، سندس ناماچار
قاضِيءَ جو ڪردارُ، روشن رهندو راڄَ ۾

(سُومر، 9 مارچ 2015ع)



# مقصُود گل جي ياد ۾ منعقد ڪيل تعزيتي ريفرنس ۾ گڏجاڻيون

(ڪارروايُون ۽ اکين ڏٺا احوال)



## ريڊيو پاڪستان لاڙڪاڻي پاران منعقد ٿيل تعزيتي ريفرنس






ريڊيو پاڪستان لاڙڪاڻي پاران، مقصُود گل صاحب جي ياد ۾اربع، 18 فيبروري 2015ع تي منجهند جو 12:00 لڳي، ريڊيو پاڪستان لاڙڪاڻي جي ٽِي اسٽُوڊيو ۾ هڪ تعزيتي ريفرنس جو اهتمام ڪيو ويو. هن ريفرنس جي صدارت سنڌي ٻوليءَ جي نالي واري مُحقق، ڊاڪٽر بشير احمد "شاد" ڪئي، جڏهن تہ مُک مهمانن ۾ سنڌي ٻوليءَ جو سُهڻو شاعر، عبدالغفار "تبسّم"، ناميارو شاعر ۽ مُحقق، سرمد چانڊيو ۽ مقصُودگل صاحب جو وڏوَر پُٽ، ياسر قاضي شامل هئا. مهمانن سان اسٽيج تي ميزبان جِي حيثيت سان ساٿ نڀائڻ لاءِ



ناميارو شاعر ۽ ريڊيو پاڪستان لاڙڪاڻي جو اسٽيشن ڊائريڪٽر، مختيار ملڪ وينو. جڏهن تہ هن تعزيتي ريفرنس جي ڪارروائي ناميارين شاعر ۽ مُحقق، ڊاڪٽر احسان دانش هلائي.

مُنڍ ۾ مُحمّد صديق سُومري ڪلام پاڪ جي تلاوت ڪئي. ريفرنس جي آغاز ۾ مقصُود گل جي آواز ۾ سندس پڙهيل شاعريءَ جي رڪارڊنگ ٻُڌرائي وئي، جيڪا ريڊيو پاڪستان لاڙڪاڻي جي ئي اسٽوڊيو ۾ 27 جُون 2013ع تي ريڪارڊ ٿيل هڪ مُشاعري منجهان چُونڊي وئي هُئي. تنهن بعد سينيئر پروڊيُوسر، علي مُراد ٽانوريءَ آيل مهمانن کي آجياڻو پيش ڪيو.

هن تعزيتي ريفرنس ۾ جن شاعرن اديبن ۽ دانشورن، مقصُود گل صاحب کي پنهنجن لفظن جو خراج پيش ڪيو تن ۾ مُشتاق بخاري، رياضت ٻُرڙو، احمد علي صابر چانڊيو، ڊاڪٽر فيّاض لطيف، امام راشدي، ڊاڪٽر بدر ڏامراهو، مختيار سمون، مختيار ملڪ ۽ ٻيا شامل آهن. سرمد چانڊيي چيو تہ: "وقت کي ڪير روڪي نہ ٿو سگهي. هن زندگيءَ جي سفر ۾ جيترو وقت بہ مان ۽ ادا گُل گڏ رهياسين، شاندار نمُوني رهياسين. قاضي عبدالحيّ قائل جو گهر، جڻ تہ مُنهنجي بابا جو گهر هو. جڏهن بہ اُن جي گهر وياسين، جڻ تہ پنهنجي گهر وياسين. انگل آرا ڪياسين... جيڪي پُورا بہ ٿيا... اهو مُحبتن جو سلسلو لفظن ۾ بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهي." ناميارين شاعر عبدالغفار "تبسّم" چيو تہ: "مُنهنجي سامهون ۾ جنهن شخص عملي طرح پنهنجيُن وِکُن سان، پنهنجي قلم سان ۽ پنهنجي لفظن سان، سنڌي ادب کي جيڪي ڪجهہ بہ ڏنو ۽ ارپيو آهي، اُهو سون سريکو آهي ۽ ان جو قدر سندس هر پڙهندڙ وٽ آهي ۽ ان جو اڃا وڌيڪ قدر وقت گُذرڻ سان سنڌ کي پوندو!" ناميارين دانشور ۽ مُحقق ڊاڪٽر بشير احمد "شاد" چيو تہ: "ان ڳالهہ تي اعتبار ئي نہ ٿو اچي تہ مقصُود گل صاحب واقعي اسان کان دُور ٿي ويو آهي. سندن وڇوڙو مُون کان نہ ٿو وسري. هُو سچ پچ تہ اڄ بہ زندهہ آهي. مُنهنجو قاضي خاندان سان 50 سالن کان بہ وڌيڪ

عرصي جو مُحبّت ۽ احترام جو رستو رهيو آهي. ان خاندان مان مُون گهڻو ڪُجهہ پِرايو آهي. سائِين قاضِي عبدالحيّ قائل سان جڏهن بہ مُلاقات ٿِيندِي هُئِي، تہ مُون کي پنهنجن ٻچن وارو پيار ڏِيندو هو." ڊاڪٽر "شاد" صاحب ان موقعي تي مقصُود سائِينءَ کي خراج پيش ڪرڻ لاءِ پنهنجو اُردُو نظم: "ڪيسي ڪهہ دُون ڪي مقصُود گُل مَر گيا. دل نهِين مانتا، دل نهِين مانتا" پڙهيو (جيڪو هن ڪتاب جي منظُوم خراج واري باب ۾ جِيئن جو تِيئن شامل ڪيو ويو آهي.)

هن ريفرنس دوران، سنڌ جي نالي وارن راڳِيُن سجڻ سنڌِيءَ ۽ الطاف سَمي، مقصُود گل جا مشهُور گِيت ڳايا. جيڪي اڳ ۾ ئي عوام ۾ انهن جي ئِي آوازن ۾ مقبُول آهن.

هن تعزيتِي ريفرنس جِي پيشڪش وسند علِي مهر ۽ خالد چانديي جِي هُئِي. پروگرام جِي نگرانِي علي مُراد ٿانورِيءَ ڪئِي. هن تقرِيب جِي سمُورِي ڪارروائِيءَ جِي ريڪارڊنگ خمِيس 19 فيبروري 2015ع تي ٻڌندڙن لاءِ نشر ڪئِي وئِي.





# سنڌي ادبي سنگت، رتيديري پاران منعقد ٿيل تعزيتي گڏجاڻي

سنڌي ادبي سنگت شاخ رتيديري پاران، مقصُود گل صاحب جي ٽيجهي واري ڏينهن (اڱاري، 17 فيبروري 2015ع تي) سيّد وريل شاهہ منزل رتيديري ۾ سندس ياد ۾ هڪ تعزيتي گڏجاڻي مُنعقد ٿي، جنهن ۾ پُنهل پنجُوديرائي، سيّد غضنفر علي شاهہ "راجا"، مشتاق بخاري، مور مغيري، گلبهار شيخ، سيف ابڙو، سيّد الطاف شاهہ "غيُّور"، ارشد شاهہ، نشاط ٿهيم، طارق نقوي، باغي بلوچ، نعيم بخاري، مؤمن سمون (جيئي سنڌ قومي محاذ جي مرڪزي اڳواڻ)، ساقي ابڙو (جوائنٽ سيڪريٽري، سنڌي ادبي سنگت، رتوديرو)، ايم. بِي. ابڙو (سيڪريٽري، سنڌي ادبي سنگت، رتوديرو)، ملهار سنڌي (جوائنٽ سيڪريٽري، سنڌي ادبي سنگت، سنڌ) ۽ ٻيا دوست شريڪ ٿيا ۽ مقصُود گل کي پنهنجن سڪائتن اُڌمن ۽ لفظن جو خراج پيش ڪيائون.

دوستن چيو تہ مقصُود گل سنڌي ادب جي اُفق جو روشن ستارو هو، جنهن جي وڇوڙي سان نہ فقط سنڌي ادب ويڳاڻو ٿي ويو آهي، بلڪ سندس اديب دوستن کان هڪ سچي سنگتيءَ جو جوڙ ٽُٽي ويو آهي. مقصُود گل نہ فقط هڪ قادرالڪلام شاعر ۽ معاشري جي ڏکن جِي نشاندهي ڪندڙ هڪ فرض شناس اديب هو بلڪ هُو هڪ سچو ادبي ڪارڪن بہ هو جنهن ڪيترين ئي ادبي تنظيمن جو بنياد بہ وڌو. سندس وڇوڙي سان جتي سڄي سنڌ اُداس آهي، اتي اهو "انقلاب جي شهر"، رتيديري جو پڻ هڪ تمام وڏو نقصان آهي.

ملهار سنڌيءَ چيو تہ قاضي مقصُود گل سنڌي شاعريءَ جي ڪلاسيڪي صنفن بيت، وائيءَ ۽ ڪافيءَ تي سهڻي انداز ۾ لکيو ۽ هن سماجي مسئلن تي بہ خُوب قلمي پورهيو ڪيو. قاضي صاحب ٻاراڻو ادب تہ آخر تائين لکندو رهيو ۽ مُون سميت رتيديري جي شاعرن ۽ لکارين کانئن گهڻو ڪجهہ سکيو. سيّد غضنفر علي شاهہ "راجا" چيو تہ قاضي صاحب جو تعلق علمي ۽ ادبي گهراڻي سان هيو. سندس تربيت بہ پنهنجي گهر ۾ ٿي ۽ هن سُنو نالو پيدا ڪيو. هن چيو تہ سندس گهراڻي سان اسان جو پراڻو تعلق آهي، جيڪو هميشہ قائم رهندو. ساقي ابڙي چيو تہ سائين مقصُود گل گهڻ پاسائين شخصيت هو. هُو شاعر ۽ اديب تہ سهڻو هيو ئي هيو، پر جاکوڙي مُحقق ۽ وڏو تعليمدان بہ هو. خاص طور سندس رتيديري شهر تي ڪيل تحقيق ۽ تعليمي خدمتُون فراموش نٿيُون ڪري سگهجن. گلبهار شيخ چيو تہ سائين "گل" هڪ انڊسٽري هو. ايم ٻي ابڙي چيو تہ مقصُود گل صاحب هڪ بهترين انسان هو. مشتاق بخاريءَ چيو تہ مقصُود گل مُخلص، آدرشي انسان ۽ مُحبتي ماڻهُو هو. پُنهل قادريءَ چيو تہ سائين مقصُود گل صُوفي رنگ ۾ رڱيل هو.

سمُورن دوستن مقصُود گل صاحب جي فن، فڪر ۽ شخصيت تي ڀرپُور روشني وڌي.



## هاٽ ايف ايم 105 ريڊيو جي صدر دفتر (ڪراچيءَ) ۾ مقصُود گل جي مغفرت لاءِ ٿيل دعا ۽ تعزيتي گڏجاڻي

هاٽ ايف ايم 105 ريڊيو جي هيڊ آفيس (واقع: شاهراهِ فيصل، ڪراچيءَ) ۾ ڇنڇر 21 فيبروري 2015ع تي منجهند جو 12:30 لڳي، مقصُود گل صاحب جي مغفرت ۽ ايصالِ ثواب لاءِ دعا ۽ تعزيتي گڏجاڻي منعقد ٿي، جنهن جي صدارت هاٽ ايف ايم 105 ريڊيو جي سرواڻ، سيّد ذوالفقار علي شاهه ڪئي. جڏهن ته هن گڏجاڻيءَ ۾ شريڪ هاٽ ايف ايم 105 ريڊيو نيٽورڪ جي ڪارڪُنن ۾ زين فوزي (فنانس شعبي جو سربراهه)، ثناء مغل (هيُومن ريسورسز شعبي جِي سربراهه)، سيّد سُمير (انتظامي شعبي جو اسسٽنٽ مئنيجر)، اسلم مورائي (خبرن واري شعبي جو سربراهه)، عاصم يُونس (آءِ ٽي شعبي جو سربراهه)، راشد خان (سيلز جي شعبي جو مئنيجر ۽ وقتي سربراهه)، سيّد اُسامه قادري (سِي ٽِي ايس شعبي جو وقتي سربراهه)، مُحمّد رضوان عبدالمالڪ (پروگرامنگ ۽ پراڊڪشن شعبي جو اسسٽنٽ مئنيجر)، مرزا هُمايُون بيگ (پريزنٽر ۽ پراڊڪشن شعبي جو ڪوآرڊينيٽر)، شعيب احمد (پريزنٽر)، مُحمّد ذيشان لوڌي (آءِ ٽِي شعبي جو اسسٽنٽ مئنيجر)، عدنان صديقي (سيلز مئنيجر)، طاهر تنوير (اسسٽنٽ سيلز مئنيجر)، عدنان آصف (اسسٽنٽ سيلز مئنيجر)، سيّد تقي عبّاس (سيلز ايگزيڪٽو)، وجاهت پاشا (ٽيڪنيڪل شعبي جو اسسٽنٽ مئنيجر)، ڪِرن ناز (نيُوز ڪاسٽر)، سائره



عصمت (نيُوز ڪاسٽر)، عثمان حُسين (ٽريني نيُوز ڪاسٽر)، سُهيل احمد شيخ (فنانس مئنيجر)، سيّد علي رضا زيدي (فنانس مئنيجر)، عبداللطيف ڪليار (اسسٽنٽ مئنيجر، ريڪوري)، ردا علي (ريسيپشنسٽ)، بابر شاهه (رائيڊر) ۽ علي اصغر (قاصد) شامل هئا، جن سڀني پنهنجي سٺ جي ساٿيءَ ۽ سينيئر براڊڪاسٽر ياسر قاضيءَ سان سندس والد، مقصُود گل جي لاڏاڻي تي تعزيت جو اظهار ڪيو.

فاتحه کان پوءِ سيّد ذوالفقار علي شاهه، سائين مقصُود گل جي لاڏاڻي کي نه رڳو ياسر قاضيءَ جو ذاتي نقصان ڪوٺيو بلڪ هڪ دانشور جي وڇڙي وڃڻ سبب، ان کي سهڻيءَ سنڌ ۽ مُلڪ جو پڻ نقصان چيو ۽ دعا ڪئي ته هن ڪائنات جو مالڪ، سائين گل صاحب جو اڳتي جو سفر ۽ ان سفر جا سمُورا مرحلا آسان ڪري

# سنڌي ادبي سنگت، ٽرڙي مُحبت پاران منعقد ٿيل تعزيتي گڏجاڻي

22 فيبروري 2015ع تي سنڌي ادبي سنگت ٽرڙي مُحبت پاران مقصُود گل جي ياد ۾، پريس ڪلب ٽرڙي مُحبت ۾ تعزيتي ميڙاڪو ٿي گذريو جنهن ۾ هيٺين دوستن شرڪت ڪري مقصُود گل صاحب جي شخصيت ۽ شاعريءَ کي لفظن جِي ڀيٽا پيش ڪئي:

نماڻو صديق مهيسر، ڊاڪٽر علي آزاد منگي، احسان زنگيجو، احمد گانئچو مسرُور پنهوَر گوهر گل ڳوڙهَ محبُوب جانوري، علي گوهر ساهڙ، احمد شاڪر، گلاب ڳن، انعام ڪوسو محبُوب جانوري، فرمان جانوري، رحمت سُومرو، جنسار علي، مسرُور پنهوَر نظام ناريجو ۽ ٻيا.



# قاضي عبدالحيّ "قائل" ادبي سنگت، رتيديري پاران مقصُود گل جي آخري آرامگاهہ تي منعقد ٿيل نعتن جي محفل



آچر، 22 فيبروري 2015ع تي فجر جي نماز کان سُنت پوءِ، ميرانجهڙي صبح کان سڄ نڪري نروار ٿيڻ تائين، مبارڪ شاهہ قبرستان رتيديري ۾، مقصُود گل صاحب جي آخري آرامگاهہ جي سيراندي کان قاضي عبدالحيّ "قائل" ادبي سنگت رتيديري پاران مقصُود گل جي ياد ۾ محفلِ نعت ٿي گذري، جنهن ۾ ساجد امان الله ميمڻ، جُواڻ "جانب" سُومري، اعجاز احمد اوڍاڻي ۽ سرفراز مرڪياڻيءَ مقصُود گل جا مختلف سهڻا نعتيہ ڪلام پڙهي صبح کي نعت جي ست رنگيءَ بهار سان سينگاري ڇڏيو ۽ آخر ۾ مقصُود گل صاحب جي رُوح کي ايثالِ ثواب لاءِ دعا ڪئي وئي.

# پيرل قنبر ساهت سنگت، لاڙڪاڻي پاران مقصُود گل جي ياد ۾ رتيديري ۾ منعقد ٿيل تعزيتي ميڙاڪو

پيرل قنبر ساهت سنگت لاڙڪاڻي پاران، رتيديري ۾ "المنظر گهر" پرسان، قاضي مقصُود گل جِي ياد ۾ تعزيتي ميڙاڪو مُنعقد ٿيو. جنهن جِي صدارت اُڀرندڙ راڳيءَ، شاعر، نثر نويس ۽ مقصُود گل صاحب جي فرزند ناصر قاضيءَ ڪئي. جڏهن تہ خاص مهمان عاشق چانديو هو. هن ميڙاڪي ۾ عزيز بلال بروهي، ڪوڙل قربدار، سميع ساجد جُوڻيجو احمد گل جُوڻيجو، جُواڻ "جانب" سُومرو، نظام الدين ڪلهوڙو، تنوير عبّاس، استعانت علي سمون، ساقي ابڙو ۽ ٻيا دوست شريڪ ٿيا، جن مقصُود گل صاحب کي لفظن جِي ڀيٽا پيش ڪندي چيو تہ ماڻهُو ڪردار جي وسيلي زنده هُوندا آهن. مقصُود گل صاحب جو ادبي قد ڪاٺ تمام وڏو هو. سائين گل، رتيديري ۽ ان جي پسگردائيءِ جي اديبن لاءِ علم ۽ ادب جي هڪ درسگاه جو ڪم ڪندڙ هئا ۽ سندن قلم سنڌ جي دردن جو حقيقي ترجمان هو. مقصُود گل صاحب نون لکندڙن کي لکڻ لاءِ همٿايو ۽ پنهنجي پويان لکڻ وارن جي تسلسل کي قائم رکڻ جي ڪامياب ڪوشش ڪئي. اڄ سنڌي ادب جي ٻرندڙ کوڙ سارن ڏيئن ۾ مقصُود گل جِي جوت نمايان طور تي نظر اچي ٿي.





## سنڌي ادبي سنگت، شاخ سولنگيءَ (تعلقي لاڙڪاڻي) پاران مقصُود گل جي ياد ۾ منعقد ٿيل تعزيتي ميڙ

ڳوٺ سولنگيءَ (تعلقي لاڙڪاڻي) ۾ قائم سنڌي ادبي سنگت شاخ سولنگيءَ پاران سائين مقصُود گل جي سارُوڻين کي سارڻ ۽ ونڊڻ لاءِ، ڇنڇر 7 مارچ 2015ع تي هڪ تعزيتي ميڙاڪو منعقد ڪيو ويو. جنهن جي صدارت ناميار قلمڪار ۽ سنڌي ادبي سنگت جي اڳوڻي ضلعئي رابطہ سيڪريٽريءَ غلام حسين ٻگهيي ڪئي.

هن تعزيتي ريفرنس ۾ مقصُود گل جي يادگيرين کي اوري ڪيس لفظن ۽ جذبن جو خراج پيش ڪندڙ قلم ڌڻين ۾ منظُور سولنگي، ڪوڙل قربدار، رضوان چانديو عزيز بلال بروهي، تنوير عبّاس، نويد عبّاس، اختيار سيال، عبدالستار ڪوريجو ۽ مشتاق ڪلهوڙو شامل هئا.

دوستن پنهنجا ويچار ونڊيندي چيو تہ "گل" پيار ۽ پاٻوهہ جو ٻيو نالو هو جيڪو ويندي ويندي سنڌ کي روئاري ويو. هو انسانيت جي اعليٰ گُڻن جو مُجسّمو هو ۽ پنهنجي شخصيت ۾ انجمن جِي حيثيت رکندو هو. سندس شاعريءَ ۾ سنڌ ڌرتيءَ جو درد سمايل آهي. سندس شخصيت کي فراموش نہ ٿو ڪري سگهجي. دوستن چيو تہ هُو انسانيت جو شاعر هو ۽ سچ پچ تہ گُل هو جيڪو پنهنجيءَ خوشبُوءِ سان سنڌ سنواري ويو.



# سنڌي ادبي سنگت، سنڌ (مرڪز) پاران مقصُود گل جي ياد ۾، ناليج سينٽر لاڙڪاڻي ۾ منعقد ٿيل تعزيتي ريفرنس

سنڌي ادبي سنگت سنڌ (مرڪز) پاران، آچر 8 مارچ 2015ع تي ناليج سينٽر لاڙڪاڻي ۾ نالي واري شاعر، مقصُود گل جِي ياد ۾ تعزيتي ريفرنس منعقد ڪيو ويو جنهن ۾ نالي وارن شاعرن، اديبن، مُحققن، سنڌي ادبي سنگت جي ڪارڪُنن ۽ عهديدارن وڏي انگ ۾ شرڪت ڪئِي ۽ سنڌ جي هن سجِيلي شاعر کي پنهنجن لفظن ۾ اُڌمن جو خراج پيش ڪيو.

هن تقرِيب ۾ مقصُود گل صاحب کي ڀيٽا پيش ڪندڙ اديبن ۽ ليکڪن ۾ ڪامريڊ ڪرِيم بلوچ، انعام "آزاد" لاڙڪ، ادا قاضِي، جانب سُومرو، ستّار هُليو، ايم ٻي ابڙو، ساقِي ابڙو، احمد گل جُوڻيجو ڪامل "امداد" جتوئي، شفِيع مُحمّد شاد، انجُم قاضِي، عزِيز قاسماڻِي، عادل اختر، بقاءَ الله بوزدار، اختر ڀيا، ڪوُڙل قربدار، ڊاڪٽر مُنوّر ڪيهر، ناياب سرڪش سنڌِي، خالد چانڊيو ۽ ٻيا شامل هئا.

هن ريفرنس کي خطاب ڪندي سيّد غضنفر علي "راجا" شاهه چيو تہ: "مقصُود گل جهڙا شاعر ورلي پيدا ٿِيندا آهن." مقصُود گل جي فرزند، نادر گل قاضِيءَ چيو تہ: "بابا مقصُود گل جِي گذاريل زندگِي اسان جي لاءِ مشعلِ راهہ

آهي. هُن جو اسان اولاد سان دوستاڻو روّيو رهيو."

سنڌي ادبي سنگت ضلعي لاڙڪاڻي جي رابطہ سيڪريٽري جيئل اوڏ چيو تہ: "مقصُود گل هڪ مهان شاعر ۽ ناميارو نثر نويس هو. سندس شعري پورهيو، خُوبصُورت شاعريءَ جو اعليٰ نمُونو آهي." ان موقعي تي پروفيسر جام جماليءَ، مقصُود گل جو نظم "چنڊ ۽ نينگري" جو انگريزي ترجمو پيش ڪيو ۽ پريتم قاضيءَ، مقصُود گل کي منظُوم پيتا پيش ڪيا ۽ گڏوگڏ نامور شاعر عبدالحڪيم "ارشد" جو تعزيتي خط پڻ پڙهي ٻڌايو.

سنڌي ادبي سنگت ضلعي قنبر جي رابطہ سيڪريٽري، عبدالقادر جاگيراڻيءَ چيو تہ: "مقصُود گل هڪ دؤر جو آواز هو. هُو هڪ ناميارو عالم ۽ مُحقق هو. سندس ادبي خدمتُن تي تحقيق جي ضرورت آهي."

سنڌي ادبي سنگت جي جوائنٽ سيڪريٽريءَ ملهار سنڌيءَ چيو تہ: "مقصُود گل هڪ اُستاد شاعر ۽ جديد سنڌي شاعريءَ جو خُوبصُورت حوالو هو. سندس شاعريءَ ۾ مٽيءَ جي خوشبُو محسُوس ٿئي ٿي. هُو ڌرتيءَ جو شاعر هو. هن مارشلائي دؤر ۾ بہ سنڌ لاءِ وڏي واڪي شعر چيا." سينيئر شاعر سرمد چانڊيي چيو تہ: "رتيديري جي قاضي خاندان جُون سنڌ ۽ سنڌي ادب لاءِ وڏيُون خدمتُون رهيُون آهن. مقصُود گل سنڌي شعر وادب جو روشن سِجُ هو. سندس سمُوري زندگي سنڌي ٻوليءَ توڙي ادب جي خدمت ڪندي گُذري."

نالي واري آرٽسٽ ۽ ڪاشيگر، قاضي خضر حيات چيو تہ: "مقصُود گل هڪ جاکوڙي شاعر هو. دردن کي حُسناڪين سان ڀرپُور لفظن جو رُوپ ڏيڻ جو ماهر هو. هُو اداري جي حيثيت رکندڙ انسان هو. وطن ۽ قوم لاءِ هُن وٽ وڏو درد هو. هُن جو فن توڙي فڪر، ٻئي اعليٰ آهن."

ناميارو مُحقق ڊاڪٽر بشير احمد "شاد" چيو تہ: "مقصُود گل جو وڏو قلمي پورهيو آهي. هُو مُحبّت جو پيڪر هو. ساڻس پُراڻي نيازمندي هئي. هُو هڪ مٽيادار انسان ۽ لفظن جو جادُوگر شاعر هو."



هن ريفرنس کي صدارتي خطاب ڪندي، سنگت جي اڳُوٽي مرڪزي سيڪريٽري جنرل ۽ سينيئر شاعر، ڊاڪٽر ذُوالفقار سيال چيو تہ: "مقصُود گل اسان جو همعصر نالي وارو شاعر هو. هُو هڪ پُر خلُوص انسان، وطن دوست ۽ روشن خيال شاعر هو. سندس شخصيت گهڻ پاسائين هُئي. هُو علم، ادب ۽ ڏاهپ جو خزانو هو. سندس وڇوڙي سان هڪ وڏو نقصان ٿيو آهي. هُو ٻارن لاءِ بہ زندگيءَ جي آخري گهڙين تائين لکندو رهيو. هُو هڪ الڳ ٽلڳ ۽ نرالي لهجي جو شاعر هو."

هن تعزيتي ريفرنس ۾ مقصُود گل ۽ صادق فقير لاءِ فاتحہ خُوانِي پڙهي ڪئِي وئِي.





# سنڌي ادبي سنگت، سنڌ شاخ نوابشاهه پاران مقصُود گل جي ياد ۾، ايچ. ايم. خوجه آڊيٽوريم، نوابشاهه ۾ منعقد ٿيل تعزيتي ريفرنس

**هو جو گل ـ گلاب، ڇالي وڪري ويو،**
**گلشن اجڙي ويو، ڪنڊا جيون ـ پاند ۾!**

قاضي مظفر حيات

محترم سائين، سانئڻ

السلام عليڪم

جيئن ته سنڌ جو نامور ۽ بيباڪ شاعر، نثر نگار، ڪالم نويس، نقاد، اديب ۽ محبتي انسان، **سائين قاضي مقصود "گل"** محبت واري ڏهاڙي تي وڇوڙي جو روڳ ڏئي هميشه لاءِ اسان کان جدا ٿي ويو جنهن جون حسين، خوبصورت ۽ خوشبودار يادون، محفلون، ڪچهريون ۽ ملاقاتون جي روپ ۾ هميشه زنده جاويد رهنديون. سنڌي ادبي سنگت شاخ نوابشاهه پنهنجي هن مهراڻ جي موتي، سائين قاضي مقصود گل کي لفظن جي ڀيٽا پيش ڪرڻ لاءِ هڪ **تعزيتي گڏجاڻي** رکي وئي آهي جنهن ۾ اوهان جي شرڪت اسان لاءِ حوصلي جو احساس ۽ سنڌ جو سبب بڻبي.

**سماءُ**
تاريخ 15 مارچ 2015ع

10:00 بجي صبح

02:00 بجي

**هنڌ:**
**ايچ ايم خوجه آڊيٽوريم**
**نوابشاهه**

**پاران**
امداد رند سيڪريٽري
0301-3416714
**پريتم قاضي**
0333 7753811-0300 3225288



سنڌي ادبي سنگت سنڌ شاخ نوابشاهه پاران، سڪندر آرٽ گئلري

نوابشاھ جي سھڪار سان، آچر 15 مارچ 2015ع تي منجھند جو 12:00 لڳي، ايڇ. ايم. خوجھ آڊيٽوريم نوابشاھ ۾ سنڌ جي سھڻي شاعر، مقصُود گل جِي ياد ۾ تعزيتي ريفرنس منعقد ڪيو ويو جنھن جِي صدارت نالي واري اديب ۽ علامھ اقبال اوپن يُونيورسٽي، اسلام آباد ۾ قائم نيشنل انسٽيٽيُوٽ آف پاڪستان اسٽڊيز (NIPS) جي اڳوڻي ڊائريڪٽر، ڊاڪٽر حيدر سنڌيءَ ڪئي. جڏھن تہ خاص مھمانن ۾ مقصُود گل جو وڏو ڀاءُ ۽ سنڌ جو ناميارو چترڪار ۽ ڪاشيگر، قاضِي خضر حيات، مقصُود گل جو ننڍو ڀاءُ ۽ سُھڻو شاعر ۽ مُصوّر، قاضِي منظر حيات، مقصُود گل جو وڏو پُٽ ياسر قاضِي، سنڌي غزل جو سُھڻو شاعر، ساحر راھُو سِينيئر شاعر، ڪؤڙل قربدار ۽ نؤجوان شاعر رسُول بخش رضا ڏاھري شامل ھُئا.

الله سائينءَ جي پاڪ ڪلام جِي تلاوت سان ھن تعزيتي ريفرنس جِي ڪارروائِيءَ جِي شرُوعات ٿِي. شرِيف ڀِٽيءَ تلاوتِ ڪلامِ پاڪ ڪرڻ جِي سعادت حاصل ڪئِي. جنھن بعد مقصُود گل صاحب جي رُوح کي ثواب پھچائڻ لاءِ فاتحہ خُوانِي پڻ ڪئِي وئِي. مسعُود خاصخيلِيءَ، پنھنجي سُرِيلي آواز ۾ شاھ جِي وائِي ڳائِي ۽ ريفرينس جِي ڪارروائِيءَ جي دؤران مختلف وقتن تي شيخ اياز ۽ حافظ مُحمّد بخش خاصخيلِيءَ جو ڪلام پڻ پنھنجي سُھڻي آواز ۾ ڳائي ٻڌايو.

ھن تعزيتي ريفرنس ۾ مقامِي توڙي ٻين شھرن کان کِھي آيل شاعرن، اديبن، مُحققن، ادب دوستن ۽ مقصُود گل سان پيار ڪندڙن، جھجھي انگ ۾ شرڪت ڪري، سنڌ جي ھن محبُوب شاعر کي پنھنجن جذبن جو خراج پيش ڪيو.

ھن تقرِيب ۾ مقصُود گل صاحب کي ڀيٽا پيش ڪندڙ اديبن ۽ ليکڪن ۾ وسِيم سُومرو، مُنوّر سراج، بخشل باغِي، معشُوق ڏاريجو فياض چنڊ ڪليري، پروانو سيوھاڻِي، محبُوب مُصوّر سُومرو وحِيده خضر قاضِي، مُرتضيٰ لغارِي ۽

بيا شامل هئا. جڏهن تہ نظم جِي صُورت ۾ گل سائِڻِ کي پنهنجيُن سِٽُن جو نذرانو پيش ڪندڙن ۾ حسن نصرالله ڪنگو، عزِيز بلال بروهِي سندن فرزند. ناصر گل قاضِي، سندن نُنهُن، ساپيان ياسر شامل هئا.

جڏهن تہ پرِيتم قاضِيءَ، نامور شاعر عبدالحڪِيم "ارشد" جو تعزيتِي خط پڙهِي ٻُڌايو.

مُقررن چيو تہ: "مقصُود گل، سنڌ جِي ساڃاهہ جو سيبتو ادراڪ هو. هُو فقط هڪ شاعر ڪونہ هو پر شعُور جُون ڏياٽيُون ٻاري اڻ ڳڻ ذهنن ۾ روشنيُون ڦهلائڻ وارو هن ڌرتِيءَ جو اهڙو سچو پُٽ هو جنهن جِي سڄِي حياتِي انسانيت سان مُحبّت ۽ پنهنجِي ڌرتِيءَ سان عشق سان عبارت آهي. هُو ڳُڻائتو شخص ۽ الله جي بندن سان غير مشرُوط مُحبّت ڪرڻ وارو نرالو انسان هو جنهن پنهنجِي حياتِي مُحبّتن ۾ گهارِي ۽ ماڻهن ۾ پنهنجي ذات ۽ ڏات جِي خُوشبُوءِ ڪنديرِي. اهو ئِي سبب آهي جو سندس ظاهرِي وڇوڙي تي سڄِي سنڌ سوڳوار آهي ۽ هِي تعزيتِي ميڙ بہ جڻ ڪو تڏو پيو لڳي."

هن تعزيتِي ريفرنس جِي ڪارروائِي، سنڌي ادبي سنگت سنڌ شاخ نوابشاهہ جي سيڪريٽري، امداد رند هلائِي.

هن ميڙاڪي ۾ سيّد علِي مُحمّد شاهہ لڪيارِيءَ، صالح بلُوءَ، سائل پِيرزادَي، جاويد نواز جاويد، عبدالله پِنِيءَ، اشفاق ملّاح، شهباز مغل (شيز خان)، فدا سنجراڻيءَ، فدا چانديي، نادر قاضِيءَ، ڪامران قاضيءَ، وحِيد اسلم قاضِيءَ، ندِيم وحِيد، نوِيد وحيد ۽ الطاف سُومرَي، سميت اِديبن، صحافين ۽ زندگِيءَ جي مختلف شعبن سان واڳيل ماڻهن جي وڏي انگ شرڪت ڪئِي.

تعزيتِي ريفرنس جِي پُڄاڻِيءَ تي مهمانن کي مانجهاندو ڪرايو ويو.



# هاٽ ايف ايم 105 ريڊيي نيٽ ورڪ تان ”مقصُود گل“ جي ياد ۾، نشر ٿيل سنڌي پروگرام ”مهراڻ رنگ“ جو خاص ڪلاڪ (ڇنڇر، 21 فيبروري 2015ع)



پاڪستان جي وڏي ۾ وڏي ايف ايم ريڊيو نيٽورڪ، هاٽ ايف ايم 105 ريڊيو نيٽورڪ تان مقصُود گل جي وڇوڙي کان نيڪ هڪ هفتو پوءِ، ڇنڇر 21 فيبروري 2015ع تي منجهند جو 2 لڳي کان شام جو 4 لڳي تائين نشر ٿيندڙ هفتيوار سنڌي پروگرام ”مهراڻ رنگ“ ۾ عظيم شاعر ۽ عالم، سائين مقصُود گل کي خراج پيش ڪرڻ لاءِ پروگرام جو پهريون ڪلاڪ سنڌس نالي ڪيو ويو. جڏهن ته ٻئي ڪلاڪ ۾ ”مادري ٻولين جي عالمي ڏينهن“ جي حوالي سان ڳالهه ٻولهه ۽ گيت شامل ڪيا ويا. هن پروگرام جي ميزباني سيّد ذوالفقار علي شاهه ڪئي، جڏهن ته مهمان جي حيثيت سان ناميارو دانشور، اديب ۽ سنڌ گريجُوئيٽس ايسوسيئيشن جو باني، ڊاڪٽر سليمان شيخ شريڪ ٿيو. هي پروگرام هن ريڊيو نيٽورڪ جي 13 اسٽيشنز (ڪراچي، حيدرآباد، لاڙڪاڻي، ميرپورخاص، نوابشاهه، ڪوئيٽه، جيڪب آباد، شڪارپُور، دادُوءَ، نوشهري فيروز، سانگهڙ، مٺي ۽ بدين) تان هڪ ئي وقت نشر ٿيو، جڏهن ته هاٽ ايف ايم



105 ريڊيو نيٽورڪ جِي ويب سائيٽ ۽ موبائيل فون ايپليڪيشن رستي سڄيءَ دنيا ۾ ٻڌو ويو.

"مهراڻ رنگ" ۾ مقصُود گل صاحب جي لاڏاڻي تي سڀ کان پهريان ريڊيو جي سمُوري عملي توڙي ٻڌندڙن پاران ياسر قاضيءَ سان تعزيت جو اظهار ڪيو ويو، جيڪو اسٽُوڊيو ۾ موجُود هو. تنهن بعد مختلف اخبارن ۾ شايع ٿيل مقصُود گل جي وڇوڙي جي خبرن منجهان اقتباس پڙهيا ويا. ياسر قاضيءَ کان سندس والد جي گڏجاڻي جي حوالي سان پڇيو ويو، جنهن پنهنجي والد سان پنهنجي گهڻ رُخي رشتي کي پيار سان بيان ڪيو. ان موقعي تي 12 جُولاءِ 2014ع تي ساڳئي پروگرام "مهراڻ رنگ" ۾ نشر ٿيل مقصُود گل جي انٽرويُوءَ جا چُونڊ حصّا نشر ڪيا ويا. جيڪو انٽرويُو ڪائنس ياسر قاضيءَ ورتو هو. هن انٽرويُوءَ ۾ شامل پيءُ پُٽ جي دلچسپ گفتگُوءَ، پيار واري انداز ۾ ڏکين سوالن ۽ ڏاهپ وارن جوابن جِي ڏي وٺ ۽ ٻنهي جي غير رسمي تڪرار اسٽُوڊيو ۾ موجُود ميزبان ۽ مهمان توڙي ريڊيو رستي ٻڌندڙ لکين ٻُڌندڙن جي مُکن تي مُرڪ پکيڙي ڇڏي. هن ڪلاڪ دؤران مقصُود گل جا مقبُول گيت به نشر ڪيا ويا.

ان موقعي تي ميزبان جي پُڇيل سوالن جي جواب ۾، ڊاڪٽر سليمان شيخ، محترم مقصُود گل جِي شخصيت جي حوالي سان ڳالهائيندي ۽ گل صاحب سان سندس تعلق کي بيان ڪندي، چيو:

"قاضي مقصُود گل صاحب سان مُون کي مُلاقات جو شرف به حاصل رهيو ۽ سندن والد صاحب، قاضي عبدالحيّ "قائل" صاحب جن سان به مُنهنجي نيازمنديءَ جو رستو هو. سندن وفات به مڪي پاڪ ۾ ٿِي، جتي اسان حجّ تي سڀ گڏ ويلَ هُئاسِين. سو ان ڪري اهي سڀ يادگِيريُون مُنهنجي ذهن تي آهن. اڄ جي ڏِينهن جڏهن مُون کي ياسر جو ميسيج پهتو ته بي حد ڏک سان گڏوگڏ صدمو به ٿيو ڇاڪاڻ جو مقصُود سنجيده قسم جو لکندڙ ۽ سُٺو شاعر هو. نه صرف اهو بلڪ ٻارن جي ادب ۾ به هُن جِي سُٺِي ڪنٽرِيبيُوشن هئِي. ان سان

گڏوگڏ هُو بارن جو هڪڙو رسالو بہ ڪيندو هو. جڏهن اسان جي هتي ڪراچيءَ ۾ مُلاقات ٿِي ۽ هڪ بہ دفعا مُنهنجِي آفيس ۾ بہ مهرباني ڪري آيا ۽ مُون سان مُلاقات ڪيائُون. تڏهن بہ پنهنجا بارڙن جا ڪتاب ۽ رسالا کڻِي آيا هُئا. تہ هُو نہ صرف هڪڙو اديب هو. پر اديب سان گڏوگڏ هڪ جاکوڙِي بہ هو. هُن جِي هن زمين ۽ هن زمين جي مٽيءَ سان، زمِي جي ٻچڙن سان، ٻارن سان مُحبّت هئِي. تنهن جي ڪري اُن جو پيغام کڻِي هُو هر هنڌ تي ويندو هو ۽ انهن سان شيئر ڪندو هو. اها ڳالهہ تمام اهم آهي. ڪتابَ ڪافِي ليکڪن جا آهن. ماڻهُو لِکن ٿا... پڙهن ٿا... پر اُنهن جِي ترويج ۽ اُنهن جي ڦهلاوَ جي لاءِ پاڻ ڪوشِشُون ونڻ... اها بہ هڪڙِي ڪمتمينٽ ۽ لاڳاپو آهي، پنهنجي مِشَن سان. سو مقصُود گُل مِشنَرِي هو. هُن جا ڪيترا شاگرد آهن. جن هن کان شاعِري سکِي. رتيديري ۾ هُنَ پنهنجِي هڪ مجلس بہ قائم ڪري ورتِي هُئي. اهڙا ماڻهُو ادارن وانگر هُوندا آهن ۽ اُهي وقت جا غُلام ناهن هُوندا، وقت اُنهن جو غلام هُوندو آهي. زندگِي هُنن پُورِي ڀرپُور گُذارِي. ان کان پوءِ بہ اُن جو هُڳاءُ اُن جي خُوشبُوءِ سدائِين جارِي رهندِي. مُون کي ان ڳالهہ جو يقين آهي. اهو غم جيڪو ياسر جو آهي، اُن مان نڪرڻ جي لاءِ هُن کي وڏِي جاکوڙ ڪرڻِي پوندِي. ان ڳالهہ ۾ ان جو ڪو بہ شڪ ناهي.

مقصُود گل جي والد، قاضي عبدالحيّ "قائل" صاحب سان مُنهنجي خط و ڪتابت بہ رهِي، ڇاڪاڻ تہ تڏهن، تنهن زماني ۾ ٽيليفون ۽ موبائِيل فون وارو ڪو سلسلو ڪونہ هو. تنهن ڪري زياده تر اسان جِي لک پڙهَہ خطن ۾ ٿِيندِي هُئِي. تہ قاضِي صاحب يا وڏي قاضِي صاحب سان اُهو سلسلو گهڻو وقت رهيو ۽ پوءِ ورِي بدقسمتِيءَ سان موٽ جُدا ڪري ڇڏيو. مقصُود سان تمام دير سان مُلاقات ٿِي... ايئن ٿِي جو تڏهن ياسر هتي ٿِي ڪراچيءَ ۾ هو ۽ نوجوان ۽ نوخيز هو. اُن جي رشتن جِي ڪا ڳالهہ پئي ٿِي، تہ ان حوالي سان مقصُود مُون وٽ آيو هو ۽ ان وقت جيڪي سامهُون پروپوزلس هُئا. اسان پاڻ ۾ ان تي پئي

سوچيوسِين. وڏو اُتساهه هو هُن جي ذهن ۾... انهن ئي ڏينهن ۾ هن کي دل جي تڪلِيف جي شرُوعات ٿي ۽ دل جي تڪلِيف جي ڪري سندس وڏي ڀاءُ قاضي خضر حيات صاحب (جيڪو پڻ مُنهنجو پُراڻو دوست آهي) مُون کي چيو تہ: "ڊاڪٽر چوَن ٿا تہ ڀاءُ پاس آپريشن ٿيڻ کپي. توهان ڪنهن نمُوني سان هِن کي راضي ڪريو!" پر قاضي مقصُود صاحب ان خيال جو نہ هو تہ هُو ڀاءُ پاس ڪرائي. اُن وقت هُو بلڪل ذهنِي طرح تيار نہ هو ڇاڪاڻ تہ اهو هڪڙو وڏو فيصلو آهي. حالانڪ اڄ ڪلهہ جي دؤر ۾ ڀاءِ پاس جهڙي هڪڙي ننڍڙي آپريشن ٿِي وئي آهي. پر مقصُود کي ان تي ڪافِي تحفُظات هئا. اسان اُنهن سان ڪافِي بحثَ مُباحثا ڪيا. هُن چيو تہ: "اهو فِي الحال مُمڪن ڪونهي. ڪنهن نمُوني سان ڊاڪٽرن کي چئو تہ مُون کي دوائُن تي رکن، تہ جيئن آءُ ڪُجهہ وقت گُذاريان." هُن کي اُن وقت پنهنجي وڏي پُٽ جي مُستقبل جِي اُڻ تُڻ هُئِي. انهن ڏينهن ۾ اسان جو ڪافِي اچڻ وڃڻ ٿيو. جِيئن ئي هُو ڪراچِيءَ اِيندو هو تہ مُلاقات ۽ ڳالهيُون ٻولهيُون ٿِينديُون رهيُون. ڪتاب ڳڙا اِيندا ويندا رهيا. پوءِ مُنهنجِي مصرُوفيتُن جي مدّ نظر ڪو گهڻو مِلڻ جُلڻ ڪونہ رهيو. آءُ لاڙڪاڻي وڃان تہ رتيديري ڪونہ پئي وڃِي سگهيُس. لاڙڪاڻي تائين ئي پنهنجن ڪمن ۾ ڦاٿل هُوندو هُيس. پر مقصُود هڪڙو ڏاڍو پيارو انسان هو. ٻيو تہ حامِي صاحب. جيڪو سائينءَ جو اُستاد هو اُن سان بہ نيازمندِيءَ جو مُنهنجو پُراڻو رستو هو اُن جُون يادگِيريُون بہ مقصُود گهڻو ڪري ٻُڌائِيندو هو. مان بہ اُنهن کي حامِي صاحب جُون يادگِيريُون ٻُڌائِيندو هئس. سو ڪونہ ڪو هڪڙو مُشترڪ نُڪتو هُوندو آهي، جيڪو انسانن جي ڳانڍاپي يا ويجهي اچڻ جو سبب بڻبو آهي يا جنهن تي انسان هڪ ٻئي سان رهاڻ ڪندو آهي، مقصُود جو ۽ مُنهنجو جو اُهو رشتو قائم رهيو. خبر ڪانہ هُئِي تہ اوچتو ئِي اوچتو قاضِي صاحب جي سفر جو سانباهو ٿِي ويو ۽ اسِين هاڻِي رڳو يادگِيريُن ۾ ئِي ڪيس پچاري رهيا آهيُون."

## هاٽ ايف ايم 105 ريڊيي نيٽ ورڪ تان "مقصُود گل" جِي ياد ۾، نشر ٿيل هفتيوار سنڌي شو "مهراڻ رنگ" جو خاص پروگرام (ڇنڇر، 7 مارچ 2015ع)

مُلڪ جي مقبُول ايف ايم ريڊيو نيٽورڪ، هاٽ ايف ايم 105 ريڊيو نيٽورڪ تان، ڇنڇر 8 مارچ 2015ع تي منجهند جو 2 لڳي ڪان شام جو 4 لڳي تائين نشر ٿيندڙ هفتيوار سنڌي پروگرام "مهراڻ رنگ" ۾ سنڌ جي سهڻي شاعر ۽ دانشور، سائين مقصُود گل کي خراج پيش ڪرڻ لاءِ خاص پروگرام نشر ڪيو ويو، جنهن ۾ سندس جيون جو احوال، سندس آواز ۾ گيت شامل ڪيا ويا. هن پروگرام جِي ميزباني ياسر قاضيءَ ڪئي ۽ هي پروگرام ايف ايم 105 ريڊيي نيٽورڪ جي 13 اسٽيشنز (ڪراچي، حيدرآباد، لاڙڪاڻي، ميرپورخاص، نوابشاهه، ڪوئيٽه، جيڪب آباد، شڪارپُور، دادُوءَ، نوشهري فيروز، سانگهڙ، مٺي ۽ بدين) تان هڪ ئي وقت نشر ٿيو، جڏهن ته هاٽ ايف ايم 105 ريڊيي نيٽورڪ جِي ويب سائيٽ ۽ موبائيل فون ايپليڪيشن رستي سڄيءَ دنيا ۾ ٻڌو ويو.

"مهراڻ رنگ"جي هن خاص پروگرام ۾ مقصُود گل صاحب جي آواز ۾ سندس پڙهيل ڪلام، شاعريءَ جي حوالي سان ڪيل سندس فڪر انگيز گفتگُو محمُود مُغل جو مقصُود گل جي وڇوڙي تي لکيل ڪالم، بعنوان "ادا گل صاحب" (جيڪو هن ڪتاب ۾ ڪالمن واري باب ۾ شامل آهي) ۽ غلام شبير سمي، ديدار حسين سمي، الطاف سمي، ماستر وليءَ، مُريد عليءَ توڙي ناصر گل



قاضيءَ جي آواز ۾ ڳايل مقصُود گل جي گيتن کي نشر ڪيو ويو.

ان موقعي تي ناميارې اديب، شاعر، دانشور ۽ براڊڪاسٽر، نصير مرزا، تيليفون ڪال رستي سائين مقصُود گل جِي شخصيت جي حوالي سان ڳالهائيندي کيس خراج پيش ڪندي، چيو:

"ياسر! ظاهر آهي تہ آءٌ پنهنجي هڪڙي همعصر جي باري ۾ ڳالهائيندس ۽ ان هستيءَ تي ڳالهائيندس، جيڪا تازو اسان کان جدا ٿي آهي، ان ڪري مُنهنجي لفظن ۾ اها غمناڪي بہ هر حال ۾ هُوندي، چو تہ اسين تقريباً هم عمر هئاسين ۽ هڪ ئي وقت اسان جو ادبي سفر شروع ٿيڻ جي جيڪا ڳالهہ آهي تہ مقصُود، اياز گل، ادل سُومرو اسان سيئي تقريباً هڪ ئي ٿهيءَ، هڪڙي ئي دؤر جا رائيٽر هئاسين... ٿورو اڳيان پنيان جن لکڻ شرُوع ڪيو هو.

جڏهن آءُ مُڙي ڏسان ٿو تہ سنڌ ۾ ڪي اهڙا خاندان آهن، جن جي خاندان ۾ ڪو هڪڙو فرد نہ، پر هڪ کان وڌيڪ فرد ليکڪ، اديب، شاعر، آرٽسٽ ملٽي ڪلر فنڪار آهن. اهي ڪواليٽيز تمام گهٽ خاندانن ۾ هُونديُون آهن. پر بہ يڪ وقت لاڙڪاڻي جا بہ خاندان اهڙا آهن. هڪڙو قنبر ۾ مُحمّد عالم ابڙي صاحب جو خاندان، جنهن ۾ ڏسون ٿا تہ دارا ابڙو آهي، طارق عالم ابڙو آهي، قيس عالم آهي، ساقي عالم آهي، منصُور عالم آهي، ٻيو وري اسين رتيديري ۾ عبدالحيّ "قائل" صاحب جو جيڪو خاندان ڏسُون ٿا تہ سڪندر آرٽ گئلري.. ڪاشِي... ان جا رنگ.. شاعري، مُصوّري ۽ خود پوءِ وري اليڪٽرانڪ مِيڊيا... جنهن سان ياسر جِي وابستگي... يا ياسر جي ڀاءُ ناصر جِي وابستگي... جيڪو خود بہ لکڻ پڙهڻ وارو قلم ڌڻي آهي... تہ اها هڪڙي حيرت انگيز تربيت آهي، يقيناً ان ۾ انهن جي وڏن ۽ بزرگن جي تربيت جو بي پناهہ هٿ هُوندو.

مقصُود گل... ڏسو! ان جو تخلص "گل" آهي، ان جو "فيملي نيم" گل آهي ۽ جيئن 15 فيبروريءَ تي گل ٽڙندا آهن، پر هيل ان مُند ۾ هڪڙو گل اسان



جي وچ مان ڇٽي پنهنجي مٽيءَ ۾، پنهنجي ماءُ مٽيءَ ۾ هليو ويو آهي، سپردِ خاڪ ٿي ويو آهي.

هُونءَ مقصُود سان قلمي يا ان جي شعروشاعريءَ سان واقفيت تہ 1972ع 74ع 75ع کان وني ئي رهي آهي، پر جيئن آءُ چوندو رهان ٿو تہ مُنهنجي انهن سان پهريون دفعو رُوبرُو مُلاقات ادل سُومري صاحب جي شاديءَ ۾ ٿي، جنهن ۾ رشيد ڀٽي صاحب، آءُ، مقصُود گل، انور هالائي صاحب، سوز هالائي صاحب اسين سڀ ان جڳ ۾ هڪڙي ئي قطار ۾ ويٺا هئاسين، جتي مُنهنجي مقصُود سان انتهائي پيار ڀري گفتگُو ٿي ۽ ان ئي ڏينهن ان سان "فرئنڪ نيس" شرُوع ٿي وئي.

ياسر! آءُ اوهان کي هڪ حيرت انگيز ڳالهہ ٻڌايان تہ اسان جي ٿهيءَ ۾ خود مقصُود، ادل، مختيار ملڪ، اياز گل... اهي ٿورڙا آڱرين تي ڳڻڻ جيترا شاعر آهن، جن وڏن سان گڏوگڏ ٻارن لاءِ بہ شاعريءَ کي ترجيح ڏني ۽ هنن پُوري ذميواريءَ سان ڄاتو تہ اسان کي پنهنجي ايندڙ نسل يا ننڍن لاءِ ضرور لکڻو آهي، جن لاءِ لکڻ کي اسان جا وڏا ليکڪ عيب ٿا تصوّر ڪن، انهن لاءِ مقصُود دل کولي لکيو، ادل سُومري لکيو مختيار ملڪ... اسان... ۽ اهو لکڻ ڏات سان ڀريل هو. مقصُود ۾ هڪڙو عجيب سليقو هو، خوشگفتارِي هئِي... آءُ جيڪا هيءَ ڳالهہ چوان ٿو جتي جتي مُنهنجو آواز پُهچي پيو تہ سڀ مُون سان مُتفق ٿيندا تہ مقصُود ۾ هڪ عجب شائستگي، هڪڙي عجب مُحبّت ۽ خلُوص هو... ناراضگي جيڪڏهن چوان تہ مُون ياسر ۾ ڏٺي هُوندي، پر ياسر جي والد ۾ ڪڏهن بہ ن ڏٺِي. ان جي چهري ۾ گهٽ ۾ گهٽ مُون ڪڏهن بہ ڪو گهُنج نہ ڏٺو، نہ ڪڏهن ارهائيءَ سان ڪنهن سان ڪيس ڳالهائيندي ڏٺم. هُو سراپا مُحبّت هو ۽ هن گل جي ئي حوالي سان پنهنجي خُوشبُوءِ... پنهنجي ذات جِي خوشبُوءِ... پنهنجن همعصرن ۾ پکيڙي.

سنڌ جي نهايت باوقار ادارن جي پاران گل جا ڪتاب شايع ٿيا آهن،

جيڪا هن جي مستند شاعر ۽ مستند ليکڪ هجڻ جِي گواهي آهي. سنڌي ادبي بورڊ جهڙي باوقار اداري هن جو ڪتاب پُوري اهتمام سان، شان سان شايع ڪرايو آهي. ان مان هن جي قد و قامت جو اندازو ٿئي ٿو. بحر وزن ۾ هن جي جيڪا پُختگي رهي آهي، اها تمام گهٽ شاعرن ۾ توهان کي نظر ايندي. شعر چٽي ويندا آهن. پر ان ۾ بحر وزن ناهي هُوندو. جيئن هڪڙو جسم خُوبصُورت بحر وزن سان سنو لڳندو آهي، ايئن شاعري بہ جيڪڏهن جيستائين بحر ۽ وزن ۾ ناهي تہ پوءِ ان ۾ لطف ناهي، پر مقصُود گل جِي شاعريءَ ۾ فڪر سان گڏ فن جو بہ پُورو پُورو اهتمام ٿيل آهي.

اسان مِس ڪيُون ٿا پنهنجي هڪڙي دوست کي...

مــوت ســي کــس کــو رُســتــگــاري هـــي
آج تـــم، ڪـــل هـــمـــاري بـــارِي هـــي

مقصُود گل جي لاڏاڻي سان، صادق فقير جي لاڏاڻي سان، رزاق مهر جي لاڏاڻي سان، ڪيهر شوڪت جي لاڏاڻي سان سنڌ جو وڏو نقصان ٿيو آهي. سچ پڇو تہ مُون کي ايڏو خوف ٿيندو آهي تہ اسان جِي ٿهيءَ جو "چل چلائو" شرُوع آهي، بس انهن ۾ هُوا ڳتي وک کڻندا ٿا وڃن. پر مقصُود اسان جي وچ ۾ جيڪو سرمايو ڇڏي ويو آهي، ان جي اهميت آهي، اهو قلمي سرمايو سدائين ياد رکيو ويندو.

ياسرَ! شاعري دراصل شعُور جو نالو آهي. اسان جا جسم جيڪي آهن، اهي خاڪي آهن. اسين مٽيءَ جا نهيل آهيون. اسان کي بالآخر ختم ٿي وڃڻو آهي. پر مُون کي يقين آهي تہ جڏهن سياڻي سنڌ جي شعُور ۾ بين جي ذات جا گل ٽڙيل نظر ايندا، اتي اسان کي مقصُود گل جي ڪيتيرن ئي سٽن جا گل نہ فقط ٽڙيل نظر ايندا، بلڪ اهي دير تائين خُوشبُوءِ ڏيندا بہ نظر ايندا."



# مقصُود گل جي لاڏاڻي ڪانپوءِ سندس ياد ۾ لکيل مضمون ۽ ڪالم

(نوٽ ڪرڻ جهڙيون ڳالهيون)

## مقصُود گُل جي لاڏاڻي تي ياسر قاضيءَ سان تعزيت

زرار پيرزادو

هن ڪالم جي حوالي سان مقصُود گل صاحب چوندو هُيو تہ "اوهان جي ڳالهين کي برابر پڙهندا بہ آهيون تہ نوٽ بہ ڪندا آهيون.". پر اڄ هن ڪالم جي ڳالهين کي نوٽ ڪرڻ وارو مقصُود گل هاڻي هن دنيا ۾ ناهي رهيو جيڪو ڇنڇر ۽ آچر جي وچ واري رات اوچتو ئي اوچتو ۽ بنا موڪلائيءَ جي ان دنيا ڏانهن هليو ويو آهي، جتان ڪير بہ وري ناهي وريو.

مقصُود گل صاحب تہ هڪ ذميوار شخص هو. هن بنا ٻڌائڻ جي هميشہ هميشہ وڃڻ وارو ايڏو وڏو فيصلو ڪيئن ڪيو! شايد هُن پنهنجن گهڻ گهرن کي بيماريءَ جو اطلاع ڏئي کين پريشان ڪرڻ نہ پئي گهريو.

اسان تہ سندس ڪالم "ڪجهہ سچ، ڪجهہ ڪوڙ" جي اوسيئڙي ۾ هياسون. هُن تہ پوئين هفتي بہ پنهنجو ڪالم موڪليو هو. هُو تہ مسلسل لکي رهيو هو. شايد بيماريءَ ۾ لکي رهيو هو. پر پاڻ کي اهو نہ ٻڌايو هيائين تہ ڪو هو بيمار آهي.

اسان جو تہ ايڏانهن ڪو انومان ئي نہ هو. نہ ياسر قاضيءَ ڪا اهڙي خبر ڏني. هاڻي تي خبر پئي تہ هو پندرنهن ويهن ڏينهن کان ڪراچيءَ ۾ هو ۽ علاج لاءِ رتيديري مان پُٽن وٽ آيل هو.

سو بہ شايد ان ڪري جو هو چاهي پيو تہ هو سندس پٽن کي پنهنجي خدمت ڪرڻ جو آخري موقعو ڏئي تہ جيئن ڪين اهو پڇتاءُ نہ رهي تہ ڪو هنن آخري ڏينهن ۾ پنهنجي عظيم والد جي خدمت نہ ڪئي.

هاڻي گهٽ ۾ گهٽ ياسر قاضيءَ کي اهو تہ ارمان نہ هوندو تہ هن پنهنجي والد جي علاج لاءِ وس نہ ڪيو يا آخري ڏينهن ۾ پيءُ جي خدمت جو موقعو نہ مليس.

جيستائين مقصُود گل جو تعلق آهي تہ ان کي بہ پنهنجي نيڪ ۽ صالح اولاد کان ڪا شڪايت نہ هُئي. ياسر تہ سندس دوستن جهڙن پٽ هو.

هونئن تہ هر ماڻهو پنهنجو اولاد پيدا ڪندو آهي، پر مقصُود گل پنهنجي پٽ کي اديب، شاعر ۽ سنڌ جي سپوت طور پڻ پيدا ڪيو.

ياسر قاضيءَ کي نہ سنڌي ادبي سنگت ۽ نہ ئي ڪنهن سياسي پارٽيءَ ليکڪ بڻايو. پر ياسر کي گهر ۾ ئي مقصُود گل جهڙو انسٽيٽيوٽ نصيب ٿيو تنهن ڪري هن کي ڪنهن ٻئي پاسي واجهائڻ جي ضرورت ئي محسوس نہ ٿي.

سو مقصُود گل ڪانپوءِ رڳو سندس پٽن ياسر، ناصر ۽ نادر جي دنيا آڏو ئي اونداهہ ناهي ڇانئجي وئي، پر چوندا آهن تہ "ڪنهن عالم جو موت ساري جڳ جو موت هوندو آهي." مقصُود گل بہ هڪ عالم هو.

مقصُود گل جي لاڏاڻي سان سنڌ ۽ سنڌي قوم بہ هڪ محبِ وطن، باضمير، ثابت قدم، روشن خيال ۽ حق پرست، ليکڪ، شاعر ۽ ڪالم نگار کان محروم ٿي وئي آهي.



مقصُود گل روز لکڻ وارو اديب هو. روز تخليقن، تحريرن، خيالن ۽ ويچارن جون نيُون نيُون ۽ حسين ڪائناتون آباد ڪندڙ هو. هو هڪ اديب طور رڳو سماج جو ادبي آئينو ئي نہ هو پر هڪ رهنما بہ هو جيڪو پنهنجن لکڻين ذريعي ٻڌائيندو هو تہ هيءَ دنيا ۽ ان جا ماڻهو ڪيئن هجڻ گهرجن.

اسانجن حڪمرانن وٽ عالمن ۽ دانشورن جي قدر شناسي هجي تہ اهڙن دماغن کي جيڪر حڪومت جي "ٿنڪ ٽينڪ" هئڻ گهرجي ها.

هاڻي بہ حڪومت جيڪڏهن مقصُود گل جي ڪالمن کي جمع ڪري انهن کي پڙهڻ جي تڪليف ڪري تہ انهن کي جيڪر مفت ۾ سنڌ جي نهيل نڪيل اهڙي پاليسي ملي وڃي جيڪا سنڌي عوام جي امنگن واريءَ نبض تي هٿ رکي لکي وئي آهي.

اسان کي اميد آهي تہ ياسر قاضي پنهنجي عظيم والد جي لاڏاڻي واري صدمي ۾ پاڻ کي ڪنهن ريت بہ اڪيلو نہ سمجهندو ڇاڪاڻ تہ سندس ڏک اسانجو بہ ڏک آهي. سندس محرومي اسانجي محرومي آهي. سندس وهيل ڳوڙهن ۾ اسانجا بہ ڳوڙها شامل آهن. سندس سانحو اسانجو بہ سانحو آهي.

مقصُود گل صاحب تہ ڏکن، صدمن ۽ سانحن کي طاقت ۾ تبديل ڪرڻ جو هنر رکندو هو.

سو نوٽ ڪرڻ جي ڳالهہ اِها آهي تہ ڏکن کي طاقت ۾ تبديل ڪرڻ وارو ورثو ڪو معمولي ورثو ناهي پر ياسر پاءَ! اهو ورثو بہ هاڻي توکي همت ۽ حوصلي سان سنڀالڻو آهي.

**(سُومر، 16 فيبروري 2015ع تي روزانِي "عوامي آواز" ڪراچيءَ ۾ ڇپيل)**





# ادا "گل" صاحب

محمُود مُغل




ساڄي کان کابي: مقصُود گل، مُحمّد يُوسف ڪڙيو، محمُود مغل ۽ ياسر قاضي

هن جي مُرڪ ۾ عجيب سادگي هُوندي هئي. گل صاحب جِي مُرڪ سندس سڄي وجُود ۾ سمايل هُوندي هئي. پنهنجين وڏين اکين ۾ حيرت سمايو جهانِ رنگ و بُوءِ جي حيرت ناڪين کي ڏسندو هُو دل جي حضُور ۾ خلُوص سان مُرڪ جو پاڳُر آڇيندو هو.

"ڦاسائين ٿو يار! مُون کي..." ڊرائيو ڪندي ريڊيي تي سندس انٽرويُو ڪنايو هئم. جيڪو ياسر پنهنجي بدمعاشين سان ورتو پئي. جيتوڻيڪ گل صاحب جو چهرو سامهُون نہ هو پر سندس مُرڪ جو دائرو جڻ گاڏيءَ جِي ونڊ اسڪرين تي پکڙيل هو. ياسر کو "ترڪِي" سوال ڪيو هئس. سائينءَ ان جو

جواب نہ پئي ڏيڻ چاهيو.. لنوائي پيو.. لنوائي نہ پيو سگهي ۽ هوڏانهن ياسر جي فني مهارت پُوري عرُوج تي هئي.

"ڪُجهہ تہ ٻُڌايو نہ...!"

"چا جي باري ۾...؟" لڳم، مُرڪ شرم جِي چادر ۾ ويڙهجِي وئي آهي.

"اهو جيڪو پڇيو اٿم!"

سفر ۾ ڪڙ ڪبڙ هئي. ريڊيي جو رابطو ڪٽجي ويو هو. مُرڪ هاڻي مُنهنجي مُک تي اچي وئي هئي، لڳو هئم مان بہ ادا گل وانگر مُرڪڻ لڳو هئم.

اهو سڄو قصّو مُنهنجي ذهن تي ازبر آهي، چاڪاڻ تہ ان انٽرويُوءَ کان ڪجهہ مهينا اڳ ئي مان هنن سان رُوبرُو مُلاقات جو شرف ماڻي چُڪو هوس، جڏهن خيرپُور ۾ ياسر جي ڪتاب "بيڙيءَ ۾ چنڊ" جِي مهُورت تي ياسر مُون کي ساڻ وٺي ويو هو ۽ پوءِ مٿي خاص مهمان ڪري ويهاري ڇڏيو هئائُون. ياد اچي ٿو تہ لباس ڪارو پهريل هئم. اُتندي ئي جُملو چيو هئائُون: "ڪاري وڳي ۾ آهيو!" ياڪُر پائيندي دل سوچيو هيو تہ چوان: "ياسر بہ تہ ڪاري وڳي ۾ آهي. مان بہ تہ ان جو وڏو پاءُ آهيان. اوهان جو ننڍو..." پر ڪجهہ چئي نہ سگهيو هئس. لمحا تيزيءَ سان سرڪندا ويا هئا. هڪ مختصر ڪچهري ڪئي هئي سين.

پنهنجيءَ لائق اولاد لاءِ ڳالهائيندي سندس نيڻن جا تاڪ کليل هئا، جن مان داد و تحسين جهاتيُون پائي رهيا هئا. مٿان وري سندس دوستيءَ جو دائرو وڏي گهيري جيان هو. لڳو نہ پئي تہ پُٽ اٿس يا دوست، يا محبُوب...

سندس حُجَّ ۽ قرب ڏسڻ جي لائق هيو. دل ۾ هر هر اهو ئي خيال پئي آيو تہ "شل! نظر نہ لڳين...!"

گل صاحب جو ميل ميلاپ هٿ ٺوڪيو نہ هو. سندس ساٿ سچّو محسُوس ٿيندو هيو. چاڪاڻ تہ سندس سچي وجُود ۾ سچائي سمايل هُوندِي هئي. نِجو پچو.. نهہ پهہ... اُتي جو اُتي اظهارِ خيال ڪرڻ وارو.. صرف هڪڙي



مُلاقات ۾ ئي مُون اندازو لڳائي ورتو تہ منجھن "ناھہ نُوھہ" جو ڪو جھان ناھي... سادو آھي. پاڻ ڪي اجايو سادو ظاھر نہ پيو ڪري.

سندس ڪمٽمنٽ بہ ڪمال ھئي. ياسر کي ھٿ ڪرڻ اردُوءَ ۾ "جُوئي شيرِ ھٿ ڪري آڻڻ" وارو مرحلو ھُوندو آھي. فون تي ڏاڍو ڏُکيو ملندو آھي. ھڪ واري ڪيس فون ڪيم: "ادا! ياسر کي پڪڙي ڏيو!" ۽ جي ڪُوڙ نہ ڳالهائجي تہ ڪو ويھارو پيرا پڪَ ڪيائين تہ "يلا! ڳالهہ ٿِي يا نہ...؟" درياءُ قطري مان نهندو آھي... اھو ھڪڙو مثال ئي مُون لاءِ ڪافي ھئو تہ ڪيس بہ ئي سان ڪمٽمينٽ جِي ڪيتري اونَ ھئي.

ادا گل صاحب، دل گُردي وارو ماڻهُو ھيو پر پاءُ جِي جدائيءَ ڪيس جھوري وڌو ھو. فون تي عذر ڪيو مانس تہ سندس آواز جا گلاب ڪُومايل ھئا. "ڪھڙي منجھہ حساب، ھئڻ مُنھنجو ھوتَ رِيءَ!؟" جِي سِٽ جھُونگارِي ھئائين. تہ اندر ۾ الائي ڪيترا ايوان ڪلي ويا ھئا. اسين فقير ماڻهُو بہ عجيب آھيُون. الائي ڪيترا انُومانَ، خدشا، سرگوشيُون، واڪا، اسان جي اندر ۾ اُڌمان مچائيندا رھندا آھن. ڳالهہ پولھہ ختم ڪرڻ کان پوءِ ڪنھن اندر ۾ پوليو ھيو تہ: "شھزادو.... رخصت طلبي ٿو... ڪُوچ نغارو ڪنايو اٿائين..." پر اھو سڀ ادا نہ پيو ڪري سگھجي... دعا ڪري سگھجي پئي... ۽ ھُونئن بہ اُھا ساعت ڪيئن ٿي ٽاري سگھجي..!

ٿُنھنجو حسين خيال وساري نہ ٿو سگھان
پنھنجي ھٿن سان پاڻ کي ماري نہ ٿو سگھان

جھڙيُون سٽُون شايد ھُن اھڙي ئي ڪنھن موقعي لاءِ سوچيُون ھيُون. پر بھرحال سندس جِيءَ جِي جھورِيءَ ڪيس پاڻ سان وني وڃڻ جو ضد ڪيو ھو ۽ نيٺ ھُن اھو ئي ڪيو. جيڪو ڪيس ڪرڻو ھو.

پويان هڪ وڏو جهان ياسر لاءِ کُلي ويو آهي. مُون حياتيءَ جا اهي لمحا ڪاتيا آهن. جڏهن اوچتو محفل مان ڪو بنا بُڌائڻ جي اُٿِي ويندو آهي ۽ سڀ ڪُجهہ کٽي ويندو آهي. ياسر لاءِ سڀ ڪجه ويو هليو. جي "سڀ ڪجھہ" نہ تہ بهرحال گھڻو ڪجھہ تہ هليو ويو آهي ۽ هاڻي بي سروسامانيءَ جِي ڪيفيت هڪ بِئي بهادر ياسر کي جنم ڏيندِي. جيڪو هاڻي يقيناً اڳي جهڙو ناهي رهيو.

رتيديري ۾ هڪ ويڪرِي قبر گل صاحب کي ياڪُرَ ۾ پريو وينـي آهـي. اتان جِي مٽي نرم آهي ۽ نرميءَ وارو اسان جو ادا گل صاحب پنهنجيُن وڏين اکين مان حيرتُن جو جهان هاڻي خالي ڪري چڪو آهي. هاڻي سندس رُوح جِي نگاهہ پنهنجي محبُوبن تي آهي ۽ الائي چو اندر کي اها پڪ آهي تہ اهي محبُوب، سندس مُحبّت کي رُسوا نہ ڪندا.





## شفقتن جو نزُول بند ٿي ويو

ساپيان ياسر



مُنهنجي زندگيءَ جو هميشہ اهو الميو رهيو آهي تہ جڏهن بہ مُون کي "پنهنجن" تي لکڻ لاءِ چيو ويو، تڏهن مُون وٽ نہ لفظ، نہ جُملا... نہ خيالن جا پَرَ... جن کي مان اظهار جِي اُڏام ڏئي سگهان ۽ پرين پيارا بہ اُهي، جن جو وڇوڙو جيون جا سڀ پل خالي ۽ کوکلا ڪري يتيميءَ جو احساس ڇَنِي ويو هجي. ذهن رڳو يقين ۽ بي يقينيءَ جي ان ويڙهہ ۾ رُڌل هجي تہ ڇا اهو سچ آهي تہ هُو اسان جو پيارو وڇڙي ويو...؟

هليو ويو...؟

ڪڏهن؟؟

ڪاڏي!؟؟

اُتي؟

اوڏانهن؟؟

جتان ڪان واپسيءَ جو ڏڳ ئي ناهي نهيل؟

صرف وڃڻ جو رستو آهي؟

سو هلڻو آهي، اسان کي بہ... پر ڪڏهن؟

ان سوال جو جواب بہ اڻ لڀ آهي. تہ پوءِ جوابن جِي ڳولها ڪندي ڪندي جِيءَ جو جهُرڻ ۽ ذهن جو زخمي ٿيڻ اڻ ٽر آهي. جڏهن ذهن زخمي، جيءُ جهريل ۽ خيال گُونگا هجن، تہ مان پنهنجي قلم کي جهنجهوڙيان ٿِي... ڪاغذ کي گهُوريان ٿِي، تہ هن تي احساس اُتاريان ۽ اهي واڪا ۽ سُڏڪا پنن تي پٽاريان، جيڪي اجا تائين دٻيل آهن. ڪُجهہ لڪان... ڪُجهہ اظهاريان... پنهنجي اُن پياري انسان لاءِ، جيڪو دنيا لاءِ تہ قاضي مقصُود گل آهي، پر مُنهنجو "ننڍو ابُو" آهي. مگر مُنهنجا اهي معصُوم، پٽڪڙا ۽ وَر وَر يتيم ٿيندڙ احساسَ، پنن تي پيلا پنهنجي اُپٽار ڪيئن ڪندا؟

مان سندن شخصيت جي ڪهڙي پهلُوءَ کي سامهُون رکي لکان؟ سندن هي حوالو يقيناً مانائتو ۽ سگهارو آهي، پر مُون وٽ هن وقت فقط هڪ سفر جِي ياد آهي... اذيت آهي... پيڙا آهي. ڪراچيءَ کان رتيديري تائين جو سفر... جيڪو ظاهراً 14 فيبروريءَ کان شرُوع ٿي 15 فيبروريءَ تي ختم ٿيو پر مُنهنجي اندر ۾ اهو سفر اَڻ کُٽ مُفاصلي تي مُحيط ٿي ويو آهي. نہ ٿو سمجهہ ۾ اچي تہ اهو پيڙا وندو سفر ڪُٿي چو نہ ٿو!!

اکين ۾ هلي ٿو... اکيُون بند ٿي ڪيان تہ مُون ۾ اجا تيزيءَ سان گجندو ٿو هلي. مُون کي رهڙيندو ٿو هلي. چرڪ پري اُٿان ٿِي، تہ ڪنهن ٽڪل ريل جيان مُنهنجي اندر ڳِهلجي ٿو يا مان ٿِي ڳِهلجان!

ها!

مان بہ پنهنجي رُوح سميت گِهلجان ٿي. يا رُوح گِهلجي ٿو مُنهنجي ذهن سميت...!

سوالَ... سوالَ... سوالَ... سوالَ گِهلجن ٿا...

ڇو ويو؟ ڪيئن ويو؟ ڪاڏي ويو!؟ مُنهنجو "ننڍو ابُو"...

اوچتو؟ ايڏو جلدي؟ بنا اطلاع جي؟ ۽ انهن سوالن جا جواب مڃڻا ٿا پون... زوريءَ! قبُولڻا ٿا پون... پر مجبُوراً... ڇو جو هِيٺا ايڏا آهيُون، جو ٻيو ڪو رستو ئي ناهي، سواءِ مڃڻ جي...

الله جا فيصلا آهن، شايد تڏهن ئي چُپ آهيُون، نہ تہ ڪيئن ڪوئي پنهنجيُون اهي اڻ مُلهيُون ملڪيتُون... پنهنجا اثاثا... پنهنجا پيارا، بنا مُزاحمت جي مٽيءَ جي حوالي ڪري ڇڏي!

يقين جي ٻي ساهَي بُتَ کي جهنجهوڙيان ٿِي، تہ ڇا تُون سچ آن؟ اهو سچّ آهي!؟ تہ اهو انسان، جنهن اسان سان ڳالهيُون پئي ڪيُون، اهو اسان جُون ڳالهيُون اڻ ٻُڌيُون ڪري ويو؟ ۽ انيڪ اڻ چيُون ڳالهيُون اڌ ۾ ڇڏي الائي ڪيڏانهن هليو ويو؟ مُنهنجو "ننڍو ابُو" مُون کي هڪ دفعو ٻيهر يتيم ڪري، مُنهنجي مٿي تي، يتيميءَ جِي پوتِي، جا هُن پاڻ شفقت سان لاٿي هئِي، سا ٻيهر پارائي، تمام ڏُورانهين سفر تي هليو ويو.

12 فيبروريءَ تي منجهند جو ابُوءَ کي ڏڪڻِي پئي. ان وقت مان ڪاليج هئس ۽ ياسر آفيس هو. مان تڪڙِي پهتس تہ ابُو هِيٺو لڳو پيو هو. اُن وقت ڏڪڻِي نہ هئس... بس ٿورو بخار هئس. پنهنجي پيڻ باجي مونا (ڊاڪٽر خالده) کي ڪال ڪيم... ابُوءَ جي ڪنڊيشن ٻُڌايم. هُوءَ سِوِل هاسپيٽل ۾ ڊيُوٽِيءَ تي هئي. نڪرڻ جو چيائين، پر تيسيتائين هُن مُون کي ابُوءَ جي بلڊ پريشر ۽ شگر چيڪ ڪرڻ جو چيو. شُگر هاءِ ۽ بلڊ پريشر نارمل هو. ابُوءَ تي بخار جِي هلڪي غشي طارِي هئي. هر سوال جي جواب ۾ "الائي" چئي رهيا هئا. مُون پريشانيءَ

مان رُوبلي کي رتيديري فون ڪئي، تہ هن چيو: "پريشان نہ ٿيو! شُگر وڌڻ سان ابُوءَ کي ايئن ٿيندو آهي. ايئن پهريان بہ هڪ بہ دفعا ٿيو آهي." مُون پهريون پيرو ابُوءَ کي اميءَ جِي مدد سان انسولين لڳائِي. ڪين ڪُجهہ ڪارائي، دوا ڏئي سُمهاريوسين. ايتري ۾ باجي (ڊاڪٽر مونا) بہ اچي پهتِي. هُن بلڊپريشر ۽ بخار چيڪ ڪيو. سڀ ڪجهہ نارمل هو. نہ بُخار... نہ ڏڪڻِي... ابُو نيڪ هو ۽ باجيءَ سان سُهڻي نمُوني ڳالهہ ٻولهہ بہ ڪيائين... حال احوال بہ ڪيائين... باجيءَ ڪلندي ابُوءَ کي چيو: "چاچا تيار آهيو نہ؟ سُياڻي توهان جِي ٻئي اک جي بہ آپريشن آهي. شُگر وڌڻ نہ ڏيندؤ نہ؟ متان منائي کائو!" ابُو بہ کليو... باجِي بہ... امي ۽ مان بہ کلياسِين ۽ باجِي ڪلندي ابُوءَ کان اجازت وٺي پنهنجي گهر روانِي ٿِي. ايئن خميس جو سجو ڏينهن ابُوءَ سان ڪچهري ۽ کلَ ڀوڳ ڪندي خيرَ جو گذريو.

جمعي جي صبح جو 8:00 لڳي اک جِي آپريشن لاءِ ابُوءَ جن کي وڃڻو هو. ابُوءَ ناشتو ڪيو ۽ تيار ٿيڻ لڳا. ڪين ڳوٺ وڃڻ جِي اونَ ۽ جلدِي هئي، سو ايندڙ جُمعي تائين آپريشن ٽارڻ هرگز نہ پئي چاهيائُون. شيو ڪري جيئن ئي واندا ٿيا، تہ ڪين پاڻيءَ ۾ هٿ وجهڻ سبب جسم ۾ وري هلڪِي ڏڪڻِي ۽ ٿورڙو بخار بہ ٿيو. ياسر، باجيءَ کي ڪال ڪئي تہ باجيءَ چيو تہ: "اهڙِي حالت ۾ رسڪ نہ ٿا کڻُون. آپريشن ايندڙ جمعي تي ٿا ڪرايُون! پهريان چاچا جو بخار صحيح ٿي وڃي! چاچا کي مليريا جا آثار آهن." مليريا جا ٽي ڊوز وٺي ابُوءَ ان کي شڪست ڏئي ڇڏي، پر هِيڻائي ۽ نماڻائي برابر هئي، پر ابُوءَ سان اميءَ جِي من مستِي گهٽ ڪانہ ٿِي. ياسر ڪين کلائي رهيو هو ۽ اسين سڀ ڪچهري بہ ڪري رهيا هئاسِين.

جيڪڏهن مُون کي اها خبر هجي ها تہ ابُو اسان سان هِي پنهنجا آخرِي ڏينهن پيو گُذاري، تہ مان هڪ پل بہ وڻائڻ پري نہ وڃان ها ۽ سڀ پل ساڻن گڏ



گُذاريان ها... ڪجھ ڪچهريُون ڪندي.. ڪُجھ علمي ادبي بحث ڪندي.. ڪُجھ ڏاهپَ جا ڏَس ونندي.. ڪُجھ مِنيُون مَذاقُون ڪندي..

تاريخ 13 هينءَ مان تبديل ٿي 14 هينءَ ۾ پهتي. اسان ڪٺي مٺي ڪچهري لائي وينا هئاسين. ابُو امي، ياسر ۽ مان... ۽ ابُوءَ کي تنگ پئي ڪيوسِين تہ "پلا مُحبت جي عالمي ڏينهن تي اميءَ سان ڪو اظهار... ڪو اقرار نہ ٿا ڪيو ڇا!؟" امي ان وقت ابُوءَ جي پرسان ۽ بلڪل سامهُون ويٺي هئي. ابُوءَ اميءَ کي ڏسندي سلام وانگر هٿ کڻي، پنهنجي مخصُوص انداز ۾ چيو: "اقرار آ... اقرار آ... هميشہ کان اقرار آ!" ۽ اسان سڀ کلياسِين.

ڪهڙِي خبر هئي تہ جنهن تاريخ جو آغاز ٿهڪ ڏيندي ڪيُون پيا، ان تاريخ جو اختتام اسان روئندي ۽ سُڏڪندي ڪنداسِين ۽ اها تاريخ اسان لاءِ رنگن ۽ روشنين بجاءِ تاريڪيءَ جو اُهڃاڻ بڻجِي ويندي

مُنهنجي ذهن ۾ هن فيبروريءَ جي 14 هين ۽ 15 هين تاريخ جو هر لمحو اٽڪي پيو آهي. اُن ئي رات جو باجي مونا (منهنجي ڀيڻ)، خالد سانگي (مُنهنجي ڀاءُ) سان گڏ ابُوءَ کي ڏسڻ آئِي. بلڊپريشر وڌيل هو. ان جِي دوا ابُوءَ کي ڏني، ابُوءَ سان ڪچهري ۽ کل ڀوڳ بہ ڪيائين. خالد سان بہ ابُوءَ ڳالهايو. سڀ ڪُجھ صحيح هو.

ڇنڇر جي صبح جو ابُوءَ ٿورو ناشتو بہ ڪيو. ٿوري ڪمزوري پئي محسُوس ڪيائُون. مُون ابُوءَ جي پير ۾ ويهِي پڇيو: "ڪيئن ٿا محسُوس ڪيو ابُو ؟ طبيعت صحيح آ!؟" ڪنڌ سان هاڪاري جواب ڏنائُون.

"ڪجھ ٿئي تہ نٿو!؟"

"نہ!"

"ڪا تڪلِيف يا سُور ٿا محسُوس ڪيو ڇا!؟"

ڪنڌ سان نهڪر ۾ جواب ڏنائُون.

نہ چاڻ ڪيئن مان پهريون پيرو ابُوءَ کي ايئن پيار ڪيو جيئن هُو مُون کي پيار ڪندا هئا. سندن چهري کي هٿن ۾ جهلي، سندن پيشاني چُميم ۽ چيم: "ابُو! نيڪ ٿِي وڃو نہ جلدي!"

ابُوءَ نماڻائِيءَ مان "ها" ڪئي ۽ جن نظرن سان مُون کي ڏٺو اهي نماڻيُون نظرُون مُنهنجيءَ دل ۾ ايئن نقش ٿِي ويُون آهن، جو پل لاءِ بہ نٿيُون وسرن. ڪاليج وڃڻ تي دل نہ چيو جيتوڻيڪ ياسر چيو بہ تہ: "ابُو نيڪ آهي. مان في الحال گهر آهيان. توهان ڪاليج مان ٿي اچو!" پر مُون چيو: "دل نٿي چوي وڃڻ تي. مان ساڻن اج گڏ رهڻ ٿِي چاهيان." بلڊپريشر ۽ شُگر ۾ گهٽ وڌائيءَ سبب باجيءَ چيو تہ چاچا کي احتياطاً چيڪ اپ ڪرائڻ لاءِ اسپتال ٿا وٺي هلُون. ابُو پاڻ پنهنجن پيرن تي بہ فلور لهِي هليو. ابُو نيڪ هو. نالي ماتر ياسر کين سهارو ڏنو هو. ڏاڪڻ تي اڳيان خالد، پنيان مان... ۽ وچ ۾ ابُو ۽ ياسر هئا. ابُوءَ وچ ۾ ساهِي پٽڻ بہ نہ پئي چاهي. هُنن ۾ پاڻ ئي هلڻ جِي همت هئي. ياسر کي چيم: "مان بہ اسپتال هلان!" چيائين: "نہ! في الحال چيڪ اپ ٿا ڪرايُون. مان توهان کي حال احوال ڏِيندس پيو."

ڪار ۾ ابُو پويان اميءَ سان گڏ ۽ اڳيان خالد ۽ ياسر ويٺا. مان کين گاڏيءَ تائين ڇڏي گهر آيس ۽ جلدي جلدي ابُوءَ جو بيڊ نيڪ ڪري ۽ سندن پيُون شيُون سَيٽ ڪري رکيم تہ ٿوريءَ دير ۾ خير سان واپس ايندا تہ جيئن سڀ ڪُجهہ صحيح لڳو پيو هجي. رتيءَ برابر بہ ڪو خوف يا گمان نہ هو... ڪو اڻ ڄاتو ئي سهي، مگر ڪوبہ پوائنٽو احساس ڪونہ هو. بس دعا هئي تہ الله ڪري ابُوءَ جِي هِيٺائي ختم ٿِي وڃي ۽ ابُو نيڪ ٿي وڃي. پري پري تائين ڪو ڊپ وارو احساس نہ هو.

اسپتال مان ياسر جِي ڪال آئِي. احوال ڏنائين تہ ابُوءَ کي ايمرجنسي وارڊ ۾ في الحال ايڊمٽ ڪرايو آهي. سمُوريُون ضرُوري چڪاسُون



(انويسٽيگيشنس) ڪرائڻ لاءِ آبزرويشن هيٺ رکيو ويو آهي. وري چيم: "مان به اچان؟" هن چيو: "ڇا اچي ڪندؤ؟ في الحال ترسو!"

پر الائي ڇو مون کي مزو نه پئي آيو. باجيءَ ڏي ڪال ڪيم. هوءَ سِول اسپتال مان سنئين سڌي لياقت نيشنل اسپتال وڃڻي هئي. چيو مانس: "هتي اچ ته گڏجي ٿا هلون!"

چنچر جو ڏينهن هو. رستا بند... شديد جيمنگ.. ساڍي 4 ۽ 5 لڳي جي وچ ۾ لياقت نيشنل هاسپيٽل پهتاسين. خالد ايمرجنسي وارڊ مان ٻاهر پئي آيو. جنهن اسان کي وٺي وڃي ابوءَ جي بيڊ تائين پهچايو.

ابو جيڪو ڇڱو ڀلو گهران نڪتو هو ان جي منهن تي آڪسيجن ماسڪ لڳو پيو هو. مختلف وائرن ۾ ويڙهيل ابو.. مانيٽر تي نظر ايندڙ سندن هارٽ بيٽ، نبض ۽ بلڊ پريشر جي ٽِڪ ٽِڪ... ڊرپ... ڪينولا... اهو منظر اکين ته ڏٺو پر منهنجو هانءُ ڪِري پيو... امي به اُداس لڳي پئي هئي... ياسر به پريشان ڏٺم... خالد به مزي ۾ نه هو.. باجيءَ کي ڏٺم، ته هُن مون کي ڏسڻ ئي نه چاهيو. هن منهنجي اکين کان اکيون لنوائي ڇڏيون. (۽ اهو سڀ هاڻي مون کي ياد اچي رهيو آهي) ابوءَ سان ڳالهايم... طبيعت پُڇيم... سندن پيشانيءَ تي هٿ گهمايم... پيار ڪيم... ۽ سندن پير ۾ وڃي وينس.

باجيءَ ۽ ياسر کان اهو ئي پئي ٻُڌم ته: "هاڻي سڀ ڪجه ٺيڪ آهي! نه بُخار آهي... نه ڏڪڻي... مليريا ختم... شُگر نارمل... بلڊپريشر صحيح... شڪر آ سڀ ڪجهہ ٺيڪ ٺاڪ آهي..."

ڪجهہ گهڙين بعد ياسر چيو: "توهان گهر وڃو. اسان هتي آهيون."

"مان ابوءَ سان هتي ئي هجڻ ٿي چاهيان!" مون ڪيس نماڻائيءَ مان چيو ۽ هُن به هائوڪار ڪئي.

رپورٽس اچڻ ۾ اڃا ڪجهہ دير هئي. ابو به بهتر هو. باجي ٿوري دير جي موڪل وٺي. پنهنجي ٻارڙن جو سُڌ سماءُ لهڻ لاءِ گهر وئي ۽ مان ابوءَ جو هٿ

پنهنجن هٿن ۾ جهلي سندن پير ۾ ويهي رهيس. امي سانجهيءَ جي نماز پڙهڻ وئي تہ اهو بہ ابوءَ پُڇيو تہ: "ماٺهين ڪاڏي وئي؟" چيم: "ابُوا نماز پڙهڻ وئي آ. ڪجهہ کپي!؟" چيائُون: "نہ پُٽَ!! بس گهر هلو هاڻي..." ۽ بار بار مُنهن تان آڪسيجن ماسڪ لاهي ڦٽو تي ڪيائُون. ان شڪايت سان تہ "نڙيءَ ۾ سُور ٿو ٿئي ۽ ڳيت ڏيڻ سان تڪليف ٿِي ٿئي!" هر هر پاڻِي بہ گهُريائُون ٿي ۽ بہ بہ ڍُڪ ڪري اسان کين پاڻي پيئاريو پئي.

مان ٻاهر ٿي ويس تہ اميءَ کان ٿي پڇيائُون تہ: "ڪُنوار ڪاڏي وئي!؟ ياسر ڪاڏي ويو؟" جڻ هُو ڪنهن ڪي بہ اکين کان پري نہ پيا ڪرڻ چاهِين. جي پڇجين پيو تہ: "ابُوا ڪم آ؟" تہ ڪنڌ سان نهڪر پئي ڪيائُون.

ان شام جي لمحي لمحي جو سُور صدين تي پکڙجي ويو آهي، جنهن لاءِ ممڪن ئي ناهي تہ ان ۾ درپيش ڪيفيت کي لفظن ۾ سموهجي!

وارڊ مان نڪري روئي روئي واپس پئي آيس. ڏسان پئي تہ امي بہ چُپ ۾ رُني ٿي. عشاء جو ٽائو ٿي ويو. سڀ ڪُجهہ صحيح پئي نظر آهي (پر شايد صحيح هو ڪونہ!)، پر ابُوءَ جِي ڳالهہ فقط هڪ ئي هئي تہ: "گهر هلو! دير ٿِي ٿئي! هتي ساهُہ ٿو مُنجهي. چو ٽا دير ڪيو؟ يلا ڪم وڌي ويو آهي چا؟" ساهہ مُنجهڻ جو ٻُڌِي مُون سندن سيني تي هٿ رکي پُڇيو: "ابُوا هتي ڪُجهہ ٿئي ٿو چا؟"

چيائُون: "نہ!"

"يلا مُونجهہ؟"

"نہ!"

"پوءِ يلا هي آڪسيجن ماسڪ رهڻ ڏيو نہ!"

"نہ! ان سان ئي مُنهنجو ساهہ ٿو مُنجهي..."

مُون کين دلجاءِ ڏيندي چيو: "رپورٽس اچن تہ هلُون ٿا گهر..."



پر اسان کي ڪھڙي خبر ھئي تہ ڪين گھر جي ايڏي تانگھہ چو لڳل آھي. باجي اڃا گھر مس پھتي ھُوندي تہ ڊاڪٽر رپورٽس ڪٽي پھتو ۽ ٻڌايائين تہ: "گُردا ڪمزور ٿي ويا آھن. صحيح ڪم نہ پيا ڪن ۽ دل بہ گھٽي ڪمزور ٿي چُڪي آھي. ھن ٿي مھيني ۾ ٽي غير محسُوس دل جا دؤرا پئجي چُڪا آھن. ڪوئي صدمو آيل آھي شايد!!"

ھا! اھو صدمُو چاچُو قاضي اختر حيات جي وڇوڙي جو ئي ھُيو جنھن جي جدائي بظاھر تہ برداشت ڪري ورتي ھئائُون، پر چوندا رھندا ھئا: "ھاڻ خالي ٿي پيو آھي. يارُ اڪيلو ڪري ھليو ويو!!"

ياسر ۽ ڊاڪٽر جي وچ ۾ ٿيل پُوري ڳالھہ بولھہ تہ ٻُڌي نہ سگھيس، پر ياسر جا پريشانيءَ وارا لفظ ٻُڌم: "آءِ نيڊ باجيز ڪنسينٽ ايٽ دِس مُومينٽ" ھن ڪيس فون ڪري گھران جلدي اچڻ لاءِ چيو. تڏھن پريشان ٿي پڇيُم: "ڇا ٿيو!؟"

ٻڌايئين: "ڊاڪٽر چون ٿا، ڊائيلاسز ڪرڻي پوندي.. پر وينٽيليٽر تي رکي..."

وينٽيليٽر جو ٻُڌي مُنھنجو سڄو ساھُ پيرن ۾ وڃي پھتو. ياسر پريشانيءَ ۾ ٽڪڙو ٽڪڙو وارڊ کان ٻاھر نڪري ويو. اميءَ پُڇيو: "ڇا ٿيو؟"

ڳالھہ لڪائيندي چيم: "اھو ئي امي! تہ گُردا ٿورو ڪم صحيح نہ ٿا ڪن." اميءَ وراڻيو: "ھا! توھان جو ابُو بہ اھو ئي تو سمجھي. ٿوري دير اڳ چيائين تہ لڳي ٿو مُنھنجا گُردا ڪم ڪونہ ٿا ڪن! تڏھن تہ يُورين بہ نہ ٿو نھي! پلا نھي بہ ڪيئن، پاڻي ئي نہ ٿو پيئان!"

اھو ابُو جنھن کي رپورٽس کان اڳ ئي خبر ھئي تہ گُردا ڪم نہ پيا ڪن، ڇا اُن کي پنھنجي وڃڻ جي بہ خبر ھئي!؟ جو ھُن پنھنجا آخري ساھہ گھر ۾ ڪڍڻ پئي چاھيا؟ لڳي ٿو تہ ھنن کي خبر ھئي... ڏينھن جي بہ خبر ھئي.



هن وقت مُون کي ياد ٿو اچي تہ ابُو ڏهين. يارهين، ٻارهين تاريخ جي فون ڪالز ۾ رتيديري وارن دوستن کي چوندو هو: "آچر تي اچُون ٿا!" ۽ اسان ڪلندا هئاسي تہ: "ابُو ڏس! هُنن کي ڏتا ڪيئن ٿو ڏي!" امي ابُوءَ کي اشاري ۾ چوندي هئي: "اهو ڇا ٿا چئون!؟ جمعي تي اڪ جِي آپريشن آ ۽ آچر تي وڃڻ جِي ڳالهہ ٿا ڪيو؟" اسان وري ٻئي ڪلندي چوندا هئاسين تہ: "آچر تي وڃي تہ ڏيکاريو!" هاڻي سمجهہ ۾ ٿو اچي تہ چريا تہ اسان هئاسين... ٻي خبر اسان هُئاسِين... هُنن کنهن کي بہ ڪو ڏتو ڪونہ ڏنو هو.

مان پنهنجو روئڻ لڪائي، وارڊ کان ٻاهر ياسر ڏي ڊوڙندِي وِيَس تہ ساڻس مِلِي ٿورو هانءُ هلڪو ڪيان. ڪا آٿت وٺان، پر هُو فون تي باجيءَ سان، ڊاڪٽر خورشيد، ڊاڪٽر مُرليءَ ۽ ٻين کان صلاح وٺڻ ۾ رُڌل هو. وري اندر وڃڻ لڳس، تہ ڪاريڊور ۾ ٽي چار عورتُون هڪ ٻئي کي ڀاڪُر پائي روئي رهيُون هيون. مُون کي ويتر روئڻ آيو. ڪاريڊور جِي ڏاڪڻ ڀُنيان لڪي سُڏڪِي سُڏڪِي جڏهن ساڻِي ٿي ويس، تڏهن پاڻ کي ئي دلاسو ڏئي چوڻ لڳس: "چري آهيان ڇا! روئان ڇو ٿي؟" ۽ الله کي سنڀاري وري ياسر ڏي ويَس تہ ان وقت تائين باجي ۽ خالد پهچي چُڪا هئا. ٽئي ٻاهر بينا پاڻ ۾ صلاح ڪري رهيا هئا. مان تڪڙِي تڪڙِي اندر ويس. امي روئِي رهي هئي. ڪيس وڏي همّت ڪري دلجاءِ ڏنم. ابُوءَ جو هٿ پڪڙي وري ڪيس مٿي تي پيار ڪيم. ابُوءَ وري بہ چيو: "گهر هلو بابا!" باجي اچي پهتي. ان کي بہ چيائون: "پُٽ! گهر هلو نہ!"

"ها چاچا! هلُون ٿا. بس رهتُون ڪلِيئر ڪرايُون..."

ڪجهہ ڊاڪٽرن کان ياسر ۽ ڪجهہ کان باجيءَ صلاحُون ڀئي ورتيُون تہ ڇا ڪجي!؟ سيني جو هڪ ئي مشورو مليو: "اوّل تہ وينٽيليٽر هرگز نہ!! ٻيو تہ ڊائيلاسز ئي حل آهي تہ ڀوءِ ان لاءِ ڊاڪٽر اديب رضويءَ واري اسپتال SIUT کان بهتر ٻئي ڪهڙي جاءِ ٿي سگهي ٿي!"

باجيءَ بہ SIUT ۾ ڊاڪٽر خالد ابراهيم سان ڳالهائي ورتو ۽ ياسر بہ ڊاڪٽر مُرلي ڌر سان... ۽ مان ان دؤران وارڊ ۾ ڪاريڊور جي وچ تيزيءَ سان اچ وڃ ڪندي رهيس. ڇو جو ابُوءَ جي بي چيني تمام گهڻي وڌڻ لڳي هئي. هُو بظاهر ڪنهن بہ تڪليف ۾ نہ هو. نہ ئي غشيءَ ۾ هو. هُو اسان سيني کي نالن ۽ رشتن سميت سُڃاڻي رهيو هو. نيٺ "امن ايمبولنس" ۾ ابُوءَ کي SIUT وٺي وياسين. ابُوءَ سان گڏ ايمبولنس ۾ ياسر ۽ باجي هئا. امي ۽ مان خالد سان گڏ سندس ڪار ۾ هئاسين.

ابُوءَ جن اسان کان اڳ ۾ ئي SIUT جي ايمرجنسيءَ ۾ مٿي پهچي چُڪا هئا. باجي ۽ ياسر، اسپتال جي ايمرجنسي وارڊ ۾ اندر ابُوءَ سان گڏ هئا. خالد ، مُون کي ۽ اميءَ کي SIUT ۾ اندر اچڻ نہ ڏنو ويو. امي رُني پئي تہ: "پٺهين ڪيئن ڪندو هُوندو! هُو تہ هر هر مُون کي سَڏيندو آهي." ياسر ڊوڙندو آيو: "پاڻي ڏيو جلدي... ابُو پاڻي ٿو گهُري!" پاڻي وٺي واپس مٿي هليو ويو. ٿوري ئي دير ۾ واپس آيو. اسان کي تڪڙو تڪڙو ساڻ وٺي هڪ ٻئي وارڊ جي وِيٽنگ ايريا ۾ ويهاري هليو ويو. شايد اهو SIUT جو "ميڊيسن" جو وارڊ هو. خالد چُپ... امي بہ اُداس... ۽ مُون سواليہ نظرن سان ياسر کي ڏٺو پر هُو بنا ڏِسڻ جي هليو ويو... يا شايد هن ڏسڻ ئي نہ چاهيو... امي مُون کي اهو چئي رهي هئي تہ: "جيڪڏهن پٺهين کي ايڊمٽ ڪيو ويو تہ هتي رات مان رهندم. گهر اڪيلي ڪيئن هلندم. مُون کي ننڊ ئي نہ ايندي!" تہ ايتري ۾ ياسر تڪڙو تڪڙو اچڻ لڳو. مان اُٿي بيٺس تہ شايد ڪُجهہ وٺڻ آيو آهي يا اهو ٻُڌائڻ تہ ابُوءَ کي ايڊمٽ ٿا ڪن. پر هُن ڪُجهہ بہ نہ چيو. بس اچي اميءَ کي ياڪر پاتئين... زورَ سان... ۽ چيائين: "امِي! همّت ڪجانءِ!" اميءَ ڇڪي پاڻ کان پري ڪيُس.

"هِي ڇا ٿو چئين!؟" (پر امِي سڀ ڪُجهہ سمجهِي وئي هئي)

ياسر سُڏڪندي چيس: "پاپا جان گهُرائي ورتُس پاڻ ڏي، امي!"

بس........!!!!



پوءِ ڪُجھ بہ ساڳيو نہ رهيو.

۽

اسان تي قيامت ڪڙڪي پئي...

ابُو هليو ويو.

ايئن؟؟؟

اوچتو؟؟؟

بنا ٻڌائي؟؟؟

وڏي ابُوءَ (خدا بخش سانگيءَ) وانگي؟؟؟

مان ٻيو ڀيرو يتيم ٿِي ويس. ٻيو دفعو ساڳيو ئي پڇتاءُ پلئہ پيو اٿم، تہ ڪاش ٻويان لمحا مان ابُوءَ سان گڏ هُجان ها!

وڏي ابُوءَ جي وڇوڙي وقت بہ ڏاڍي آرام سان سندن ڪمري کان پنهنجي ڪمري ۾ وئي هئس. پنج منٽ مَس گذريا هئا تہ خبر پئي هئي، تہ ابُو بنا موڪلائڻ جي هليو ويو ۽ هاڻي نندي ابُوءَ جي لاءِ خيريت جِي خبر ٻُڌڻ جي لاءِ پُر اميد هئس، تہ ابُوءَ جي وڇوڙي جِي خبر ملِي وئي. وري مان اندر ۾ اهو ڪانُ ٿِي کُپندي محسُوس ڪيان تہ ڪاش! اهي ٻويان 15 منٽ بہ مان ابُوءَ سان گڏ هُجان ها! ڪين ڀاڪي پايان ها... پيشاني چُمان ها!

ڪيڏي نہ عجيب ڳالھ آهي ۽ ڪيڏو نہ ڏُکائتو اتفاق آهي، تہ وڏي ابُوءَ جي آخري لمحن ۾ بہ باجي انهن سان گڏ هئي ۽ نندي ابُوءَ جي آخرِي سفر ۾ بہ هُوءَ ئي ساڻن همسفر هئِي. ايئن چوان تہ ابُو وڏي ۽ ابُو نندي ٻنهِي باجِي مونا جي هٿن ۾ ساهُہ ڏنو. اها باجيءَ جي خوشقسمتي آ؟ يا بدنصيبي؟ جو اهي اذيت ناڪ ٻونين پساهن جا لمحا باجِيءَ جي اکين ڏٺا ۽ دل ڀوڳيا ۽ اسان سيني جي سواليہ جُملن توڙي سواليہ نظرن کي بدراشت ڪيو ۽ سَنو ۽ انهن جي وڇوڙي جِي ڀهرين خبر سندس ئي ڏکندڙ لهجن ۽ ڇچريل لفظن سان ملِي.



اسان بي ساها جسم کڻي، ڪراچيءَ کان رتيديري لاءِ رات جو 1:30 لڳي ايمبولنس ۾ روانا ٿياسين. اها رات اڳي ئي ويران ۽ ڀيانڪ هئي. پُوري ڪائنات غم جي تارِيڪيءَ ۾ ويڙهيل هئي. ويتر بي انتها ڪوهيڙي ۽ اوچتن ايندڙ جهاڪن اسان ٽنهي (اميءَ، ياسر ۽ مُون) کي آرام سان سُتل ابُوءَ ڏي پئي وڌايو. ابُو جيڪو اسان کان بي پرواهه سُتو پيو هو... صفا اُوندهه... ڪوهِيڙو... ۽ خطرناڪ بريڪ جڏهن بہ لڳي پئي، تہ الائي ڇو مُون پنهنجي لاءِ، ياسر يا اميءَ لاءِ نہ پئي سوچيو... مُون فقط اهو پئي سوچيو تہ ابُوءَ کي ڪا تڪلِيف نہ اچي ۽ اها پئي دُعا گُهرِي تہ يا الله! اسان خيرَ سان ابُوءَ کي گهر پهچايُون. الائي ڇو مُون کي اهو خيال پئي آيو جڻ تہ ابُو اسان وٽ امانت هجي... اُن رتيديري جِي امانت... اُن گهر جِي امانت... نائلہ، ناصر، رُوبلي ۽ زوهيب جِي امانت... جن کي هن دفعي هُو هميشہ لاءِ الوداع ڪري ڪراچيءَ پهتو هو ۽ بقول رُوبلي جَي، تہ ابُو هن دفعي ڪراچيءَ لاءِ پنهنجي رتيديري واري گهر مان نڪرندي خوش نہ هو. گهر مان نڪرندي هن ورائي ورائي پئي گهر کي ڏٺو... هڪ هڪ ڪمري جو دروازو کولي، ڪمرن کان بہ جڻ موڪلايائين پئي... ويندي ويندي بہ مُنهن ڦيرائي ڦيرائي پئي گهر کي تڪيائِين.

وِري سوال... تہ اهو سڀ ڇا هوا؟ ۽ ڪيئن اڳ ۾ لکِي لهجي تہ اُهي ڪهڙيُون نشانِيون هيُون؟

ايمبولنس ۾ ڪڏهن ابُوءَ کي پئي ڏٺم... ڪڏهن اِميءَ کي پئي ڏٺم... تہ ڪڏهن ياسر کي... ڪڏهن رُناسين ٿي تہ ڪڏهن چُپ هئاسِين... بنهہ چُپ...

ياسر چوڻ لڳو: "ڏس! هِي محبُوب آهن نہ اسان جا! آهي ڪو بيو محبُوب!؟" مُون وراڻيو: "نہ! پِيءُ ماءُ جهڙي محبُوب هستِي ڪائي بہ ناهي!"

ڪراچيءَ کان رتيديري تائين 8 ڪلاڪن جو اهو سفر ايمبولنس ۾ خاموش سُتل ابُوءَ سان گڏ اسان جو آخرِي سفر هو پر اهو سفر ڪيڏو اذيت ناڪ ۽ پيڙا وند، جهورِيندڙ ۽ مارِيندڙ هو. ان جو بيان ياسر ۽ مان شايد زندگيءَ ۾



ڪڏهن بہ نہ ڪري سگهئُون. شايد ان سفر جي ذڪر لاءِ پيڙا ۾ اذيت جهڙا لفظ ڏاڍا حقير ٿا لڳن.

اُن ئي درد ۾ هئاسين تہ اميءَ کي خالا (چاچُو اختر حيات جِي گهرواريءَ ۾ اميءَ جِي ڀيڻ) ياد آئي. اميءَ چيو: "خالا ڪيئن مُنهن ڏسندِي؟ اُها تہ عِدّت ۾ آ... ڇا ٿيندو؟ ڪيئن ٿيندو؟؟" اهو جُملو اميءَ بہ ٽي ڀيرا ورجايو. ڪڏهن پريشانيءَ مان سُڏڪندي.. تہ ڪڏهن مايُوسيءَ مان...

اسان ٻئي (ياسر ۽ مان) شرعي حلَ سوچڻ لڳاسِين. پر رکي رکي اميءَ جو اهو جُملو.. اميءَ جو سڄو ساهُہ پِڻ ۾ ٽنگيل... مُنهنجو هانءُ ڦاٽڻ لڳو.. ڪُجهہ سمجهہَ ۾ نہ آيو تہ ياسر کي چيُم: "ڇا اسان ٻهريان لاڙڪاڻي خالا ڏي نہ هلُئون!؟ نہ تہ قيامت تائين جو وڇوڙو آهي..." ياسر مُنهنجي ڳالهہ جِي تاعيد ڪئي ۽ پوءِ اهو قيامت خيز منظر مُنهنجي اکين تہ ڏٺو پر هنيو پورا پور اج بہ ايئن ئي آهي، جڻ مان 15 فيبروريءَ جِي پاداش ۾ ڀڪوڙيِي هُجان.

اذيت ناڪ لمحو... قنبر روڊ لاڙڪاڻي تان جڏهن پروفيسرس ڪالُونيءَ طرف اسان جِي ايمبولنس مُڙِي.. هڪ گهٽيءَ کان پوءِ ٻِي... ٻيءَ کان پوءِ ٽئِين... ٽئينءَ کان پوءِ چوٿِين گهٽيءَ ڏي جيئن جيئن ايمبولنس وڌڻ لڳِي، جِيءُ جُهرڻ لڳو. هانءَ کي هُرکُر تہ اندر گهر ۾ داخل ٿِي مان ڇا چونديس؟ امي ۽ خالا پاڻ ۾ ڪيئن ملنديُون؟ ڇا ٿيندو؟؟ ايمبولنس چاچُو قاضي اختر حيات جي در تي بِيٺي. پهڻ پيرن سان گهر ۾ اندر داخل ٿيس. اوچنگارُون ڏيندڙ خالا کي ڀاڪُر پائي سُڏڪندي نہ ڄاڻ ڪيئن چيُم: "خالا! ابُو پاڻ آيو اٿو توهان سان ملڻَ..." ۽ پوءِ وارو منظر خالا ۽ اِميءَ جو ملڻ... بہ لُڻيل ڀينرُون ڪيئن مليُون... ڪيئن رُنيُون... الله اڪبر!!!

مُنهنجي دماغ جي، رَڳُن کي فقط اميءَ جو چيل هڪ ئي جُملو اُن وقت کان وٺِي هن گهڙِيءَ تائين چِيري ۽ ڦاڙي رهيو آهي: "مُنهنجِي ڀيڻ حيدرآباد مان پاڻُ ڦُرائي آئِي ۽ مان ڪراچيءَ مان پاڻ ڦُرائي آيَس..."



اوچنگارُن ۾ سُڏڪن جي سيلاب ۾ وهندي، ياد ئي ناهي تہ خالا ڪيئن ابُوءَ جو آخرِي دِيدار ڪيو ۽ ڪيئن اُتان موڪلاڻِي وني اسان پنهنجِي منزل (رتيديري) ڏانهن روانا ٿياسين. اهو رستو... اهو سفر... قدرت واري ڪرايو. ابُوءَ کي اهو سفر ايئن ئي ڪرڻو هو... اُن ساڳئيءَ ئي طرح، جيئن هُو ڪراچيءَ هليا هئا.

رتيديري مان لاڙڪاڻي... لاڙڪاڻي کان ڪراچيءَ... ڪراچيءَ مان چڻ وري بہ پهريان چاچُوءَ جي گهر حاضري پرڻِي هُئَن... ڪيس هن جي مُحبّتن جو قرض ادا ڪندي، چاچُوءَ جِي چانئٺ تي سلامِي ڏيڻي هئي... خالا جِي عدّت تہ هڪ بهانو هو... اصل ۾ ياءُ جِي ياءُ جي گهر چِڪ هئي ۽ اسان جي صبر ۽ حوصلن جو امتحان...!!!

هيڏا ڏينهن گُذرِي ويا... پر اج بہ سوال جو ڪانئو اُتي ئي 14 هين فيبروريءَ جِي تاريخ تي اٽڪيو پِينو آهي.

ابُو ناهي؟؟

ايئن ڪيئن ٿو ٿِي سگهي؟؟؟

يقين ۽ بي يقينيءَ جو گهاٽو آ... ۽ مان آهيان...

تدفِين بہ ٿي وئي... جُمعاٽا بہ ٿِي ويا... پر يقين نہ ٿو اچي.

مُنهنجي ننيڙي گهر ۾ (جنهن جو نالو ئي "منزلِ مقصُود" آهي) اڄ ڪٿِي ۽ اڄ مٽِي ماٺ جِي پِيڙا پوکي هليا ويا... بنا ٻڌائڻ جي... بنا موڪلائڻ جي... بنا دُعا ڏيندي... بنا مُنهنجي سينڌ تي صلواة شُوڪارَي...

ڪراچيءَ کان رتيديري تائين مُنهنجي خاموش چپن مان دبيل سُڏڪن اندران، مُنهنجي رُوحَ، دل، رڳ رڳ ۽ ماس جي پَور پَور جيڏا پيرا ڪين "ابُو... ابُو..." ڪري پُڪاريو اوترو تہ مُون ڪڏهن ايڏن سالن ۾ بہ ڪين ڪونہ سڏيو هو ۽ هي ئي دفعو هو، جڏهن هنن مُون کي مُنهنجي سڏَ جِي وراڻِي نہ ڏني.



ڪھڙي خبر هئي تہ ڇا ٿيڻو آهي، پر جيڪو ڪجھہ هاڻي ٿئي پيو اهو ڏاڍو ڏکيو آهي.

صبح سان ڪاليج وڃڻ وقت پنهنجي دُعا جا پرَ مُون کي چپر ڪري ڏيندا هئا ۽ جڏهن خيريت سان گھر ايندي هئس تہ پليڪار جو ياڪر ۽ درُود جي تحفي سان سِينڌ چُمندا هئا...

۽ هاڻي...

هاڻي گھر ۾ گھڙڻ شرط هڪ پيانڪ ماٺ جي رَڙ هانءُ ڪڍي ونندي آهي ۽ مان بُڪ شيلف ۾ پيل ابُوءَ جي اکين کان وانجهيل چشمي کي چوندي آهيان: "ڏس! مان اچي وئي آهيان. دعا ڪير ڏيندو؟ خيريت ڪير پُڇندو؟" ڪو بہ جواب ناهي ايندو.

ابُو پاڻ تہ خاموش ٿي ويو، پر پنهنجي شيُن کي بہ جهلي ويو الائي ڇا! جو سندس ڪابہ شئي ڪانہ ٿي ٻولي...

نہ ڪاغذ... نہ قلمَ... نہ ڪتاب... نہ سندس عينڪ...

۽ نہ ئي سندن اُها تسبِيح، جيڪا هنن پنهنجي ساڄي اک جي آپريشن ڪرائڻ کان پوءِ ڪيترن ڏينهن تائين پڙهِي هئي ۽ اهي ڪورا ڪاغذ، جيڪي سندن علم جي خزاني کان محرُوم رهجِي ويا.

ابُوءَ کان سامهُون تہ دُعا وٺندَي سُڪُون ملندو هو، پر جڏهن فون تي ڪين دعا لاءِ چوندِي هئس تہ چوندا هئا: "بابا! پيو ڪهڙو ڪم آ پلا هاڻي اسان جو... دعائن کان سواءِ... دعائُون ئي تہ ڪيُون پيا هاڻي..." پر سال ڏيڍ اڳ ڪنهن وڏي پريشانيءَ لاءِ مُون کي ابُوءَ ڏاڍي سادگيءَ ۽ نماڻائِيءَ سان هڪ اهڙي ڳالھہ چئي، جيڪا بلڪل سادي نہ هئي. جنهن مُنهنجي اندر ۾ آنڌ مانڌ ۽ ڏاهَہ ڏوهَہ ۽ مُنهنجي باطن ۾ هلچل مچائِي هئي.

"پُٽَ! وڏي پريشاني آهي... دعا ڪيو... توهان دُعا ڪندؤ تہ حل ٿِي ويندِي. توهان جِي دعا قبُول ٿيندي آهي..." مُون تہ ان وقت انتهائي حيرانگيءَ مان ابُوءَ کي ڏٺو هو.

مُنهنجي ڇپن مان الائي ڪيئن جُملو نڪتو: "ابُو! دعا تہ سيني جِي قبُول ٿيندِي آهي!"

مٿي تي هٿ رکي چيائُون: "ها! پر توهان جِي ڳالهہ ٻي آهي."

الله جو شڪر آ، ٿورَي وقت ۾ اها پريشانِي دُور تہ ٿِي وئي، نہ ڄاڻ ڪنهن جي دعائن سان... نہ ڄاڻ ڪنهن جِي محنت ۽ جاکوڙ سان... پر ابُوءَ جي ان ڳالهہ، الله سان مُنهنجا جهيڙا ختم ڪرايا. الله سان مُنهنجِي شڪايتن جا باب بند ٿِي ويا. دُعائن ۾ضدَ ۽ حُجَتُون تبدِيل ٿي، ان جي رضا جُون طالب ٿِي ويُون.

ابُوءَ مُنهنجي سوچ جو انداز تبديل ڪري ڇڏيو.

هُو هميشہ مُون کان اهو سوال ڪندا هئا تہ: "شاعري ڪيو پيا؟"

"پنهنجِي نڪور شاعري شيئر ڪريو!"

"ٻيو ڪتاب ڪڏهن ٿا آڻيو...؟ جلدِي آڻيو... الاهِي گيپ پئجي ويو آهي!"

ڪڏهن ڪڏهن تہ شڪايتي انداز ۾ چوندا هئا:

"اوهان پنهنجي پڙهندڙ کان پري ڇو پيا ٿيندا وڃو؟"

ايتري تائين، جو مُنهنجن فائيلن مان مُنهنجِي شاعري پاڻ چُونڊَي ڪيڊي رسالن ۾ بہ اُماڻِيندا هئا. هر وقت اهو ئي چوندا هئا: "پڙهندا رهو... لکندا رهو... پنهنجا تجربا شيئر ڪندا رهو..."

مُحبتُون ميڙي ورهائڻ وارو ماڻهُو اوچتو ڪاڏي هليو ويو؟

ٻاجهارو ۽ شفيق... انسانيت جي اصل وصف جو مُجسّم... سنڌ جو حقِيقِي عاشق... سچو سنڌِي... سُهڻو مهمان نواز... پنهنجي نانءَ جو سچو پَڇو مفهُوم... خوشبُو کنڊيريندڙ... نرميُون ۽ آسانيُون ورهائيندڙ... ذات پات جي پيد

ياوَ اُوچ نِيچ... دين ڌرم جهڙي هر فرق کان پري.. جيئن انهن پنهنجي نالي گُل جو مان رکيو ايئن شايد ورلي ڪو انسان اسان کي ملندو.
"گل" ۾ ان جِي خوشبُوءِ وٽ اميريءَ غريبيءَ، خوشيءَ ۽ غم جو فرق ناهي هُوندو.
اهو ئي رهيو "گل" جو مقصد...
"مقصُودِ گل"...
"مقصُودِ حيات"...
پنهنجي نالي جي هر لفظ جو سچو پچو عڪس هئا. مُحبّت ۽ انسانيت جِي سچِي خوشي ورهائڻ ئي سندن مقصُودِ حيات هو ۽ اهو مقصد ئي مقصُود گل جِي حيات کي جاودان بڻائي ڪيس اسان ۾ اُجاري ويو.
هُو زنده رهندو... پنهنجي مُحبّتي ۽ شفيق عملن سان... نه رڳو دنيا ۾ پر آخرت ۾ به...
انشاءَ الله!
هُو اُجرو ۽ اعليٰ مقام تي هُوندو.
"گهر هلو... گهر هلو... دير ٿِي وئي آهي... گهر هلو..." اهو چوندي هُو هليا ويا. ڪين ايڏي تڪڙ جو ملڻ کان اڳي ئي... گهر هلڻ کان اڳي ئي هليا ويا... چُپ ۾ اهو چئي، تہ:
"گهڻو ئي چيو مانوَ بيلِي... گهر هلو.. دير ٿِي وئي آ...
پر توهان ڪونہ سمجهيا...
ماشاءَ الله!!!
هلان ٿو پلا!
موڪلائي ناهي...
سدائين گڏ!!!"
ابُو هليو ويو ۽ پنهنجي مٿان شفقتن جو نزُول بند ٿي ويو.

## سائين مقصُود گل، هڪ نهٺو مهربان

ڊاڪٽر مخمُور بخاري

ياد پئي ٿو تہ قاضي مقصُود سان پهرئين ملاقات ڪراچيءَ جي هوٽل ريجنٽ پلازه ۾ قلمڪار ڪنوينشن ۾ ٿي هئي. تعارف بعد ڪٺي ياڪر ۾ پريائين. چيائين: "تون منهنجي استاد جو پُٽ آهين. تو مان بہ اهو ئي واس ٿو اچي." پوءِ محبتن جا سلسلا جڙندا رهيا. ڪچهريون، محبتون، حُجّتون. بس ائين ئي!! ملبو تہ ڪڏهن ڪڏهن پر جڏهن بہ ملبو تہ اهو ديس سچل سائينءَ جو ئي هوندو هو. گهڻي ڀاڱي فون تي ئي ملاقات رهندي هئي.

سچل سائين جو سائنسي بنيادن تي مطالعو ڪندڙ ڊاڪٽر عطا محمد "حامي" (جيڪو منهنجي مُربّي استاد ڊاڪٽر نواز علي "شوق"، سائين قاضي مقصُود "گل" جن جو استاد ۽ منهنجي بابا پروفيسر ڊاڪٽر ممتاز بخاريءَ جو بہ محسن هو.) جا سچل سائين تي لکيل مضمون ۽ مقالا سهيڙڻ جو خيال ڪيم تہ سيني کان پهرين اهو ويچار سائين مقصُود "گل" سان ونديم. بڏي بي انتها خوش ٿيو ۽ پوءِ ان سلسلي ۾ وري جڏهن ساڻس ڳالهايم تہ: "سائين حامي صاحب، سرمست سائين جي فارسي ديوان آشڪار مان ٿي غزل منظوم ترجما ڪيا هئا. جيڪي خيرپور جي ڪنهن لوڪل اخبار ۾ شايد 3_1952ع ڌاري شايع ٿيا آهن. سي ڪٿان بہ هٿ نٿا اچن ۽ ڪنهن کي بہ خبر ناهي، پر مون ان جو حوالو محمّد علي حداد جي سچل ببلوگرافيءَ ۾ پڙهيو آهي، سي هٿ ڪرڻا

آهن". ٻُڌي حيرت جو اظهار ڪيائين، چيائين: "حامي صاحب ڪان اسان ڪڏهن اهڙي ڳالهه نه ٻڌي". مُون چيو: "پر سائين حداد صاحب ته حامي صاحب جو ويجهو ساٿي هو اهو جو لکي ٿو." وري ڪجهه ڏينهن کان پوءِ ساڳي موضوع تي ڳالهائيوسين چيائين: "ها واقعي حداد صاحب لکيو آهي، جي ڪٿان اهو مواد نه ٿو ملي ته پوءِ ڊاڪٽر نصير حامي يا حداد صاحب جي پونئيرن وٽ ڳولهڻ گهرجي." مُون کين ٻڌايو ته "ڊاڪٽر نصير حاميءَ کي ان بابت خبر ناهي" وراڻيائُون: "پوءِ ته حداد صاحب جي گهر ۾ هلي ڳولهجي. مون ۾ اڪيلي سر اها جدوجهد ڪرڻ جي همّت ناهي. تون نوجوان به آهين، محنت به ڪرين ٿو. گڏيل صلاح سان ڪو وقت طئہ ڪيون. پوءِ تون خيرپور اچ ۽ مان به اچان. گڏجي هلي حداد صاحب جي ذخيري کي اٿلايون پُٿلايون. من ڪجهه ملي پئي!" ٻُڌي خوشيءَ مان چيو مان: "سائين الله اوهان کي صحت ۽ همّت ڏئي. پڪ آهي ته سچل سائينءَ بابت ڪم ڪرڻ لاءِ گهٽو ڪجه نئون ملي پوندو." ۽ پوءِ اهي ڳالهيون ٿينديون رهيون سائين بار بار ان ڪم لاءِ چوندو رهيو. پر ڪڏهن به ان ڪم نه ڪرڻ تي ميار نه ڏنائين. اڄ تائين ئي اهي منظوم ترجمو ٿيل غزل ملي سگهيا ۽ نه ئي حداد صاحب جي اڻ ڏٺي ادبي ذخيري تائين پهچي سگهيس...!

ذهن تي زور ڏيان ته سائينءَ جي ٻن فون ڪالز مون کي چرڪائي ڇڏيو. هڪ ڀيري اونهاري جي گرم راتين ۾ ٻارنهين جي لڳ ڀڳ فون ڪيائين: 'مخمور مون وٽ سائين وڏي (بابا سائينءَ) جو نمبر ناهي. جي آرامي نه هجن ته ڳالهائڻ چاهيندس' ٻئي لمحي استاد ۽ شاگرد پاڻ ۾ ڳالهائي رهيا هئا ٿوري دير بعد آئون جڏهن سائينءَ سان مخاطب ٿيس ته چيائين: "اڄ دل چاهيو ته پنهنجي استاد جا پير ڇُهان. سو پري ويٺي اهو ئي ڪري سگهيس پئي ته ساڻن فون تي ڳالهائيان." وري هڪ ڀيري اهڙي ئي طرح رات جو فون تي آواز گونجيو: "سچل سائينءَ جي فارسي مثنوين جا ڇاپي توڙي اڻ ڇاپي نسخا گڏ ڪيون پوءِ ان موضوع تي تحقيق جا نوان گس گهڙيون."



سائين مقصُود "گل" سان جڏهن بہ ڳالهہ ٻولهہ ٿيندي هئي تہ گهڻي ڀاڱي اسان جو موضوع سچل سائين ئي هوندو هو. ڇاڪاڻ جو هُو سچل سائين جو عاشق، شارح ۽ مترجم هو هن جا درازي دَر سان ڪيترائي رشتا جڙيل هئا، جنهن ڪري هو هر حال ۾ نڀائڻ چاهيندو هو. سچل جي عاشق هجڻ جي باوجود، هن جڏهن بہ ان موضوع تي لکيو تہ انڌي عقيدت واري عينڪ پائڻ ڪان پاڻ کي هميشہ بچائيندو رهيو. ڇاڪاڻ تہ پنهنجي استاد "حامي" صاحب جيان هو بہ تحقيق ۾ دليل ۽ منطق جو قائل هو. هن سچل سائينءَ جي اعليٰ فڪر کي هميشہ ان جي ئي درست رخ ۾ ڏٺو ۽ اسان کي ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ آئون سمجهان ٿو ڀلي تہ رجعت پرست ۽ پسند ان جي خيالن کي پنهنجي روايتي انداز سان لوئڻ جي ڪوشش ڪن، پر سائين مقصُود "گل" جو سچل سائينءَ تي ڪيل سمورو ڪم پنهنجي انفراديت، خيال ۽ معنيٰ جي لحاظ کان اهميت رکي ٿو.

هڪ شخص جو وڇوڙو رڳو ان جي گهر ڀاتين، خاندان ۽ دوستن لاءِ تڪليفده عمل هوندو آهي، پر هڪ اهڙو شخص، جيڪو پنهنجي ذات ۾ بي بها رنگ رکندو هجي، جيڪو محبتون، مرڪون، خوشيون ونڊيندو وتي، جيڪو شاعر، محقق، اديب، استاد ۽ الائي تہ ڇا ڇا هجي اهڙي منڙي، محبتي ۽ مانائتي سائين مقصُود "گل" جو وڇوڙو هن جي گهر ڀاتين، خاندان ۽ دوستن سان گڏوگڏ ٻين ڪيترن لاءِ بہ سچ پچ تڪليفده آهي ۽ جيڪي وڇوڙن جي باهہ ۾ سڙي چڪا آهن، انهن کان وڌيڪ ٻيو ڪير ان اذيت کي محسوس ڪري سگهندو!!

عشق کی مے بغیر جو گذرے
زندگی ہے عذاب اے ساقی
(سچل)

# تنين سندي ڪاڻ، ڪري نہ سگهان ڳالهڙي

**مختيار سمون**

چوڏهين فيبروري جنهن کي دنيا ۾ پيار وارو ڏينهن (وئلنٽائين ڊي) سمجهيو وڃي ٿو ان پيار واري ڏينهن تي، الله کي پيارو ٿي وڃڻ کان صرف پوٽا چار مهينا اڳ ئي تہ ادا مقصُود گل منهنجي ناليج سينٽر ۾ قرب جا قدم پري آيو هيو. اهو گذريل سال جو سورنهين نومبر جو ڏينهن هيو ۽ ان ڏينهن بزمِ سچل طرفان ناليج سينٽر لاڙڪاڻي ۾ شهيدِ ڪربلا حضرت امام حسين عليہ السلام جي ياد ۾ محفلِ مسالمہ رکي وئي هئي جنهن ۾ ادا مقصُود گل مهمانِ خاص طور تي مدعو ٿيل هيو. ان محفل ۾ هن پنهنجو نذرانۂ عقيدت هن طرح پيش ڪيو هيو:

ڌرتي ۽ ڪائنات جو محور حسين آ
جڳ جي جماليات جو جوهر حسين آ
مولئ علي ولي آ سمندر سخا سندو
سائنڻ صدف بتول ۽ گوهر حسين آ

محفلِ مسالمہ جي ختم ٿي وڃڻ کان پوءِ ناليج سينٽر جي اڱڻ ۾ ڪرسين تي ويهي اسان چند دوستن، جن ۾ بلال بروهي، امداد جوکيو، ڪوڙل

قربدار، فدا حسين "فدا"، جانب سومرو ۽ ڪجھ ٻيا دوست بہ شامل هيا. ادا مقصُود گل سان ڏاڍي پيار پري ڪچهري ڪئي هئي. ان پُر لطف ۽ پُر ڪيف ڪچهري ۾ سندس علمي ادبي گفتگوءَ مان حَظ حاصل ڪيوهيو ۽ ڪجھ مزاحيہ جملن تي ساڻس گڏجي دل جي گهراين سان وڏا وڏا ٽهڪ بہ ڏنا هيا تہ ساڻس گڏ ڪجھ فوٽو بہ ڪيرايا هياسين.

اها خبر تہ ڪانہ هئي تہ اُن پرمسرت ڏينهن کان ڪو چند مهينا پوءِ سنڌي ادبي سنگت پاران ناليج سينٽر جي هن ساڳئي ئي اڱڻ تي جيڪا ٻي تقريب ٿيڻ واري هئي، سا ادا گل جي دکدائڪ وڇوڙي کان پوءِ سندس ئي ياد ۾ هوندي. ناليج سينٽر جو هي اڱڻ، جيڪو ٿورو عرصو اڳ ادا گل سان ڪچهريءَ دوران ٽهڪن سان گونجيو هيو، اهو اڄ ائين مارچ بہ هزار پندرنهن واري ڏينهن تي سندس ئي ذڪر ٿيڻ تي ساڻس محبّت ڪرڻ وارن دوستن، شاگردن، اديبن ۽ عزيزن جي غمگين چهرن ۽ خاموش لڙڪن واري ماحول ۾ اُباٽڪو ۽ نراس بڻيل هوندو. موت برحق آهي، پر محبتي، امن ۽ پيار جي پرچارڪ، حق سچ جي علمبردار اديب، شاعر ۽ درويش صفت ماڻهن سان موٽ جي اهڙي ويساه گهاتي دل رنجائيندڙ آهي. مان موٽ کي ميار ڏيڻ کان رهي نہ ٿو سگهان.

چني گل گلاب جا، ڪيئي ڏارو ڏار
اڙي موٽ! ميار، ايڏو ساڙ سڳند سان

محترم مقصُود گل قاضي صاحب اهڙو جاکوڙي ۽ اورچ قسم جو انسان هو، جنهن هر حالت ۾ ثابت قدم رهي پنهنجي منزلِ مقصُود کي ماڻڻ لاءِ مسلسل جدوجهد ڪئي. سندس جدوجهد جو طريقءِ ڪار "لکڻ" هيو ۽ هُو پنهنجي آخري دم تائين لکندو ئي رهيو. سندس منزِل مقصُود ڪهڙي هئي؟ "علم، ادب، انصاف، اهنسا، عقل، شعور، پيار، محبّت، خوشحالي ۽ خوشين جي گلن سان



گلزار، سچ ۽ سونهن سان سينگاريل سنسار". ان لاءِ هُو پنهنجي سموري زندگي برسرِ عمل رهيو. هُو تہ ڀٽائيءَ جي بيت "جان جان هئي جيئرِي، ورچي نہ ويٺي... " جي عملي صورت جيان هو. هن پنهنجي حياتيءَ ۾ ڇا ڇا نہ ڪيو؟ همٿ، حوصلي ۽ سچّ جو شعور ڏيندڙ شاعري تخليق ڪئي، فڪر ۽ فهم سان ڀرپُور نثر سرجيائين، مختلف ٻولين ۾ بهترين ادب ۽ شاعري ترجمو ڪيائين، تاريخي ۽ تحقيقي ڪتاب لکيائين، پنهنجي شهر ۾ اسڪول جو بنياد وجهي، نئين نسل جي تعليم ۽ تربيت ڪيائين، ڪتاب گهر قائم ڪيائين، ساڃاهوند شاگردَ تيار ڪيائين، بهترين پڙهندڙ پيدا ڪيائين ۽ پنهنجي اولاد کي علم، عقل ۽ ادب جي املاڪ سان آراستہ ڪيائين.

ادا مقصُود گل پنهنجي خاندان جي هڪ ذميوار فرد طور پنهنجا فرض نڀائڻ سان گڏ هڪ باشعور ۽ قومي درد رکندڙ انسان دوست اديب ۽ شاعر جي حيثيت سان سموري سماج جي بهتريءَ لاءِ جيڪو سندس وس ۾ هيو اهو سچائيءَ سان ڪري سرخرو ٿي هليو ويو. اهڙي عظيم ماڻهوءَ جي جيتري ڳالهہ ڪجي، سا ٿوري آهي، بس صرف ايتروئي چئي سگهجي ٿو تہ:

مون سي ڏٺا ماءِ، جنين ڏٺو پرين کي
تنين سندي ڪاءِ ڪري نہ سگهان ڳالهڙي

(آچر، 8 مارچ 2015ع تي ناليج سينٽر لاڙڪاڻي ۾ سنڌي ادبي سنگت مرڪز پاران مقصُود گل صاحب جِي ياد ۾ ڪوٺايل تعزيتي ريفرنس ۾ پڙهيل)



# هڪ گُل ڪومائجي ويو ۽ خوشبو ڇڏي ويو

رڪيل مورائي

لاڙڪاڻي جو رتو ديرو ۽ رتيديري جو "المنظر!"

هڪ آبرُودار گهر... جنهن جي پهرين سڃاڻپ، قاضي عبدالحيّ "قائل". هڪ عالم اديب، شاعر، تعليمدان ۽ هڪ شفيق شخص ۽ ان ڪانپوءِ شروع ٿيندڙ علم، ادب، آرٽ ۽ فنُونِ لطيفہ جو هڪ سلسلو جيڪو اڄ تائين هلندو اچي. پنهنجي سموري علمي ادبي روشني ڏيندو اچي، جنهن تر جا ڪيترائي نوان دماغ روشن ڪيا. انهن کي علم، ادب ۽ آرٽ ڏانهن آندو.

هن احترام لائق گهر جو هڪ ڏيئو بہ ڏينهن اڳ وسامي ويو ۽ پنهنجي پويان ڇڏي ويو، ڏک جي هڪ لهر ۽ دلين مان نہ ڪرندڙ هڪ تڏي آهہ! هن اُجهامي ويل ڏيئي جي سڃاڻپ سنڌ وٽ "مقصُود گل" طور هئي، جيڪا سدائين تاريخ رهڻي هئي ۽ اڳتي بہ رهندي.

مقصُود گل صاحب، سنڌ جو گهڻگهُرو شاعر، اديب، محقق، مترجم ۽ پبلشر هو. پر سيني کان اهم سندس سڃاڻپ هڪ شاعر واري هئي. ادب ۾ ننڍپڻ کان وٺي اڄ تائين ساڻس پنهنجائي رهي، پر ساڻس پهرين ۽ آخري ملاقات ڪڏهن بہ وسري نہ سگهندي. اهو سال اسيءَ جو هئو. ادب سان لڳاءُ لڳي هئي. هڪ ڏينهن پنهنجن مائٽن سان ملڻ جي سلسلي ۾ خيرپور ناٿن شاهہ ويل هوس ۽ اتي ئي رهندڙ شاعر سائين آثم ناٿن شاهيءَ سان ملڻ ويو هوس.

اسين چانهہ پي رهيا هئاسين تہ سائين آٿر کي ڪي خط مليا، جن ۾ هڪڙو خط مقصُود گل صاحب جو بہ هو، جيڪو "منظُوم خط" هو. آخري بہ سٽون اڄ تائين منهنجي ذهن جي ڦرهيءَ تي رهجي ويون آهن، جيڪي ڪجهہ هن طرح هيُون:

چڱـــو هـــاڻـــي الـــهہ واهـــي
مـــنـــهـــنـــجـــا آٿـــر نـــاٿـــن شـــاهـــي!

اها "الهہ واهي" سائين آٿر کان، هن ڪن ڏينهن لاءِ ڪئي هئي، پر آخر چنچر ڏينهن هو، سموريءَ سنڌ کي الهہ واهي چئي، مقصُود صاحب هڪ اهڙي پنڌ ڏانهن روانو ٿي ويو آهي، جنهن جي چيڙي تي سندس ڪيترائي دل گهريا دوست سندس اوسيئڙو ڪري رهيا هئا، جن جون ساٿس ٻنيهہ دليون هيون ۽ جن سان منهنجي پڻ شناسائي هئي، ادب ۾ انهن جا نالا آهن، استاد بخاري، سرڪش سنڌي ۽ مختار گهمرو. مان پايان ٿو، مختار گهمري جي اڻ وقتي موت جيڪو ڏک قاضي صاحب جي دل کي ڏنو هو، اهو ڏک سندس دل ۾ سدائين رهجي ويو ۽ پوءِ سندس اها دل ڪڏهن بہ نيڪ ڪانہ ٿي، هن ڪيترائي هيلا هلايا، پر يار کان ڏار سندس دل، دل نہ رهي ۽ نيٺ ڪيس بہ "الهہ واهي" چئي چڏيائين.

اسيءَ واري ڏهاڪي ۾ جڏهن قومي جلسا ۽ مشاعرا سنڌ جي سُونهن بڻيل هوندا هئا، قاضي صاحب سان سرڪش سنڌي ۽ اسان جو وقت کان اڳ وڇڙي ويل دوست ۽ شاعر مختار گهمرو اڪثر گڏوگڏ هوندا هئا.

پنهنجي طبيعت ۾ نهايت معصوم شخص ۽ شاعر مقصُود گل، جنهن وقت پاڪر پائيندو هو تہ ان ۾ سندس سمورو موهہ اوتجي ايندو هئو. پُلجان نٿو تہ پنهنجي شاعريءَ جو هڪ ئي ڪتاب ڇپايائين "رت پنا رابيل" پر پنهنجي پبلشنگ جي اداري "سنڌڙي ڪتابي سلسلي" پاران ڪيترائي ڪتاب ڇپايائين، جيڪي اُن وقت بہ ڏاڍا سهڻا ڇپبا هئا. شاعريءَ کان پوءِ تحقيق واري



پاسي آيو، ڪيترن ڪتابن جا ترجما ڪيائين خاص طور شيخ اياز صاحب جو ڪتاب "هرڻ اکي ڪيڏانهن" ۾ بيا نظم جنهن ڪتاب اردو ادب ۾ هڪ خاص مرتبو ماڻيو. بيءَ طرح قاضي صاحب پنهنجي آس پاس جي نوجوانن کي جنهن طرح ادب ۾ شاعريءَ ڏانهن آندو، اهو سندس واڌو عمل هو ادب ۾ علم جي واڌاري لاءِ!

قاضي صاحب استاد بخاري سان خاص اُنس رکندڙ شاعر هئو هونئن به هن پيلاري گهر ۾ خاندان ۾ هڪ شخص به اهڙو نه هوندو جنهن جو علم ۾ ادب جي ڪنهن شاخ ۾ سندس اهم حصو نه هجي، ڪانئس پوءِ سندس خاندان جي نوجوانن سان دوستيءَ جو تعلق رهيو، نوي جي شروع ۾ ڪراچيءَ ۾ شيخ اياز صاحب جي جناح اسپتال ۾ داخل هجڻ وقت جيڪا اسان جي دوست قاضي منظر حيات سندس خدمت ڪئي، اها ياد رکڻ جهڙي آهي ۾ مقصُود گل صاحب ادب جي خاص طور شاعر طور جيڪا خدمت ڪئي، اها اسان سڀ ياد رکنداسين ۾ سندس اولاد، ياسر، ناصر ۾ نادر، ادب ۾ ميڊيا ۾ جيڪو ڪردار ادا ڪري رهيا آهن ان تي اسان سڀ خوش آهيون، اهو سڀ مقصُود گل صاحب جو ادب لاءِ ڪيل عمل ٿي ته آهي.

ساڻس ڪجهه ڏينهن اڳ ئي ڪراچيءَ جي هڪ تقريب ۾ ملاقات ٿي. اهو ئي موهه پريو پاڪر ۾ پاڪر ۾ اها ئي وڏڙن واري پنهنجائپ، ڪنهن به قسم جو گمان نه هو ته هيءَ آخري پاڪر آهي، جنهن جو ڇهاءُ وري ماڻي نه سگهبو. اڄ به اهو دلي ڇهاءُ ۾ ان ڪان الڳ ساڳيو احترام منهنجي دل کي گرم ڪري رهيو آهي ۾ اکين کي آلو!!

منظر، ياسر، ناصر ۾ نادر سان انهن آلين اکين سان اهڙي تعزيت، جهڙي سنڌي شاعريءَ سان، جهڙي سنڌ ادب سان ۾ جهڙي سنڌ جي سموري ادبي برادريءَ سان ۾ بس!!!

(اربع، 18 فيبروري 2015ع تي روزاني "عوامي آواز" ڪراچيءَ ۾ ڇپيل)

# بهارن ۾ ڇٽي ويل "گل"

باغي حنيف ڪوسو

رتيديري جي الائي ڪيترين تم تم... تارا تارا راتڙين ۾ تخليق جا پنڌ تاڻي هن شاعري سرجِي، ڪالم لکيا، ڪتاب سهيڙيا ۽ وچ فيبروريءَ ۾، جڏهن گلن جِي ڳاڙهاڻ نکرڻ شروع ٿي، هوائن ۾ خوشبوءِ اوتڻ شروع ڪندي آهي، انهن ئي ڏينهن ۾ سنڌي ادب جي گلشن مان، شعور جي خوشبُو پکيڙيندڙ مقصُود گل، زندگيءَ جي تار تان ڇٽي ويو. جنهن دل مُحبتن جون منزلون ڏسيون، سوين شعر سرجڻ تي اتساهيو ڪتابن جي ورقن سان راتيون ڏينهن گذارڻ تي مجبور ڪيو سنڌ جي ذڪن تي تڙپڻ ڇاتو اُها دل ئي ماٺ ماٺ ۾ ماٺ ڪري بيهي رهي!! ۽ سنڌ جو هڪ ڏاهو اديب شاعر، ڪالم نگار، محقق، ترجمي نگار، پبلشر اسان کان هميشہ لاءِ وڇڙي ويو ۽ شاعريءَ ۽ بين لکڻين ۾ روحاني طور اسان وٽ باقي رهجي ويو.

مقصُود گل، جي ڪيل ادبي خدمتن تي ڪئين ڪتاب لکي سگهجن ٿا، پر هڪ سُني انسان ۽ ادبي دوست جي حوالي سان آءٌ مقصُود گل صاحب تي هِي بہ اکر لکڻ ضروري سمجهان ٿو.

هڪ اديب ۽ شاعر، بئي اديب ۽ شاعر کي پنهنجي هم خياليءَ جي ڪري پنهنجي ڪُڙم جو فرد سمجهندو آهي. پلي سندن ڪي ذاتي واسطا نہ هجن، پر جڏهن بہ ملندا تہ ائين لڳندو آهي تہ جڻ هي واسطو صدين جو واسطو

آهي. مقصُود گل صاحب سان مُنهنجو ادبي واسطو موبائيل فون ذريعي رهيو. مُون هن رابطي مان گهڻو ڪجهه سکيو ۽ محبّتون ماڻيم. مقصُود گل صاحب جي دعائيه موبائيل نياپي سان صبح جي شروعات ٿيندي هئي. هڪ ئي وقت کوڙ ڪم، ادبي پورهيو ڪندي، هن عظيم شخص اسان جهڙن ننڍڙن ادبي ڪارڪنن کي پنهنجي ميسيج وارين محبّتن ۾ نه وساريو. هڪ خوبصورت پنهنجائپ واري انداز ۾ لکيل، جوڙ جي نشانن وارن سهڻن ميسيجن ۽ فون ڪال ڪچهرين ۾ هُن جيڪو پنهنجائپ جو احساس ارپيو ان کي لفظن ۾ بيان ڪرڻ مشڪل آهي. تازو مجيد مهراڻويءَ ۽ مُون ناچيز سان فون تي ڊگهي ڪچهري ڪندي چيو هئائون ته: "آئون مارچ مهيني ۾ توهان وٽ بدين ايندس!" سندن دل ۾ اها تمّنا هئي ته روپا ماڙي، دودي سومري جي نگري ۽ رڻ ۾ هڪ رات رهي، دودي جي مزار واري آڳر تي ادبي ڪچهري مچائينداسين. سندن دل ۾ رُوپا جي رڻ ۾ اهي منظر ڏسڻ جي تمّنا هئي ته انهيءَ رڻ ۾ رُوپا جي جوين ۾ اهي ماضيءَ جا آباد شهر ڪيئن محبّتن جا آمجگاهه هئا ۽ اتي دودي جي دليريءَ جُون تلوارون ڪيئن ڪڙڪيون هيُون ۽ رُوپا جي رڻ ۾ چنيسر جي من ۾ ماءُ جي عظمت لاءِ احساس ڪيئن اُپريا هئا. پر انهيءَ کان اڳي جو لاڙ تي مارچ جا بهار وارا پرپُور ڏينهن اچن ها، واهُوندي جي هوائن ۾ ڪچڙن چاريءَ بڏل ڪوئلن سان انبڙيون لُڏن ها، سرهيلن جي شام تي ابابيل پکي اڏامن ها ۽ ڪانڊيري جي نيريُن ڦلين کان وڻي هر طرف رقصِ بهاران برپا ٿئي ها، هڪ تارن پري رات، رُوپا جي رڻ ۾ مقصُود گل سان گڏ دودي جي مزار واري ٿلهي تي ساٿُن ادبي رهاڻ رچايون ها، مقصُود گل سان دل پنهنجا ناتا تو ڙي وئي ۽ مجيد مهراڻويءَ ۽ مُون سان ڪيل روپا ماڙيءَ واري رات گڏ گذارڻ واري واعدي کي سندس موت پاڙڻ نه ڏنو ۽ مقصُود گل سنڌ کان وڇڙي ويو.

پاڪستان نهڻ کان ٽي سال پوءِ 15 اپريل 1950ع تي اڪ ڪوليندڙ مقصُود گل ڏاهَي اديب، هڪ بهترين استاد ۽ شاعر. قاضي عبدالحيّ "قائل" جي

گهر ۾ جنم ورتو. ادب سرجڻ جڻ ڪيس سُتيءَ ۾ مليو. ڇوته هن علمي ادبي، قاضي گهراڻي ۾ هر اک کولينديءَ وجود لاءِ نصيب واريءَ ساعت. ساهت سان ٻانڌاپو لکيو وڃي ٿو. هتي پيدا ٿيندڙ هر جيءَ جي پرورش، علم، ادب ۽ اخلاق جي دائرن ۾ ايئن ٿئي ٿي، جو انهيءَ گهراڻي جي فرد سان روبرُو ملجي يا سندن تخليقي مواد پڙهجي ته ماڻهو "واهه واهه!" ڪرڻ کان سواءِ رهي نه ٿو سگهي.

مقصُود گل صاحب پنهنجِي سڄي زندگي، علم ۽ ادب جا وکر ورهائڻ لاءِ وقف ڪري ڇڏي. ڪين سندن شاعريءَ توڙي ٻين ادبي خدمتُن جي ڪري سڄيءَ سنڌ ۾ عزت ۽ اُوچو مرتبو مليو. مقصُود گل صاحب مون سان فون جي ڪچهرين ۾ اهوئي چوندا هئا ته: "معصوم ٻارن کي درسگاهه ۾ ويهي علم جو وَکر ڏجي، ان جهڙي عبادت واري مزدوري مون کي ٻي نٿي سُجهي!" پاڻ چوندا هئا ته: "اُستاد هجڻ هڪ عظيم رتبو آهي" ۽ پاڻ مثال ڏئي چوندا هئا ته: "اگر آئون 500 ٻارن جو استاد آهيان، ۽ 500 ٻارن جُون هڪ هزار اکيون ۽ 500 ٻارن جي 1000 والدين جون به هزار اکيُون گڏجي مُون کي عزت جي نگاهه سان ڏسن، ته ان کان وڏيڪ ٻيو ڪهڙو اعزاز ٿي سگهي ٿو!؟"

سڄيءَ سنڌ جي اديبن، شاعرن، مُصوّرن، استادن سان خط و ڪتابت رستي رابطي ۾ رهڻ ڪو مقصُود گل کان سکي! جنهن لاءِ مُنهنجو استاد، ڊرائنگ ٽيچر ۽ شاعر، مُحمّد سليمان پناڻ "پرڏيهي"، جيڪو توڙي جو فالج جي اثر کان پوءِ حالتن جو شڪار ٿي ويو آهي، مگر قاضي مقصُود گل جي لاڏاڻي جي خبر تي ائين پار ڪڍي رُنو جڻ سندس سڳو ڀاءُ گذاري ويو هُجي. هُو پنهنجي اڌ سمجهه ۾ ايندڙ ڇچريل اکرن سان چوندو رهيو ته: "رتيديري ۾ منهنجو ڀاءُ مقصُود مون کان وڇڙي ويو." سائين پرڏيهيءَ وٽ سائين مقصُود گل جا لکيل ڪيترائي يادگار ادبي خط موجود آهن. آءُ سوچيان ٿو ته لاڙ پڇاڙ ۾ رهندڙ هڪ سادي غريب شخص سان جتي مقصُود گل ايڏي مُحبّت رکي، پرَي رهِي به پنهنجن پيار ۾ سموئي رکيو ته پاڻ سان گڏ رهندڙن لاءِ گل سائين ڪيڏا

نہ شفيق ۽ پيارا هوندا!

مقصُود صاحب پنهنجي ادبي خدمتن کي جاري رکندي، سنڌي اب کي 10 ڪتاب ارپيا، جن ۾ "اڪڙيون نِيل ڪنول"، "رت پنا رابيل"، "اندر روح رهيام"، "زندگيءَ ڏي موٽ" ۽ ٻيا ڪتاب شامل آهن. کوڙ اديبَ، پنهنجي ڪرت، پنهنجي سفر ۾ ڪڏهن نہ ڪڏهن ٿڪي پوندا آهن. وڏا وڏا فلمي ايڪٽر، ڪيترا ڪيترا سال فلمون سائن ناهن ڪندا... ڪيترا رائيٽر لکڻ پڙهڻ ڇڏي ويندا آهن، سالن جا سال گم ٿي ويندا آهن. پر علم ادب جي وکر ۾ جنُون جي حدَ تائين قلمي پورهيو ڪندڙ شعور جِي تبليغ جو هي ادبي مزدور ڪڏهن بہ پنهنجي پورهئي ۾ ٿڪجي ڪونہ وينو.

هر ساجاهہ وند اهو تجزيو ڪري رهيو آهي تہ ايندڙ دؤر ۾ جيڪي بہ وڏيون جنگون لڳنديون، اُهي پاڻيءَ تي لڳنديون، يعني مُستقبل جنگين جو اهم مقصد "پاڻي" هوندو! هونئن بہ پاڻي زندگي آهي ۽ سنڌ جي پاڻيءَ، سنڌونديءَ تي راتاهن بابت سيئي ساجاهہ وند باخبر هوندا.

مقصُود گل صاحب جي باقي سڄي شاعريءَ کي ڇڏي، آءُ توهان جي لاءِ هڪ منظوم مقالي جو مثال ٿو پيش ڪريان (جيڪو پاڻ 2001ع ۾ 142 سٽن تي "درياهہ ٿو سڪي" جي عنوان سان لکيائُون) جڏهن سنڌ جي واهن دريائن ۾ مٿي اڏامي رهي هئي ۽ لاشن کي غُسل ڏيڻ لاءِ بہ پاڻي ڪونہ ٿي مليو. پوچڙ جي واهن وارن ماڻهن جي اکين ۾ رڳو پاڻي سندن لُڙڪن ۾ نظر ٿي آيو. تڏهن پاڻ غم جي احساس ۾ هي منظوم مقالو لکيائون:

افسوس آهہ پاڳ ارَي ۾ اڃي ويو
سُنسان باغ جڻ تہ مقدر جو ٿي ويو
ڪنهن بدنظر جي آهہ نظر نانگ ٿي لڳي
جنهن سنڌڙيءَ جي سُونهن سيپتا ڪکي وڏي

جڏهن مقصُود گل جي ٻاجهارين اکين، سنڌ ۾ ظلم ڪندڙن کي ڏٺو تہ ايئن بہ



چيائين تہ:

شعلن ۾ آهہ سنڌ ڏسي تو نري پيو
"نَيرُو" وڄائي بانسري ٻهڪي ٻڏي پيو

يا وري،

سنڌوءَ مٿان ٻري ٿي پئي باهہ، الامان!
ڪيڏن ڏکن ۾ ماءُ مُنِي آهہ، الامان!
ڪِلندا وڃون ٿا، موت جي ڪڌ ۾ ڪِرڻ جي لئہ
سڀ اجتماعي طور تي مُرڪي مَرڻ جي لئہ

يا وري

سوچيو! اڃو تہ پُونءَ پلاريءَ لئہ سوچجي!
سڄڻو! اڃو! تہ سنڌ سنوارِيءَ لئہ سوچجي!
اُن وقت کان ڊڄو مٿان تاريخ مار ڏي
سوچيو! مٿان او يار! پٽائي ميار ڏي!

يا وري مقصُود گل جڏهن سنڌي قوم کي ڌار ٿيندي ۽ پاڻ ۾ وڙهندي ڏٺو تہ اهو چوڻ تي بہ مجبور ٿيو تہ:

قومي قسم کڻو تہ سڀئي پيار تي وڃُون
گل گل سان پوئجي تہ هڙئي هار تي وڃُون

مقصُود گل جي اکين اسان کي پاڻ ۾ وڙهندي جڏهن هڪٻئي جي جُنڊا پَٽَ ڪندي ڏٺو تہ پنهنجِي شاعريءَ ۾ جابجاء سيني کي گل تي هڪڙي هار ۾ پوئجي وڃڻ جي صلاح بہ ڏني. جو تہ ڪٽي ڪٽي ٿيل قوم کي زماني جا ٻگهڙ کائي ويندا آهن.



هڪ قوم پرست ڪارڪن هُجي، يا اديب! شاعر هُجي يا ٻيو ڪو فرد، جنهن وٽ ضمير آهي، اهو پنهنجي وطن ۽ ديس جي لاءِ پنهنجي حصي جو ڪم ڪري ٿو ۽ پنهنجي ديس جي ڏکن ۽ دردن کي ڳڻائي ٿو ٻڌائي ٿو ۽ ديس جي حقن کي غصب ڪندڙن کان پڇاڻو ڪري ٿو. جڏهن سنڌُو سُڪڻ لڳو، جڏهن ٻنيون ويران ٿي ويون، جڏهن ماڻهو توڙي جانور اُڃ مرڻ لڳا ته سنڌُوءَ سُڪڻ جو ويرين کان پڇاڻو ڪري ٿو:

آئي مٿان جا برف سا ڪاڏي هلي وئي؟
پي ويا پهاڙ يا وري ڌرتي ڳهي وئي!
آهي مٿان فرات جان پهرو درياهه تي
سُڏڪن ۾ سنڌڙي آ ۽ سڪتو آ ساهه تي
پاڻيءَ جي لاءِ سنڌ کي ڌمڪائجي پيو
ڪربل جي ڪيس کي وري دُهرائجي پيو

پاڻيءَ جي حوالي سان درياءَ جي سُڪڻ ۽ پاڻيءَ کي هتراڊُو طور بند ڪرڻ ۽ انهيءَ ظلم کي ڪربلا جي واقعي سان تشبيهه ڏيڻ، در حقيقت اهو حق سچ جو نعرو آهي، جو بنا ڪنهن ڊپ جي مقصُود گل هنيو.

بنا ڪنهن رک رکاءَ جي ڪنهن اقتدار جي نشي ۾ ويٺل کي سچُ چوڻ به هڪ عبادت آهي، قلمي جهاد آهي. جنهن جو حق مقصُود گل جتي به ظلم ڏٺو، اُتي ادا ڪيو:

ايڏو ستم ته ڪنهن نه سُنو آ جهان ۾
"ظالم سان جنگ جوڙ!" لکيل آ قرآن ۾
هاري تباهه حال ڏسن آسمان ڏي

ڏاتار ڏيهه جا ڏٺي! تون ئي امانَ ڏي
سنڌونديءَ جو ساهه سُکي تو ڏسو نٿا!؟
تا موٽ ڏي وڏو مگر. سنڌي! ڪُڇو نٿا!؟

مقصُود گل حق سچ لکيو ڀرپور انداز ۾ مزاحمتي ڪالم لکيا. ههڙا امُلهه موتين مثال ماڻهُو بظاهر ته متيءَ جي گود ۾ هليا ويندا هليا آهن ۽ مٽي ننڊ سمهي رهندا آهن. پر انهن جو ڪيل تخليقي پورهيو سدائين زنده رهندو آهي.

مقصُود گل، جيڪو ادب جي ميدان ۾ هڪ چانورو ڏيندڙ گھاٽو قداور وڻ هو... اهڙن وڻن مان هو، جن جي ٽارين مان خوشبوءِ هاڻي چانوءُ ۾ اهڙا ٻيا وڏيڪ چانوَ ڏيندڙ وڻ ڦٽندا آهن. جن جي ڇانوَ ۽ خوشبوءِ وڏيڪ شعور جا رنگ پکيڙيندي آهي.

مقصُود گل جي پنهنجي هڪ ذاتي سڃاڻپ آهي. هُن جو ڪيل ادبي ڪم ۽ هن جا ادبي دوست سندس ذاتي اثاثو آهن. جيڪي ڪڏهن به مقصُود گل کي وساري نه سگھندا ۽ مقصُود گل جي وڇڙي وڃڻ وارو خال ڪڏهن به پرجي ڪونه سگھندو.

سنڌ جي علمي ادبي ادارن کي گھُرجي ته مقصُود گل جِي شاعري، ڪالم، تحقيقي ڪم، ترجما ۽ خط وغيره گڏ ڪري ڪتابي صورت ۾ ڇپايا وڃن، جن سان ايندڙ نسلن کي به اها ڄاڻ پوي ته اسان جي اديبن شاعرن، ڪالم نگارن پنهنجي دؤر ۾ ڪيڏا اهم ڪم ڪري قلمي جهاد ڪيو.

مقصُود گل فيبروريءَ جِي مُندَ ۾ وڇڙيو آهي، جڏهن به بهارُون گل ٽڙائيندڙون آهن. جڏهن به هوائن ۾ مهڪ اوتبي ته مقصُود گل جي هُجڻ جو احساس هُگاءُ بڻجِي من ۾ جاڳندو رهندو. رُوپا ماڙيءَ جي رڻ ۾ هر بهار ۾ جڏهن به ڪو گل ٽڙيو يا گل ڇڻيو ته ان جي مهڪ ۾ مقصُود گل جي اُنَ کي ڏسڻ جِي

حسرت جي خوشبوءِ ضرور شامل هوندي.

مقصُود گل خود هڪ ادارو هو. هُو پاڻ پنهنجي سڃاڻپ هو. سنڌ سدائين کيس ياد رکندِي ۽ هر ساڃاهه وند احساس ۾ مقصُود گل، گل جيان ٽڙيل آهي ۽ رهندو.

(سُومر، 23 فيبروري 2015ع تي، روزاني "شام" حيدرآباد ۾ ڇپيل)

# قاضي مقصُود گل جي موڪلاڻي

حبيب لغاري

ڊسمبر جي وڇوڙي واري موسم کي ٻه ڏيڍ مهينو گذري ويو آهي. توڙي جو بهار جي شروعات ٿي چڪي آهي پر تڏهن به سنڌ ۾ جدائين جي موسم لٿل آهي. مٺا مور ماڻهو هر روز جدائي جو جهان اربي، وڇوڙي جي واٽ وني روانا ٿي ٿا وڃن. ماڻهو جو من ٻه ڇا آهي؟ بس گهڙي پل جو مهمان. نه ڄاڻ ڪنهن وقت سڏ ٿئي ۽ ماڻهو موڪلائي هليو وڃي. موت ۽ مهمان جو ڪو به وقت مقرر ناهي هوندو. بلڪل اهڙي نموني ماڻهو به ڪنهن وقت موڪلائي سگهي ٿو. اهو به عجيب الميو آهي، جيڪي ماڻهو پريت جي ريت نڀائيندا آهن ۽ پنهنجي من ۾ محبتون پالي هلندا آهن، اُهي ماڻهو گهڻو جلد موڪلائي ويندا آهن. سنڌي ادب جي تاريخ اهڙن المياتي وڇوڙن سان ڀري پئي آهي. اڃا تائين انهن وڇوڙن جا گهاءُ ڀرجي نه سگهيا آهن، جيڪي ماڻهو وڇڙي وڃن ٿا، اُهي پنهنجي پنيان ڪوڙ ساريون يادون ڇڏي وڃن ٿا ۽ پنيان اُهي يادون سنڌن پرستارن لاءِ وڏي آٿت هجن ٿيون. ڪالهه رات سنڌ جو ناليوارو شاعر، اديب، محقق ۽ محبتي ماڻهو قاضي مقصُود گل به هميشه لاءِ وڇڙي ويو. قاضي مقصُود گل سياست، صحافت ۽ ادب کي پنهنجي زندگي ڏني. قاضي مقصُود توڙي جو ابتدائي تعليم پنهنجي

والد کان رتيديري مان پرائي. ان کانپوءِ هن تعليم لاءِ حيدرآباد جا پنڌ به پڇايا.
15 اپريل 1950ع تي قاضي عبدالحئي جي گهر ۾ جنم ونندڙ قاضي مقصُود گل علم و تدريس واري شعبي سان لاڳاپيل رهيو. هن سنڌي ادب ۾ ايم اي جي ڊگري به ورتي ته وري 1973ع ۾ شگر مل نئون ديرو جو تربيتي آفيسر به مقرر ٿيو.

شاعري ۾ پاڻ مجرائيندڙ قاضي مقصُود گل شروعاتي دور ۾ شاعري جي اصلاح ته پنهنجي والد کان ڪرائي پر پوءِ مشهور شاعر عطا محمد حامي سندس رهنمائي ڪندو رهيو. هن جتي عشق ۽ محبت تي قلم ڪنيو. اُتي وري ٻارڙن لاءِ به لکيو. قاضي مقصُود گل سنڌي ادبي سنگت شاخ رتوديرو جو سيڪريٽري به رهي چڪو. هن سنڌڙي ڪتابي سلسلي جي سرواڻي به ڪئي. قاضي مقصُود گل نه صرف شاعر هو پر هو سنو ڪالم نگار، پبلشر ۽ ڪهاڻيڪار سان گڏ سنو مترجم به هو. هن جتي سنڌي ادب کي پنهنجون لکڻيون ڏنيون، اُتي هن ڪيترائي ڪتاب ترجما به ڪيا. هن سچل سرمست جي فارسي شاعري جو اردو ترجمو "عشق سمندر" به ڪيو. هن ٻاراڻي شاعري لاءِ "هنيلي هرڻي" ڪتاب سميت ڪيترائي ڪتاب لکيا. قاضي مقصُود گل اهو شاعر هو جنهن شيخ اياز جي شاعري جو اردو ۾ ترجمو به ڪيو. "رت پنا رابيل" سميت مختلف ڪتاب لکندڙ قاضي مقصُود گل جو والد به علم ۽ تدريس سان واسطو رکندڙ هو. جيڪڏهن قاضي مقصُود گل جي خانداني پس منظر تي نظر ڊوڙائجي ته سندس سمورو خاندان علم ۽ ادب سان لاڳاپيل رهيو آهي. قاضي مقصُود گل جتي مصوري ڪئي، اُتي وري هن سنڌ جي حالتن تي قلم کڻندي لکيو:

ڌرتي به تڪر ٿيندي، آڪاس هليو ويندو
قصا به ختم ٿيندا، اتهاس هليو ويندو



هــر روپ ۾ تــيــنــدي آ، مــاڻــهــو جــي طــلــب مــايــا
پــاڇــن جــي پــنــيــان هــلــنــدي، وشــواس هــلــيــو ويــنــدو

پنهنجي شاعري ۾ خوبصورت چِٽ چٽيندڙ قاضي مقصُود گل سان ملڻ واري حسرت توڙي جو حسرت ئي رهجي وئي آهي پر جڏهن فيس بوڪ جي دنيا ۾ هن سان مخاطب ٿبو هو تہ نہ صرف شاعري تي اصلاحي راءِ ڏيندو هو پر رهنمائي بہ ڪندو هو. مقصُود گل جي شاعريءَ ۾ جتي ڌرتي جو درد عيان نظر اچي ٿو اُتي وري وڇوڙي جا ورلاپ بہ ملن ٿا. هن سنڌي جي سيني صنفن تي قلم کنيو. هن جتي خوبصورت غزل لکيا، اُتي هن بهترين وايون بہ لکيون. هن جتي ڪافي سان نياءُ ڪيو اُتي هن آزاد نظم بہ لکيا. مقصُود گل عشق محبت ۽ وڇوڙي تي تہ لکيو پر هن نعتيہ ۽ حمديہ شاعري بہ ڪئي.

قرآن ۾ الله جا، احڪام چٽا آهن. قاضي مقصُود گل وٽ جتي لفظن جو وڏو ذخيرو هو اُتي هو شاعري ۾ ڪمال جو نياءُ پڻ ڪندو هو. مقصُود گل جي شاعري وانگي، هن جو نثر بہ خوبصورت لفظن سان سينگاريل هوندو هو. هن سدائين ڌرتي جي حقن لاءِ آواز اٿاريو ۽ سنڌي ادب ۾ پنهنجو هڪ منفرد نالو پيدا ڪيو. هن ٻاراڻي جي پس منظر ۾ خوبصورت ڪهاڻيون بہ لکيون پر هن ٻاراڻي ادب کي وڏيڪ ترجيح ڏني. هو جڏهن بہ ڀهراڙي جي پس منظر ۾ ڪهاڻيون لکندو هو تہ هن جي ٻولي بہ سندس ڪهاڻي جي ڪردارن موجب هوندي هئي. امن ۽ ڀائيچاري جو پيغام ڏيندڙ شاعر سدائين پيار ۽ پريت جي ريت نڀائڻ جو درس ڏيندو رهيو. تڏهن ئي تہ هو لکندو رهيو. سندس لکڻيون اخبارن ۽ رسالن جو حصو ٿي، عوام تائين پهتيون. هو پنهنجي شاعري ۾ ڪمال جون تشبيهون ڏيندو هو. سندس خوبصورت شاعري پڙهندڙن کي وڏي وقت تائين ياد رهندي. هن سدائين سنڌ جي ماڻهن کي سجاڳيءَ جو سڏ ڏنو. هن جتي ڪنهن ڳوٺ مان لڏي ويندڙ اداس قافلن تي قلم کنيو اُتي هن سنڌ جي سورن

تي بہ لکيو. هن جتي ڀهراڙي جي سادڙن ماڻهن کي پنهنجو موضوع بڻايو، اُتي وري هن شهر جي شور ۾ ماڻهن جي ميرن ٿيندڙ دلين تي بہ لکيو. هن جتي پکين جي پريت کي پنهنجي شاعري ۾ قلمبند ڪيو، اُتي وري هن اجڙي ويل آکيرن تي بہ لکيو. توڙي جو قاضي مقصُود گل هاڻ مٽي ۾ مٽي ٿي ويو آهي پر ادب سان واسطو رکندڙ ماڻهو ڪڏهن بہ هن کي وساري ڪو نہ سگهندا. جڏهن بہ ڪو واندڪائي ۾ ويهي يادگيرين جا پيرا کڻندو، تڏهن اُن کي قاضي مقصُود گل ياد ضرور ايندو ۽ سندس اهي سٽون هميشہ ذهن ۾ گونجنديون رهنديون تہ:

مان نڪمّو سنڌ ۾ ڪرت جو ڪارگر
ياد "مقصُود"! منهنجي ڪمائي رهي

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع تي، روزاني "عبرت" حيدرآباد ۾ ڇپيل)



# تُنهنجو حسين خيال وساري نٿو سگهان

ملهار سنڌي

مُحبتن جِي موسم ۾ گذاري وبل هند ۾ سنڌ جي مهان شاعر مقصُود گل سمُوري زندگي مُحبتُون ورهايُون، سچائيءَ جِي راهه تي زندگي بسر ڪئي. پيار ۽ امن جا گيت لکيا، جنهن پنهنجن گيتن ذريعي ڌرتيءَ تي ٿيندڙ انيائن خلاف پرپُور آواز بلند ڪيو. سندس علمي، ادبي خدمتُون ايتريُون ته وسيع آهن، جو انهن جي سهيڙڻ لاءِ تمام گهڻي وقت ۽ مطالعي جِي ضرُورت آهي. 15 اپريل 1950ع تي رتيديري جي مشهُور تعليمي ماهر، شاعر ۽ اديب، قاضي عبدالحيَ "قائل" جي گهر ۾ جنم وٺندڙهن خوبصُورت شاعر 1975ع کان شاعريءَ جي شروعات ڪئي ۽ سنڌي شاعريءَ جي سمُورين صنفن ۾ هزارين شعر لکيا، جن سنڌ جي ادبي حلقن ۾ وڏي مقبُوليت حاصل ڪئي. سندس پهريون شعري مجمُوعو "ڪرٽا ڪرٽا" جي نالي سان ڇپيو جنهن ۾ ٻارن لاءِ شاعري آهي. بعد ۾ سندس رُومانوي ۽ مزاحمتي شاعريءَ تي مُشتمل ڪتاب "رت پنا رابيل" ڇپيو، جنهن کي تمام گهڻي مقبُوليت ملي. جڏهن ته ٻارن لاءِ سندس ڪهاڻين جو ڪتاب "هنيلي هرڻي" پڻ انتهائي اهم آهي. مقصُود گل صاحب ڪافي اهم ڪتاب ترجمو پڻ ڪيا. جن ۾ شيخ اياز جي شعري مجمُوعن "هرڻ اکي ڪيڏانهن!" ۽ "پتڻ ٿو پُور ڪري" جو اردُوءَ ۾ ترجمو، جيڪو "اي آهُو چشم ڪٿر" جي نالي سان ڇپيو، سچل سرمست رحه جي فارسي مثنوين جو منظُوم

اردُو ترجمو (جيڪو "عشق سمندر" جي عنوان سان پڌرو ٿيو) ۽ ڪرشن چندر جُون سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيل ڪهاڻيُون (جيڪو مجمُوعو "زندگيءَ ڏي موٽ" جي عنوان سان ڇپيو) شامل آهن. ان کان علاوه سندس شاعريءَ جو هڪ ڪتاب "اکڙيُون نيل ڪنول" تازو ئي سنڌي ادبي بورڊ پاران شايع ٿي چڪو آهي. مقصُود گل صاحب رتيديري مان ٻارن لاءِ ٿماهي رسالو "گلدستو" پڻ جاري ڪيو جنهن جو پاڻ ايڊيٽر هو. "رتوديرو- تاريخ جي آئيني ۾" پڻ سندس اهم ڪتاب آهي. ان کان سواءِ سنڌيءَ ۾ ڇپجندڙ اخبارن توڙي رسالن ۾ سنڌ جي اشُوز تي هُو لڳاتار ڪالم ۽ چؤسٽا پڻ لکندو رهيو. هُو سمُوري زندگي مُتحرڪ رهيو. سندس ڪيترائي ڪتاب نثر توڙي نظم ۾ اڻ ڇپيل آهن. ڪيس ادبي خدمتن طور "پي ٽي وِي ايوارڊ"، "سچل ايوارڊ"، "مهراڻ ايوارڊ"، "سنڌ چلڊرين اڪيڊمي ايوارڊ" ۽ ٻيا ڪيترائي ايوارڊ پڻ مليا.

مقصُود گل، استاد شاعر هو. اداري جي حيثيت رکندڙ عالم، اديب ۽ اسڪالر هو. جڳ مشهُور شاعر ڊاڪٽر عطا مُحمّد "حاميءَ" کي پنهنجو استاد سڏيندڙ مقصُود گل پاڻ بہ نرالي لهجي جو شاعر هو. سندس ڪيترن ئي گيتن وڏي مقبُوليت حاصل ڪئي، جن ۾ سچڻ سنڌيءَ جي آواز ۾ ڳايل "تنهنجو حسين خيال وساري نٿو سگهان"، غلام شبير سمي جي آواز ۾ "وقت گذري نٿو" ۽ ٻيا ڪيترائي ڪلام تمام گهڻا مشهُور ٿيا.

سندس هڪ غزل جُون سٽون آهن:

لوڪ ساري ٿي ڏنو، هي ديد جو ڏوڪو نہ هو
باهہ ڏيندڙ باغ کي پنهنجو تہ هو، ٻيو ڪو نہ هو
هن ڇيو مذهب هجي، پر مُون ڇيو انسانيت
سمجهہ جو ڦيرو هيو بس! ٻيو تہ جهڳڙو نہ هو

مقصُود گل روايتي انداز جو شاعر نہ هو. هن سنڌي شاعريءَ ۾ نوان لاڙا



متعارف ڪرايا. سرڪش سنڌيءَ ۽ راشد مورائيءَ جي لاڏاڻي ڪان پوءِ سنڌس وڇوڙو سنڌي ادب لاءِ وڏو نقصان آهي. هُو علمِ عرُوض جو وڏو ماهر هو. سنڌ سان ڪيس عشق جي حد تائين لڳاءُ هو. تڏهن تہ سنڌس شاعريءَ ۾ ڌرتيءَ جو پيار جهلڪا ڏيندي نظر اچي ٿو:

سنڌڙيءَ جِي سينڌ جو مُون اڄ ڪنيو آهي قسم
پل تہ ڏي ايذاءَ ٿُون پر، سچ تي ڪٽبو قلم
سِر اگر "مقصُود"! ڌرتيءَ جي مٿان قربان ٿئي
چو نہ پوءِ انعام سمجهان سُورَ، سختيُون ۽ ستم

مقصُود گل، هڪ وڏي شاعر هئڻ سان گڏ ناميارو سماج سڌارڪ، اعليٰ تعليمي ماهر ۽ بهترين انسان پڻ هو. هُو هڪ خوددار انسان هو. افسوس! هڪ انتهائي وڏو شاعر، وڏو انسان اسان کان وڇڙي ويو آهي. رتوديرو شهر سوڳ ۾ ورتل آهي. لفظ نہ ٿا ملن تہ هيڏي وڏي شاعر کي ڪيئن پيتا ڏيان. بس هڪ شاعر جو بيت ٿو ياد اچي تہ:

ساڳئي خوشبُو ڏين، ڇڄي گل گلاب جا
وڃي امر ٿين، ڪوي مرن ڪينڪي

**(سُومر، 16 فيبروري 2015ع تي، روزاني "عوامي آواز" ڪراچيءَ ۽ روزاني "فاسٽ ٽائيمز" لاڙڪاڻي ۾ ڇپيل)**



## بسنت رت ۾ وڇڙي ويل گل

صبا شاهہ

بسنت رت ۾ وڇوڙي جو درد عطا ڪري ويندڙ منهنجي شهر رتيديري جو مشهُور شاعر قاضي مقصُود گل، جنهن پنهنجي ڀرپُور شاعراڻين صلاحيتن سان سڄيءَ سنڌ ۾ وڏي شهرت حاصل ڪئي. جنهن جي شاعراڻي ڪستُوريءَ جي واس، لکين دلين کي معطر ڪيو. شاعر، سمنڊ سمان وسيع ۽ گُوناگُون شخصيت جو مالڪ ۽ ڪروڙين ستارن سان سينگاريل ڪنهن اهڙي اُڀ سمان آهي، جنهن جي فن ۽ فڪر جي بي پايان خزاني تي ڪڏهن ڪجهہ لکي، سمجهي يا سمجهائي نہ ٿو سگهجي. ڇو تہ ڪنهن شاعر جي شاعريءَ جا هزارين پهلُو آهن، جنهن جي اکر اکر ۾ عميق سمايل آهي. جڏهن بہ پڙهو تہ نئين معنيٰ، نڪور سوچ، الڳ مفهُوم ۽ سندس ويچار، لفظن جي لڙهيءَ ۾ سهڻي نمُوني پوئيل ملندا. مان سمجهان ٿي تہ ڪنهن بہ شاعر جي پيغام جِي تشريح ڪرڻ هر ڪنهن جي وس جي ڳالهہ هرگز ناهي.

هتي مان قاضي مقصُود گل صاحب جي استاد شاعر، ڊاڪٽر عطا مُحمّد "حاميءَ" جي چيل ڳالهہ بيان ڪندس، جيڪا منهنجي ذهن تي تري آئي، تہ:

"شاعري تہ گهڻا ئي ڪندا آهن، پر شاعر ڪوئي ڪوئي هُوندو آهي."

مقصُود گل صاحب هڪ مڪمل شاعر هو، جنهن زندگيءَ جي سمورن رنگن کي پنهنجي شاعريءَ ۾ چٽيو. لکيو اٿس:

اسان جرَ تي ڏيئا جلائي جيئُون ٿا
حياتيءَ لئہ حِيلا هلائي جيئُون ٿا
ڏنا درد جيڪي اڪين ۾ اولاون
سچا سُورَ سيني سمائي جيئُون ٿا

قاضي صاحب جي مزاج ۾ جيڪا سرڪشي هئي، اها سندس شاعريءَ ۾ سمُوري توانائيءَ سان نظر اچي ٿي. ڌرتيءَ تي ٿيل جبر يا فطرت جي بي واجبيُن جو هن پنهنجي مخصُوص انداز ۾ احتجاج ڪري سيني جو ڏيان ڇڪايو آهي. سندس هڪ رباعيءَ ۾ اهڙو اظهار ڏسو:

بي رنگ ۽ بي نُور زمانو آيو
دل درد سان پرپُور زمانو آيو
ڪنهن جِي بہ نہ ٿو دانهن جو هت داد ٿئي
سَوَ سُورَ ڪٺي سُور زمانو آيو

قاضي مقصُود گل صاحب جِي شاعريءَ ۾ جيڪو گهاڙيٽو آهي، سو ئي سندس هڪ وڏي سُڃاڻ آهي. گل صاحب گهڻ موضُوعاتي شاعر هو جيڪو عوامي لهجي سان سادن لفظن ۾ گهرو فڪر ۽ ويچار ڏيندڙ سرجڻهار هو. ڇپائين:

نيڻ بڻجي برهہ جا بادل سدا وسندا رهيا
پاند بس ويچارڙيءَ هن دل سندا پُسندا رهيا
مهربان آيا اکين ۾ رات هڪڙي ويا رهِي
پر سمُوري زندگي سي هانوَ ۾ هُرندا رهيا

مٿيُون سٽُون پڙهڻ سان رُوح تائين رسن ٿيُون. مقصُود گل جي شاعريءَ ۾

ڇا تہ ڪمال جِي رواني آهي. هن جي شاعريءَ جي تجزيي ڪان پوءِ مان تہ اها راءِ رکان ٿِي تہ هُن نہ صرف سنڌي شاعريءَ جي ڪلاسيڪل صنفن مثلاً: وائيءَ، بيت ۽ ڪافيءَ وغيره، بلڪ جديد سنڌي شاعريءَ جي صنفن مثلاً: هائيڪي، ترائيل، چؤسٽي ۽ سانيٽ وغيره ۾ ڀرپُور نمُوني پڻ پاڻ ملهايو. غزل کي تہ گل صاحب پنهنجي شاعراڻي سگهہ سان وڏي اوُج تي رسايو. سندس غزل جُون ڪجهہ سٽُون پڙهو:

نظر جي تير سان ڦٽي لُڇڻ بہ ڪونہ ٿو ڏئي
گناهہ ڇا، ثواب ڇا، پڇڻ بہ ڪونہ ٿو ڏئي
ضمير جُون حقيقتُون، فقيہ جُون فضيلتُون
ڇوي بہ ڪونہ ٿو پرين، ڇوڙ بہ ڪونہ ٿو ڏئي

قاضي مقصُود گل جهڙو شاعر ورلي ليندو، جيڪو سنڌي ٻوليءَ جو ايڏو وڏو ماهر هجي، جنهن شاعراڻين صنعتن کي ڪاريگريءَ سان استعمال ڪيو. اِج مان دعوتِ فڪر ٿي ڏيان سنڌي ادب جي محققن کي تہ هُو سندس شاعريءَ تي تحقيق ڪن. ايئن ڪرڻ سان گل صاحب هڪ تمام وڏي شاعر جي حيثيت سان عام جي اڳيان ايندو، جيڪو سنڌي ادب لاءِ لاڀائتو پڻ ثابت ٿيندو.

مان دل جي گهرائين سان پنهنجي شهر رتيديري جي "هيرو" ۽ عظيم "شاعرِ سنڌ" کي ڳوڙهن جِي پيٽا ڏيان ٿي. ڪيس ياد ڪندي، اکين جي رستن تان گذرندي، منهنجا لڙڪ اهو چئي رهيا آهن تہ اِج اسان سڀني محققن، اديبن ۽ شاعرن کي گڏجِي وک کڻڻ جي ضرورت آهي تہ جيئن اسان جي سنڌي سباجهڙي ٻوليءَ جي ليکڪن جو نانءُ ۽ مان مٿانهون رهي ۽ سندن لکڻيون بين الاقوامي سطح تي پهچن. اڄو تہ هن فاني جهان ۾ شاهہ رحہ، سچل رحہ ۽ ساميءَ جيان امر بڻجُون ۽ اڳتي وڌندا رهُون.



مـرڻـا اڳـي جـي مُـئـا، سـي مـري تـيـن نـہ مـات
هُوندا سي حيات، جِيئڻان اڳي جي جئا (شاھـ صـاحـب)

(آچر، 22 فيبروري 2015ع تي، هفتيوار "عوامي آواز سنڌي ميگزين"
ڪراچيءَ ۾ ڇپيل)

## وقت گُذري نٿو

سنڌُو سانگي



ساڄي کان کاٻي: مقصُود گل، مهتاب اڪبر راشدي، ساپيان سانگي ۽ سنڌُو سانگي

ڪڏهن بہ اهو ڪونہ سوچيو هئم تہ مُون کي ايڏي وڏي هستيءَ لاءِ لکڻو پوندو. هي لفظ قلمبند ڪندي تہ حيران بہ آهيان، تہ پريشان بہ. تہ سنڌي ادب جي ايڏي وڏي هستيءَ تي مان ڪيئن لکان ۽ ڇا لکان! پوءِ بہ اها ڳالهہ مُون لاءِ هڪ وڏو اعزاز آهي تہ قاضي مقصُود گل تي لکان پئي.

مُون پنهنجي ٻالڪپڻ ۾ نئين ديري جي گهٽين ۾ قاضي مقصُود گل صاحب کي ڏٺو هو. مان جڏهن پنهنجي ابُوءَ جي آڱر پڪڙي پنهنجي پاڙي جي گهٽين ۾ گهُمندي هئم، تہ ان مهل خاموشيءَ سان انهن وڏڙن کي ڏسندي هئم، جيڪي مُنهنجي والد سان عزت ۽ احترام سان ملندا هئا. انهن مان چاچا قاضي



مقصُود گل بہ هڪ هو. ان وقت هُو لاڙڪاڻي شگر مل ۾ اسسٽنٽ مئنيجر هئا. پر اهو مُون کي ان وقت اهو اندازو يا پتو بنهہ ڪونہ هو تہ هُو هن ڌرتيءَ جا منفرد سپُوت، شاعر، دانشور، مُحقق، ڪالم نگار، اديب ۽ سماج سُڌارڪ آهن. اهو اندازو بہ بلڪل نہ هو تہ ڪو زندگِيءَ ۾ اهڙو موڙ ايندو جو مان بہ اڪر انهن بابت لکنديس.

قاضي مقصُود گل صاحب هڪ سباجهو سادو ۽ مانيڻي طبيعت جو مالڪ انسان هو. هُو سڀ سان پيار ڪرڻ وارو ۽ هر رشتي جي رُوپ کي سمجهڻ ۽ نڀائڻ وارو هو. هن ڪڏهن بہ انسانن جي وچ ۾ ڪو بہ فرق محسُوس ڪونہ ڪيو ۽ نہ ئي ڪرايو تہ ڪو انسان ڪنهن بہ حوالي سان ڪانئڻ ننڍو يا درجي ۾ گهٽ آهي. ڪڏهن بہ ڪنهن کي حقير ۽ غريب ڪونہ سمجهيائون. چاچا مقصُود گل پاڻ مسڪين طبيعت جو مالڪ هو. بازارن ۽ روڊن رستن تي گهُمندي هُو ريڙهيءَ واري جو بہ دوست لڳندو هو تہ جمعدار جو بہ! مستريءَ جو بہ يار هو تہ فقير جو بہ! ۽ هر راهگير جو بہ، جيڪو هن سان مليو. هُو هر انسان جو دوست هو. مختصر اهو تہ صحيح معنيٰ ۾ هُو "انسان دوست" هو.

مُنهنجي ساڻن ويجهڙائپ مُنهنجي وڏي ٽيڻ کان پوءِ تڏهن ٿِي، جڏهن وقت بوقت پنهنجي مامي مرحُوم غلام رسُول ميمڻ سان سندن ذڪر ٿيندو هو ۽ پوءِ ياسر جي ڪري تہ ساڻن رشتو وڌيڪ سِڪ ۽ پنهنجائپ وارو جُڙيو.

انسان الله جو نظام ڪڏهن بہ سمجهِي نہ ٿو سگهي. انسان کان هر شئي بالا تر آهي. انسان ڪيڏو بہ بهادر ۽ مضبُوط هجي، پر الله جي نظام آڏو هيڻو ۽ بيوس آهي. ربِّ ذوالجلال انسان جي دنيا ۾ اچڻ لاءِ هڪ رستو ۽ سرشتو خلقيو آهي. 9 مهينا ماءُ جي پيٽ ۾ انسان پلجي ٿو ۽ هر ڪنهن کي اڳوات خبر هجي ٿي تہ هن دنيا ۾ هڪ انسان جو واڌارو ٿيڻ وارو آهي، پر هن دنيا کي ڇڏڻ لاءِ مهل ۽ گهڙيءَ جو پتو ڪونہ ٿو پوي، تہ ڪير ڪڏهن ۽ ڪنهن مهل، گهڙيءَ ۽ کهڙِيءَ جاءِ تي دنيا ڇڏي ويندو. اها ڪنهن کي بہ خبر نہ ٿي پوي. چاچا گل



وانگر ڪو انسان ڪٿان ڪان سفر ڪري زنده جاويد ڪنهن ڪم سانگي اچي ۽ موت جو فرشتو اڳ ۾ ئي وينو سندس اڱڻيءَ منزل تي انتظار ڪري ۽ انسان کلندو ڳالهائيندو هيءَ دنيا ڇڏي ٿو وڃي. ڪنهن کي پتو ئي نـہ ٿو پوي. سو ايئن ئي ڳالهائيندي ڳالهائيندي قاضي صاحب. اسان جو هٿ ڇڏائي هـن دنـيـا مان هليو ويو.

12 جنوريءَ 2015ع تي لاڙڪاڻي مان نڪتا ڪراچيءَ لاءِ... پنهنجي پُٽ ياسر وٽ رهڻ ۽ اکين جي آپريشن لاءِ... ساجي اک جي آپريشن ڪاميابيءَ سان ٿي وئي ۽ کابيءَ لاءِ تياري مُڪمل... پر ڪنهن کي پتو هو تہ ٻي آپريشن لاءِ مليل تاريخ جي ٻئي ڏينهن تي هنن ابدي سفر تي اُسهڻ جو سامان ٻـڌي ڇـڏيـو آهي.

ياسر جڏهن ٻُڌايو تہ ابُوءَ جي "طبيعت خراب ٿي وئي آهي (ڪيس سِيءَ ۽ بخار ٿي پيو آهي)" تہ مُنهنجي حساب سان اها عام ڳالهہ هئي، ڇاڪاڻ تہ بُخار تہ هر ڪنهن کي ٿيندو رهندو آهي. "اينٽِي مليريَل" ڏيڻ سان سيءُ بخار تہ صحيح ٿي ويو پر جڙ اچانڪ سان هيٺائي ۽ ڪمزوري گهٽي محسُوس ٿي. 14 فيبروريءَ تي لياقت نيشنل اسپتال جي ايمرجنسيءَ ۾ ساڍي 4 لڳي جيڪي مُون رپورٽس ڏٺيُون، تہ مُون کي ذري برابر بہ اهو خيال ڪونہ آيو تہ هُو ڪجهہ گهڙين جو مهمان آهي. هُو پُوري هوش ۽ حواس ۾ ڳالهائيندو رهيو.

14 فيبروريءَ جو لڳ ڀڳ پُورو ڏينهن مان انهن سان گڏ رهيم. ايئن چوان تہ آخري گهڙين ۾ ۽ آخري سفر ۾ مان ساڻن گڏ رهيم. اسپتال جي ايمرجنسيءَ ۾ لڳاتار 20 سالن کان ڊيُوٽي ڪندي، الائي ڪيترا "ڊيٿ سرٽيفڪيٽ" پنهنجن هٿن سان ناهيم، مختلف وقتن تي نہ ڄاڻ ڪيترا لاش ڏٺم، پر جڏهن ڪو پنهنجو عزيز ۽ پيارو الوداع ڪري ٿو تہ ان مهل لڱن مان ساهہ ئي نڪريو وڃي! هر وک ڳؤري ٿي وڃي ٿِي. ذهن اُلجهي وڃي ٿو تہ 2 منٽ اڳ تہ مُون سان ڳالهايائين پئي. اچا هاڻي ئي تہ مُون کان ٽائيم پُڇيائين. وري وري اهو جملو

چوندو رهيو تہ: "تڪجي پيا هُوندؤ! هاڻي گهر هلو! اوهان سڀ وڏي خفي ۾ پئجي ويا آهيو!" مُون کي ڏسي چيائين تہ: "پُٽَ! توهان بہ اڄ خفي ۾ پئجِي ويا!"

انسان جِي سوچ دنگ رهجِي ٿِي وڃي، تہ جيڪو انسان چند گهڙيُون اڳ پنهنجن پيرن تي هلي اسپتال پهچي ٿو ۽ واپس ان جو مڙهہ اچي ٿو. ڪنهن کي اهو پتو ئي ڪونهي تہ اهو ڪهڙو جهان آهي، جنهن ۾ صبر ۽ آهستگيءَ سان هن جهان مان هليو ٿو وڃجي! هڪ دم سان گرم جسم سرد ٿيو وڃي. ان مهل بہ سندن چپن مان اهو آواز نڪتو تہ: "پُٽ! گهر هلُون!" مُون سندن هٿ تي هٿ رکي آٿت ڏنو تہ "بس! هيءَ آخري ٽيسٽ آهي. ٿوريءَ دير ۾ گهر هلُون ٿا. اڃا تہ پوڻا 11 ٿيا آهن."

مُون اڃا سندن هٿ تان هٿ هٽايو ئي ڪونہ هو تہ سندن هٿ هڪدم سان ٿڌو محسُوس ٿيو. مان ڇرڪي ويس تہ هِي ڇا!! جڏهن ڇهري ڏانهن ڏٺم تہ ڇهري تي خاموشي...! سَڏڻ سان ڪوبہ وراڪو نہ مليو. سدا جِي خاموشي ۽ سُڪُونيت...

ڇا جسم جو اوچتو ٿڌو ٿيڻ موت آهي؟ ۽ گرمجوشِي زندگي؟؟

10:45 لڳي چوي ٿو تہ: "تڪجِي پيا آهيو. هاڻي گهر هلئُون" ۽ 10:50 لڳي هُو پاڻ ئي هليو ويو! جنهن کي اها ڳڻتي هئي تہ اوهان سڀ تڪجِي پيا هُوندا. گهر هلِي آرام ڪريو. سو پاڻ هميشہ لاءِ وڃي آرامي ٿيو... ۽ اسان سيني جي ذهنن کي ٿڪائي، سيني جي زندگين ۾ هڪ خال ڏئي هليو ويو.

هن تہ پُوريءَ سنڌ کي هڪ وڏو خال ڏئي ڇڏيو. ڇا ڇڻ ڪوئي قاضي مقصُود گل جهڙو ٻيو "گل" پيدا ٿيندو؟؟؟

سندن مشهُور نظم "وقت گُذري نہ ٿو..." جڏهن بہ ٻڌبو هو تہ رُوح کي سڪُون اچي ويندو هو. پر اڄ جڏهن ڪنن ۾ اهي سٽُون ٻُرن ٿيون تہ وقت واقعي ڪونہ ٿو گذري ۽ لڳ ڪاندارجِي ٿا وڃن. هُن تہ چيو تہ "وقت گُذري نہ ٿو..." پر

وقت تہ مُٺ مان واريءَ جيان وهندو پيو وڃي. اڄ جڏهن آءٌ هي سٽون لکان پئي تہ ڪين وڃڙئي اڄ هيڏا ڏينهن بہ ٿي ويا. ايئن ڏينهن پُنيان هفتا، هفتن پنيان مهينا ۽ مهينن پنيان سال گُذري ويندا.

## مُنهنجو بزرگ دوست

قبشر فاطمہ



هميشہ مُسڪرائي ملندڙ ۽ ڪلندو رهندڙ، چاچا قاضي مقصُود گل مُنهنجو بهترين دوست هو. اسان جي پهرين ملاقات اسان جي ويجهن مائٽن جي شاديءَ ۾ ٿي هئي. ان ملاقات کان پوءِ جلدي جلدي ملڻ ٿيندو رهندو هو ۽ هر ملاقات اسان جي دوستيءَ کي وڌائيندي رهندي هئي. سندس چهري تي مُون ڪڏهن بہ اداسي ڪانہ ڏٺي. جڏهن بہ ملندو هو تہ پيار مان ڳراٽڙي پائي ملندو هو. آءٌ جيستائين وٽن هُوندي هئم، مُون کي، پيار سان پاڻ سان گڏ رکندا هئا. هُو سدائين مُون کي چوندا هئا تہ "تُون مُنهنجي دوست آهين. ٻين کي ڇڏ! مُون سان

ويهي ٻالهيون ٻولهيُون ڪرا" هُو جڏهن بہ اسان سان ويهندا هئا تہ اسان ڪي پنهنجا ٻارڙن لاءِ لکيل گيت ۽ نظم ٻڌائيندا هئا ۽ عمر جي هيڏي فرق جي باوجُود ايئن لڳندو هو تہ اسان هڪ جيڏا آهيُون.

کين پنهنجن ڪتابن ۽ شاعريءَ سان تمام گهڻو پيار هو. مُون کين هر وقت ڪتاب پڙهندي ڏٺو. هُو نہ فقط صاحبِ ڪتاب هئا، پر شاعريءَ جي ميڙاڪن ۾ بہ چاهہ سان شرڪت ڪندا هئا. علم ۾ ۽ اهڙين سرگرمين ۾ جڻ تہ سندن ساهہ هو.

سندن لاڏاڻي کان بہ ڏينهن اڳ ئي مُنهنجِي ساڻن ملاقات ٿي هئي. مُون ان رات، رات جي ماني بہ سندن گهر کاڌي. هُو بلڪل نيڪ هئا. اهو ٻڌي مُون کي سخت صدمو رسيو تہ چاچا موڪلائي ويو. ان ڳالهہ جو ذي برابر بہ اندازو ڪونہ هو تہ مُون کي سندن بابت اها خبر ٻڌڻ لاءِ ملندي. ان وقت يقين ئي نہ ٿي آيو تہ ايڏو سنو ۽ پيار ڪندڙ شخص، جيڪو ڪلهہ تائين بلڪل نيڪ هو ۽ جيڪي پاڻ هلي اسپتال ويو اهو اسان کان ايئن موڪلائي ويندو. مُون کي هاڻي بہ ويساهہ نہ ٿو اچي. ايئن ٿو لڳي تہ هُو هينئر بہ پنهنجي گهر ۾ آهن. مُون کي بي حد ڏک آهي تہ ايڏي سٺي شخصيت اڄ اسان سان گڏ موجُود نہ آهي ۽ مُون کي اهو ڏک هميشہ رهندو. اسان مان ڪوئي بہ ايڏي عظيم انسان کي نہ ٿو وساري سگهي. هُو اڄا بہ اسان سان گڏ آهي ۽ اسان جي دلين ۾ هميشہ زندهہ رهندو.





## تاريءَ تان "گُل" ٽڙڪيو هُوندو

معشُوق ڏاريجو

جڏهن بہ ماڻهُو سرنهن جي کيت مان گذرندو آهي، تڏهن سرنهن جِي سُرهاڻ سندس ساهن کي سُرهو ڪري ڇڏيندي آهي، بلڪل ايئن ئي ڪي فرد، جي سرنهن جي کيت وانگر سدا سرها ٽِيندا آهن، تن جي پر ۾ ايندي ئي ماڻهُو ان جي ذات ۽ ذاتَ جي سُرهاڻ سان واسجِي ويندو آهي. قاضي مقصُود گل بہ انهن سدا سُرهن ماڻهن منجهان هڪ هو جنهن جي ساٿ ۽ سنگت نہ رڳو مُون کي، پر سنڌ جي ڪيترن ئي اديبن ۽ شاعرن کي پنهنجي پيار جِي سُرهاڻ سان واسي، سرهو ڪري ڇڏيو هو (آهي).

شاعريءَ جِي دنيا ۾ قدم رکندي ئي جن شاعرن جِي ذات ۽ ذات مُون کي موهيو ۽ متاثر ڪيو، قاضي مقصُود گل بہ انهن منجهان هڪ هو. گل بنهہ مانيٽو منو ۽ مُحبتي ماڻهُو هو. ڪاوڙ چڙ، بيزاري اهڙا لفظ آهن، جن جِي شايد کيس خبر ئي ڪانہ هئي. جيڪڏهن ان کي ڄاڻ هئي تہ صرف پيار، مُحبّت، عزت ۽ احترام جِي! جيڪو ماڻهُو قاضي مقصُود گل سان مليو هُوندو، صرف اهو ئي سندس پيار ۽ خلُوص جِي ڪٿ ڪري سگهي ٿو.

نوابشاهہ جا ادبي پروگرام هُجن، قائدِعوام انجنيئرنگ يُونيورسٽي نوابشاهہ جِي هاسٽل ۾ سندس موٽي پُٽ ياسر قاضيءَ وٽ ساڻس ڪيل مُلاقاتُون هجن، يا "المنظر" رتيديري تي ڪيل رس ڀريُون رهاڻيُون هجن، سائين مقصُود جِي شفقت ۽ مُحبت سانوڻ جي وڏڦُڙي مِينهن وانگُر اسان تي وسندي هئي.

مُون کي ياد آهي تہ هڪ ڀيري جڏهن آءٌ ۽ مُنهنجو دوست ساحر راهُو قاضي مقصُود گل وٽ رتيديري ۾ ترسيل هئاسين. تڏهن واپسيءَ تي سائين مقصُود گل اسان کي رتيديري جو مائو بہ وٺي ڏنو هو. اسان مائو تہ تڏهن ئي کائي ڇڏيو هو پر سائينءَ جي مائي جهڙي مٺڙي قرب جو مناڻ اڄ بہ اسان سان گڏ آهي ۽ عمر ڀر گڏ رهندو.

سائين مقصُود گل اسان کي بہ پنهنجن پُٽڙن ياسر قاضيءَ، ناصر قاضيءَ ۽ ياڻيتي، پريتم قاضيءَ وانگر پيار ڪندو هو.

قاضي مقصُود گل نہ رڳو ڀلو شاعر ۽ اديب هو پر هُو ڏاڍو ڀلو انسان بہ هو. ڪلٽو ملٽو، بردبار، ڪپڙي لٽي ۾ اڇو اُجرو... مقصُود گل ڪپهہ جي پوٽي جهڙو نرم ۽ نفيس شخص ۽ شاعر هو. گل، دوستيءَ جو بہ ڏاڍو ڪرو ۽ سچّو هو. تڏهن تہ سائينءَ مُختار گهُمري ۽ سائين قاضي مقصُود گل جِي جوڙي، مُنديءَ تي ٽِڪَ وانگر رهِي. سندس دوستيءَ کي ياد ڪندي استاد بخاريءَ جُون هي سٽُون ٿيون ياد اچن، تہ:

تُنهنجو مُنهنجو ناتو رشتو شايد مؤت ڇنهي
هيءَ يارِي هڪ ٻي ياري آ، ناهي ماڻهُن وارِي

قاضي مقصُود گل اهڙو انسان هو، جيڪو لوڪ ۾ هُوندي بہ لوڪ وارن کان مُنفرد ۽ نرالو هو. هُو دنيا جي ڏنڌن کان پري پڃنڌڙ، پيار جي ديس جو ماڻهُو هو، جنهن جِي ذات ۽ ذات صرف امُن، آشتيءَ ۽ آنند جِي مُتلاشِي هئي.

مقصُود گل پنهنجيءَ تقرير ۽ تحرِير وسيلي صرف "جڳ جو ڀلو! جڳ جو خير!!" جو پيغام ڏنو آهي. هن رتيديري ۾ هڪڙو ننڍڙو اسڪُول قائم ڪري علم جِي لاٽ ٻاري، جڳ کي علم جي نُور سان مُنوّر ڪرڻ چاهيو ٿي، ڇو تہ هُن ڄاتو ٿي تہ اسان جي خوشحاليءَ جو دارومدار اسان جي علم ۽ شعُور سان ئي

وابستہ آهي. گل صاحب "جو دم غافل، سو دم ڪافر" جي مُصداق سچي ڄمار جُهد ۾ جاکوڙ ۾ گُذارِي ۽ پنهنجيءَ جي هن سِٽ وانگر تہ "جان جان هئي جيئرِي، ورچي نہ ويٺي..." سدائين عمل جي ميدان ۾ رهيو ۽ قلم کي عَلم سمجهي بُلند ڪيو.

سنڌ جو هي محبُوب شاعر، محبُوب انسان ۽ محبُوب لکاري 2015ع جي "مُحبّتن واري عالمي ڏينهن" 14 فيبروريءَ تي اسان کان وڇڙِي ويو پر سنڌس شاعري، مُحبّت ۽ ذات جِي سُرهاڻ سچِي ڄمار اسان جي ساهن کي واسِيندي رهندِي.

# اُونداهي نگريءَ جو چنڊ

امتياز "سائر" چنو

انسان ازل کان پنهنجي وجُود جي اُونداهين جي گهرائين کي ختم ڪرڻ لاءِ سجّ، چنڊ تارن يا سوجهري جي ڪن ٻين حوالن جو سهارو وٺي پنهنجي آسپاس واري ماحول کي روشن رکڻ چاهيندو آهي. پر پنهنجي داخلي اُونداهين ۾ ڪو نئون سج، ڪو نئو چنڊ، ڪو ڪو انسان ئي اُڀاري سگهندو آهي. جيڪڏهن مُون جهڙو ماڻهُو ان جاکوڙ ۾ جتي بہ ويندو آهي، تہ سجُ، چنڊ ڪٿي نہ بہ سهي، تڏهن بہ ٽوري گهٽي پنهنجيءَ وٽ آهر روشني اوتي ئي وٺندو آهي، پر ڪي قسمت جا ڌڻي اهڙا بہ هُوندا آهن، جيڪي پنهنجي پاڻ ۾ ڪنهن روشن سجَ ۽ چنڊ مثال هُوندا آهن. مان جيڪڏهن اهڙن روشن ڪردارن ۾ سائين قاضي مقصُود گل صاحب جو نالو شامل ڪريان تہ اهو هرگز غلط ڪونہ ٿيندو. سندس شخصيت، مُنهنجي چيل هنن معمُولي تعريفي لفظن يا جُملن جي مُحتاج هرگز نہ آهي. سندن نالو ئي پنهنجو پاڻ ۾ هڪ تاريخ آهي. سندس



ادبي ۽ تعليمي گهراڻو ٻن صدين کان وڌيڪ عرصي کان وٺي تعليم ۽ ادب رستي سنڌ اندر انسانيت جي خدمت ۾ اڳ کان اڳرو رهيو آهي.

فطري طور تي هر انسان جي اندر آئيڊيلزم وارا خيال، ڪيس ڪنهن خوبصُورت مُصوّر يا سنگتراش وانگر، ان تصوير (يا شخصيت) جيان ٺهڻ جي ڪوشش ۾ مصرُوف رکندا آهن. جيڪو ان جو آئيڊيل هُوندو آهي. مُنهنجي اندر ۾ پڻ ان اڻپُوريءَ تصوير کي مُڪمَل ڪرڻ جِي جُستجُو هئي.

اسڪُول جِي موڪل کانپوءِ جڏهن رتيديري شهر جي روڊ رستن تي ڊوڙي ڊوڙي ٿڪجِي پوندا هئاسِين ۽ ٿڪجي شام جو رتيديري واري واٽر سپلاءِ پبلڪ پارڪ (جنهن جو سرڪاري نالو "شاهہ لطيف پبلڪ پارڪ" آهي) جو رُخ ڪندا هئاسِين، تہ اُتي هڪ طرف ڪي شهر واسي والي بال، تہ ٻئي طرف ڪي ڪرڪيٽ کيڏڻ ۾ مشغُول ملندا هئا. تہ ڪي وري ٽوليُون ٺاهي ويٺي ڪچهريُون ڪندي ملندا هئا. ٻاڊي بلڊنگ سان چاهہ رکندڙ ماڻهُو اتي ئي ننڍي پيماني تي يعقُوب بروهيءَ جي نهيل جم ۾ "ويٽ لفٽنگ" ڪندي نظر ايندا هئا. مان انهن ماڻهن ۾ جڙ پنهنجو پاڻ کي ڳولهيندو هئس. تہ مُون کي مُستقبل ۾ ڪنهن ماڻهُوءَ جهڙو ٿيڻو آهي. تڏهن مُنهنجي نظر وچي اڪثر هڪ اهڙي ماڻهُوءَ تي پوندي هئي، جنهن جو مُک تي سدائين هڪ پُر اميد چنڊ جيان روشن نظر ايندو هو. هر ماڻهُوءَ سان سندس مُحبّت ۽ شفقت سان ملڻ جو انداز مون کي بي حد پسند آيو. قدرت سندس چهري ۾ بي پناهہ رونق ۽ ڪشش رکي هئي. يقيناً سندن شخصيت هڪ آئيڊيل شخصيت هئي. هر ماڻهُو کيس "قاضي صاحب" چئي ادب مان مُخاطب ٿيندو هو.

وقت سان گڏ جڏهن ڪهاڻين (افسانن)، ڪتابن ۽ شاعريءَ کي پڙهڻ جو موقعو مليو تہ خبر پئي تہ اهي "قاضي صاحب" ڪيڏيءَ وڏيءَ شخصيت جا مالڪ آهن. ادبي دُنيا ۾ کين هڪ اعليٰ ۽ مُنفرد مقام حاصل هو. "المنظر ڪتاب گهر" تي جڏهن سائينءَ جن سان باضابطي ادبي مُلاقاتُون ٿيڻ لڳيُون تہ کين وڌيڪ پُرجهڻ، سمجهڻ توڙي پڙهڻ جو موقعو مليو. مان انهن خوشنصيب



ماڻهن مان آهيان، جن کي ادبي دنيا سان گڏ زندگيءَ جي هر مرحلي ۾ مقصُود گل صاحب جِي خاص رهنمائي حاصل رهِي.

هن دانشور، مُفڪّر، تاريخ دان ۽ عظيم انسان جي وڇوڙي تي اکيُون آليُون، دل افسُرده ۽ تحرِيرُون اشڪبار آهن. احساسن جِي ڪائنات ۾ سائين قاضي مقصُود گل صاحب جن هميشه جي لاءِ زنده آهن ۽ اسين اج به مُڪمّل طور کين محسُوس ڪري سگهُون ٿا.

## دل کان اسان کي دُور رکي کير ٿو سگهي

باغي بلوچ

سنڌي ادب جِي تاريخ تي نظر ڊوڙائبي ته اهڙا ڪيترا ئي نالا نظر ايندا، جن پنهنجي علمي قابليت سان پاڻ مڃرايو آهي. اهڙو ئي هڪ خوبصُورت نالو سائين مقصُود گل قاضيءَ جو به آهي، جنهن سنڌي ادب جِي هر صنف تي ڀرپُور نمُوني قلمي خدمتون انجام ڏئي، پاڻ مڃرايو. سندس شخصيت گهڻ پاسائين هئي. خوبصُورت شاعر، مُحقق، مُترجم، نثر نويس ۽ سچل رحه جو شارح هو. سندس جنم 15 اپريل 1950ع تي قاضي عبدالحيّ "قائل" جي گهر ۾ ٿيو. سندس والد پڻ سنڌي زبان جو ناميارو شاعر هو. سندس گهراڻو علمي توڙي ادبي حوالي سان سُڃاڻپ رکي ٿو. هُو اُستاد الشعراء هو. مهان شاعر هُوندي به ڪڏهن پاڻ کي وڏو شاعر ڪونه سمجهيائين. سندس مهانتا جو اندازو ان ڳالهه مان لڳائي سگهجي ٿو ته پنهنجو ڪوبه نئون شعر لکندو هو ته مُون کي موبائيل رستي ميسيج ضرُور ڪندو هو. آءُ ساڻس جڏهن به ملڻ ويندو هئس ته پنهنجي شاعريءَ جا رجسٽر ڪڍي اڳيان رکندو هو. هُو هڪ اهڙو اڻ مٽ ڪردار آهي، جنهن جي قول ۽ فعل ۾ ڪوبه فرق ڪونه هو.

ادبي حلقن ۾ وڏي مقبُوليت ماڻيندڙ مقصُود گل پنهنجن همعصرن ۾ صُوفياڻي طبيعت جي ڪري الڳ سُڃاڻپ ناهي. سائينءَ وٽ جيڪو بہ ايندو هو. نَنڍو هجي توڙي وڏو ان سان اُتي ئي ويهي ياڪر پائي ملندو هو. سائينءَ جي مُحبتن جو اندازو ان ڳالهہ مان لڳائي سگهجي ٿو تہ جڏهن بہ. جتي بہ ملندو هو. اُتي ئي ويهي رهندو هو. توڙي اها هوٽل جِي بئنچ هجي، فُٽ پاٿ تي پيل صندُل هجي، يا ڪا بي ويهڻ جِي جاءِ. گوڏو گوڏي ۾ ملائي، اُتي ئي ويهي رهندو هو. سياست، شاعري، سنڌ جي ٻرندڙ مسئلن سميت ٻين مُختلف موضُوعن تي ڪلاڪن جا ڪلاڪ ٻيو ويچار ونڊيندو هو. سائين سادي هجڻ سان گڏ، سچو ۽ کرو انسان هو. بنا رک رکاءَ جي سچ مُنهن تي چئي ڏيندو هو. هميشہ مُرڪي ملندو هو. مُون کي سندس سڄي زندگي "حامي" صاحب جي هن شعر جي روشنيءَ ۾ گهاريل لڳندي هئي:

ڪنهن سان بہ ڪائنات ۾ ڪُلفت نٿا رکُون
مذهب اسان جو آهہ مُحبّت خُدا گواهہ

سائينءَ جي وفات سان يادن جا انيڪ باب کلي پيا آهن. 13 فيبروريءَ تي ڪيل سائينءَ جو آخري موبائيل فون ميسيج مُون لاءِ وسارڻ جهڙو ناهي. مُون کيس ميسيج ڪيو تہ "سائين! رتيديري ڪڏهن ايندا؟" ان تي ريلاءِ ڪيائين: "ها ابا! هاڻي تہ اچڻو پوندو." مان ان وقت تہ اهي لفظ ڪونہ سمجهي سگهيم. پر 15 فيبروريءَ جِي تاريخ ڪئلينڊر تي اچا مَس رُونما ٿي هئي، جو رات جو ساڍي 12 لڳي هڪڙي دوست جو ميسيج آيو: "باغي! سائين قاضي صاحب گُذاري ويو!" ميسيج نہ هو جڻ ڪنهن مُنهنجي ذهن تي ائٽم بم ڪيرائي ڇڏيو هُجي... پوءِ سمجه ۾ آيو تہ سائينءَ ڇا پئي چوڻ چاهيو. اکين مان ڳوڙهن جُون لاڙون وهي پيون. قاضي صاحب جو وڇوڙو سنڌي ادب لاءِ تہ نقصان آهي ئي، پر

مان ايئن چوڻ ۾ ڪوبہ وڌاءُ نہ ٿو سمجهان تہ رتيديري ۾ جڻ هڪ ادبي درسگاهہ بند ٿي وبو آهي.

اسان وٽ سائين پنهنجيُون يادُون ڇڏي ڏُورانهين ڏيهہ هليو ويو آهي. شال خداوند ڪيس پنهنجي بارگاهہِ رحمت ۾ جاءِ عطا فرمائي. آمين!

هُو جسماني طور تہ اسان کان جُدا ٿي وبو آهي، پر ادبي ۽ احساساتِي حوالي سان هميشہ اسان سان گڏ هُوندو. هُو اکين کان تہ ڏُور ٿي وبو آهي، پر دليُون سندس ياد سان آباد آهن. شايد "حامي" صاحب اهڙن ئي املهہ ماڻڪن لاءِ هِي سٽُون چيُون تہ:

"حامي!" ٿياسُون دُور نظر کان تہ ڇا ٿيو.
دل کان اسان کي دُور رکي ڪير ٿو سگهي!



# مُنهنجو ادبي پيءُ، سائين مقصُود گل

مُرتضيٰ لغارِي



سنڌي ادب جي لاءِ نهايت ئي خلوص ۽ بغير ڪنهن لوڀ لالچ جي رات ڏينهن جدوجهد ۽ جاکوڙ ڪندڙ روشن چراغ، منهنجي محسن، منهنجي ادبي پيءُ، نهايت ئي احترام لائق شخصيت، محترم سائين مقصُود گل جا پوئلڳؤ! سندس پائر، سندس فرزند، سندس نياڻيون، پاڻتيؤ ۽ بين خاندان جي اهم رشتن جا وارثؤ! سائين مقصُود گل صاحب جا اوهان سان جيڪي بہ مختلف رشتا منسوب آهن، انهن سڀن جي تمام وڏي اهميت آهي، پر اهو ڪيئن ٿو چئي سگهجي تہ سائين مقصُود گل رڳو اوهان جو رشتيدار هو! رڳو اوهان جو رهبر هو، رڳو اوهان جو استاد هو!؟ منهنجي خيال ۾ ايئن چئبو تہ اهي سڀ ڳالهيون جهڙوڪر اڌريون ٿينديون، سائين مقصُود گل جي جاڳرتا لاءِ ڪيل جدوجهد اڻپوري سمجهي ويندي، ڇو تہ سائين مقصُود گل تہ منهنجو بہ پيءُ هو، سائين تہ منهنجو بہ رهبر ۽ وارث هو. هُو تہ دراصل سنڌي شاعريءَ ۽ ادب جو وارث هو! سائين هن ڌرتيءَ جي تهذيب جو وارث هو تنهن ڪري سندس وڇوڙو صرف اوهان لاءِ ڏکوئيندڙ حادثو نہ آهي بلڪ اسان سڀني لاءِ هڪ هاڃيڪار ڏاريندڙ حادثو



آهي. مان تہ سائينءَ جي وڇوڙي تہ اوهان سان تعزيت جو اظهار ڪري ئي وڃان، مان اوهان سان ڏُک سور اوري، ونڊي وڃان..! پر، مون سان عذرخواهي ڪير ڪندو؟ مون کي سهارو ڪير ڏيندو؟ مون کي ڪير پرچائيندو؟ منهنجا وهندڙ ڳوڙها ڪير اگهندو!؟ مون کان وڇڙي ويل منهنجي قافلي جو سرواڻ مون کي ڪير موٽائي ڏيندو؟ منهنجي ادبي سٿ جو شهنشاهہ مون کي ڪير موٽائي ڏيندو؟ تنهن ڪري يقيناً مان اوهان سيني جهڙو ئي ڏکايل، غمزده ۽ اداس آهيان. اوهان جو ڏُک منهنجو ڏُک آهي. اسان سڀ هڪ ٻئي جي ڏُک ۾ برابر جا شريڪ آهيون. اسان جي دل توڙي جو ڪڏهن بہ تسليم ڪرڻ لاءِ تيار ناهي تہ سائين اسان کان وڇڙيو آهي، پر رب جي رضا اسان سيني کي قبُول ڪرڻي آهي.

## مُرڪندو محشر ۾ هِي ”مقصُود گل“

حسن نصرالله ڪنگو



علم ۽ ادب جي حوالي سان رتوديرو سنڌ ڌرتيءَ جو اهو اهم شهر آهي، جيڪو ماهوتن، مُهين ۽ هنڙيءَ وانگر چانڊڪا پرڳڻي ۾ علم، ادب، ڏاهپ، فن ۽ شاعريءَ جو گلدستو رهيو آهي. سام جڻ سنگهاڻيءَ ۽ ڊاڪٽر سرلا ديويءَ جي

هن شهر ۾ قاضي عبدالحيّ "قائل" جي گهر ۾ 15 اپريل 1950ع تي قاضي مقصُود گل نالي هڪ "گل" جنم ورتو، جيڪو جُڳن ۾ جَڳن کي هُٻڪار ورڇڻ لاءِ جائو.

سائين مقصُود گل رڳو هڪ شاعر ڪونہ هو پر هڪ استاد ۽ انسانيت جو علمبردار هو. هن مُون کي پنهنجي پُٽ وانگر پيار ڏنو ۽ قلم کڻڻ سيکاريو. مُون بہ کيس هميشہ پنهنجو پيءُ ئي سمجهيو. مُون کي "گل" سائينءَ سان رهڻ جو موقعو ۽ سندس ذات جي نرالي خوشبُوءِ جو وند تہ گهٽو مليو، پر اهو واس مان سندس هُوندي سَجاڻي ڪونہ سگهيس. هُو ڪڏهن پيار تہ ڪڏهن ڪاوڙ مان مُون کي سڏيندو هو. سندس ڪاوڙ جو سبب ڪڏهن ڪڏهن ڪيل مُنهنجيُون ئي ڪوتاهيُون ئي هُونديون هيون. اڄ بہ سندس مختلف ڪيفيتن ۾ ڪنيل مُنهنجي نالي جو آواز مُنهنجي ڪنن ۾ ٻُڌجي ٿو. "گل" سائينءَ جي ڏنل خوشبُوءِ اڄا بہ ياد اٿم، جيڪا سندس ڏنل مُحبت جي صُورت ۾ ڪڏهن بہ مُون کان نہ ٿي وسري سگهي. هُونءَ تہ ادا ياسر، ناصر ۽ نادر بہ ان "گل" جُون ئي پنکڙيُون آهن، پر سائين مقصُود گل جي سُرهاڻ ئي نرالي هئي.

فڪر جي لحاظ کان سائين مقصُود گل جو پيغام بہ سچل رحہ جي هن پيغام جيان هو:

وقت اها ٿئي وبل، دُوئي دُور ڪرڻ جِي
هندُو مؤمن سان ملي، مُحبت جا ڪر ميل
متان ٿئي اويلَ، اولهہ سجّ نہ اُلهي

گل سائينءَ وٽ بہ هندُو مُسلمان، سِک، عيسائيءَ جِي دُوئي ڪانہ هئي. هن ان مت ڀيد کان مٿانهون ٿي، پاڻ چيو:

هن چيو مذهب هجي، پر مُون چيو انسانيت
سمجهہ جو ڦيرو هيو بس! ٻيو تہ ڪو جهڳڙو نہ هو.

ان شعر مان مقصُود گل جو مذهب ظاهر ٿئي ٿو تہ هن لاءِ "انسانيت" سمُورن مذهبن کان مٿانهين هئي.

"گل" سائينءَ پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪيترن ئي وجُودن کي خوشبُوءِ سان واسيو. خوشبُو بہ اهڙي نرالي، جنهن جي واس سنڌي ساهت کي واسي ڇڏيو. هي گل جڏهن خوشبُوءِ وکيري، موڪلائي ويو تہ ڪيترئُون ئي اکيون آليُون ٿي ويُون ۽ ڪيترن ئي وجُودن هن خوشبُوءِ کان سواءِ پاڻ کي اڪيلو محسُوس ڪيو. سندس ظاهري وجُود جي موڪلائي وڃڻ کان پوءِ هينئر ان "گل" جي خوشبُوءِ ئي سندس سڃاڻپ جو پرپُور حوالو آهي، جنهن جو اثر سنڌي سماج تي ڪيتري وقت تائين رهندو. سندس موڪلائڻ مُون جيان هزارين وجُودن لاءِ صدمي جو باعث هو. "گل" جِي خوشبُوءِ جا ديوانا سندس آخري رسمن ۾ هزارن جي تعداد ۾ شرڪت لاءِ آيا، جيڪي مُون کي ڪن پوپٽن جيان لڳا. ان "گل" جِي ورهايل خُوشبُوءِ اهو ٻڌايو تہ مُحبت ئي انسان جي اهم ترين ڪرت آهي. الله ان سرهاڻ (سندس پوکيل مُحبّت جي پوک) کي سلامت رکي.

سائين مقصُود گل جي دل اڪثر غريبن، يتيمن، مسڪينن ۽ مستن سان گهٽي لڳندي هئي. آءٌ بہ انهن مان هڪ آهيان ۽ ٻيا بہ ڪيترا ئي مُون جهڙا سندس مُحبتن جا قرضي آهن. مان "گل" سائينءَ لاءِ هڪ دعا گهُرندو آهيان ۽ گهرندو رهندم:

مُرڪندو محشر ۾ هي "مقصُود گل"، پر جيڪڏهن
هڪ طرف کان مُصطفيٰ ۽ ٻئي طرف حيدر ؑ هجي

الله تعاليٰ، سائين مقصُود گل کي جنت الفردوس ۾ جڳهہ ڏي ۽ الله رب العزت ڪري تہ قيامت جي ڏهاڙي واقعي سائين مقصُود گل جي پاسي ٻنهي جهانن جو سردار مُصطفيٰ صہ ۽ ٻئي طرف حيدرِ ڪرّار حضرت علي ڪرم الله وجهہ جن ۽ سندن شفاعي سؤلي ٿئي. آمين!

## واءُ ڪو اهڙو گهُليو، هر "گل" ويو ڪُومائجِي

سپنا گل قاضِي



هيٺ ويٺل: سائين مقصُود گل ۽ ان جي جهوليءَ ۾ ويٺل ناصر قاضِي
مٿي بيٺل ياسر قاضي ۽ سپنا گل قاضِي ( 1983ع ڌاري ورتل تصوير)

شرُوع الله جي نالي سان، جنهن جي قبضي ۾ ڪائنات جِي هر شئي آهي.

زندگِي بہ... مؤت بہ... حياتِي بہ... مُماتي بہ... سڀ ڪُجهہ... ساهَہ بہ! ارواحَ بہ...

گُذريل مهِيني کان ابُو ياسر وٽ ڪراچِيءَ ۾ هو. ٻائي جان (چاچا اختر حيات) جي چالِيهي جي ٻئي ڏِينهن، يعني 12 جنوري 2015ع تي ئِي ابُوءَ جن (امِي ۽ ابُوءَ) ڪراچِي هليا ويا...



هميشھ ويندا آهن... وچِي اُتي رهندا آهن. هن ڀيري بہ ياسر ابُوءَ جي اکيُن جي آپريشن جي ارادي سان کين وٺِي ويو.

ڏاڍا خُوشگوار ڏِينهن گُذريا... ابُوءَ ۽ اميءَ جا... ياسر جِن وٽ...

فيبروريءَ جي شرُوع ۾ ابُوءَ جي هڪ اک جِي آپريشن ڏاڍِي سُٺِي ٿي وئي. ابُو روز فون تي ڳالهائِيندو هو. ميسيجز بہ معمُول مُطابق روز ڪندو هو.

رات جو سُمهڻ کان اڳ ۾ بہ ميسيج ڪري سُمهندو هو. آخرِي ايس ايم ايس اڌ رات جو ابُوءَ جوئِي تہ اِيندو هو. مُختلف قسم جا سوال بہ موڪلِيندو هو... لمحي لمحي جو رابطو هو.

ابُوءَ مذاق ۾ اهو بہ چيو تہ: "اک جي آپريشن دؤران ڪنهن کي بہ مُنهنجِي فون بند ملي تہ چئجوس، دُبئِيءَ گهُمڻ ويو آ!" (اک جِي آپريشن سبب ياسر، ابُوءَ کان فون وٺِي ڇڏِي هئي، پوءِ بہ ابُو چورِيءَ چورِيءَ ڪال ڪندو هو.)

اميءَ ۽ ابُوءَ جي چوڻ تي مان ڪاليج کان 3 ڏِينهن موڪل ڪري 9 فيبروريءَ کان 11 فيبروريءَ تائِين ڳوٺ وٺِي هئم. اميءَ کي گهر جو انتظار هو ۽ ابُوءَ کي اسڪُولَ جو... ڇو تہ رُوپ (مُنهنجو ياءُ نادر) ۽ ثمِينہ (سندس زال) اڪيلا هئا ۽ جُوبي (مُنهنجي ياءُ زوهيب) جو بہ انتظار هئن.

مان آچر 8 فيبروريءَ تي ڳوٺ (رتيديري) ويَم. واجد ڇڏي آيو... پاڻ پوئِتي اڪيلو هو.

مان اُتي ٽِئِي ڏينهن اسڪُول ويَم. ابُوءَ جا ڪلاسَ بہ ورتم... بار بہ ابُوءَ جو پُڇن پيا... گهر ۾ بہ ثمِينہ کي ڪم ڪرايُم... ڪُجهہ صفائِي بہ ڪيَم...

11 فيبروريءَ تي ابُوءَ فون تي ڳالهائي، اسڪُول جو سڄو تفصِيلِي احوال ورتو. (پوءِ خبر پئِي تہ اها ابُوءَ سان مُنهنجِي آخرِي تفصِيلِي ڪچهرِي هُئِي)

پوءِ رُوپ ۽ ثمينہ مُون کي لاڙڪاڻي ڇڏڻَ (وايا نئون ديرو) هليا. ڇوتہ نئين ديري ۾ هڪ عزِيز (لطيف) جي تعزيت لاءِ وڃڻو هو... جتان ئِي مُون کي لاڙڪاڻي ڇڏِيندا ويا.

اڇا! اهم ڳالهہ اها تہ رُوبلي زور تي پريو تہ ڇنڇر تائين رتيديري ۾ رهُا! تہ پوءِ آچر تي لاڙڪاڻي ڇڏي اِيندو مانءِ!

ايئن الائي ڇو چيائين!

ڇنڇر تي ابُو موڪلائي ويو...

11 فيبروريءَ تي لاڙڪاڻي پهتَم. ابُوءَ جا ميسيج اِيندا رهيا.

12 فيبروِريءَ تي اميءَ ٻُڌايو تہ ابُوءَ کي مليريا جو بُخار ٿِي پيو آ... امي ۽ ياسر تہ رليڪس هُئا، پر مان بي چين ٿِي ويس. شايد ان لاءِ تہ نانگ جو ڏنگيل نوڙيءَ کان بہ ڊڄندو آهي.

دل کي آٿتُون ڏِيندِي رهيم... الله سائينءَ کي ٻاڏائِيندِي رهيَم...

بار بار ايس ايم ايس ۾ ياسر ۽ ياپيءَ کان ابُوءَ جو احوال وٺندِي رهيس... پر جڏهن بہ ابُوءَ جي نمبر تي ڪال پئي ڪيم، تہ امِيءَ پئي اٽينڊ ڪيو.. اها ڳالهہ گهڻو پئي پريشان ڪري..

ابُوءَ کي وقفي وقفي سان ڏڪڻيءَ سان بُخار پئي نڪتو.. جنهن ڪيس ڪمزور ٿي ڪيو...

ابُوءَ اڄ ايس ايم ايس بہ ڪونہ ڪيو هو.

مُون اڄ کان درُودِ تُنجِينا جو ذڪر شرُوع ڪيو...

دلجاءِ تہ سينِي ڏنِي ٿي...

وري 13 هين تاريخ تي ڪاليج وڃڻ کان اڳ بہ ڪال ڪيم تہ وري بہ ياسر ئِي اٽينڊ ڪئي. بہ لفظ ابُوءَ سان ڳالهرايائين... ابُوءَ بس بہ جُملا ڳالهايا... مان ڪُجهہ دلجاءِ ڪري ڪاليج ويَم...

وري رات جو مُون ۽ واجد الڳ الڳ ابُوءَ ڏي ڪال ڪئِي... ابُوءَ ڏي ڪال ڪئي تہ اميءَ ئِي اٽينڊ ڪئي.. چيائين تہ: "هُونءَ تہ ٺِيڪ آ... بس وقفي وقفي سان ڏڪڻِي ٿِي ٿئيس... بس دُعا ڪريو...!!"

رات دير سان سُمهڻ کان اڳ ياسر کان ايس ايم ايس تي ابُوءَ جو احوال

پُڇيم تہ جواب آيو ئِي نہ! اندر ۾ آنڌ مانڌ مچِي وئِي.

سڄِي رات بي چينيءَ سان گُذرِي..

14 فيبروري - پيار جو ڏهاڙو - ويلنٽائن ڏي..

صبح جو بہ ڪاليج وڃڻ کان اڳ سيني جي نمبرس تي وارَي وارَي سان ڪال ڪيَم... ابُوءَ جي نمبر تي... ياسر جي نمبر تي... وري ياپِيءَ جي نمبر تَي...

ياپِيءَ اٽينڊ ڪئِي... ننڍاڪي ۽ ٿڪلَ آواز ۾ ڳالهائَي، دلجاءِ ڏئِي ٻڌايائِين تہ ابُو رات مزي ۾ نہ هو.. هاڻي آرام ۾ آ!

مان دلجاءِ ڪري ڪاليج ۾ وڃِي ڪم سان لڳم...

پر بار بار ايس ايم ايس ڪري ياپِيءَ کان پُڇيم پئي...

ياپِيءَ کان بريڪ ٽائِيم ۾ پُڇيم تہ ابُو جاڳيو آ؟

چيائِين ”ها! دلجاءِ ڪيو...“

مُون وري ڪال ڪئِي. ياسر اٽينڊ ڪئِي.

امِي، ابُوءَ کي ناشتو ڪرائي رهِي هئي. اميءَ سان بہ لفظ ڳالهايا.

چيائِين تہ: ”بس! دُعا ڪر! بُخار لهي ٿو... وري ڏڪڻِي ٿِي ٿئي، تہ گهٽِي ٿِي ٿئي...“

سمجهان پئِي تہ ايئن تہ بُخار ابُوءَ کي ٿِيندو آ، پر پوءِ بہ منَ ۾ مزو نہ هو..

بي چيني... بيقرارِي... بي مزائِي...

منجهند کان شام ٿِي...

شامَ کان رات ٿِي...

وقفي وقفي سان ياپِيءَ کان پُڇندِي رهيم: ”ابُو ڪِيئن آ؟“

”بهتر آ! دُعا ڪيو...“

ورِي سانجهِيءَ جو چيائِين: ”ايٽ هاسپِيٽل... وَيٽنگ فار رپورٽس...“

مُون ايئن سمجهيو تہ ياپِيءَ وارا هاسپِيٽل ۾ آهن ۽ ابُوءَ جي ٽيسٽُن جي رپورٽس جو انتظار ڪري رهيا آهن ۽ ابُو گهر آهي...

مان وري پنهنجن ڪمن ڪارين ۾ لڳي وياس... پر بي چيني مسلسل هئي...

رات جو وري لائيٽ هلي ويندي آهي... 9:00 لڳي بجلي وئي...

پائيجان جي وڃڻ کان پوءِ لائيٽ وڃڻ کان هونئن ئي وحشت محسوس ٿيڻ لڳي آ...

مان تہ ليٽي پيس...

لڳ ڀڳ 10:00 لڳ کان پوءِ عرفانہ جو ايس ايم ايس آيو...

"نائلہ! تم کهان هو؟"

عرفانہ فارورڊيڊ ميسيجن کان سواءِ ڪو ميسيج ڪندي ئي ناهي.

اهو ميسيج مون لاءِ حيرت انگيز بہ هو ۽ ڊيجارينڊڙ بہ...

مون کيس ساندهہ 3 ايس ايم ايس ڪيا.

"ڪيون؟ خير تو هي؟"

"ڪيون پوچ رهي هو؟"

"پهلي تو ايسا سوال نهين ڪيا تم ني..."

دير سان ايس ايم ايس ڪيائين: "ياسر ني ابي ايس ايم ايس ڪيا هي ڪي وه ابو ڪو ايمبولنس ۾ لي جا رهي هين..."

مون لاءِ ايمبولنس ۽ هاسپيٽل جو نالو ئي ڪافي هو...

اڳ ۾ جا اسان ڏڌل آهيون.

بيڊ تي اٿي ويهي رهيس. ڇهين حس تہ عرفانہ جي پهرين ايس ايم ايس تي ئي بيدار ٿي وئي هئي...

سمجهہ ۾ ڪجهہ بہ نہ پيو اچي.

روپ ۽ عادل کي ڪال ڪيم... انهن کي بہ ڪا خبر نہ هئي. انهن ياسر سان رابطو ڪيو.

وري مون ڏي ڪال ڪري دلجاءِ ڏنائون تہ: "پريشان نہ ٿيو! ٽيسٽن لاءِ



SIUT وٺي ويا آهن... دُعا ڪيو.. اسان پاڻُوءَ سان رابطي ۾ آهيُون."

پر مان اُن مهل ئي الائي ڇا سوچي رهِي هُئس...

10 . 15 منٽ ئي ڪي گُذريا هُوندا تہ واجد جي نمبر تي عادل جِي ڪال آئِي...

هُنن ڇا ٻُڌايو.. مُون ڇا ٻُڌو...

مُون ڪِيئن رِي - ايڪٽ ڪيو.. واجد ڪِيئن سنڀاليو..

گھر ڪِيئن ڇڏيوسي... ڳوٺ ڪِيئن پھتاسين...

ماڻھُن کي ڪِيئن خبر پئِي... ڪِيئن گڏ آيا... ڪيئن گڏ ٿيا!

اميءَ وارا ڪِيئن آيا... ابُو ڪِيئن گھر پھتو...

ابُوءَ ڪِيئن موڪلايو.. ابُو ڪِيئن پنھنجي "اصلِي گھر" پھتو...

اهو سڀ ڪجھ ڪِيئن ٿيو... ڪا خبر ناهي...

بس! الائي ڇاهي!

الائي ڪِيئن آ...

الائي ڪھڙا راز آهن...



# قاضِي مقصُود گل جِي ياد ۾

ادا قاضي

هڪ دفعي مُون پنهنجي پياري دوست مرحُوم سائين عبدالڪريم لانگاهه کي روئندي ڏٺو. مُون ڪانئس ان جو سبب پڇيو. جواب ڏنائين ته: "ادا قاضي! اسين پنهنجن وڇڙيل دوستن کي ياد ڪريُون ٿا. سندن قرب واريُون ڪچهريُون دل ۾ ڏهرايُون ٿا. پر ڪيترن دُشمنن جُون ڪيل جفائُون به دل تي تري اچن ٿيُون ۽ انهن کي به ياد ڪريُون ٿا. ڇا اسان جي وڃڻ بعد ڪوئي اسان کي به ياد ڪندو!؟"

مُون کيس جواب ڏنو ته: "اسين آهيُون گدڙ، سو گدڙ مُئي پُڇاڻان سڄُ اُڀري ته ڇا! نه اُڀري ته ڇا! ڪاش اسين ڪانءَ هجُون ها! جيڪي پنهنجي اجنبي ڀاءُ جي مرڻ تي به ولرن جا ولرَ ڪٺا ٿي گوڙ ڪري، ڪيس پنهنجي هُجڻ جي پيتا پيش ڪندا آهن. پر افسوس! جو اسِين ڪانءَ به ڪونه آهيُون. پر اها ڳالهه ته يقيني آهي ته منڙا گهر ته گهُرانءِ! ڪي يار اهڙا به ضرُور هُوندا، جيڪي چڱن لفظن سان ڪٽي نه سهي، پر ڪاوڙ هارِيندي اسان جُون ڪوتاهيُون بيان ڪندي، ضرُور ياد ڪندا. تُون ايترو مايُوس نه ٿيءُ! ڀيو نه ته جيڪڏهن آءٌ جيئرو رهيس، ته توکي ضرُور ياد ڪندس!"

اڄ هي لفظ لکندي آءٌ پنهنجي دوست عبدالڪريم لانگاهه کي ته ياد ڪريان ئي پيو، پر مُنهنجي من تي قاضي مقصُود گل جي شخصيت ترِي آئي آهي، جيڪو پڻ اسان کي وڇوڙي جا وڏَ ڏئي، هن عارَضي ڏيهه مان ڪُوچ ڪري



عدم ڏي روانو ٿِي چُڪو آهي.

مقصُود گل شاعر جِي حيثيت ۾ قلم جو سپاهِي هو. هن مُلڪ ۽ ملّت واسطي لکيو ۽ ايترو لکيو جو سندس تمام گهڻا پرستار آهن. هُو پنهنجا درد لڪائي، ٻين جي دردن جو درمان بڻيو. هن پنهنجي ٻائرن سان تہ ٻَلايُون ڪيُون، پر عزيزن ۽ پراون جو بہ پنهنجو رهيو. هن جي قربن جو ڪاٿو ڪٿڻ ۾ گهٽ مان تہ ڪونہ ٿو ڪري سگهان. جڏهن بہ ملندو هو تہ پيرين پئي ملندو هو. سندس اولاد ۾ خاص طرح ياسر قاضي تہ ڪنهن بہ تعريف جو مُحتاج ڪونهي. مُون کي پنهنجي والد جِي جاءِ تي سمجهندو آهي، جڏهن تہ مان سندس سوچ ۽ ادب ۾ ڪاٻہ حيثيت ڪونہ ٿو رکان! هُو ٿِي وِي ڪمپيئر جِي حيثيت ۾ تمام وڏي پائي وارن اديبن جو دلدادو آهي. خدا کيس سلامت رکي! اسان جهڙن جِي سُڄاڻپ بہ سندس ئي سِر سان آهي. هن جا ٻہ ننڍا ٻائر، ناصر ۽ نادر بہ تمام گهڻا فهمِيدا آهن.

مقصُود گل جو سندس وڃڻ بعد چراغ روشن آهي ۽ جيڪو انشاءَ الله وڏيءَ مُدت تائين ٻرندو رهندو ۽ اسين اُن روشنيءَ ۾ زندگيءَ جا باقي ڏينهن گُذاري ويندا سُون.

## گُوبابا

آرڪيٽيڪٽ وحيده خضر

"گُوبابا" لفظ مُنهنجِي زندگيءَ ۾ وڏِي اهميت رکي ٿو جنهن کي مُنهجي بابا (مُنهنجي بابن جهڙي چاچا، جنهن کي جڳ "مقصُود گل" جي نالي سان ڄاڻي سُڃاڻي ٿو) ايڏو مانُ ڏنو جو سڄِي زندگي پاڻ کي مُنهنجي سڏيل ان نالي

سان منسُوب ڪري ڇڏيائين.

وڏڙا ٻُڌائن ٿا، بلڪ پاڻ گل بابا ٻڌائيندو هو تہ ننڍڙي لاءِ صبح جو سوير امي مُون کي تيار ڪري، سنواري، سينگاري ويهاريندي هئي تہ بابا (چاچا) مُون کي پنهنجي هنج ۾ کڻي باغ جو سير ڪرائڻ لاءِ وٺي ويندو. باغ ۾ وٺي وڃي "گل بابا" مُون کي اتان ڪوبہ گل يا پن يا وري تاري وغيره پٽي هٿ ۾ ڏيندو هو ۽ مان خوشيءَ وچان اهو گل کڻي، "گُو گُو" ڪندي گهر ايندي هئس. اهو لفظ "گُو" مُون پاران لفظ "گل" چوڻ جِي ناڪام ڪوشش هُوندو هو. گهر ۾ جڏهن ڪوئي پُڇندو هو تہ: "هِي ڇا آهي؟" تہ چوندي هئس: "گُو" (يعني "گل") پوءِ پڇيو ويندو هو تہ "ڪنهن ڏنو اٿئي؟" تہ بابا (چاچا مقصُود گل) ڏانهن اشارو ڪري چوندِي هئس: "بابا!"... "گو بابا!"

پوءِ اهو "گُو بابا"، "گل بابا" ۾ تبديل ٿي ويو ۽ هن مهان شخص مُنهنجن بالڪپڻي ۾ اُچاريل انهن ٻاتن لفظن کي مانُ ڏيندي پنهنجي شاعريءَ ۾ مُستقل تخلّص طور ڪتب آندو ۽ ان "گُو" (گل) کي هميشہ لاءِ پنهنجي نالي سان ڳنڍِي امر بڻائي ڇڏيو. پوءِ اهو "گل بابا"، "ابُو گل"، "ادا گل، "مقصُود گل"، پنهنجن جو گل، پراون جو گل ۽ نہ ڄاڻ ڪنهن ڪنهن جو محبُوب گل بڻجي ويو.

هن "گل" جِي طبيعت بہ گل وانگر مهڪندڙ نرم ۽ دلين کي جرڪائڻ وارِي ۽ سڪُون ڏيڻ وارِي هئي. ماڻهُو ڪيترو بہ پريشان هجي، سندس پر ۾ ويهڻ سان يا ساٿس بہ ٻول ڳالهائڻ سان سندس پريشاني پنهنجو پاڻ ختم ٿي ويندي هئي. نرم دل ۽ نرم طبيعت سبب هُو جلدي هر دل ۾ جاءِ ناهي وٺندو هو. ڪڏهن بہ وڏي آواز ۾ نہ ڳالهايائين، ڪنهن کي بہ دڙڪو نہ ڏنائين. ياد ڪرڻ تي، سَڏڻ تي هُن هميشہ پاڻ سڏ ڏنو ۽ هليو آيو.

ڪنهن دوَر ۾ مُنهنجي پياءُ سڪندر جِي نوابشاهہ ۾ ٿيندڙ سالگرهہ تي خاص گيت لکي، چاچا انور وسطڙي ذي موڪليندو هو ۽ هُو سالگرهہ جي موقعي تي مُنعقد ٿيندڙ موسيقيءَ جِي محفل ۾ گل بابا جا لکيل اهي گيت ڳائي،

انهن محفلن جي رونق وڌائيندو هو:

بلي لال بنرو اچي ڪيڪ ڪاٽي
تُنهنجي ڏيڏيءَ جو ٽيو لايو سجايو

يا وري

توساڻ آهي اُلفت. توسان پيار آهي
تُنهنجِي خوشي اسان جي. دل جو قرار آهي
هيپِي برٿ ڊي ٽُو يُو..
هيپِي برٿ ڊي ٽُو يُو..

پوءِ بِيِنو جهُومندو هو. تاڙيُون وڄائيندو هو ۽ جهُمريُون پائيندو هو. ڪيئن چوان تہ مُنهنجو "گل بابا" گُذاري ويو آهي. ڪيڏو نہ ڏکيو آهي پنهنجي ابي لاءِ "مرحُوم" جو لفظ استعمال ڪرڻ! يا ذڪر ۾ "آهي" بدران "هو" چوڻ يا لکڻ! اصل دل جهُري ٿِي پوي.. قلم لرزي ٿو اُٿي ۽ دماغ مائُوف ٿِي ٿو وڃي.

تازو "بابا جاني" (مُنهنجي ٻئي نمبر چاچي "اختر پائيجان") جي وڇوڙي تي "بابا... بابا...!" ڪري چنبڙي مانس تہ رڙ ڪري چيائين: "اڙي! هُو سُتو پيو اٿئي. بابا جاني... وڃينس! سڏ ڪرِينس! مان تہ سڏي سڏي آيو آهيانس. مُون کي تہ سَڏ نہ ٿو ڏئي. مِنَ تُنهنجو سڏُ ٻُڌي!"

بابا! هِي ڇا؟ هاڻي تُون بہ اسان جو سَڏ نہ ٿو ٻُڌين؟ توکي بہ تہ ڪٽ جِي سيرانديءَ. پيرانديءَ. ساڄي. کابي. ڦري ڦري رڙيُون ڪري. ڪيترا سڏ ڪيا اٿم... گل بابا!... گل بابا!... گل بابا!!! ڇا تو سَڏ ورايو؟ ڇا تو اُٿي ياڪُر پاتو؟ تو بہ تہ ايئن ئي ڪيو. جيئن بابا جانيءَ ڪيو. الائي ڪهڙو جهان آهي. جاڏي وڃڻ کان پوءِ ڪوئي سَڏ بہ ڪونہ ٿو ورائي.

اي الله سائين! تُنهنجي اهڙي رضا ڪي مجڻ ڪيڏو ڏکيو آهي! پر پوءِ بہ



مجٺو آهي. واقعي جيڪا ربَ جِي رضا!

4 فيبروري بابا جاني (قاضي اختر حيات) ۽ 14 فيبروري 2015ع تي گل بابا! (مقصُود گل) پُورا ٻہ مهينا ۽ 10 ڏينهن ڪان پوءِ هڪڙي بابا پُنيان مُنهنجو پيو بابا هليو ويو.

ڪٿي ڳولهيان؟ ڏَسيو ڪا جاءِ!!

## پيار واري ڏينهن تي پيار ورڇيندڙ جو وڇوڙو

پريتم قاضي



مان اجا سڪتي ۾ آهيان. اجا حواسَ جاءِ تي ناهن. اهو ڪيئن مڃيان ۽ چوان تہ "گل بابا" هليو ويو. نہ! بلڪُل نہ!! پنهنجي ذات ۾ ڏانءَ جِي خوشبُوءِ جي بدؤلت مُون جهڙن انيڪ سيڪڙات شاعرن جِي رهنمائي ۽ رهبري ڪرڻ پنهنجو اوّلين فرض سمجهندڙ انسان، اسان کي ڇورو ڇنو ڪري پاڻ ابدي ننڊ وڃي سُتو.

اِنا لِلّٰهِ وَاِنا اِلَيهِ راجِعُوْن

چوڏهين فيبروري، "پيار جي ڏهاڙي" طور ملهايو ويندو آهي. هر ماڻهُو خوش هُوندو آهي. ان ڏينهن کي "گل بابا" سدائين لاءِ امر ڪري ويو. مُون جهڙو



معتقد هاڻي هر سال هن ڏينهن کي "قاضي مقصُود گل" جي نانءَ سان منسُوب ڪري سندس ڏينهن ڪري ملهائيندو.

سچڻ سنڌيءَ (نوابشاهه واري) ڪُجهه سال پهريان اها خواهش ظاهر ڪئي هئي تہ قاضي عبدالحيّ "قائل" جي علمي، ادبي گهراڻي جي علم ۽ ادب، ذات ۽ ذانءَ جي مِينارن کي هڪ هنڌ گڏ ڪري، انهن سان هڪ يادگار ادبي رهاڻ رچائجي. يعني قاضي خضرحيات، قاضي مقصُود گل، قاضي اختر حيات ۽ قاضي منظر حيات. جيڪي قاضي خاندان جا چشم و چراغ هئڻ سان گڏ، پنهنجيُن پنهنجيُن ذاتي حيثيتن ۾ بہ مهان حيثيت جا مالڪ آهن ۽ انهن جُون شخصيتُون بلاشبهي پنهنجي پنهنجي ڪم جي حوالي سان سُونهاريءَ سنڌ لاءِ فخر جو باعث آهن. انهن جِي ميجتا جو اهتمام ڪجي. پر افسوس! سچڻ! تُنهنجِي اها خواهش هاڻي ڪڏهن بہ پُوري ڪانہ ٿِي سگهندِي. ڇاڪاڻ تہ انهن چئن يارن جِي ياريءَ کي قدرت ڪات هڻي ڇڏيو آهي ۽ وڇوڙي جا وڍَ ڏئي بہ يارَ هميشہ لاءِ ٻن يارن کان جُدا ٿي، پنهنجِي ازلي سفر تي اُسهِي چُڪا آهن.

گل بابا! ڏاڍا ياد ٿا اچو!

## دل جِي ڌرتِيءَ جو چنڊُ، قاضي مقصُود گل

جانب سُومرو

هزارين حسِين سِٽُن جو خالق، سُهڻو سائين مقصُود گل... جهڙو سندس "گل" تخلص سُهڻو هو تهڙو ئي هُو سُهڻو سُر هو گل هو جنهن جُون واسنائُون، پيار، مُحبّت ۽ شفقت ڪنهن ڪان ڪڏهن ڪڏهن بہ ڪانہ وسرِي سگهندِي. سائين تمام رحمدل، سادو، سباجهو ۽ نيڪ دل انسان هو. جنهن سان بہ ملندو هو، دل جي حُضُور سان ملندو هو ۽ پاڪُر پائي مِنِي ضرُور ڏيندو هو ۽ ملڻ تي



ڏاڍو خُوش ٿيندو هو. ساڻس ملڻ ڪوبہ دوست ڪٿان بہ ايندو هو تہ هُوايڏو خُوش ٿِيندو هو جڻ هن لاءِ عِيد ٿي وئي هُجي. جنهن سان بہ ملندو هو ان کي سندس خدمت ڪرڻ کان سواءِ ڪونہ ڇڏِيندو هو. وٽس جو بہ مهمان اِيندو هو اُن سان ڪچهرِي ڪرڻ سان گڏوگڏ ان جِي مهمان نوازِي بہ ڪندو هو ۽ وڃڻ وقت مهمان کي ڪونہ ڪو ڪتاب سُوکڙِيءَ طور ضرُور ڏيندو هو. سائين بابا مقصُود گل مالِي حوالي سان گهڻو اِمِير ڪونہ هو پر دل جو وڏو سخِي هو. هُو پنهنجي ڪابہ ڪمِي ڪنهن کي محسُوس ٿيڻ ڪونہ ڏيندو هو.

سائِين هڪ بهترين اُستاد ۽ شاعر هو. هُو ننڍين ٻارن سان تمام گهڻو پيار ڪندو هو. اسڪُول ۾ يا ڪنهن ٻئِي تقرِيب ۾ ڪيس ڪوبہ محنتِي يا ذهِين ٻار نظر اِيندو هو تہ اُن کي شاباس ڏئِي همٿائِيندو هو ۽ ڪونہ ڪو ننڍو يا وڏو انعام ضرُور ڏيندو هو.

سائين مقصُود گل سنڌ توڙي انسان ذات سان بي پناهہ پيار ڪندڙ هستِي ۽ علم ادب جو هڪ ادارو هو. سائينءَ کي شاعريءَ جي فنن (عَرُوض ۽ ڇَند وغيره) جِي وڏِي ڄاڻ هئِي. هُن شاعريءَ جِي لڳ ڀڳ هر صنف تي طبع آزمائِي ڪئي ۽ ڀرپُور انداز ۾ لکندو رهيو. سندس فڪر ۾ سنڌ جِي سُونهن ۽ انسانيت جا اعلىٰ قدر سمايل آهن. هن نظم سان گڏ نثر ۾ بہ ڀرپُور انداز ۾ لکيو. سندس گهڻيُون ٿڻيُون لکڻيُون (خاص طور ڪالم) سنڌ جي ٻرندڙ مسئلن تي بي باڪ انداز ۾ گوهر افشانِي هُوندا هئا. سائين لوڪ ادب جو بہ ماهر هو. مقصُود گل صاحب جِي سِٽَ سِٽَ. ڌرتيءَ جي درد جو بيان ۽ سُونهن جِي اُپٽار هئي. ڌرتيءَ جي سپُوت پُٽن جِي شهادت تي سندس قلم تڙپي اُٿيو ۽ لکيائين:

ڪِيئن خون رتي جو هاريو ويو، ڪِيئن مظلُومن کي ماريو ويو
مقصُود قُريشي ماري ڇو آ هانءُ امڙ جو ڏاريو ويو
سلمان وَڏي کي سنڌڙِيءَ لئہ آ باهہ جِي سُوريءَ چاڙهيو ويو

گُلفام گُلن جَي جوڙي تي پيٽرول هٿن سان هاريو ويو
ڏئي باهہ خُوشِيءَ ۾ خُوشبُوءِ کي، ڪِيئن ٻارڻ سمجهِي ٻاريو ويو
هڪ خان وڏو اڳ زهر ڏئِي آ ڌرتِيءَ۔ سيجَ سُمهاريو ويو
۽ ٻيو پُٽ ڪُوندَ قُريشِيءَ جو ٻي ڏوهہ مُسافر ماريو ويو
او سندَ وطنَ! تُون شاهد آن. ڪِيئن ريجُ رتي مان هاريو ويو
بس تُنهنجِي سِيندَ سنوارڻ لئہ آ خُون اکين مان هاريو ويو.

مقصُود گل سندَ ساٿيهہ جو وڏو سرمايو هو، جنهن سڄي عُمر سندَ لاءِ پاڻ پتوڙيو. هي منڙو ماڻهُو هيڏو وڏو شاعر هجڻ جي باوجُود بہ پاڻ کي ادني ۽ عام سمجهندو هو. اها نهنائِي ۽ نماڻائِي، سائينءَ کي وڏڙن کان ورثي ۾ مليل هئِي ۽ سائينءَ گل کان پوءِ سندن اولاد ۾ بہ مُنتقل ٿِي آهي.

سندَ جو هِي هڏڏوڪِي شاعر سڄِيءَ سندَ جي مُشاعرن ۽ ادبي ميڙاڪن ۾ بہ مُسلسل نظر آيو جيڪا سندس ماڻهن سان رابطي وارِي ڪمٽمينٽ هئي. سائين مُختار گهُمري جي ساٿ ۾ هن سندَ جي ڪُنڊ ڪُڙڇ ۾ مُشاعرن ۽ ميڙاڪن ۾ شرڪت ڪئِي. سائين سدائِين چوندو هو تہ: "موسم، طبِيعت ۽ ڪِيسو اجازت ڏئي تہ دوستن وٽ ضرُور پهچجي!" سائينءَ سان ڪافي ادبي ميڙاڪن ۾ مُون کي بہ ساڻ وڃڻ جو شرف حاصل ٿيو. اهو مقصُود گل صاحب جو نِڀُو مُنفرد انداز هو جو هُو پنهنجو شعر پڙهڻ کان اڳ پنهنجي اُستاد، پروفيسر ڊاڪٽر عطا مُحمّد "حاميءَ" جو ڪونہ ڪو چؤسٽو يا رُباعِي ضرُور پڙهندو هو. اهڙو انداز مُون ٻئي ڪنهن بہ شاعر جو ڪونهي ڏٺو. سائين پنهنجي شعر تي بہ هر محفل ۾ داد لُٽي ويندو هو بلڪ سندس ڪلام حاصلِ محفل هُوندو هو.

سائينءَ جي شاعراڻين خُوبين مان لاپ ونڻ وارن جو هڪ تمام وڏو انگ آهي. پر سائينءَ کي ڪڏهن بہ پاڻ کي "اُستاد شاعر" چورائڻ جو شوق ڪونہ

رهيو ۽ پنهنجن جُونيئرس کي بہ سختيءَ سان منع ڪندو رهيو تہ هُو ڪنهن بہ پاڻ کي سندس "شاگرد" ظاهر نہ ڪن. سندن خيال هو تہ شاعريءَ ۾ اُستادِي شاگردِي ناهي ٿيندي. شاعراڻي اصلاح فقط هڪ صلاح آهي. جيڪا سِينيئر شاعر پنهنجي جُونيئر شاعر کي ڏئي ٿو. هُو چوندا هئا تہ: "مان پاڻ اچا شاگرد آهيان ۽ سکان پيو." هيڏو وڏو شاعر ۽ ليکڪ. جنهن پنهنجِي حياتِيءَ ۾ سنڌي ساهت کي 10 ڪتاب ڏنا ۽ اجا سائينءَ جو نہ ڇاڻ ڪيترو مواد اڻ ڇپيل موجُود آهي. ڪڏهن بہ پاڻ کي "وڏو اديب" چورائڻ پسند ڪونہ ڪندو هو.

مقصُود سائين اُتساهہ ۽ همت افزائيءَ جو درُ هو. اسان رتيديري وارن لاءِ تہ سائِين اسان جي دل جي ڌرتيءَ جو چنڊ هو. هُو هڪ هردلعزِيز سڀاجهو ۽ نيڪ دل انسان. سچو سُخنوَر ۽ انسان ذات جو حقِيقِي همدرد هو. هُو ٻئي انسان جي ڏُک کي هميشہ پنهنجو سمجهندڙ همدرد هو. سائين گل جي خُوبين جو ڪاٿو ڪرڻ مُشڪل آهي.

اهڙي مهان مُحبّتِي ماڻهوءَ جي وڇوڙي ڪيترائِي جِيءَ جهوري وِڌا آهن. سائِينءَ جي لاڏاڻي جو پُوريءَ سنڌ ۾ جنهن جنهن جتي جتي ٻُڌو. اهو اهو اُتي روئندو رهيو. سائينءَ جا نہ ڄاڻ ڪيترا ڄاتل اڻَ ڄاتل عاشق اشڪبار ٿِي اچي تڏي تي ويٺا. سائينءَ جو آخرِي دِيدار ڪرڻ لاءِ سنڌ جِي ڪُنڊَ ڪُڙڇَ مان اچي شريڪ ٿيا ۽ سندن جنازي نماز ۾ شرڪت ڪئِي. اهو سڀ سائينءَ جِي لکين دوستن. عزِيزن. مِتَن جي دلين ۾ پوکيل مُحبّت ۽ سِڪَّ جو نتِيجو آهي.

سائين مقصُود گل جو اوچتو وڇوڙو سنڌ ۽ سنڌِي ادب جو هڪ ڪڏهن بہ پُورو نہ ٿِي سگهندڙ نُقصان آهي. اهڙا انسان سچ تہ ٻين انسانن بلڪ انسانيت کي جيئندان ڏيڻ لاءِ صدين کان پوءِ پيدا ٿِيندا آهن.

ڌڻيءَ در دُعا ڪجي ٿي تہ ربُ سائين. پنهنجي محبُوب مُصطفيٰ جي مُحابي سائين مقصُود گل کي جنّت الفردوس ۾ جڳهہ عطا فرمائَي. آمِين! ۽ سائينءَ جِي هيءَ خواهش مُڪمّل طور پُورِي ٿئي:

سوچ مُنهنجِيءَ جو سدائِين مُصطفيٰ مَحور هُجي
مان ڏسان جاڏي تہ بس هيئن ڏِسڻو دلبر هُجي
مُرڪندو مَحشر ۾ هِي مقصُود گل، پر جيڪڏهن
هڪ طرف ڪان مُصطفيٰ ۽ ٻئي طرف حيدر هجي

# ڪٽِي هِير "گُل" جا سنيِها پُڳِي

ساقِي ابڙو

قاضي مقصُود گل بلاشُبهي سنڌي ادب جي اُفق تي اُپريل اُهو سجُ هو جنهن تي مُون جهڙي ناچيز جو لکڻ چڙ تہ سجّ کي ڏِيئو ڏيکارڻ برابر آهي، پر يُوسف جِي خريدارن وانگر، مُون کي بہ قاضي صاحب جي چاهِيندڙن ۾ پاڻ ڳڻائڻو آهي، ان لاءِ مان بہ عقيدت جا ڪُجهہ گُل ڪٽِي اُن قطار ۾ اچِي بِيٺو آهيان، پوءِ ڪٽِي سيئِي پويان ئِي سهي! پر مُون کي بہ مَنَ اُنهن مُحبت ڪندڙن ۾ ڳڻيو وجي. مان پاڻ ڪو وڏو اِديب يا ليکڪ ناهيان، نہ ئي لکڻ جو ڪو ڏانءُ اٿم، بس سادو ماڻهُو آهيان ۽ سادن لفظن ۾ ڪيس پيٽا ڏيڻ لاءِ جيڪو دل ۾ آيو، سو لکڻ چاهيان ٿو.

سائين مقصُود گل گهڻ رُخِي شخصيت جو مالڪ هو. هُو هڪ ئي وقت بهترِين شاعر، ليکڪ، پبلشر، مُترجم، مُحقق، تعلِيمدان ۽ سماج سُڌارڪ هو پر اُن سان گڏ هڪ بهترِين ۽ باڪردار انسان پڻ هو. جيڪڏهن ڪيس شاعر جِي حيثيت ۾ ڏسبو تہ هُو اسان کي لڳ ڀڳ هر صنف جو ڪامياب شاعر نظر اِيندو. سنڌي ڪلاسيڪي صنفن، بيت، وائِيءَ ۽ ڪافيءَ تي ڪيس عُبُور هو پر هُو غزل جو بہ بادشاهہ شاعر هو. شاعر جِي حيثيت ۾ هُن محبُوب جي زُلفن،



زنجيرن، نؤخيز نگاهُن، نازوانداز، لال لبڙن ۽ ڳاڙهن ڳلڙن کان وڌيڪ سنڌڙيءَ جي سُورن، ڌرتيءَ جي دُشمنن، قوم سان ٺڳيندڙن ڪلُورن ۽ قومي غدارن تي لکيو آهي. سندس سِٽ سِٽ ۾ يا تہ سنڌ ۽ سنڌي قوم سان بي انتها عشق جو اظهار ملندو يا ڌرتيءَ جي دُشمنن ۽ قومي غدارن کان سخت نفرت! ڪٿي تہ مُرشد ڀٽائيءَ وانگر ڀُونءِ جو ٻانڪو ۽ سنڌ ڌرتيءَ جو دُعاگو نظر ايندو تہ ڪٿي وري قلم، ڪلاشنڪوف بڻائي، وَنيُن ۽ ٻنيُن، ننگن ۽ دنگن جو مُحافظ بڻجي، مُزاحمت ڪندي ڏسبو. اهو ئي سبب آهي، جو سنڌي ادب، شيخ اياز، استاد بُخاريءَ، سرڪش سنڌيءَ ۽ راشد مورائيءَ جيان مقصُود گل صاحب کي بہ وڏو قومي ۽ مزاحمتي شاعر مڃي ٿو.

هڪ مُحقق جي حيثيت ۾ مقصُود سائين هڪ وڏو ڪاهوڙي ۽ جاکوڙي مُحقق هو. هُو مُسلسل "جُستجُو لا تقنطُو" جو قائل هو ۽ هميشہ مُتحرڪ رهيو. پاڻ ۽ سندس قلم، سدائين تحرُڪ ۾ رهيا. پاڻ چوندا هئا تہ: "تحرُڪ زندگي آهي ۽ سانت مؤت!!" مُون کين زندگيءَ جي آخري ڏينهن تائين لکندي ۽ مُسلسل لکندي ڏٺو. پاڻ پنهنجي شهر رتيديري تي ڪيل تحقِيق سميت ٻيا بہ اڻ ڳڻيا تحقِيقي مقالا لکيائُون. خاص طور درازن جي ڍُولهہ سچل سرمست تي ڪيل سندن تحقِيق ۽ سرمست جي شاعِريءَ جو منظُوم ترجُمو (جيڪو "عشق سمندر" جي نالي سان شايع ٿيو) سندس وڏا علمي ڪارناما آهن. ان ڪري ئي کيس "سچل سرمست جو شارح" چيو ويو ۽ "سچل ايوارڊ" بہ ڏنو ويو.

سنڌي ادب کي ڏهہ ڪتاب ارپيندڙ مقصُود گل صاحب مڃيل پبلشر بہ هو. جنهن پنهنجي والد قاضِي عبدالحيءَ "قائل" پاران قائم ڪيل اشاعتِي اداري، سنڌڙي ڪتابي سلسلي کي تمام سُهڻي نمُوني سنڀاليو ۽ ان اداري پاران ڪيترن ئي شاعرن ۽ اديبن جا مُتعدد معيارِي ڪتاب ڇپرائي سنڌي ادب جو جهول سُهڻن ادبي ڪتابن سان ڀريو.

گل سائين هڪ ڪامياب مُترجم بہ هو. سنڌي ٻوليءَ جو تہ ماهر هو ئِي،



پر اردُو ٻوليءَ تي بہ مُڪمل عبُور حاصل هئس. مٿي ذڪر ڪيل سچل سرمست جِي فارسِي شاعريءَ جي منظُوم اردُو ترجمي ڪان علاوه هنن شيخ اياز جي ٻن ڪتابن "هرڻ اکِي ڪيڏانهن!" ۽ "پتڻ ٿو پُور ڪري" ۾ شامل نثرِي نظمن ڪي ترجمو ڪري, اردُو ادب کي "اي آهُو چشم ڪدَّر!؟" جي ناليِ سان هڪ سهڻو ڪتاب ارپيائُو. جنهن سان گڏ هن ڪرشن چندر جي اردُو ڪهاڻين جو سنڌِيءَ ۾ ترجمو ڪري "زندگِيءَ ڏي موٽ" جي نالي سان پنهنجي ٻئي مجمُوعي جِي صُورت ۾ سنڌي ادب کي هڪ سُهڻو ڪتاب ڏنو.

سائِين مقصُود گل جُون ادبِي ڪاوشُون تہ هيُون ئي هُيُون, پر علمِي ميدان ۾ بہ سندن ڪوڙ سارِيُون خدمتُون هيُون. پاڻ نئين ديري شگر مل مان اصُولن جَي بنياد تي استعفيٰ ڏئي, رتيديري شهر ۾ پنهنجي والد جي نالي سان, عبدالحيّ قاضي ماڊل اسڪُول قائم ڪري علم جِي آبيارِي ڪيائُون. هي اسڪُول هتان جو واحد معيارِي تعلِيمي ادارو آهي, جتي پاڻ بہ مستقبل جي معمارن کي پاڙهِيندا رهيا.

قاضي صاحب انساني ۽ سماجِي قدرن جو پيڪر هڪ مثالِي انسان دوست انسان ۽ سماج سُڌارڪ هو. سماج جي سُڌاري لاءِ پاڻ سدائِين سرگردان رهيو ۽ عملِي طور تي بہ جاکوڙيندو رهيو تہ تحرِيرِي ۽ تقرِيرِي طور تي بہ سماجِي ۽ مُعاشرتِي موضوعن کي اُجاگر ڪندو رهيو. سماج ۾ ڦهليل سماجِي ناهموارِيءَ, انارڪي, بي چينِيءَ ۽ سماجِي بُرائِن تي هميشہ سندس قلم جُنبش ۾ ايِندو رهيو. پاڻ سماجِي بُرائِن ڪان بلڪُل پاڪ هو, پر ڪنهن بہ سماجِي بُرائيءَ کي ڏسندو هو تہ تڙپِي پوندو هو ۽ لُڇندي ڪُجھ نہ ڪُجھ لکِي ويهندو هو, اهو ئي سبب آهي جو سندس شاعرِيءَ ۾ گهڻي قدر سماجِي پهلُو نظر اِيندا.

مٿي ذڪر ڪيل سمُورِيُن خُوبين ۽ گُڻن ڪان علاوه سائين مقصُود گل بهترِين ۽ باڪردار انسان هو. صُوفِي مَنش ۽ باجهارِي طبيعت رکندڙ سائين گل هڪ سُهڻو ۽ سُپَٽيَو ماڻهو هو. ڪُپَتِ, ڪُوڙ, ڪِيني ۽ ڪدُورت ڪان ڪوهين

ڏور رهندو هو. مُحبتي مزاج رکندڙ هو مُک تي هميشہ مُرڪون هُونيُون هئس، جڏهن بہ مِلندو هو ڳلِ ڳرا ٿيُون پائِيندو هو... خيريت معلُوم ڪندو... ۽ دُعائُون ڏئِي موڪلائِيندو هو.

ههڙي عظيم انسان جو وڇوڙو يقيناً سنڌي ادب ۾ تہ خال پيدا ڪري ويو، پر سندس ڪهول، پاٿُرن، دوستن، عزِيزن ۽ سڄِيءَ سنڌ لاءِ صدمي جو سبب بڻيو ۽ سڄي سنڌ سوڳوار بڻجِي وئِي.

الله رب العزت کيس جوارِ رحمت ۾ جاءِ عطا فرمائي ۽ قيامت جي ڏِينهن کيس مُحمّد و آلِ مُحمّد صہ جِي شفاعت نصِيب فرمائي ۽ سندس پاتيُن کي صبر جِي سگهہ ڏئي. آمين!

## سنڌ جو مُرڪندڙ ۽ محبُوب شاعر

عبدالحيُ پُتو



ساڄي کان کابي:
عبدالحيُ پتو، فيّاض لطِيف، مُشتاق ڦُل، ذوالفقار سيال، مقصُود گل ۽ سعِيد ميمڻ

سچ، سُونهن، امُن ۽ تصوُّف واري پياري سنڌ، هر دوُر ۾ عظيم انسانن کي جنم ڏيندي رهي آهي. اهڙن پيارن انسانن ۽ سنڌ جي عاشقن مان سائين قاضِي



مقصُود گل بہ هڪ آهي، جنهن رتيديري ۾ 15 اپريل 1950ع تي سنڌ جي نالي واري شاعر ۽ استاد، قاضي عبدالحيّ "قائل" جي گهر ۾ اک کولي. سائين قاضِي مقصُود گل پنهنجي بابي جِي ادبي صُحبت ۾ ادبي دنيا ۾ باقاعدي پير رکيو ۽ ڪتابن سان دوستيءَ وارو تعلق رکندي، انهن جو مُطالعو ڪرڻ سان گڏ، انهن کي سمجهڻ جِي ڪوشش پڻ ڪئي ۽ پاڻ کي ادب جي ميدان ۾ مڃرايو.

قاضي صاحب پنهنجِي زندگيءَ ۾ جيڪو ڪجهہ لکيو اهو سچّ لکيو. سندس لکڻين ۾ مظلُوم ۽ بي پهچ ماڻهن جي ڏُکن ۽ دردن جا عڪس نظر اچن ٿا. مقصُود گل جو وڇوڙو، سندس مائٽن، مِٽَن، دوستن کان علاوه سنڌي ادب لاءِ بہ هڪ وڏو الميو آهي. قاضي صاحب پنهنجِي حياتيءَ جا ڏينهن خُوش دليءَ، ايمانداريءَ ۽ سچائِيءَ سان مُرڪِي گُذاريا. هُن سنڌي ادب جِي جوت کي زندهہ رکيو ۽ سرتِيءَ سان گڏ، ڌرتِيءَ جِي مٽِيءَ سان وفا ڪيائين. سنڌ جي مهان ڪويءَ شيخ اياز هِي سٽُون پڪ سان مقصُود گل جهڙن امُلهہ ماڻڪن لاءِ ئي چيُون آهن:

جي پنهنجو نُور نچوئي ويا ۽ تُنهنجِي جوت جلائي ويا<br>
سي لُڙڪ مٽِيءَ ۾ لوئي ويا، پر چا چا موتي پوئي ويا<br>
هُو پيار ـ پتنگا ڪامِي ويا ۽ ڪيڏو ڏُور اُڏامِي ويا<br>
پر تُنهنجي مُنهنجي ڏيئي ۾ هُو پنهنجِي جوت سمائي ويا

سائين مقصُود گل سنڌي ادب جي ٻين صنفن سان گڏ ٻاراڻي ادب جِي سُڄاڻ هو. کيس ٻارڙن سان بي پناهہ مُحبّت هئي. هن ٻارن کي صحتمند نظم توڙي نثر جِي صُورت ۾ پنهنجيُون انمول لکڻيُون آڇيُون. اهو ئي نہ، بلڪ کيس سنڌ جي آئندي (ٻارن) جي تعليم جو بہ اونو هو. ان ئي ڪوشش تحت هن رتيديري ۾ عبدالحيّ قاضي ماڊل اسڪُول بہ کوليو. هُو پنهنجي سڄِي عُمر سنڌ



جي عام ماڻهن جيان، سنڌي ٻالڪ لاءِ بہ سوچيندو، لوچيندو ۽ لکندو رهيو.

سائينءَ سنڌي ادب جي خدمت ڪندي، ان جي مُختلف صنفن ۾ جديد لاڙا ۽ خيالَ آندا ۽ مُزاحمتي شاعريءَ ۾ پڻ هڪ الڳ تـلـڳ مقام ماڻيو. گل صاحب پنهنجِي شاعريءَ ۾ نج سنڌي لفظ استعمال ڪري پنهنجِي مادري ٻوليءَ سان مُحبّت جو اظهار ڪيو. سندس سگهارِي شاعريءَ ۾ انقلاب جا سمُورا گـسَ ڏيکاريل آهن.

مقصُود صاحب هڪ سني ليکڪ ۽ شاعر سان گڏ هڪ سُـٺـو انسان بہ هو. هن پنهنجِي زندگيءَ ۾ ڪڏهن بہ اهو محسُوس ڪونہ ڪرايو تہ هُو ڪو وڏو اديب يا شاعر آهي. هُو هڪ سادو، سڌو سنئون پيار ڪندڙ انسان هـو. جنهن پنهنجي ڳوٺ رتيديري جي ماڻهن سميت سڄِيءَ سنڌ جي ماڻهن سان خُوب نڀايو ۽ پيار ڪيو. سائين قاضِي مقصُود گل جِي مُون سان تمام گهڻِي مُحبّت هئي. هُو مُون کي ڏاڍو پيائيندو هو ۽ مُنهنجو هر انگل مڃيندو هو. هڪ ڏينهن مان سائين قاضِي مقصُود گل کي انگل ڪيو تہ مُون گورنمينٽ پرائمري اسڪُول، پُنهُون وِيسر ۾ هڪ تعليمي سيمينار ڪوٺايو آهي، ان ۾ اوهان کي شريڪ ٿيڻو آهي. سائينءَ وراڻيو تہ: "دوستَ! ڪمَ تمام گهڻا آهن. پر اوهان جي سيمينار ۾ شامل ٿيندُس." مُون کي ياد آهي تہ هن پروگرام ۾ شرڪت لاءِ سائين مقصُود گل ۽ سائين مُختار گهمرو ٻئِي قرب ڪري آيا هئا ۽ گل صاحب ان تعليمي سيمينار جِي صدارت ڪئي هئي. ان کان هڪ رات اڳ هُو سائين اظهر گيلانيءَ وٽ گهوٽڪيءَ ۾ رهيا هئا. اج بہ قاضِي صاحب کي هن ڳوٺ جا ماڻهُو دل سان ياد ڪن ٿا.

قاضي صاحب نظاماڻي ليبر هال لاڙڪاڻي ۾ مُنهنجي ڪتاب "ماڻهڪ هَر هڪ هٽ ۾" ۽ فيّاض لطيف جي ڪتاب "دل جِي خانہ بدوشِي" جِي مَهُورتي تقريب ۾ شريڪ ٿِيو، مُنهنجي ڪتاب تي خوُب ڳالهايو ۽ بعد ۾ هن ڪتاب بابت مُون ڏانهن تفصيلي مضمُون بہ لکِي موڪليائِين. سائين قاضِي صاحب

آخر تائين مُون سان نڀايو. جنهن کي مان هميشہ پنهنجِيءَ دل ۾ ياد رکندُس.

سنڌي ٻوليءَ جو هِي البيلو شاعر، اسان کان 14 فيبروري 2015ع تي آچر جِي رات هميشہ لاءِ موڪلائي ويو. سندس خال ڪافي وقت تائين پرجِي نہ سگهندو ۽ ڪيس خُوشبُوءِ ۽ امن جي ديس جا ماڻهُو سدا ياد رکندا.

آءُ هتي ادي ياسر قاضيءَ مان اها اُميد ڪيان ٿو تہ هُو پنهنجي پيءُ جي نقشِ قدم تي هلندي سائينءَ مقصُود گل جي ڇڏيل فڪر ۽ فلسفي کي اڳتي جارِي ۽ سارِي رکندو ۽ پنهنجي بابي جي دوستن سان نڀائيندو رهندو. مان پنهنجي مضمُون جِي پُڄاڻي هنن سِٽُن سان ڪريان ٿو:

سُونهن جو آواز آ مقصُود گل
خُوشبُوئن جو راز آ مقصُود گل
جو صدين تائين آ رهڻو ياد، سو
عشق جو انداز آ مقصُود گل

## هڪ لطيف شناس تخليقڪار، مقصُود گل

شفيع مُحمّد "شاد"

قاضِي مقصُود گل صاحب بظاهر اسان وٽ مُوجُود ناهن، پر سندن تخلِيقُون، سندن سوچ ۽ لوچَ سان ڪيل علمِي ۽ ادبِي خدمتُون مُستقبل جي معمار ادبي راهہ تي گامزن، هر راهِيءَ جِي منزل لاءِ مشعلِ راهہ آهن. ان لطِيف شناس شخصيت، پنهنجِي سڄِي زندگِي فن ۽ فڪر کي ارپي ، مُحبّت، امن، اخُوّت ۽ ڀائِيچاري جو درس ڏنِي. پيغامِ لطِيف کي عام جام ڪرڻ لاءِ پاڻ پتوڙِي، لال لهُوءَ منجهان قلم جِي ڪلڪَ کي ٻوڙِي، نِينهن جا نُڪتا نِروار ڪري، پرِيت

جو پيغام پهچايو.

قاضِي مقصُود گل صاحب فن ۽ فڪر جِي سرزمين اندر جيڪا علم ۽ ادب جِي آبيارِي ڪئي آهي، ان جو ميوو تمام منو، ذائقيدار ۽ لذِيذ آهي. لطِيفي لات ۽ لطِيفي پيغام جي درس و تدرِيس جي سلسلي ڪي عام جام ڪرڻ لاءِ قاضي صاحب جيڪو ادبِي محفلن، ميڙاڪن ۽ ڪچهريُن اندر فڪرِ لطيف جِي پرچار ڪري عوام الناس تائين جيڪو فيض پهچايو اهو عمل انتهائي ساراهه جي لائق آهي ۽ وسارڻ جوڳو هر گز نہ آهي.

هر اهو شخص، جنهن قاضي صاحب جن جِي قداور شخصيت کي دل جي حضُورَ سان جاچي ۽ پرکي ڏٺو سو ضرُور گواهِي ڏيندو تہ قاضي صاحب حق ۽ سچَ جِي علامت، تحمّل ۽ بُردبارِيءَ جا مالڪ هُئا. جن فهم سان فن ۽ فڪر جِي سرزمين ۾ جيڪو رُوح ڦُوڪيو، ان جِي پرواز ۽ اُڏار صدين تائين رفعتُن تي رهندِي. قاضي صاحب ذات، ڏانوَ فهم ۽ فڪر جِي جيڪا خُوشبُوءِ ڦهلائِي، اها سُڳنڌ ايندڙ ڪيترن ئي نسلن جي ذهنن کي سيراب ڪري، کين نشو نُما، توانائِي ۽ تازگِي بخشِيندِي رهندِي.

قاضي صاحب جِي شخصيت هڪ مُڪمّل ڪتاب جي مثال آهي، جنهن مثان جامع ۽ مُدلل نمُوني سان وڏي علمِي بحث جِي ضرُورت آهي. سندن علمِي خدمتُن ۽ لياقتُن کي رُوشناس ڪرائڻ لاءِ ڪيترا ئي هٿَ قلم جِي نوڪَ استعمال ڪري، کيس خراج پيش ڪرڻ جو سلسلو جاري ۽ سارِي رکندا.

**(آچر، 8 مارچ 2015ع تي ناليج سينٽر لاڙڪاڻي ۾ سنڌي ادبي سنگت مرڪز پاران مقصُود گل صاحب جِي ياد ۾ ڪوٺايل تعزيتي ريفرنس ۾ پڙهيل)**



# گُلن ۾ رنگ ۽ نشاط هُنَ سان

عائشہ يحييٰ

زمين ۽ زبان کي بنا تفريق جي هڪ وَٽ يڪجا رکندِي آهي. اُها آهي: "علم ۽ قلم جِي طاقت"

هڪ قلم ـ دوست سدائِين انسان ـ دوست هُوندو آهي. جيڪو فطرت جِي دنيا جي نرم گرم احساسن کي قلم جِي نوڪ سان سِينگاري ماڻهن جي دلين ۾ مُحبّت جي فصل جِي آبيارِي ڪري ٿو. مُحبّت جو احساس غير اختيارِي جذبن جِي ڏي وَٽ جو نالو آهي. قدرت جِي نوازيل ان عطا کي انسان جيستائين دنيا جي حوالي نہ ٿو ڪري وٺي، تيستائين اُن جو دنيا ۾ رهڻ لازم بڻجيو پوي. الله پنهنجي ڪجھ مُنتخب بندن کي ان صلاحيت سان مالا مال پيدا ڪندو آهي، جيڪي مُحبّت جي ضرب ونڊ جا سمُورا فارمُولا سولائيءَ سان ماڻهن جي حوالي ڪري وجن ٿا ۽ دنيا ان تعلق سان سِينہ بہ سِينہ سيراب ٿِيندي آهي.

شايد ڏک جو احساس بہ مُحبّت جِي قرض جِي هڪ صُورت آهي. زندگيءَ جي ڪوڙ تڪليف ڏيندڙ مُعاملن ۾ جتي زبان ساٿ ڇڏي وڃي، اُتي قلم اوهان جو بهترين ساٿي بڻجِي پوي ٿو.

هن ننڍڙيءَ تحرير جو مُحرڪ... "گُل" مزاج هڪ پياري شخصيت سان مُنهنجيُون ٻِاٽيتي جُون فقط ٻہ ٽي مُختصر مُلاقاتُون...، جيڪي مُنهنجي قيمتي اثاثن ۾ شمار ٿين ٿيُون، جڏهن تہ مان اهو سوچي رهِي آهيان تہ هڪ طويل خال جو اندازو مُون کي ڇو ٿِي سگهي!

"سادو... بي غرض ۽ شفِيق"

سندس انهن خُوبين کان جيتوڻيڪ آشنا هُئس، پر "حقُ اليقِين" جِي اهميت ۽ انهن لفظن جو جِيئرو جاڳندو ثبُوت، مُون کي مقصُود گل صاحب جِي شخصيت ۾ ملِي ويو هو. عاجزي، حلاوت ۽ جاڻ جو اهو پيمانو جنهن کي ماپڻ

عام نظر جي اختيار کان ٻاهر آهي.

2010ع ۾ ايف ايم 101 ريڊيي پاران ڪوٺايل مُشاعرو... ياسر قاضيءَ جي ميزبانيءِ ۾ گُل صاحب سان ملڻ جو ٻهريون ڀيرو موقعو... مُنهنجي سلام جي جواب ۾ هُنن مُنهنجي مٿي تي هٿ رکيو ۽ هورڙيان ڪي دعائيہ جُملا چيا، جيڪي يقينا مُنهنجي گهٽ عقليءَ جي نذر ٿِي ويا. گڏوگڏ ڊائريءَ تي سندن هٿ اکرن ۾ هڪ يادگار سِٽَ عنايت ٿِي.

آخري ڀيرو سندن ڪتاب "اي آهُو چشم ڪڏر" جي مهُورت واري تقريب ۾ ممتاز مرزا اسٽُوڊيو ۾ مُلاقات جو شرف نصيب ٿيو. اهو آهي مُنهنجو قيمتِي اثاثو...

مُنهنجي ننڍڙي قلم جي نہ ايتري حيثيت آهي نہ طاقت! جو سندن ادبِي خدمتن کي آءُ ناچيز بيان ڪري سگهان، پر هڪ ڳالهہ جيڪا هڪ بي زبان بہ سمجهائي سگهي ٿو اُها آهي رُوحانِي مُحبّت جو احساس...

يقيناً اُها تاثيرَ اُن ئي شفقت واري هٿ جِي آهي، جنهن مُنهنجي فهم کي وُسعت بخشِي، نہ تہ آءُ ڪٿي! ۽ مُنهنجا خيالَ ڪٿي!!

جيئن جيئن سندن شخصيت سان مُتعارف ٿِيندي ويم تہ حيرت جا دروازا مُنهنجي مٿان کُلندا ويا، تہ يا الله! اڄ ڪلهہ جي دؤر ۾ ڪوئي اهڙي تہ ڏسي!! تہ هڪ اولياء صفت انسان، ڄاڻ جو سمنڊ ساڻ کنيو پيو گهُمي، جيڪو بنا ڪنهن فرق جي مُحبّتُون ونڊِيندڙ علم جو روان خزانو آهي.

دنيا جي هر جِيءَ تي مُحبّت جو قرض واجبُ الادا آهي. هتي ابتدائي علامتُون رشتا آهن، جيڪي گهٽبا وڌندا رهن ٿا، پر قدرت رُتبو فقط هڪ ئِي ڀيرو ڏِيندي آهي.

ڪيترا نہ خُوشنصِيب آهن اُهي ماڻهوُ جيڪي علمي خزانن جي وچ ۾ وڌن ويجهن ٿا.

سائين مقصُود گل جي عملي قابليت بہ سندس تدرِيسي خدمتن جيان



نمايان آهي. هُو نہ فقط بهترين، صاف گو ۽ ڪامياب انسان هو، بلڪ هڪ ڪامياب پيءُ بہ هو. ان جو جيئرو جاڳندو مثال ياسر (عڪسِ گُل) جِي صُورت ۾ اسان جي سامهُون آهي، جنهن جي پيڪر ۾ اُهو ئي خمير موجُود آهي، جيڪو سنڌ جي سُڃَنڌ سان پريل مٽيءَ جي انفراديت آهي. هتي اڻ ڳڻيا اوليائي ڪرام ۽ بزرگانِ دين، چنڊ سِجَن جيان موجُود آهن. مُحبّت جي ذُڪر جو شڪار هِي مُعاشرو "عشق سمندر" کان آشنا تہ ٿِي ويو پر ان تي عمل ڪرڻ جِي توفيق اڃا بہ گهُربل آهي. ڪين گهُرجي تہ هُو سمنڊ جي خزانن منجهان فيضياب ٿين، ڇوتہ يا تہ هر جاءِ تي سمنڊ ناهي هُوندو يا وِري هر سمنڊ ۾ خزانا ناهن هُوندا.

گُلن ۾ رنگ ۽ نشاط هُن سان، ثبات هُن سان
مان ڪيس "گُل" يا بهار لکان؟ نکار لکان؟

## هر اڪر ۾ زندگِي اوتي ويو

يُونس پتو (مُومل جي ماڙي)

2014ع سنڌ کي سوين صدما، ڏک، اهنج ۽ آزار آچي جڏهن موڪلائي ويو تہ آس هئي تہ 2015ع جو سجُ آسونديـن اکڙين ۾ سُک، سَهنج ۽ آشتيءَ جا ڏِيئا روشن ڪندو ۽ درد وندي ديس جي سُڪي نوٽ ٿي ويل چپڙن تي مُرڪن جا موتي پکيڙيندو، پر سال 2015ع جي ٻئي مهيني ئي اهڙي آس ۽ اميد مرجهائي وئي، جڏهن سنڌ جو مهان ڪردار، قاضي مقصُود گل اسان کان هميشہ هميشہ جي لاءِ موڪلائي ويو، سندس وڇوڙي سنڌ جي اکين ۾ آلاڻ آڻي ڇڏي آهي. سنڌ جي سُورن، تڪليفن ۽ مشڪلات کي لفظن جو روپ ڏئي، جڏهن

رتيديري جي عظيم والد قاضي عبدالحيِّ "قائل" جو عظيم پُٽ، قاضي مقصُود گل شاعري ۾ پنهنجا گيت جهونگاريندو هو ته سنڌ جا سدا حيات ۽ امرڪوي استاد بخاري، شيخ اياز، سرڪش سنڌي، مُحمّد خان مجيدي، سرويچ سجاولي، راشد مورائي، نياز همايُوني، نثار بزميءَ، امير بخاريءَ ۽ واجد جا رُوحَ مرڪي پوندا هئا ۽ سنڌ جي گهٽي گهٽي حق ۽ سچ جي نغمن سان گونجي اُٿندي هئي. مقصُود جي شاعريءَ ۾ سنڌ جو اهو درد سمايل آهي، جو سندس شاعري ٻُڌڻ يا پڙهڻ سان سڀ درد ۽ سُور جاڳي پوندا آهن. هو نه صرف شاعر پر هڪ ديس پرست انسان پڻ هو. هن جي ڳالهائڻ جو انداز اهڙو هو جو سندس ناراض دوست به مُرڪي پوندا هئا. قاضي مقصُود گل جو تعلق سنڌ جي اهڙي عظيم ادبي خاندان سان هو جنهن سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي دامن کي پنهنجي امر تخليقن سان ڀري ڇڏيو آهي. سنڌي ادب ۽ ساهت جي اهڙي عظيم خدمت کي ڪڏهن به وساري نٿو سگهجي. مقصُود جي وڇوڙي سان سنڌي شاعريءَ کي جيڪو نقصان رسيو آهي، شايد اهو خال ورهين تائين نه ڀرجي سگهندو.

قاضي مقصُود سنڌ جي انهن بي خوف ۽ بهادر شخصيتن مان هڪ هو، جن ڪڏهن به پنهنجي قلم جو سودو نه ڪيو ۽ پنهنجي ذاتي ۽ گروهي مفاد پرستين کان بالاتر ٿي، رُڳو سنڌي سماج کي ڏنو ئي ڏنو. سنڌي نظم ۽ نثر جي مختلف شعبن ۾ سندس ڪم ڦهليل آهي. غزل، نظم، چؤسٽي، بيت، وائيءَ، ڪافيءَ تي ڪيس خاص دسترس حاصل هئي. سندس شعري ڪتابَ سنڌي نؤجوانن کي شاعريءَ جي حقيقي فهم تائين پهچڻ ۾ ڪافي مددگار ٿيا آهن ۽ اڳتي به ٿِي سگهن ٿا. مقصُود گل، شعر جي محفلن جو مور ته هو ئي هو پر هُو نثر جي ميدان جو پڻ شه سوار هو. مختلف سياسي، ادبي ۽ سماجِي موضوعن تي سندس لکيون ۽ ڪالم، سنڌِي ادب ۽ ساهت جو انمول خزانو آهن. سندس ذهني وُسعت ۽ فڪري گهرائي، پڙهندڙ کي متاثر ڪري ٿي ڇڏي.

هڪ ڳاله واضح آهي تہ هُن پنهنجي تحريرن ۽ تقريرن ۾ هميشہ حق ۽ سچ جو ٻول بالا ڪيو ۽ سنڌ جي چُپيندڙ مسئلن تي بي خوفيءَ سان پنهنجو مُؤقف بيان ڪيو. بلاشبهي سندس ڪردار هڪ جديد سنڌ دوست دانشور وارو هو. جيڪو پنهنجي ديس واسين جي فڪري رهنمائي ڪري رهيو هو.

قاضي مقصُود گل جُون سنڌي ٻاراڻي ادب ۾ پڻ بي مثال خدمتون آهن. سنڌِي ٻاراڻي ادب واري مورچي جو قاضي صاحب سچو سپاهي هو هُن سنڌ جي ٻارن ۽ نوجوانن جي فڪري ۽ عملي تربيت ڪري. جدِيد دور جي سماج لاءِ تيار ڪيو.

مان سمجهان ٿو تہ قاضي صاحب جو وڇوڙو. سنڌي ادب توڙي ثقافت جو عظيم نقصان آهي. پر هڪ ڳاله غنيمت آهي تہ قاضي صاحب ڪي ادبِي وارث عطا ٿيا. جيڪي سندس ڇڏيل علمي ڪم کي اڳتي وڌائيندا ۽ سندس فڪر ۽ فهم کي ڦهلائيندا. انهن کان توقع ڪري سگهجي ٿي تہ اُهي مقصُود گل جي ڪم کي اڳتي وڌائڻ ۾ ڪابہ ڪسر ڪونہ ڇڏِيندا.

قاضي مقصُود هاڻ اسان وٽ موجود ناهي. پر سندس شاعريءَ رستي لڳي پيو تہ جڻ مقصُود اسان جي دلين ۾ زنده آهي.

هر اڪر ۾ زندگِي اوتي ويو
ٻات ۾ ڏسُ! روشني اوتي ويو.
هر نسل جي ذهن ۾ "مقصُود گل".
سنڌ سان آ عاشقي اوتي ويو.





# ٽين جنريشن تائين پهتل مُحبّت

اسحاق انصاري

سڀ کان پهريائين تہ مان مقصُود گل صاحب کي جنم ڏينهن جون واڌايون ڏيندس. دعا آهي تہ الله اجا کيس وڏي عمر عطا ڪري. ان کان علاوه مان ياسر قاضيءَ کي بہ مبارڪون ڏيندس، جنهن پنهنجي والد کي خراج تحسين پيش ڪيو آهي. هونئن اسان سيني کي پنهنجن وڏن کي اهڙي عزت ڏيڻ گهرجي، جيتوڻيڪ کين ان جي ضَرورت نہ هوندي آهي.

مان هن موقعي جو فائدو وٺندي اهو ضرور ٻڌائيندس تہ رتيديري جي قاضين ۽ لاڙڪاڻي جي انصارين جي دوستي ۽ سڪ وارو سلسلو ٽين جنريشن تائين پهتو آهي. عزت ماب سائين عبدالحيّ "قائل" جن جي دوستي منهنجي والد انيس انصاريءَ سان هوندي هئي. هن جي گذري وڃڻ کان پوءِ ان سڪّ ۽ عزت سان سائين مقصُود گل، بابا سائينءَ سان ملندا رهيا ۽ اهو بہ ٻڌائيندو هلان تہ بابا انيس انصاري گهڻو ڪري محفلن ۾ نہ ويندو هو پر اها سائين مقصُود گل ۽ مختار گهمري جي محبّت هوندي هئي، جيڪا کيس رتيديري وٺي ويندي هئي. جيئن چوڻي آهي تہ "پٽ بنياد تي ويندي آهي". اهڙيءَ ريت پنهنجي والد جي نقشِ قدم تي هلندي ياسر قاضي اهو سڪّ جو سلسلو اسان سان جاري رکيو آهي ۽ انشاءَالله جاري رهندو. مقصُود گل صاحب رتيديري جي تاريخ تي جيڪو ڪتاب لکيو ان جو انتساب بابا انيس انصاريءَ جي نالي ڪيو.

اسان جي هن قاضي خاندان جا فرد بنيادي طور تي فنڪار آهن. ان جو



ثبوت هن گهراڻي جي فردن جو ادب ۽ آرٽ جي ميدان ۾ نالو ڪمائڻ آهي. مقصُود گل، سچل سائينءَ جو شارح آهي ۽ جڏهن شارح خود شاعر هجي ته پوءِ ڪنهن به شاعريءَ جي اندروني ۽ خارجي ڪيفيتن کي ته پرکي ئي سگهي ٿو، پر شاعر جي خيالي اڏام کي به جهٽي سگهي ٿو.

هتي مان اها به وضاحت ڪرڻ چاهيندس ته مقصُود صاحب نه رڳو سچل سائينءَ جو عاشق آهي، پر عطا محمد "حاميءَ" ۽ استاد بخاريءَ جو به عاشق آهي. ان جو ثبوت مختلف وقتن تي مختار گهمري سان گڏجي انهن سان رتيديري ۾ محفلن مچائڻ کان وٺي، سنڌ ۾ "حاميءَ" توڙي "استاد" سان ملهائجندڙ شامن ۾ هنن ٻنهي دوستن جو ڪوشش ڪري حاضري پرائڻ هو.

شاعري، بنيادي طرح تي آهي ئي پيار، خوبصورتي ۽ اندروني ڪيفيتن جو اظهار! ڪجه شاعرن، محبوب جي پنبڻين کان وٺي، هن جي چپن ۽ پيرن تي به لکيو آهي، ته اندر ۾ اُٿندڙ پيار جي سمنڊ کي به لفظن ۾ ظاهر ڪيو آهي ته وري فطرت جي حُسناڪين کي به پنهنجي قلم جي ذريعي قيد ڪيو آهي. تڏهن ته ارسطوءَ شاعريءَ کي تاريخ کان به وڏيڪ پانيو آهي. چوي ٿو:

"Poetry is finer and more philosophical than history; for poetry expresses the universal, and history only the particular."

مان جڏهن سائين مقصُود گُل جي شاعري پڙهي رهيو هيس ته اهو محسوس ڪيم ته سائينءَ پنهنجي اڪيلي جي پيڙا ۽ محبوبن جي ماڻن کان وڏيڪ انسان تي ٿيندڙ ڏاڍ، سنڌ سان ٿيندڙ سازشن، غريب جي پيڙا ۽ بک کي وڏيڪ چٽيو آهي. ان کان علاوه سندس انسانيت تي وڏو اعتبار ۽ اعتماد آهي. پاڻ ئي ڪٿي چيو اٿائين ته:

هُن چيو "مذهب هجي" ۽ مون چيو "انسانيت"
سمجه جو ڦيرو هيو، بس پيو ته ڪو جهڳڙو نه هيو



تي سگهي ٿو تہ منهنجو تجزيو غلط هجي، پر جيئن مون اڳ ۾ ذڪر ڪيو تہ مقصُود گُل صاحب جو عشق ”حاميءَ“ ۽ ”بخاريءَ“ سان رهيو آهي، ان ڪري سندس شاعريءَ تي هنن جو اثر پوڻ قدرتي آهي. مان ايئن نہ ٿو چوان تہ مقصُود صاحب جي شاعري ان نموني جي آهي، پر موضوعن ۾ مناسبت ضرور آهي. تنهن ڪري مقصُود گل صاحب جي شاعريءَ جا موضوع هن جي ٿهيءَ جي گهڻن شاعرن کان مختلف آهن. سندس هڪ غزل جو سٽون آهن:

پيٽ سان پٿر ٻڌي ۽ گاهہ واتن ۾ جهلي
ٿا گھُرن روٽي ٻڪيا، آزيون ڪري اخبار ۾

سنڌ جي مسئلن تي بہ سائينءَ جي گهري نگاهہ آهي، ان سان لاڳاپيل موضوعن کي بہ هن پنهنجي شاعريءَ جو حصو بڻايو آهي:

ملڪ جو نئين سر بنايو آهہ خاڪو سازشين،
مون ڏٺو جانچي تہ ان ۾ سنڌ جو نقشو نہ هو.

پر ائين بہ نہ سمجهجي تہ مقصُود گل صاحب پيار ۽ محبوب جي ماڻن تي نہ لکيو آهي. وڇوڙي تي لکي ٿو تہ:

تون تہ اماوس ۾ وئين وڇڙي تنهنجي لئہ
چاندوڪيءَ جو چاهہ، ڪنيون ٿو ساڻ وتان

گل، هوا، سڪ، پيار، وفا ۽ مهڪارون
هيئنڙي ۾ هُوڳاهہ، ڪنيون ٿو ساڻ وتان



مان آخر ۾ وري بہ جنم ڏينهن جي مبارڪ ڏيندس ۽ ياسر کي شاباس ڏيندس. مون کي تہ ان وقت ئي ياسر جو پنهنجي والد سان پيار جو ثبوت مليو هو، جڏهن هن "فادرس ڊي" تي ڪالم ۾ پنهنجي محبّت ۽ عقيدت جو اظهار ڪيو هو. ان وقت منهنجيو اکيون آليون ٿي ويون هيون. منهنجي ياسر لاءِ بہ دعا آهي تہ مٿس والدين جي پيار ۽ چُمين جي عنايت ٿيندي رهي.

**(15 اپريل 2008ع تي، ممتاز مرزا اسٽُوڊيو ڪراچيءَ ۾ سُرهاڻ ويلفيئر سُوسائٽي سنڌ پاران، مقصُود گل جي ملهايل 58 هين سالگرهہ جي موقعي سانڌس رچايل رهاڻ ۾ پڙهيل تاثر)**

## پنهنجي هٿن سان پاڻ کي ماري نہ ٿو سگهان

رضوان گل

سياست، صحافت ۽ ادب جي شعبن ۾ لاڙڪاڻو هميشہ اڳرو رهيو آهي. هتان جي ماڻهن پنهنجي پنهنجي شعبن ۾ غير معمولي ڪارڪردگيءَ سبب نہ رڳو ملڪي پر بين الاقوامي شهرت ۽ مڃتا ماڻي آهي. ادب جي شعبي ۾ اهڙا ڪيترائي خاندان آهن جن ڪيترين ئي پيڙهين کان وٺي ساهت جي آبياري ڪئي آهي. اهڙن ئي خاندانن مان رتيديري جو قاضي خاندان پڻ هڪ آهي، جنهن جا فرد ادب کان علاوهفنونِ لطيفہ جي بين شعبن ۾ پڻ خدمتون سرانجام ڏئي رهيا آهن. انهن فردن مان هڪ گهڻ پاسائين شخصيت قاضي مقصود حيات ولد قاضي عبدالحئي "قائل"جي پڻ هئي،سائين 15 اپريل 1950ع تير تيديري ۾ پيدا ٿيو. ڪيس سنڌي ادب ۾ مقصود گل جي نالي سان جاتو وڃي ٿو. سنڌي ادب کي هزارين تخليقون ڏيندڙ اهو پيارو شخصاسان کان 14

فيبروري 2015 تي موڪلائي ويو.

قاضي مقصود گل ابتدائي تعليم پنهنجي والد کان ورتي. گورنمينٽ هاءِ اسڪول رتيديري مان مئٽرڪ پاس ڪرڻ بعد لاڙڪاڻي ۽ پوءِ حيدرآباد مان تعليم جون سَنَدون حاصل ڪيون. بي اي ڪرڻ بعد پنهنجي خانداني پيشي استاديءَ سان 1969 ۾ وابسته ٿيو. پهرين پوسٽنگ هاءِ اسڪول سيتاروڊ ضلعي دادو ۾ بحيثيت ڊرائنگ ٽيچر ٿي. ان دؤران اقتصاديات ۽ سنڌي ادب ۾ ايم اي جون ڊگريون حاصل ڪيائين. 1973 ۾ شگرمل نئون ديرو ۾ تربيتي آفيسر طور چونڊيو ويو. جنهن کان پوءِ سنڌس ترقيءَ ۽ ڊپٽي مئنيجر بڻجي ويو. گل حياتيءَ جي آخري گهڙيءَ تائين قاضي عبدالحئي قائل ماڊل اسڪول رتوديرو جو پرنسپال رهيو.

سائين مقصود گل جي شخصيت جا هونئن ته ڪافي پهلو آهن پر سندس بنيادي سڃاڻپ جو اهم حوالو شاعري ئي رهيو جنهن ۾ شروعاتي دؤر ۾ اصلاح پنهنجي والد کان ورتائين ۽ پوءِ سنڌي ٻوليءَ جي نامياري شاعر ڊاڪٽر عطا محمد حامي کان رهنمائي حاصل ڪندو رهيو. هن جي شاعريءَ جو اڪثر موضوع ڌرتي ۽ ڌرتيءَ واسين جا ڏک ۽ تڪليفون رهيو آهي. جڏهن به ڪنهن ظالم، قومي حقن تي راتاهو هنيو ته هن جو قلم تلوار جي تيز ڌار جيان وهيو. ڪيترن ئي سالن تائين اخبارن ۾ سندس چوسٽا شايع ٿيندا رهيا، جيڪو سلسلو خاص طور روزاني عوامي آواز ۾ ڪافي وقت تائين جاري رهيو. سنڌ جي ٻرندڙ مسئلن جي حوالي سان نهڪندڙ انهن چوسٽن ۾ پڻ هڪ دؤر جي منظوم تاريخ سمايل آهي.

پيارو سائين مقصود گل کِلڻو، مِلڻو، محبتي ۽ زنده دل ماڻهو هيو. ساڻس گڏ ويهي ڪچهريون ڪبيون هيون ته وقت جو احساس ئي نه رهندو هو. هن جي گفتگو ۾ اهڙو ته سحر هو جو هر ماڻهو ساڻس ملاقات ڪرڻ بعد سندس محبت جو قائل ٿيڻ کان سواءِ رهي ئي نه سگهندو هو. چوندا آهن جيڪي ماڻهو ظاهر ۾ تمام گهڻو خوش لڳندا آهن انهن جي اندر ۾ دردن جون ڪيتريون ئي ڪهاڻيون سمايل هونديون آهن. قاضي صاحب پنهنجي والد جي وڇوڙي واري درد جي ڪٿا هنن سٽن ۾ بيان ڪئي ته:

تن کان پُڇجي درد ڪهاڻي،
جن کان پنهنجا ڏار ٿين ٿا.

سڄاڻ قلمڪار علي دوست عاجز مقصود گل جي شاعري جي مجموعي "رت ڀنا رابيل" ۾ "شاعر گل ۽ خوشبو گيت" جي سِري هيٺ لکيو هو: سائين قاضي صاحب فطري طور معصوم جذبن جو ڏٺي آهي، سندس شاعريءَ ۾ گلن جهڙي ڪوملتا، خوشبو ۽ نفاست آهي، جن جي اقرار توڙي انڪار جي موسيقي روح جي تارن کي ڇُهندي ٿي وڃي اهڙي معصوميت مون ٿورن ماڻهن ۾ ڏٺي آهي:

روئي ٿا ڪِلون ۽ نير هاريون،
اسان جي ٻه جڻ آهي ٻارن جي دنيا.

سائين مقصود گل مصوّر ٻه هو ته بيباڪ ڪالم نگار پڻ. مختلف سياسي سماجي مسئلن تي هن مستقل مزاجيءَ سان ڪالم ٻه لکيا. جن ۾ سندس انداز بيباڪ ۽ جُرئت منديءَ وارو رهيو. شاعري ۽ ڪالم نگاري جيتوڻيڪ هڪٻئي کان ڪافي مختلف شعبا آهن. پر هن ٻنهي سان تمام ڀرپور نياءُ ڪيو. هن سنڌ جي سينڌ جو قسم کڻي ڇيو ته سچ تي قلم کڻڻ کان ڪڏهن ٻه نه مُڙيو ڀوءِ ڀل ته ڪيترا ٻه ايذاءَ ڇونه اچن:

سنڌڙيءَ جي سينڌ جو مون اج کنيو آهي قسم،
ڀل ته ڏي ايذاءَ تون پر سچ تي کڻبو قلم.

قاضي مقصود گل شاهه لطيف ادبي سنگت رتي ديري جو سيڪريٽري، سنڌي ادبي سنگت رتي ديري جو سيڪريٽري، سنڌڙي ڪتابي سلسلي جو سرواڻ، ٻاراڻي ادبي رسالي "گلدستو" جو روح روان ۽ لاڙڪاڻو ڊسٽرڪٽ هسٽاريڪل سوسائٽي جو ميمبر هئڻ کان سواءِ ٻين ڪيترن ئي ادبي ۽ سماجي ادارن سان مختلف حيثيتن ۾ سلهاڙيل رهيو. انهيءَ حوالي سان سندس حيثيت

هڪ منتظم واري بہ رهي، تہ پبلشر واري پڻ. سنڌڙي ڪتابي سلسلي پاران پاڻ ڪيترائي اهم ڪتاب ڇپرايائي پڌرا ڪرايا. جنڪي پڙهندڙن پاران مانائتي موٽ ملي.

قاضي مقصود گل بحيثيت شاعر، ڪالم نگار، منتظم ۽ پبلشر تہ پنهنجون خدمتون حياتيءَ جي آخري ڏينهن تائين نڀائيندو رهيو هُو هڪ پلو ڪهاڻيڪار بہ هو تہ سيبتو مترجم پڻ. هن خاص طور تي ٻهراڙي جي پسمنظر ۾ تمام خوبصورت منظر ڪشي ۽ ماحول مطابق نيٺ ٻوليءَ واريون ڪهاڻيون سرجيون. سندس ڪهاڻيون جديد ڪهاڻيءَ جي گهرجن مطابق آهن. "ڪرامت" سندس بهترين ڪهاڻين مان هڪ آهي.

قاضي مقصود گل نہ فقط گهڻو ڪرو ۽ وقتائتو لکيو پر انهيءَ مواد کي وقت سِر شايع بہ ڪرايو. سندس لکيل تحقيقي مقالا ۽ مضمون موقعي جي مناسبت سان مختلف رسالن ۽ اخبارن جي خصوصي ترتيب ڏنل صفحن ۾ اڪثر شايع ٿيندا رهيا. مٿين سيني صنفن کان علاوه پاڻ ترجمي واري شعبي ۾ پڻ پاڻ ملهايو. سندس ترجمو ڪيل ڪتاب "زندگيءَ ذي موٽ". سچل سرمست جي فارسي ڪلام جو اردو ترجمو "عشق سمندر". شيخ اياز جي شاعري جو اردو ۾ ڪيل ترجمو "اي آهو چشم ڪِڏر" ان ڳاله جو دليل آهن. ان کان علاوه سندس ڪتابن ۾ "رت پنا رابيل" شاعري، "وِڪريل موتي" ترتيب، "ڪِرٽا ڪِرٽا" ٻاراڻي شاعري، "هنيلي هرٽي" ٻارن لاءِ ڪهاڻيون، "رتوديرو" (تاريخ) ۽ "اکيون نيل ڪنول" شاعري شامل آهن. سائين مقصود گل ڌرتيءَ ڌڻين کي هميشہ محبت، امن ۽ ڀائيچاري جو پيغام ڏيندي چيو تہ:

گل ورهايو محبت مان جهوليون ڀري،
ڪين نفرت جا اڇليو پٿر دوستو.

قاضي مقصود گل جهڙا انسان جيڪي محبتن جا ڀنڊار هوندا آهن انهن جي وڇڙي وڃڻ تي شهر ويران ٿي ويندا آهن ڪيئي ڏينهن محفليون ٻسيون ٿي ويندون آهن ادبي ميڙاڪن ۾ سندن غيرموجودگيءَ کي شدت سان محسوس ڪيو ويندو آهي. سائينءَ جو اهو آخري ڀاڪر ۽ آخري چمي مون کان



نہ ٿي وسري جيڪا هن سائين قاضي اختر جي تعزيتي ريفرنس ختم ٿيڻ بعد مون کي موڪلائيندي ڏني هئي.. ڪهڙي خبر تہ سائين سان منهنجي آخري ملاقات هئي.

تنهنجو حسين خيال وساري نہ ٿو سگهان
پنهنجي هٿن سان پاڻ کي ماري نہ ٿو سگهان
مقصود گل کي تنهنجي عنايت کپي پرين
ٻئي جي اڳيان تہ پانڌ پٿاري نہ ٿو سگهان

**(روزاني "عبرت" حيدرآباد جي ادبي صفحي "تخليق" ۾ آچر، 22 مارچ 2015ع تي ڇپيل)**

## سنڌ جو گهڻ ڳُڻي، تخليقڪارَ جو وڇوڙو

امر اقبال

سنڌُ جو گهڻَ ڳُڻو تخليقڪار قاضي مقصُود گل گذريل ڇنڇر 21 فيبروري 2015ع تي لڳ ڀڳ 65 سالن جي عمر ۾ اسان سڀني کان هميشہ لاءِ جُدا ٿي ويو آهي. قاضي مقصُود گُل ڄمارَ جو اڌ صديءَ کان وڌيڪ عرصو سنڌ جي علم ۽ ادب جي آبياري ڪندي گُذاريو. هُو شاعِرُ ابنِ شاعِرُ هُيو. پنهنجي والد ۽ استاد شاعر قاضي عبدالحئي قائل ۽ سنڌي ٻوليءَ جي پنهنجي لهجي واري منڍڙي شاعر ڊاڪٽر عطا محمد حاميءَ جي رهبريءَ ۽ رهنمائيءَ ۾ قاضي مقصُود گل شاعريءَ جي شروعات ڪئي ۽ پوءِ سنڌُ جي مَڃيل ۽ مڃتائون حاصل ڪندڙ شاعرن جي سَٽَ ۾ شامل ٿي وَيو. قاضي مقصُود گل پنهنجن غزلن ۾ ۽ پنهنجي رباعين ۾ حُسن، عشق، ڌرتي، ديسَ ۽ ٻين موضوعن کي پنهنجي ئي

اندازَ سان چئيو ۽ پڙهندڙن جي دلين ۾ جايون جوڙيون. گڏوگڏ ٻالڪ شاعري، تحقيق، تنقيد، ترجمي، ترتيبَ، ڪالم نِگاريءَ ۽ ٻين صنفن ۾ پڻ نهايت اهم ۽ نمايان ڪمُ ڪيو. تحقيق جي ميدانَ ۾ سچل شناسي ۽ حامي شناسي سندس خاص موضوع رهيا. شاعريءَ ۾، سندس لهجو ڏاڍَ ۽ آمريت اڳيان للڪار جهڙو ٻـ آهي. سموري عُمر قلمي ڪِرت ڪي پنهنجي حياتيءَ جو "وچاٽو ۽ وهاٽو" بنائي رکندڙ قاضي مقصُود گُل ڪڏهن ٻـ ورچي نـ وينو. ديسَ واسين کي ڪجهہ نـ ڪجهہ ڏئي وَڃڻَ جو اونو آخر تائين ساڻس گڏ رهيو. سندس ٻاريل ڏات جو ڏيئو سندس ئي خاندان جي ٻين فردن ۽ سندس اولاد جي هٿن ڏانهن ٻـ منتقل ٿي چُڪو آهي، جنهن جي روشني پَڪَ سان ايندڙ زمانن ۾ ٻـ سُجهندو ئي ڪندي رهندي.

سموري سنڌ جيان پروگرام "ادبي سنگت" جو سمورو سَٿُ پڻ پنهنجي مَنَ گُهريي شاعِرَ جي وڇوڙي تي نهايت ڏکارو آهي ۽ اُنَ ڏک جي وَنڊَ اوهان ٻڌندڙن سان ٻـ ڪجي ٿي.

**(ريڊيو پاڪستان خيرپور جي هفتيوار ادبي پروگرام "ادبي سنگت" جي ميزبان جي حيثيت سان، خميس 26 فيبروري 2015ع تي ان جي نشر ٿيل پروگرامَ ۾ پڙهيل اداريو)**



## تعزيتي فون ڪالز

هيٺين دوستن فون ڪال رستي تعزيت ڪئي (نوٽ: هِي فقط مُرتب کي موصُول ٿيل ڪالز جو رڪارڊ آهي):

- ضراب حيدر، حيدرآباد
- عابد حُسين، چيف آپريٽنگ آفيسر، هاٽ ايف ايم 105 ڪراچي
- طاهر تنوير، اسسٽنٽ مئنيجر، مارڪيٽنگ، هاٽ ايف ايم 105 ڪراچي
- سيد سُمير، اسسٽنٽ مئنيجر، ايڊمن، هاٽ ايف ايم 105 ڪراچي
- صبُوحي انجم، اڳوڻي نيُوز رِيڊر، هاٽ ايف ايم 105 ڪراچي
- غُفران منهيار، اڳوڻو مئنيجر، مارڪيٽنگ، هاٽ ايف ايم 105 ڪراچي
- مهتاب اڪبر راشدي، ڪراچي
- جهانگير عباسي، لاڙڪاڻو
- جبار تاثير سُومرو
- گلبدن جاويد مرزا، ايڊيٽر ”سرتِيُون“ ڄامشورو
- عثمان افضل، راولپنڊي
- شاهد اقبال، لاهور
- نفيس احمد ”ناشاد“، سينيئر اديب، حيدرآباد

- ياسمين عبدالرحمان، ڪراچي
- پروفيسر اعجاز قريشي، ڪراچي
- عزيز ڪنگراڻي، جوهي
- ماڻڪ ڪنگراڻي، ڪراچي
- عرفان ٻگهيو، ڪراچي
- الطاف مجاهد، روزنامہ "نوائي وقت" ڪراچي
- محمد امتياز خان فاران، روزنامہ "عوام" ڪراچي
- غزالہ رفيع، جنگ گروپ، ڪراچي
- راشد نُور، روزنامہ "نوائي وقت" ڪراچي
- ڊاڪٽر فهميده حسين، چيئرپرسن، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد
- الهڏتو وگهيو، سيڪريٽري، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو
- زرار پيرزادو، صحافي، ڪراچي
- بدر ابڙو اديب ۽ آرڪيالاجسٽ، ڪراچي
- شاهد ڀٽو ڪراچي
- نصير احمد سُومرو براڊڪاسٽر، ڪراچي
- علي اصغر، هاٽ ايف ايم 105 ڪراچي
- شان، هاٽ ايف ايم 105 ڪراچي
- ردا علي، هاٽ ايف ايم 105 ڪراچي
- ڊاڪٽر مُرلي ڌر، ايس آءِ يُو ٽي، ڪراچي
- ذوالفقار علي ڀهڻ، ڪراچي
- راشد خان، مارڪيٽنگ مئنيجر، هاٽ ايف ايم 105 ڪراچي
- سيد اسامہ قادري، سِي ٽِي ايس ڪوآرڊينيٽر، هاٽ ايف ايم 105 ڪراچي
- ابرار آرائين، سِي ٽِي ايس ڪوآرڊينيٽر، هاٽ ايف ايم 105 ڪراچي
- ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙو، چيئرمين سنڌي شعبو، وفاقي اردُو يُونيورسٽي.



ڪراچي

- شگفته آفتاب، ڊپٽي ڪنٽرولر، ريڊيو پاڪستان ڪراچي
- ظفر قريشي، ريڊيو پاڪستان ڪراچي
- ياسين سانگي، راولپنڊي
- عبدالحڪيم ارشد، ڪراچي
- نويد امجد دائُودپوٽو، حيدرآباد
- مل سوپيو گيانچنداڻي، لاڙڪاڻو
- عزيز گوپانگ، حيدرآباد
- محمُود مغل، ڄامشورو
- اسلم احساس مري، ڪراچي
- ماريا خان، آر جي، هاٽ ايف ايم 105 ڪراچي
- سلميٰ رضوي، ڪراچي
- سڪندر سُومرو، ثقافت کاتو حڪُومتِ سنڌ
- حبيب الله ميمڻ، ثقافت کاتو حڪُومتِ سنڌ
- ممتاز رڌ، راڳي، حيدرآباد
- عباس جلباڻي، صحافي، ڪراچي
- خالق سولنگي، ڪراچي
- ربيعه اڪرم، پروگرام مئنيجر، ريڊيو پاڪستان ڪراچي
- نثار ميمڻ، براڊڪاسٽر
- منظُور احمد قناصرو، ڊائريڪٽر جنرل، ثقافت کاتو حڪُومتِ سنڌ
- حبيب الله ابڙو طيب، قنبر
- اسحاق انصاري، ڪهاڻيڪار ڪراچي
- شيخ مُحمد يحييٰ، ڪراچي
- مُدثر خان، اڳوڻو پراڊڪشن ڪوآرڊينيٽر، هاٽ ايف ايم 105 ڪراچي



- سخاوت علي "جوهر"، ثقافتي صحافي (ڪراچي)
- حسين بخش ملاح، ڪاميڊين (سانگهڙ)
- نزاهت خان، اڳوڻي نيوز ريڊر، هاٽ ايف ايم 105 ڪراچي
- قاسم راڄپر، ايڊيٽر، هفتيوار "عوامي آواز" سنڌي ميگزين، روزاني "عوامي آواز" ڪراچي
- ڊاڪٽر ايوب شيخ، ايڊيٽر، روزاني "عوامي آواز" ڪراچي
- رفيق "آس" لغاري، ٽنڊو محمد خان
- ڊاڪٽر مشتاق ڦل، سيڪريٽري جنرل، سنڌي ادبي سنگت، سنڌ
- محمد سليمان ڀناڻ "پرڏيهي" (چترڪار)، بدين
- علي دوست "عاجز"، حيدرآباد
- نصير مرزا، حيدرآباد
- نواز ڪنڀر، سانگهڙ
- فرح تبسم، ريڊيو جوڪي، ايف ايم 101 ڪراچي
- عبدالغني انصاري، آر جي هاٽ ايف ايم 105 حيدرآباد
- عائشہ جسڪاڻي، ماڙي پور روڊ، ڪراچي
- بشير منگي، سکر
- فاروق احمد، براڊڪاسٽ انجينيئر، هاٽ ايف ايم 97، چترال
- فقير عثمان جمالي
- ميان گل محمد ڪلهوڙو، ميرپورخاص
- مصطفيٰ جعفر، جي ايس گروپ، ڪراچي
- الطاف بلوچ "جاڳ جاني"، ڄامشورو
- غلام اڪبر شر، پڪا چانگ، ضلعو خيرپورميرس
- گل محمد برڙو، رتوديرو
- محمد رياض، پي اين سي اي، ڪراچي



- نعيمہ افروز ڪراچي
- مسز ريحانہ جاويد، ڪراچي
- مُنير احمد قاضي (گلشنِ حديد، ڪراچي)
- شهناز رضوي (ڪراچي)
- مُحمد عُمر، اسٽيشن مئنيجر، هاٽ ايف ايم 105 ڪوئيٽہ
- نجم خان "نجم"، پريزنٽر، هاٽ ايف ايم 105 ڪوئيٽہ
- عرفان ميمڻ (لياري، ڪراچي)
- سروبچ "گل" پنّي (ميرپُورخاص)
- سارنگ رسُول بخش درس (جهمپير)
- نازيہ ڪشميري (پريزنٽر، هاٽ ايف ايم 105 حيدرآباد)
- نازيہ قريشِي (رسيپشنسٽ، هاٽ ايف ايم 105 حيدرآباد)
- امام علِي پنهور (مُلتان ڪينٽ)





ايس ايم ايس رستي پهتل تعزيتي نياپا



# ايس ايم ايس رستي پهتل تعزيتي نياپا

**Pir Ubaid Rashdi**
(Short Story Writer – Pir Jhando)

The loss of Qazi Maqsood Gul Sahab is the loss of true loving son of Sindh. May Allah shower blessings up on his Soul.
At this time of grief, my sympathies are with Qazi family.
(Sunday, February 15, 2015 – 1:18am)

**Gul Muhammad Umrani**
(Writer – Hyderabad)

Sad News. May Allah bless Qazi Sahib's soul and give you solace to bear this great untimely tragic loss. Aamin!
(Sunday, February 15, 2015 – 3:30am)

**Inayat Baloch**
(Poet, Broadcaster – Hyderabad)

Shocked to hear the sad news of demise of your illustrious father and my very dear friend Saa'een Maqsood Gul. May Allah rest his soul in peace and give you patience to bear this irreparable loss.
(Sunday, February 15, 2015 – 7:55am)



(آچر، 15 فيبروري 2015ع - 6:34 لڳي شام)

## سنڌوو عُمراڻي

(مهراڻ ادبي سٿ)

بہ ڏِينهن نمبر بند هُئڻ ڪري "مهراڻ ادبِي سٿ" ۾ سرگرم ڪونہ هئس. "مهراڻ ادبِي سٿ" جِي انمول شخصيت ادا قاضِيءَ کان، مقصُود گل جي اوچتي وڇوڙي جو ٻُڌِي تمام گهڻو ڏک ٿيو. دُعا آهي تہ الله پاڪ کيس جنت الفردوس ۾ جڳهہ عطا فرمائي ۽ پونيَرن کي صبُر جِي توفِيق ڏئي. آمِين!

(سُومر، 16 فيبروري 2015ع)

## مقصُود مير سنڌي

(مهراڻ ادبي سٿ)

سائين قاضي مقصُود گل صاحب هڪ مهان شخصيت جا مالڪ هئا. سندس اوچتي وڇوڙي جيءُ جهوري وڌو آهي. بابا مرحُوم مير سنڌيءَ جِي وفات کان پوءِ سائين قاضي مقصُود گل صاحب وقتاً فوقتاً مُون سان فون تي ڳالهائيندا هئا. مان جڏهن روزگار ملڻ سبب مصرُوف ٿي ويس ۽ ميسيجن جو سلسلو گهٽجِي ويو، تہ سائينءَ پاڻ فون ڪري خير عافيت پُڇي ۽ ميسيج نہ ڪرڻ جو سبب پڇيائين. وفات کان ٻہ ڏينهن اڳ سائينءَ جن مُون سان رابطو ڪيو هو پر خبر نہ هئي تہ اهو رابطو اسان جو آخري رابطو هُوندو. خبر ناهي قدرت واري کي ڇا منظُور آهي. "مهراڻ ادبي سٿ" لاءِ مِير سنڌيءَ ۽ قاضي حفيظ کان پوءِ هي اهڙو صدمو ۽ خال آهي، جيڪو ڏاڍِيءَ مُشڪل سان ڀربو. بس ڌڻيءَ در دعا آهي تہ رب پاڪ، سائينءَ جن کي جنت الفردوس ۾ جاءِ ڏي.

مقصُود مِير سنڌي (اربع، 18 فيبروري 2015ع - 7:52 لڳي شام)

## وفا جلباڻي

(مهراڻ ادبي ست)

سائين قاضي مقصُودگل صاحب کي لفظن جِي ڀيٽا

غزل

قاضي کهڙي پار ويو گل
ويران تي سنسار ويو گل
آئي اڃا بهار مس هئِي
توڙي اميد جو هار ويو گل
چپن رَقڻي، اکين ڳوڙها
آ من ۾ ڇڏي سار ويو گل
سنڌ سڄي آ سوڳ ۾ ورتل
روئاري ٻُڏو ٻار ويو گل
هرڪا آس بيواهه تِي پئي
دل ٻه چاڙهي دار ويو گل
موت ته ڪيڏو بي موت ٿيو
ڇني مقصُود يار ويو گل
خيالن خوشبُوء ڪير وکيري!
گلشن مان تي ڏار ويو گل
مرڻو ڪڏهن مقصوود نه "وفا"
وڃائي يارن ـــ چار ويو گل

(اربع، 18 فيبروري 2015ع. 01:04 لڳي رات)



## انعام ٽڪڙائي

(مهراڻ ادبي سٿ)

"مهراڻ ادبي سٿ" سان گڏ هي سنڌي ٻوليءَ ۽ قوم جو پڻ وڏو نقصان آهي. سائين مير سنڌي، ان ڪم پوءِ قاضي حفيظ الرحمن ۽ وري قاضي مقصُود گل صاحب جو وڇوڙو، ايئن محسُوس ٿيو تہ سنڌي ادب جو هڪ باب پُورو ٿي ويو. "مهراڻ ادبي سٿ" ڪي تہ بلڪل ڪاپارِي ڌڪ لڳو. جو اهڙا رهبر جُدا ٿي ويا، جن جي اڃا هن تنظيم کي، سنڌي ادب، قوم ۽ ٻوليءَ کي ضرُورت هئي.

قاضي مقصُود صاحب سدائين چوندو هو تہ ادا مُنهنجو نالو وڏو ڪري نہ لکندا ڪريو بس "مقصُود گل" ڪافي آهي، پر "مهراڻ ادبي سٿ" جي سلسلي انچارج سڀ سائينءَ جو پُورو نالو لکندا هئا. سندن شعر ۾ انسانيت سان محبت، غربت سان ويجهڙائپ، ڌرتيءَ سان عشق ۽ محبُوب لاءِ خالص جذبا هُوندا هئا. پاڻ سچ، سوبيا، عدل، انصاف، عشق ۽ انسانيت جا شاعر هئا. سندن حمد، نعت، قصيدو، غزل، نظم، ڪافي، وائي، مطلب تہ هر صنف پنهنجو مَٽُ پاڻ آهي. پاڻ هر طرح کي نڀائڻ جو اعليٰ هنر ڄاڻندا هئا. "مهراڻ ادبي سٿ" کي اهو اعزاز آهي تہ پاڻ آخري وقت ۾ ان سٿ سان نڀاءُ ڪيائُون. پر سندن وڇوڙو بہ جيڪو زخم ڏئي ويو آهي، ان کي ڀرجڻ لاءِ بہ وقت گهُرجي. آءُ ادا ياسر قاضيءَ، ناصر، سائين جانب سُومري، ادا احمد گل سان تعزيت ڪريان ٿو. سائين مقصُود گل جو وڇوڙو جسماني آهي، پر اسان جي دل ۾ جيسين زنده آهيُون، سائينءَ جن زنده رهندا.

انعام ٽڪڙائي

(اربع، 18 فيبروري 2015ع- 7:53 لڳي شام)



## گُل خاصخيلي

(مهراڻ ادبي سٿ)

سنڌ جو نالي وارو شاعر، ليکڪ ۽ اديب، "مهراڻ ادبي سٿ" جو سرگرم ڪارڪُن، محترم سائين مقصُود گل صاحب جي وفات تي گهري ڏُک ۽ غمَ جو اظهار ڪريان ٿو. دعا اهي ته ربُ پاڪ کيس جنت الفردوس ۾ جڳهه عطا فرمائَي ۽ پونيَرن کي صبر و تحمّل عطا ڪري. آمِين!

(اربع، 18 فيبروري 2015ع)

## فقير اياز

(مهراڻ ادبي سٿ)

"مهراڻ ادبي سٿ" کي پهريو ڌڪو اُن وقت لڳو جڏهن مِير سنڌي وڇڙي ويو پر اڄ قاضي مقصُود گل صاحب جي وڇوڙي سان ائين ٿو لڳي ته مير سنڌي ۽ اسان جو ٻيو وڇڙيل ساٿي قاضي حافظ الرحمن به جڻ اڄ مُئا آهن.

(اربع، 18 فيبروري 2015ع)

## جمال نظاماڻي

(مهراڻ ادبي سٿ)

لطيف سرڪار رحه چيو آهي ته:

"ڪڏهن منجه ڪوٽن، ڪڏهن راهي رڻ جا"

" مهراڻ ادبي سٿ" ۾ ادب جي خدمت ڪندڙ ته ڪافي آهن، پر قاضي صاحب جي اوچتي وڇوڙي جي ڪري جيڪو خال ٿيو آهي، اهو خال پرجِي نه سگهندو چو ته قاضي صاحب کان اڳ محترم مير سنڌي ۽ قاضي حفيظ جي سُورن کي

اجا لوليُون ڏئي سُمهاري نـ سگهيا هئاسين، تـ قاضي صاحب بـ اچانڪ اهڙي پار هليو ويو جتان اڄ تائين ڪو واپس ڪونهي وريو. بهرحال مُنهنجِي دعا آهي تـ ”مهراڻ ادبي سٿ“ جي ٽن بزرگ هستين کي رب تعاليٰ پنهنجِي حفاظت ۾ رکي ۽ جنت الفردوس ۾ اعليٰ مقام عطا ڪري.

(اڱارو 17 فيبروري 2015ع - 10:15 لڳي رات)

## گهرام سُومرو

(مهراڻ ادبي سٿ)

سائين قاضي مقصُود گل، شاعر، ليکڪ، اديب، سگهڙ، سماج سُڌارڪ، ڪهاڻيڪار، شفيق انسان کي ادب، سندس والد صاحب، عبدالحيّ ”قائل“ کان ورثي ۾ مليو. رات جو دير سان الله جي نالي سان دعا جهول ڏيڻ، فون تي اڪثر ڳالهائڻ، ”مهراڻ ادبي سٿ ڊائريءَ“ جو مواد، سندن فڪر جِي سُونهن هُوندو هو. گفتگوءَ ۾ مناس. اهو ڏينهن بـ نـ ٿو وسري، جڏهن سائين مير سنڌيءَ جي جسماني وڇوڙي تي سندس ڪاوش تي غزل لکيائُون، جنهن ۾ مُون ناچيز کي تمام وڏو شرف ڏنائُون. جو پنهنجي غزل ۾ مير سنڌيءَ سان گڏ. منهنجي بـ تعريف ڪيائُون. احمد گل جوڻيجي، جانب سُومري سان فون تي رات جو ڪچهريُون ڪرائيندا هئا. هاڻي تازو اک جو آپريشن ڪرائي موٽيا تـ چيائُون تـ وڏي فرزند، شاعر ياسر قاضيءَ جو ڪتاب پوسٽ ڪندس، پر منحُوس خبر ملِي.

(اڱارو 17 فيبروري 2015ع - 12:43 لڳي منجهند)

## سارنگ نظاماڻي

(مهراڻ ادبي سٿ)

بهار ۾ تہ گل ٽڙندا آهن. هي ڪهڙو بهار آهي، جنهن اسان کان سائين مقصُود گل جهڙو گل کسي ورتو آهي؟
سوڳوار سارنگ نظاماڻي
(سُومر، 16 فيبروري 2015ع ـ 2:48 لڳي منجهند)

## رفيق "آس" لغاري

(مهراڻ ادبي سٿ)

سائين مقصُود گل جي اوچتي وڇوڙي تي سڄيءَ سنڌ جو ادبي حلقو سوڳوار آهي. اسين پڻ سائينءَ جي وفات جي ڏک ۾ سندس عزيزن سان برابر جا شريڪ آهيُون. دعا آهي تہ الله رب العزت مرحُوم کي جنت الفردوس ۾ جاءِ عطا فرمائي ۽ سندس عزيزن کي صبرِ جميل عطا فرمائي. آمين!
سوڳوار: رفيق "آس" لغاري
(آچر، 15 فيبروري 2015ع ـ 12:07 لڳي منجهند)

## سُجاڳ دين پلي

(مهراڻ ادبي سٿ)

سائين مقصُود ماڻهپي جو وڻج ڪندڙ بهشتي لوڪن مان هو. سندس يادُون، شفقتُون، گفتا، خلوص، جيستائين دل ڌڙڪندِي رهندي، مُون سان گڏ هُوندا.
آهہ "سجاڳ" کي صدمو جيڪي ماڻهُو موتيءَ داڻن جهڙا

نيٽن وانگر ٻٽجي پنهنجا وچڙي نُور کسيندا آهن
(اڱارو، 3 مارچ 2015ع. 3:11 لڳي منجهند)

## سيف احمداڻي

(مهراڻ ادبي سٿ)

مار پوئي اي موٗت! اڻ منداڻو آئين
گهايئہ اهڙا گهوٽ، مُند نہ جن جي مرڻ جِي

سائين مقصُود گل جسماني طور اسان کان ڏُور هليو ويو آهي، پر سندس ڪردار ۽ شاعري، ادبي خدمتُون ۽ ٻيُون انيڪ اڻ مٽ يادُون موجُود آهن ۽ آءٌ سمجهان ٿو اهي يادُون ئي سندس مِٽن مائٽن، دوستن، احبابن سميت سيني ذي شعُور انسانن کي هميشہ سندن گڏ هئڻ جو احساس ڏيارِينديُون رهنديُون.

## يُوسف ڪوسو

(مهراڻ ادبي سٿ ـ شڪارپُور)

سائِينءَ جي وڇوڙي تي انهِيءَ ڏُکئي گهڙِيءَ ۾ اوهان سان ڏُک ۾ برابر جا شرِيڪ آهيُون.

## اعظم ٻٽِي

(مهراڻ ادبي سٿ ـ ٽنڊو مُحمّد خان)

اڻ ڏٺل محبُوب قاضِي مقصُود گل
ڪڏهن ڪڏهن ڪي ماڻهُو اڻ ڏٺل محبُوب جو ڏيک ڏِيندا آهن. هُو واقِعِي مُون



لاءِ پيار ۽ ادب جي سنسار جو اڻ ڏٺل محبُوب هو. هُو ان ديس جو راڻو هو جنهن ديس ۾ دولاب جا ڪيترا ئي ڪنڌا برداشت ڪرڻا پون ٿا. هُن بہ شايد اهڙا ڪنڌا برداشت ڪندي ادب جي دُنيا جُون لاتعداد منزلُون طئي ڪيُون.

ذڪ ان ڳالھ جو آهي تہ علم، ادب ۽ ڏاهپ جي باغ جو هِي انمول گل، ابدِي سفر جِي خُوشبُوءِ ساڻ ڪري، سمُوري باغ کي مُرجهائي ويو جنهن جِي خُوشبُوءِ جي سهاري تي ڪيتريُون ئِي مُڪڙيُون نڪرِي نروار ٿيڻ لاءِ ڪرَ ڪڙِي بِيٺل هُيُون، جن کي وڇوڙي جو ويراڳ ۽ مايُوسيُن جا اهڙا ڏنگَ هڻِي ويو جيڪي زخم، وقت جي وهڪري ۾ اڻ ڇاتل مُدي تائِين تازا رهندا. هُو ادب جي آسمان جو اُهو چنڊ هو جنهن ڪيترن ئِي ستارن کي سُونهن بخشِي. هُو ماڪ ڦُڙن جِي روايت جو پيڪر هو جنهن ڪيترن ئِي ٻُوٽن کي امرتا جِي خُوشبُوءِ سان سنواريو.

شال سندس عزم ۽ حوصلي وارِي ادبِي جدوجهد جِي واٽ تي اسان اڪيُون، پيرَ ڪري هلُون ۽ سندس خُوابن جِي ساٻيان ٻڻجُون.



# فيس بُڪ رستي سنگت جا سليل نياپا ۽ تاثرات

## ثاقب ابڙو

(اسٽيٽس)

انتهائي ڏکدائڪ ۽ ڇرڪائيندڙ خبر! پائرن جهڙي جگري دوست ۽ هاٽ ايف ايم ريڊيو نيٽ ورڪ جي نيشنل پروگرام مئنيجر ياسر قاضي جو والد صاحب ناليوارو شاعر، نثر نويس ۽ انتهائي شفيق شخصيت جو مالڪ "قاضي مقصُود گل" اڄ ڪراچيءَ ۾ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو. اِنا لِلِہ وَاِنا اِليہ راجِعُونَ

مالڪ مهربان چاچا سائين جي مغفرت فرمائي، پياري ياسر ۽ سندس ڪٽنب کي صبر جميل عطا فرمائي. آمين



## مُحمّد سليمان وساڻ

(اسٽيٽس)

ڏکائتي خبر آهي تہ ناليوارو ليکڪ ۽ شاعر قاضي مقصُود گُل انتقال ڪري ويو آهي.

انا للہ و انا اليہ راجعون

قاضي مقصُود گل ناملياري ڪمپيئر ياسر قاضي جو والد ۽ قاضي منظر حيات جو پاء هيو. اسان سموري خاندان سان ڏک ۾ شريڪ آهيون ۽ دعاگو آهيون تہ رب پاڪ مرحوم کي جوارِ رحمت ۾ جڳهہ عطا ڪري ۽ سندس پونئيرن کي صبرِ جميل عطا ڪري. آمين!



## رضوان گل

(اسٽيٽس)

گذريل مهيني جي 11 تاريخ تي مرحوم قاضي اختر حيات جي تعزيتي ريفرنس ڪانپوءِ سائين قاضي مقصُود گل ڪان جڏهن موڪلايو هو تہ مون کي ياڪر پائي ڳل تي چمي ڏني هئائين. ڪهڙي خبر تہ اهو ياڪر الوداعي ياڪر هو. سائين مقصُود گل جي وڇوڙي تي اکيون اشڪبار آهن.

سائين مقصُود گل کي گلن جي هينان مٽيءَ ماءُ حوالي ڪري آياسين.

ڏک لفظن ۾ ڪيئن بيان ٿئي. لفظ اکين جا بند ٽوڙن ٿا.

## امداد حُسيني

ڏاڍو افسوس ٿيو! وَتوَاصَو بالصَبر

## ادل سُومرو

تمام گهڻو افسوس ٿيو آهي. اسان جي ساٿ جو هڪ سهڻو شاعر ۽ سٺو انسان اسان ڪان جدا ٿي ويو.

## جامي چانديو

ادا ياسر! مان نوابشاهہ واري تعزيتي ريفرنس ۾ شامل ٿيان هو پر ان ڏينهن سنڌ ڪان ٻاهر هُوندس. مُنهنجي تعزيت ۽ دلي حاضري قبُول پوي.

## ڊاڪٽر آڪاش انصاري

تيسِين تن سان اور، جيسِين اٿئي اوطاقن ۾
ڏهہ ڏهہ پيرا ڏينهن ۾، پاڻ مٿانئُن گهورِ
ويا جي هنگلور، تہ ڪرم ملندءِ ڪاپڙي



اهو سچ پچ تہ سنڌ ۽ سنڌي ادب لاءِ تمام وڏو نقصان آهي. هُو ڏاڍو پيارو ماڻهو ۽ عظيم رُوح هوا هُو ڏاڍو حسّاس انسان هو. مُنهنجي دلِي تعزيت قبُول ڪندا. ياسرا الله پاڪ کيس جنّت ۾ جايُون ڏيا صبر کان سواءِ ٻيو ڪُجهہ بہ نہ ٿو ڪري سگهجي. اسين سڀ اوهان سان گڏ آهيُون.

## ڊاڪٽر انور فگار هَڪڙو

قاضِي مقصُود گل جو وڇوڙو سنڌِي ٻولِيءَ جي ادب جو وڏو نقصان آهي. هُو فنِي پُختگِيءَ ۽ اظهار جِي وُسعت جو مثال هو. سندس لکڻيُون گهڻيُن خُوبين جي ڪري دواميت جو مقام حاصل ڪري سندس نالي کي زندهہ رکنديُون.

## يُوسف لغاري

پيارا ياسرا هُو عوام جو خزانو هو. سندس لاڏاڻو هڪ تمام وڏو ۽ مرمت نہ ٿيڻ جوڳو نقصان آهي. مهرباني ڪري مُنهنجي تعزيت قبُول ڪريو.

## شوڪت حسين شورو

تمام گهڻي ڏک جِي خبر آهي.

## وسيم سُومرو

مقصُود گل هڪ امر ليکڪ آهي. هُو مري سگهي. مُمڪن ناهي.

## الطاف شيخ

ياسرا هُو واقعي تُنهنجي دوست وانگر هو.

## زيب سنڌي

پيارو سائين مقصُود گل ڪڏهن بہ وسرِي نہ سگهندو. هُو پنهنجي تحريرن وسيلي سدائين اسان سان گڏ رهندو. هُو نهايت پيارو انسان ۽ سُهڻو شاعر هو.

## مختيار مَلڪ

ڏاڍو ياد پيو اچي پيارو مقصُود گل، اڄ سڄو ڏينهن اداس گذريو. ڪجهہ ڏينهن اڳ سائنس ياءَ جي وفات جي عذرخواهي ڪري آيو هئس، تڏهن اهو احساس ڪونہ ٿي رهيو تہ ڇا هاڻي سندس بہ تعزيت ڪرڻي پوندي!

## عبدالغفار "تبسّم"

هاءِ هاءِ مُنهنجا ميتَ
جن ڪي اجل جِي ڳيتَ
اُڳرِي ويئي اوچتو

## ڊاڪٽر اسحٰق انصاري

ڏاڍو افسوس ٿيو. هُو اوهان جو والد ئي نہ، پر دوست هو.

## حسن مُجتبىٰ (نيُو يارڪ)

پيارا ياسر! سائي مقصُود گل جي وڇوڙي جو ٻڌي بي حد رنج ٿيو. مهرباني ڪري مُنهنجي دل جي گهرائين مان نڪتل تعزيت قبُول ڪر!

## ڊاڪٽر ايُوب شيخ (ايڊيٽر، روزاني "عوامي آواز" ڪراچي)

اسان ڪان نہ وسرندو ڀلو ڀرماڻهو



## ڊاڪٽر علي رند

اوهان لاءِ وچڙيل سُهڻي رُوح لاءِ سوچيان پيو. الله ڪري تہ هُو آسمانن تي اوهان کي ڏسِي مُرڪندو هجي.

## ستار پيرزادو

هڪ ليکڪ جو وڇوڙو، قوم جو نقصان هُوندو آهي.

## رحمت پيرزادو

ادا نوبل انعام يافتہ ليکڪ "مويان" جِي جڏهن ماءُ گذاري وئي تہ هن ان جي ميّت زمين ۾ دفن ٿيندي ڏسڻ کان پوءِ چيو هو تہ: "اڄ سڄي دنيا جي زمين منهنجي ماءُ بڻجي وئي آهي." هن ڏک ۾ اوهان کي ڪهڙو ڏڍ ڏجي ادا؟ هاڻي اوهان لاءِ ساري سنڌ ان پرينءَ ۾ تبديل ٿي وئي آهي، جيڪو اوهان جو بابا سائين آهي.

## مسرُور پيرزادو

پيارا ياسر قاضي! هن وفات بابت ڄاڻي بي حد ڏک ٿيو. الله سائين سندس رُوح کي دائمي سُڪُون عطا ڪري ۽ اوهان کي صبر ڏي!

## امر پيرزادو

پيارا ياسر قاضي! اهو ڄاڻي ڏاڍو ڏک ٿيو. مهرباني ڪري مُنهنجِي تعزيت قبُول ڪندا.

## ٻلديو مٽلاڻي (ڀارت)

سائين، انتهائي ڏکدائڪ خبر!

الله سائين، بابا سائينءَ جي مُقدس رُوح تي پنهنجي رحمتُن جِي برسات وسائي.

اِنا لِلّٰهِ وَ اِنا اِلَيهِ راجِعُونَ

## احسان دانش

اندر رُوح رهيام، سڄڻ اوطاقُون ڪري..

## الطاف اثيم

زندگيءَ کان ٻـ وڏيڪ عظيم ماڻهُو

## مشتاق راڄپر

پيارا ياسر! مُون وٽ توهان سان تعزيت ڪرڻ ۽ پنهنجي غم جي اظهار لاءِ لفظ ڪونهن. وڇڙي ويل جُون يادُون ۽ پيار اسان وٽ رهي ٿو. الله سندس رُوح کي سُڪون بخشي!

## مرتضىٰ سيال

تمام ڏکائتي خبر پيارا ياسر! الله سندس رُوح کي راحت ۽ اوهان کي صبر ڏئي! مُنهنجي عذرخواهي قبُول ڪندا!

## شگفته شاهه

اِنا لِلّٰهِ وَ اِنا اِلَيهِ راجِعُونَ

الله پاڪ سندن رُوح کي دائمي سُڪون بخشي!

## امر سنڌو

پيارا ياسر قاضي! مُنهنجي پاران دل جي گهرائين سان تعزيت قبُول ڪندا. مُون وٽ اوهان جو ذاتي ڪانٽيڪٽ نمبر ڪونهي، تنهن ڪري اوهان کي ڪال ڪري ڪانه سگهيس.

## عزيز گوپانگ

الله اڪبر!

ياسر قاضي! اسان سڀ توهان جي درد ۾ برابر جا شرِيڪ آهيُون.

## ڊاڪٽر شفقت عبّاسِي

ادا! مهرباني ڪري مُنهنجي پاران تعزيت قبُول ڪندا. الله پاڪ کين جنت الفردوس ۾ جاءِ عطا فرمائي، سندن گناهہ معاف فرمائي ۽ اوهان کي هي مرمّت نہ ٿي سگهڻ جهڙو نقصان برداشت ڪرڻ جِي توفيق عطا فرمائي! آمين! يا رب العلمِين!

## مُحسن جويو

هڪ مهينو اڳ، اسين (آءٌ، تاج جويو صاحب، مُختيار ملڪ، ادل سُومرو، انور ڪانڊڙو)، قاضي مقصُود صاحب سان مليا هئاسين. هُو اسان سان ملِي ڏاڍو خوش ٿيو هو.

سندن وڇوڙي جو ٻڌي ڏاڍو ڏک ٿيو.

## سيّد ذوالفقار علي شاهہ

پروردگار مرحوم جي مغفرت فرمائي، ۽ اسان جي پياري دوست ياسر قاضي،

سندس گهر ڀاتين کي صبر جي توفيق ڏئي. سندس انهيءَ غم ۾ شريڪ آهيون.

## انور ساگر ڪانڊڙو

سائين قاضي مقصود گل مرحوم، هڪ محبّت ڪندڙ انتهائي سباجهڙو ماڻهو شاهه جو شارح ۽ بهترين شاعر هو. سندس وڇوڙي تي انتهائي سوڳوار آهيون. مان سندس پونئيرن سان هن ڏک واريءَ گهڙيءَ ۾ برابر جو شريڪ آهيان. الله سائين کيس جوارِ رحمت ۾ جايُون ڏيندو. آمين!

## الطاف جوکيو

ڏک جي خبر... بيشڪ اسان الله ڏنهون آيا آهيون ۽ اوڏانهن ئي ورڻا آهيون.

## تولارام سُونهڙ

عظيم انسان. سنڌ سندس ڪم ۽ ادبي خدمتن کي ڪئين صدين تائين ياد رکندي.

## عبدالله "آس" هنگورو

ڏاڍو ڏک پهتو خبر ٻڌي. الله کيس جنت نصيب ڪري.

## رفيق عيساڻي

سائينءَ جهڙي عظيم انسان کي سنڌ جي تاريخ ۾ هميشه سُٺن لفظن سان ياد ڪيو ويندو.

## اندرا شبنم پُوني واري (پُوني، ڀارت)

بي حد ڏُک ٿيو ياسر قاضي! تعزيت قبُول ڪندا.

## مُحمّد نواز پُنهو

جنهن پرينءَ جي پيار جُون پاڙُون من جي پاتال ۾ پيهي وڃن، ان کي وسارڻ مُمڪن ناهي ادا!

## خالد هاشماڻي

والد هميشہ پنهنجن وڏن پُٽن جا سُٺا دوست هُوندا آهن. ادا ياسر قاضي! آءُ اوهان جو درد سمجهي سگهان ٿو تہ اوهان چاچا مقصُود گل کي ڪيترو سنڀاري رهيا هُوندؤ. هُو هميشہ اوهان جي يادگيرين ۾ ۽ اوهان جي هر ڪجندڙ ساهہ ۾ زنده رهندو. الله سائين اسان جي والدين کي صحتمند ڊگهي ڄمار عطا ڪري. آمين!

## نثار ڪوڪر

ادا ياسر قاضي! اهو چاڻي ڏاڍو ڏک ٿيو. الله سائين سندن رُوح کي جنت ۾ سڪُون واريُون جايُون ڏي!

## خادم بالادي

ادا انهن جي تربيت ۾ اوهان نظر اچو پيا. سائين مقصُود. سنڌ کي پنهنجي شخصيت جو تسلسل ياسر جي صورت ۾ ڏئي ويو.

## مُرتضيٰ لغاري

15 فيبروري جي رات کان وٺي اڄ ڏينهن تائين منهنجي دل اهو الائي ڇو تسليم ئي نہ ڪيو آهي تہ اهو شخص اسان کان هميشہ لاءِ وڇڙي ويو آهي، جيڪو قدم قدم تي مون کي منهنجي همٿ، منهنجي حوصلي ۽ منهنجي زندگي جي هر لاهي چاڙهي تي اهڙو اتساهہ ڏيندو رهيو. جنهن جي بدولت مان ڪڏهن بہ

مايوسيءَ جو منهن نہ ڏنو. ساڻس گذاريل هر گھڙي منهنجي اکين آڏو اڄ بہ جيئري جاڳندي حقيقت جو روپ ڌاري بيٺي آهي. مان چاهيندي بہ سندس وڇوڙي تي ڪو بہ تاثر ڪنهن بہ لکڻيءَ جي روپ ۾ نہ لکي سگهيو آهيان, ڇو تہ مون اهو تسليم ئي نہ ڪيو آهي تہ ڪو سائين مقصُود گل اسان کان هميشہ لاءِ وڇڙي ويو آهي.

## ڊاڪٽر شير مهراڻي

بڇڙا ڪڇ اس ادا سي ڪي رُت هِي بدل گئِي
اڪ شخص ساري شهر ڪو وِيران ڪر گيا!

## قاضي اياز مهيسر

اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّا اِلَيۡهِ رَاجِعُوۡنَ

الله سائين ههڙي عظيم انسان جي رُوح کي بخشي. هُو سدائين اسان جي دلين ۾ رهندو.

## رياض منگِي (مُجسمه ساز)

الله توهان کي صبر عطا ڪري!

## لطيف حيدر

بسنت رُت ۾ بکر جائُون گا
مگر اپنِي خوشبُو ڇوڙ جائُون گا



## قاضي منظُور

خوشقسمت ماڻهن کي دوستن جهڙا والدين ملندا آهن. اوهان اُنهن خوشقسمت ماڻهن منجهان آهيو.

## احمد علي "صابر" چانديو

ادا قاضي مقصُود گل جي الوداع اهڙي هئي، جو سنيهو سمجهِي نہ سگهياسِين تہ اها هميشہ لاءِ واري موڪلاڻي هئي. گل ڳوماٽجِي ويو.

نہ سي وونئڻ وٽن ۾، نہ سي ڪاتاريُون
پسيو بازاريُون، هينئڙو مُون لُوڻ تئي!

## سجّاد مهر

سنڌ جو ساهہ هو سائين مقصُود گل.
اهڙا گُلَ، رُوح جي ريگستان تي صديُن پُڄاڻان ڦُٽندا آهن.

## مُحمّد سليمان وسان

سائين مقصُود گل جي وڇوڙي تي تمام گھڻو ڏک رسيو. والد جيڪو ڇپر ڇانوَ هُجڻ سان گڏ دوست ۽ رهنما بہ هُوندو آهي، ان جو وڇوڙو جِيءَ جهوري وجهندو آهي. مان بہ ڪُجهہ سال اڳ اهڙيءَ ئي ڪيفيت مان گذريو هوس. سندس مغفرت لاءِ دعاگو آهيان.
اهو ڏک تمام وڏو آهي، پر اوهان جي والد اوهان جِي تربيت اهڙِي ڪئي، جو اوهان سندس نالو روشن رکندا.
اوهان سان فون تي رابطي جِي ڪوشش ڪيم، پر شايد اوهان جو مُون وٽ درست نمبر ڪونہ هو.



الله اوهان کي صبرِ جميل عطا ڪندو.

اوهان جو ڀاءُ:

سليمان وساڻ

## نُون سِين نيّر

(اردُو شاعره)

سب کہا ں کچھ لالہ و گل مین نمایاں ھو گئیں
خاک مین کیا صورتین ھونگی کہ پنہاں ھو گئیں

## سيّد فدا حُسين شاهه

ڀاءُ! توهان جي بابا جِي وفات جو ٻُڌِي ڏک ٿيو. الله سائين شل جنت ۾ جاءِ ڏئيس. آمين!

سنڌ هڪ تمام سُٺي انسان ۽ بهترين شاعر کان محرُوم ٿِي وئي. نهايت سٻاجها انسان هُئا. الله کين جنّت ۾ جاءِ ڏي آمين!

## سائل مهراڻ

سائين قاضي مقصُود جو وڇوڙو سنڌي ادب ۾ هڪ وڏو خال آهي. خدا پاڪ جنت ۾ جڳهه عطا فرمائي.

## نواز آريسر

قاضي مقصُود گل سنڌي ادب جو هڪ وڏو نالو آهي. هن تسلسل سان ڪيترو ئي لکيو آهي. هن وڏن لاءِ بہ لکيو تہ ٻارن لاءِ بہ شاعري ڪئي. ان ڪانسواءِ هن هڪ فرض شناس انسان هئڻ ناتي ڪيترن ئي نوجوانن جي رهنمائي پڻ ڪئي، سندس انهيءَ رهنمائيءَ جو نتيجو ياسر قاضي، ناصر قاضي ۽ ساڀيان

سانگي آهن. جيڪي سنڌي ادب جي مختلف صنفن ۾ معياري لکي رهيا آهن. سندس المناڪ وڇوڙي تي سنڌ اجا تائين سڪتي ۾ ورتل آهي.

## رئُوف جمالِي

سائين قاضي مقصُود گل سنڌي ٻوليءَ جو هڪ اعليٰ شاعر، اديب سان گڏو گڏ هڪ بااخلاق، بلند ڪردار ۽ انتهائي مخلص انسان هو. الله تعاليٰ جنت الفردوس عطا ڪري.

## خادم رند

نہ سَهِي سگهڻ جهڙو نقصان!

## حڪِيم احسن سنڌِي

مرحُوم سائين قاضي مقصُود گل، هڪ باوقار، باشعور، باضمير ۽ پيار ڪندڙ انسان هجڻ سان گڏ هڪ پڪو پختوشاعر، عالم ۽ اديب بہ هيو. هن جو جهڙو ڪردار سنوهيو اهڙي ئي سني سوچ جو مالڪ بہ هيو. هِن محبتي ماڻهوءَ سيني رشتن ۾ لاڳاپن سان بهتر طور تي نباهيو! سائين مقصُود صاحب مون کي روزانو موبائل ميسيج موڪليندو هو جنهن ۾ اڪثر شاه سائينءَ جي بيت جي ڪا هڪ سٽ پيغام طور هوندي هئي. هن يار دنيا مان لاڏاڻو ڪيو. هاڻي هن جو پيغام وصُول نہ ڪري دل گهڻو ڏکي ٿِي. سائينءَ جو وڇوڙو هڪ سني دوست ۽ هڪ سني انسان جو وڇوڙو آهي، سچ پچ تہ سندس ڪمي هميشہ محسوس ٿيندي رهندِي. شال رب ڪريم مرحوم کي پنهنجي جوارِ رحمت ۾ جاءِ ڏيڻ فرمائي ۽ سنڌ جي هن سباجهي ٻچي جي بخشش فرمائي! آمين!

## رياضت ٻُرڙو

سائين مقصُود گل هڪ پيارو انسان هو جنهن جي من ۾ مُحبّت سمايل هئي. هُو نامور شاعر، ڪهاڻيڪار، ڪالم نويس، مضمون نويس هو. هن جون تمام گهڻن ادبي پروگرامن ۾ شرڪتون ڪيل آهن. هُو هڪ استاد به هو. ننڍن کي پيار ڏيندو هو ۽ عزت به ڪندو هو. سندس وڇوڙي سان ادبي دنيا ۾ هڪ خال پيدا ٿيو آهي. هيءُ ڪو رسمي جملو نه سمجهيو وڃي. واقعي به هُو هڪ هيرو هو جيڪو اسان کان دور ٿي ويو آهي.

## ضمير ڪرل

سائين مقصُود گل، معصُوم انسان ۽ نه وسرندڙ شخصيت هو. آءُ سندس ڏنل پيار جو تمام گهڻو قرضي آهيان. سائين گهڻ رخي شخصيت هو. سندس ڪيل ادبي پورهيي کي وساري نه ٿو سگهجي . آءُ دعاڳو آهيان ته مولي ڪيس پنجتن جي صدقي جنت الفردوس ۾ جڳهه عطا ڪري ۽ سندس پونئيرن کي صبر ۽ جميل عطا ڪري. آمين!

## ڊاڪٽر خادم منگي

زبردست شخص هو. سدائين پنهنجي علمي، ادبي مورچي تان پنهنجي حصّي جو ڪم ڪندو رهيو. نِجُ سنڌي ماڻهُو هو. علمي، ادبي خدمت ڪندڙ خاندان سان واڳيل هُجڻ جي ڪري پاڻ تي سدائين اهو فرض سمجهيائين ته سنڌ جي شعُوري آبياري ڪري ۽ آخري دم تائين پنهنجو اهو فرض نڀائيندو رهيو.

## سجّاد مهر

صديُن پڄاڻان سنڌ ۾ اهڙا انسان ڄمندا آهن، جيڪي رُوح جي سرحدن کي



ڇُهي ايندا آهن. مقصود گل بہ اهڙن عظيم انسانن مان هڪ هو. هُو نہ رڳو سنو شاعر ۽ ليکڪ هو پر نهايت سباجهڙو ۽ ملنسار ماڻهو بہ هو. مُنهنجِي سائينءَ سان پهرين ملاقات سرڪش سنڌيءَ جي تڏي تي لاڙڪاڻي ۾ ٿي هئي. اسين دعاگو آهيون اهڙي دلبر انسان لاءِ، جيڪو امن پيار ۽ عشق جو امين هو. سنڌ سدائين پنهنجي هن سُريلي سرجڻهار تي ناز ڪندي رهندي.

## ڪوڙل ڏهراڄ (اڪادمي ادبيات پاڪستان، ڪراچي)

ادا مان ڳوٺ ويل هيس 15 ڏينهن لاءِ! جڏهن واپس آيس تہ قادر صاحب اخباري ڪٽنگ ڏني اسلام آباد موڪلڻ لاءِ تہ نظر پئي اوهان جي والد صاحب جي خبر تي. ڏاڍو ڏک ٿيو پر ڇاڪجي الله رضا ڪي ڪير نٿو ٽاري سگهي. الله اوهان کي صبر ڏيندو. آمين!

## ماجد راهِي ميمڻ

اوري هُيا تہ آئيا، جيڪُس ويا پريءِ
ساٿي سڏ ڪريءِ ماڳ نهاري موٽيا.
(شاهہ)

مُون وٽ لفظ ڪونهن. مهرباني ڪري مُنهنجِي تعزيت قبُول ڪندا.

## هريش اگناڻي

شل جنّت ۾ آرامي هجي!

## علِي مخفِي

نالو تہ سندس "مقصُود"، پر "گُل" جهڙو تخلّص ڪتب آڻيندڙ هن شخصيت ۾

ٻہ اُها ئِي خُوشبُوءِ هئي، جيڪا پري کان ئي پاڻ ڏانهن ڇڪيو وٺندي هُئي. سندس مشهُور نظم "وقت گُذري نٿو" ٻڌندي اج احساس ٿو ٿئي تہ وقت گُذري ويو... ۽ هُو اسان کان وڇڙي ويو.

## ساجد سنڌي

لکڻ جي ابتدائي مرحلن کان سائين مقصُود گل جو پيار ۽ پنهنجائپ وارو روّيو هميشہ يادن جا گلاب پوکيندو رهندو. پنهنجي سڄي حيات سنڌي ادب لاءِ وقف ڪندڙ سائين مقصُود گل جي وڇوڙي تي بي حد صدمو رسيو. سندس اڻ ڳڻيا ڳُڻ هميشہ ڳائبا رهبا.

## رئُوف عبّاسي

قاضِي مقصُود گل صاحب، اُن ٿهيءَ جو نمائندو شاعر هو جنهن ٿهيءَ جا ٻيا نمائندا شاعرَ، اُستاد بُخاري، سرڪش سنڌي ۽ احمد خان "مدهوش" هُئا. قاضِي مقصُود گل، شاعر سان گڏ سُٺو مُترجم ۽ پبلشر بہ هو. سندس پبليڪيشن "سنڌڙي ڪتابي سلسلي" جي نالي سان مشهُور آهي. قاضِي صاحب هيلَ تائين 10 ڪتاب سنڌي ادب جي دامن ڪي اربيا آهن. قاضِي صاحب جي وفات سنڌي ٻوليءَ ۽ قوم جو گڏيل نُقصان آهي.

## جاويد جوزف

ياسر جي والد جي وفات ـ هڪ ڏُکاري خبر! سنڌ هڪ عظيم انسان کان محرُوم ٿي وئي. مُنهنجي ساڻن هڪ ڀيرو ملاقات ٿي. مُون کين مهربان، پيار ڪندڙ ۽ منو ڳالهائيندڙ ڏٺو. مُنهنجا پيارا ياسر! آءُ توسان تعزيت ڪريان ٿو.



## قُرة مرزا

شل جنّت ۾ آرامي هجي!

## سائل پيرزادو

عظيم انسان هو. سنگت سڪرنڊ ۾ سائينءَ سان ڪيل ڪچهري هميشه ياد رهندِي.

## رياضت ٻُرڙو

وڇوڙو ماري ٿو.

## پروفيسر نذير قاسمي

پيارا ياسر! سمجهه ۾ نه ٿو اچي ته ايڏي وڏي نه پرجندڙ گهاوُ تي توسان ڪهڙن لفظن سان تعزيت ڪجي! بس ڏٽي توکي ۽ تنهنجي ڪٽنب کي صبر ۽ برداشت جي سگهه ڏي. آمين

ها الله! انسان ڪيڏو نه لاچار آهي.

## سرمد ڪوسو (بدِين)

منَ موهِيندڙ ماڻهُو!

ادا ڏاڍو ڏک ٿيو. الله توهان کي صبر جِي توفيق عطا ڪري. آمين!

## اديب علي (حيدرآباد)

سائين مقصُود گل جهڙا انسان صدين ۾ جنم وٺندا آهن. جن جي قلم منجهه تبديلي جي سگهه ۽ سندن پيغام امن، محبت ۽ پائيچارو هوندو آهي.

## گل حسن لاکو

ادا ياسر! قاضي صاحب جي وڇوڙي تي ڏک ۾ برابر شريڪ آهيُون. قاضي صاحب جُون علمي، ادبي خدمتُون سدا ياد رهنديُون. توهان جي بابا سائينءَ ۽ چاچا سائينءَ جو المناڪ وڇوڙو سنڌي ادب لاءِ ڏکوئيندڙ آهي.

## علي نواز هنگورو (سانگهڙ)

سائين مقصُود گل جو وڇوڙو: هڪ اهڙو سون سراپا گل جيڪو ڪنهن بئي ڪائنات کي جرڪائڻ لاءِ خوبصورت لالاڻ جي لالي چٽي ڪري به وقت الهي ويو. سنڌس وڇوڙي کي ته هي ذهن اڃ به مڃڻ لاءِ تيار ئي ناهي.

## فريحه عزيز

اوهان هميشه اسان جي سوچن ۾ آهيو. الله پاڪ اوهان کي جنّت ۾ اعليٰ ترين درجو عطا ڪري. اوهان کي هميشه ياد ڪيو ويندو.

## حُميره خالد

الله پاڪ پنهنجي رحمتُن جي قُرب ۾ رکي هميشه.

## ياسمين عبدالرحمٰن

سندن تخليقن تي هاڻي "واهه واهه!" سان گڏ "آهه!" به نڪري ٿي، جڏهن اهو خيال ٿو اچي ته هُو هليا ويا.

## صفدر علي سُرهيو

سدائين ياد رهندين پيارا مقصُود ياءَ!

## جهانزيب ميمڻ (واشنگٽن، ڊي سي ـ امريڪا)

”جي جِيءَ ڪي جيئارين، سي لاهُوتِي لڏي ويا...“

”گل“ پنهنجي ڪي ياڳر پائي
پر ۾ يارا! وبهاري چڏ ٿُون
مِس يُو چاچا سائين!

## عبدالحميد ”آس“ ڀيِر

ڏک جي خبرا سنڌي ادب جي هڪ ٻئي ستاري موڪلايو. وڏي عرصي تائين محبُوب شخصيت، سنڌي ٻوليءَ، ادب ۾ سندس گهڻگهُرن وٽ ياد رهندي. مولا سندس مغفرت ڪري.

## سهراب گوپانگ

توهان جي ڏک ۾ اسين بہ شريڪ آهيُون ادا!

## ولي مُحمّد جمالي ـ جوهي

يارَ چيلهہ جا سندرا هُوندا آهن. قاضي صاحب جو اسان ڪي دلي افسوس آهي.

## سردار شاهہ ولد استاد بخاري

جتي تُنهنجِي يادُن جا ميڙا مَتا
اُتي يتڪندو ٿو اڪيلو وتان (استاد)

## گل مُحمّد راهڻ

ڏاڍو ڏک ٿيو ياءُ! جيڪو حڪم الله پاڪ جو.

## برڪت علي شيخ

اوهان سان گڏ پُوري سنڌ غم ۾ شريڪ آهي.

## گل حسن نهڙيو

مالڪ جنت ۾ اعليٰ مقام عطا فرمائي.

## اسلم ڪنڀاڙ

ڌرتيءَ جو عظيم ماڻهو سائين مقصُود گل سدائين اسان جي دلين ۾ رهندو.

## امان جهتيال

قاضي مقصُود گل ياءُ! آءُ سدائين توهان کي دعائن ۾ ياد رکان ٿو. الله پاڪ سدائين توهان کي پنهنجي رحمت ۾ رکي ادا سائين!

## ڊاڪٽر سيّد اطهر علي شاهه

پيارا ياسرَ! جڏهن سائين بچل شاهه گذاري ويو هو ته سائين قاضي مقصُود گل صاحب ان موقعي تي کيس خراج پيش ڪرڻ لاءِ هڪ نظم لکيو هو. آءُ ته شاعري ڪري ڪونه ٿو سگهان. آءُ قاضي منظر حيات کي گذارش ڪندم ته سائين مقصُود جي وڇوڙي تي کيس خراج پيش ڪرڻ لاءِ مُنهنجي پاران هڪ نظم لکي.



## شبنم مُنير چوڌري

يا الله! بابا سائينءَ کي جنّت نصيب فرماءِ. آمين!

## انتظار حسين ابڙو ـ جيڪب آباد

مُنهنجو سائين، مُنهنجو سنگتي، مُنهنجو دوست ويو ادا!

## امين شيخ

الله پاڪ مرحُوم کي پنهنجي جوارِ رحمت ۾ جڳهه عطا فرمائي ۽ اوهان جي سمُوري ڪٽنب کي صبر عطا ڪري آمين. اسين اوهان جي غم ۾ برابر جا شريڪ آهيُون.

## نسيم قاضي

ياسر بيٽا! رب پاڪ اوهان کي صبر ڏيندو.

## آفتاب لاشاري

پيارا ياسر! مهرباني ڪري مُنهنجي تعزيت قبُول ڪندا. هُو ڏاڍو منڙو ماڻهُو هو. الله پاڪ سندس رُوح کي دائمي سُک ۾ رکي.

## قاسم ڪيهر

اَڄُ پـــڻُ وَايُـــون ڪَـــن، وَڻــجَـــارَا وَڃَـــڻَ جُـــون
هَـــلَـــڻَ هَـــارَا سُـــپَـــرِيـــن، رُڪَـــان تَـــان نَـــہ رَهَـــن
آئُـــون جَـــهـلـيـنـدي ڪَـيـتـرَو؟، آيَـل سَـامُـونـدِيُـن
پَڳَـــهَـــہ چَـــوڙَيِ جَـــن، وِڏَا بَـــيـــڙَا بَـــار ۾

سائين مقصُود گل صاحب اُنهن ماڻهُن منجهان هو جن ماڻهُن لاءِ مُرشد ڀٽائيءَ رحہ چيو هو تہ:

مُحبت پائي مَنَ ۾، رندا روڙيا جن
تن جو صرافن، اڻ توريو ئِي اگهائيو

مقصُود سائينءَ بہ سمُوري عُمر منَ ۾ مُحبت پاتِي، جنهن جِي شاهدِي هُن جِي مُحبّت ڀِري اُها چُمِي هُوندِي هُئي، جيڪا هُو ملڻ ۽ موڪلائڻ وقت ڏِيندو هو. اهڙي شخص جو وڇوڙو مُحبّت جي مُجسّم شخص جو وڇوڙو آهي.

## ناظم چانڊيو

مقصُود گل صاحب پيار ڪرڻ وارو هڪ بهترِين انسان هو. مُحبّت جو سمنڊ هو. جيڪو بہ زندگيءَ ۾ هڪڙو دفعو ساڻس مليو هُوندو، اهو سندس خلُوص کي عمر ڀر ڪونہ وساري سگهندو. هُن پنهنجي اولاد جِي پڻ تمام سهڻي تربيت ڪئي. اها ئي خوشبُوء سندن اولاد منجهان بہ ايندي آهي. ياسر قاضي بہ انهن جيان ئي هڪ مُخلص ۽ مُحبت ڪرڻ وارو انسان آهي. الله ڪيس اجا وڌيڪ ڪاميابين سان سرشار ڪري!

## سميع ساجد جُوڻيجو

صالح پيءُ جو صالح پُٽ ۽ ان جو صالح اولاد! جيئو سدا!

## پُنهل ڪُنڀار (سانگهڙ)

مانجهي مٽيادار اوچتو هليا ويا آهن، پر سندن يادُون هميشہ گڏ رهنديُون.



## آغا عمران پٺاڻ

ياسر! مقصُود گل صاحب هميشہ سنڌي ادب جو عام طرح ۽ پنهنجي ڪٽنب جو خاص طرح ناز رهندو. اوهان بہ پنهنجو پاڻ کي مقصُود گل صاحب لاءِ فخر لائق بڻايو. آءٌ انهن جو هر ڪنهن سان، ايتري قدر جو اجنبين سان بہ ملڻ وارو نوڙت ڀريو انداز وساري ڪونہ ٿو سگهان. اهو عظيم انسان هينئر جنت ۾ آرامي هڪ "عظيم رُوح" بڻجي چڪو آهي. الله اوهان جي خاندان کي صبر عطا ڪري.

## يار مُحمّد چانديو

ڪنهن ڏاهي چواڻيءَ: "جيڪڏهن زندگيءَ ۾ آرٽ جا رنگ نہ هُجن ها تہ زندگي ڏاڍي ٿڪائيندڙ ۽ بور ڪندڙ هُجي ها." بلڪُل اهڙيءَ طرح، زندگيءَ جي سفر ۾ آرٽ جا رنگ ڀريندي، جنهن ماڻهوءَ اُستاد بُخاريءَ سان ڏُکن ۽ سُکن ۾ هر قدم تي ساٿ نڀايو جنهن ماڻهُوءَ "حاميءَ" جي خيالن کي بہ پنهنجي روشن خيال نظرين طور منظرِ عام تي آندو. نہ رُڳو ايترو پر اُن مهان ماڻهُوءَ، سرڪش سنڌيءَ جي فڪر کي بہ عوام تائين پهچائڻ لاءِ وسؤن ڪونہ گهٽايو هو. اڄ اُهو سنڌ جي قومي تشخُص کي شعُورَ جا گِيتَ ۽ نظم ارپيندڙ شاعر، مقصُود گل، جيتوڻيڪ اسان وٽ جسماني طور تي ناهي رهيو، پر سندس ڪوِيتائُن جِي خُوشبُوءِ سنڌِي ادب ۾ پنهنجِي مُنفرد انداز سان سُجاتِي وڃي ٿِي.

رتيديري جِي چيڪِي مٽِيءَ مان جنم ورتل، اُن ئِي ڌرتِيءَ ۾ دفن ٿِيندڙ هن شاعر جِي ادبِي سُڃاڻپ، سنڌ جي قومِي ڌارائُن ۾ وڏِي اهميت رکي ٿِي. "رت ڀنا رابيلَ" هُن جي جوانِيءَ ۾ سرجيل تخليقُن جو نچوڙ آهي، جنهن مان اهو بخُوبِي معلُوم ٿئي ٿو تہ هُن جي دل ۾ ڌرتِيءَ جي آجپي جو ڪيترو درد هو. درد، ڌرتِيءَ ۽ دوستِيءَ جي پرچارڪ، هن باضمِير قلمڪار کي ڪير بہ نہ ٿو وساري سگهي. نہ

سنڌ جا قومي فڪر سان بي حد پيار ڪندڙ نؤجوانَ ۾ نہ جوانيءَ جي دهلِيز تي پيار جِي حاصلات ۾ دلفريب غزل جهُونگارِيندڙ دليُن جا فنڪارَ جيڪي جڏهن پنهنجي پُرسوز آواز ۾ سندس شاعرِي جهُونگارِين ٿا تہ ڌڙڪندڙ دليُن تي سحر ٿو ڇانئجِي وڃي!!

## مُحمّد دين راڄڙي

تمام گهڻي ڏکائتي خبر.... خاندان سان ڏک ۾ برابر جا شريڪ آهيون.... سنڌي ادبي سنگت, ڏهرڪي

## غلام شبّير شر

هڪ هڪ ڪندا هوتَ هلندا پيا وڃن. سنڌ امڙ کين لولي ڏئي, جهوليءَ ۾ سُمهارِيندي پئي وڃي. ياسر سائين! مان توهان جي ڏک ۾ برابر جو شريڪ آهيان ۽ دعاگو آهيان تہ سائينءَ جن کي پروردگار جوارِ رحمت ۾ جاءِ ڏي. آمين!

## عرفان عبّاسِي

مقصُود گل جو وڇوڙو سنڌي ادب کي يتيم ڪري ويو آهي.

## آفتاب سُرهيو

نہ سي تڙ هوڙاڪَ. نہ وايُون وَڻجارَنِ جُون!
سَرتيُون سامُونديِن جا. اَڄُ پڻُ چِڪِيمِ چاڪَ:
مارِيئِمِ فِراقَ. پاڙيچيُون پِريُنِ جا.



## فدا حسين ابڙو

استاد سائين! وڇڙيا آهيو وسريا ناهيو!

## ظهير احمد پنو

ياسر قاضيءَ جي والد محترم جي فوت ٿيڻ تي نهايت غمزده آهيون ۽ انهن جي ڏک ۾ برابر جا شريڪ آهيون. الله پاڪ انهن جي والد کي جنت ۾ جڳهه عطا ڪري. آمين! ۽ انهن جي گهر وارن کي صبر ڏي!

## راشده پروين ڪلهوڙو

اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّا اِلَيۡهِ رٰاجِعُوۡنَ

الله کين جنت ۾ جڳهه عطا ڪري ۽ سندن گهر وارن کي صبر عطا ڪري. هُو مُنهنجا استاد هئا.

## وفا اسلم شيخ

اڙي! مؤت! ميارَ! اهڙا جانِي جُدا ڪيئه

## عبّاس سارنگ

هڪ بهترين انسان جنهن پنهنجو سمورو وقت سنڌِي ادب کي ارپيو. سائين مقصُود گل ڪافي ڀيرا جيڪب آباد سنگت جي ادبي ميڙاڪن ۾ شريڪ رهيو. ساڻس ملِي تمام سنو لڳندو هو. سندس طبيعت ۾ بيحد نرمائي ۽ شگفتگي شامل هئي. سندس وڇوڙو سنڌي ادب جو بيحد وڏو نقصان آهي کيس هميشہ ياد رکيو ويندو.

## سميع سجّاد

سائين مقصُود گل، سنڌي ادب کي پنهنجي زندگي ارپي ڇڏي. سندس تحقيقي ڪم ۽ شاعري سنڌي ادب ۾ پنهنجي الڳ حيثيت رکن ٿا. الله سائين کيس جنت الفردوس عطا ڪري. آمين!

## دؤلت رام ڪترِي

قاضِي مقصُود گل سنڌ جو خُوبصُورت تخليقڪار ۽ انتهائِي پيارو ماڻهُوهو. سندس لکڻيُن ۾ سگهہ هُئِي. ٻارن جي ادب جي حوالي سان سندس لکڻيُون ٻارن لاءِ اُتساهہ جو سبب بڻيُون. هو هڪ باضمِير لکارِي هو. پنهنجيُن لکڻيُن ۾ انفراديت سان هُن جيڪو پيار جو پورهيو ڪيو آهي، اهو ڪڏهن بہ رائگان نہ ٿو وڃِي سگهي. هُو فطرت سان پيار ڪندڙ اهلِ دل انسان هو. سندس وڇوڙي تي ڪَرَ جا ماڻهُو بہ ايترا ڏُکارا آهن، جيترا ٻيا دوستَ!

ڀڳوان کيس سُورڳ ۾ جاءِ ڏي!

## لالا مُحمّد علي "مئڪش"

سائين مقصُود گل جهڙو ماڻهُو مُون پنهنجِي زندگيءَ ۾ نہ ڏٺو آ.

## ممتاز خان نيازي

انتهائي افسوس ناڪ خبر آهي. اسان مخلص دوست کان محرُوم ٿي وياسين. الله سائين مغفرت ڪري. آمين!

## سرويچ گل پٽي

ڏاڍي دير سان خبر پئي، سو بہ جڏهن فيس بُڪ آن ڪيم. افسوس! صد افسوس!! مُون کي ندامت آهي ياسر!



## مُشتاق بُخاري

سائِين مقصود گل صاحب جهڙيءَ طرح باوقارءِ باڪردار انسان هو اهڙيءَ طرح باڪمال شاعر ۽ نثر نوِيس پڻ هو. هُن جي وجود ۾ پيار ۽ پنهنجائپ جو رنگ بـ ڪمال جو هو. سائِينءَ مان ڪڏهن بـ اوپرائپ محسوس ڪانـ ٿِي. سائِينءَ پنهنجِي زندگِيءَ ۾ ڪيترن ئِي ماڻهن ۽ شاعرن کي زندگيءَ ۽ شاعِريءَ جا گس ڏيکاريا. سائِينءَ جي دل ۾ محبتن جو حسِين تاج محل اڏيَل هو. جتي پيار جا سيّاح اچي سُڪُون ۽ سُک جو ساهه کڻندا هُئا.

هاءِ! ڪيڏو پرَي ويو آهِين
زهرُ جِيون ڪرَي ويو آهِين

مُون تہ خُوشيُون گهُريُون هُيُون توکان،
درد دل ۾ پرَي ويو آهِين

ڪونہ ڪنهن سان مِلان پَيو مُرڪِي
مُرڪَ مُکَ جِي ڦُرَي ويو آهِين

چونہ رِيُهون ڪري پلا روئان
دل چرِيءَ کي ڏرَي ويو آهِين

پنهنجي "مُشتاق" کي چَڏي تنها
هِيءَ چا تُون ڪرَي ويو آهِين!






*February 21, 2015*

## CONDOLENCE LETTER

Dear Yasir Qazi,

I have listen to the heart breaking news about sad demise of your Father, the renowned name of the province, **Mr. QAZI MAQSOOD GUL** in the morning of 15th Feb 2015.

انّا لله وَ انّا الَيہِ رجِعُون ۃ .

I have been speechless and I know my words are not enough to compensate your grief. However, I pray to Almighty Allah to rest the departed soul in eternal peace and give audacity to you and your bereaved family to bear this irretrievable loss with fortitude (Aameen).

I, on behalf of whole **HotFm** family intensely condole for this painful demise.

Sincerely,

For INFOTAINMENT WORLD PVT. LTD.

**MR. ZULFIQAR ALI SHAH**
CEO

[redacted]

INFOTAINMENT WORLD (PVT) LTD

هاٽ ايف ايم 105 ريڊيو جي سرواڻ، سيّد ذوالفقار علي شاهہ جو تعزيتي خط





سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن
Sindh Graduates Association
09/12 Rimpa Plaza, M. A. Jinnah Road, Karachi-74400.
Phone 021-32765867, 021-32724359, Fax: 021-32744502
E-mail: sga_markaz09@yahoo.com, sga@sga.org.pk, Website: www.sga.org.pk

No. SGA (HO)/2784
16th February, 2015

**محترم نادر مقصود گل صاحب**

عنوان: **ڏک جو اظهار**

مانوارا سائين!

اوهان جي والد مرحوم قاضي مقصود حيات گل جي لاڏاڻي جي خبر ٻڌي ڏاڍو ڏک رسيو آهي. اوهان جو والد صاحب تمام بهترين نامور شاعر، اديب ۽ ليکڪ هئا. اوهان جي والد صاحب جي لاڏاڻي تي اوهان سان ڏک جو اظهار ڪندي تعزيت پيش ڪجي ٿي ۽ ڏٽي در دعا آهي تہ خدا شال مرحوم کي پنهنجي رحمت ۽ ٻاجھ سان جنت الفردوس ۾ جاءِ عطا فرمائي ۽ پونئرن کي صبر جي توفيق عطا فرمائي.

ساٿ سدائين قائم

اوهان جو خيرانديش.

(منظور اڄڻ)

ڊپٽي سيڪريٽري جنرل

سنڌ گريجُوئيٽس ايسوسيئيشن جي ڊپٽِي سيڪريٽرِي جنرل منظُور اُڄڻ جو تعزيتِي خط

## عبدالحڪيم ارشد

(قاضي خضر حيات ڏانهن لکيل تعزيتي خط)

ساهه کان پيارا ڀاءُ!

انتهائي مان وارا سائين قاضي خضر حيات صاحب!

سلامِ سنڌ ۽ سلامِ انسانيت!

دل ڀرجي آئي آهي. اکين تي ڳوڙها تري آيا آهن. رُوح ڏاڍو رنجيده ۽ ويڳاڻو بنجي ويو آهي. دل چاهي ٿي تہ آءُ اوهان سان اوهان جي ۽ اسان جي ڀاءُ، مان واري مرحُوم قاضي مقصُود "گل" جي المناڪ وڇوڙي تي تعزيت ۽ عُذر خواهي ڪيان، پر شدّتِ احساس سبب هي ڏک ظاهر ڪندي، هٿ ڏڪن ٿا. قلم لکڻ کان عاجز آهي. سوچيان ٿو تہ اهي لفظ ڪٿان آڻيان، جيڪي مُنهنجي دل جي درد، غم ۽ پيڙا جِي مُڪمّل عڪاسي ۽ ترجماني ڪري سگهن! اوهين خود بہ بي حد حساس چترڪار ۽ اهلِ دل انسان آهيو. اوهين مُنهنجيءَ دل جي بي زبان ڪيفيتن کي بخُوبي سمجهي سگهو ٿا.

مان وارا قاضي صاحب! اوهان جي مرحُوم ڀاءُ جي وڇوڙي جو درد ۽ سوڳ رڳو اوهان جو، اوهان جي خاندان ۽ مرحُوم جي پونئيرن جو ئي سوڳ ناهي، پر مُون وانگر سڄي سنڌ هن جُدائيءَ جي سوڳ ۾ سوڳوار هُوندي. اوهان جو مرحُوم ڀاءُ سنڌ ڌرتيءَ جي حلالي ۽ نمڪ حلال پُٽن، چوٽيءَ جي اديبن، ساڃاهه وندن، ڌرتيءَ جي مُحبت سان سرشار ڏاهن مان هڪ هو. سنڌ جا هِي عظيم ڏاها، هي انسان ذات ۾ امن، آشتِي، مُحبّت، ڀائپيءَ ۽ ايڪتا جا پرچارڪ، ﭘﺘﺎﺋﻲ گهوٽ

جي فڪر جا وارث، سنڌ جي قديم وحدت الوجُودي سيتا جا پرچارڪ ۽ اُهڃاڻ هئا. هي خدا جِي هن سرزمين تي سُونهن، سچائيءَ ۽ مُحبّتن جي سُرهاڻ جا سرچشمهار هئا. هي سنڌ جو شعُور، انسان ذات جي اجتماعي وجُود ۾ ڌڙڪندڙ دل هئا. هنن هن دوزخ دنيا کي جنّت بڻائڻ جي جنُون ۾ پنهنجيُون علمي، ادبي ۽ عملِي ڪوششُون ڇا! پنهنجيُون سمُوريُون تخليقي صلاحيتُون ۽ زندگيُون ارپي ڇڏيُون هيُون. جيستائين هُو زنده هئا، هنن پنهنجي مقصد سان پُوري سچائيءَ، وفاداريءَ ۽ ذميداريءَ سان نيڻهُن نبايو ۽ جڏهن هنن جا رُوح ڪنهن پرڏيهي پکيئڙي وانگر هن جسماني پڃري مان عرشِ برين ڏانهُن اڏامي ويندا آهن ته انسانيت جو اجتماعي وجُود لرزِي ويندو آهي ۽ ڌرتيءَ ماءُ جي نيڻن مان ڳوڙها ڦِمي پوندا آهن. فقط يادُون رهجِي ويندِيُون آهن.

سو ياءُ خضر حيات صاحب! اڄ نه رُڳو تُون ۽ مان اُداس آهيُون، پر سڄِي سنڌ اُداس آهي. ڌرتيءَ ماءُ جي وجُود کي سوڀي گيانچنداڻيءَ کان پوءِ هي زوردار جهٽڪو لڳو آهي. سنڌ ڌرتي ماءُ، جيڪا سڄيءَ دنيا جي مُختلف تهذيبُن جِي ماءُ، راڄن جِي راڻِي هئي، افسوس! جو اڄ هلاڪُو چنگيزن ۽ يزيدن جي پونئيرن هٿان رت سان رڱجي وئي آهي. پتائيءَ جو تنبُورو چيهُون چيهُون ڪيو پيو وڃي. چؤطرف نفرت، تعصّب ۽ انتها پسنديءَ جِي باهه پڙڪائِي پئِي وڃي. هي پنهنجا ۽ ڌاريا، ياجُوجَ، ماجُوجَ، ”آدم بُوءِ... آدم بُوءِ...“ ڪندا شهر شهر، قريه قريه، گهٽيءَ گهٽيءَ گهُمندا ٿا وتن. نه الله جو گهر سلامت آهي، نه امام جو علم محفُوظ آهي، نه ڀڳوان جو مندر سلامت آهي، نه الله جي مظهر، انسان جِي جان، مال، عزت ۽ آبرُو سلامت آهي. سڙيل لاش، چچريل جسم، هندُو ۽ مُسلم نياڻين جي عصمتن جا پردا تار تار آهن. اهو ڪهڙو ڏينهن آهي، جنهن ڏينهن ڏيڍ ٻن سالن کان چاليهه پنجاهه سالن جِي عمر تائين معصُوم ۽ مظلُوم نياڻين جُون لڄُون لُٽي انهن کي زنده درگور نه ٿو ڪيو وڃي! اهو ڪهڙو ڏينهن آهي، جڏهن وستيُون، واهڻ، ننڍا شهر ته ڇڏيو پر سنڌ جي هر ضلعي جي هيڊڪوارٽر ۽

گاديءَ واري شهر کي بيگناهہ انسانن جي رت جو صدقو نثو ڏنو وڃي! هيڏانهن اهو سڀ ڪجھ پيو ٿئي ۽ هوڏانهن اسان جا انڌا، ٻوڙا، گُونگا، پٿر جا بُتَ بڻيل پوتارَ چِٽِي پِنگ پي سُمهِي رهيا آهن. پنهنجي ڪارڪردگيءَ کان مُطمئن، تاريخ جي مُڪافاتِ عمل واريءَ بازپُرس کان بي اونا. جيستائين سجُّ اُلهندي کان نہ اُڀري، تيستائين شال سُتا ئي رهن!

هن ڌرتيءَ تي زلزلا آيا، درياءَ کي غيرت آئِي، پٽي پاسا ٻوڙيائِين. تمام وڏا تاريخي انقلاب، حادثا ۽ واقعا رُونما ٿيا، پر تاريخي شعُور ۽ علم، عقل کان ڪورا اسان جا پوتارَ ڪو سبق حاصل ڪري نہ سگهيا. سنڌ سڙي پئِي، سنڌ ٻري پئِي، سنڌ ڌرتيءَ ماءُ جِي نسَ نسَ ۾ مذهبِي، سياسِي ۽ طبقاتي ڏاڍ، ڌهڪاءَ، انتها پسنديءَ ۽ جنُونيت جو زهر پريو پيو وڃي. سنڌ واسينگن جي ور چڙهِي وئي آهي. پر هنن پٿر جي بُتن جي ڪَنن تي ڪا جُونءَ بہ سرڪِي؟؟ هي شهر شهر ۾ موٽ، فنا اجتمائي ۽ قومِي تباهيءَ جُون پوائتيُون صُورتُون، هي ماڻهُوءَ جي رُوپ ۾ راڪاس، هي آدم صُورت ۾ شيطان، هِي مُنهن ۾ مُوسيٰ، اندر ۾ ابلِيس، هي خام خبيث، الائي ڇو هنن کي نظر ئي نہ پئي آيا!

هي هٿيارَ هِي بمَ، بارُودَ هن سنڌڙيءَ، جندڙيءَ، امن ۽ آشتِيءَ جي هن جنت ۾ ڪٿان آيا!؟ ڪيئن آيا؟ ۽ ڇو آيا؟

تاريخ جِي عدالت ضرُور انهن کان پُڇندِي.

مُنهنجا پيارا پاءُ!

پائرن کان وڌيڪ پيارا سائين!

عين اهڙي المنالڪ ۽ ڳنڀير صُورتحال ۾ قاضي مقصُود گل (مرحُوم)، آنجهاني سوڀي گيانچنداڻيءَ ۽ راشد مورائي (مرحُوم) جو وڇوڙو مُون لاءِ، اوهان ۽ اوهان جي خاندان ۽ سڄيءَ سنڌ لاءِ ڪيڏو نہ جِيءُ جهوريندڙ الميو آهي. هي اسان جا ڏاها، هِي اسان جا ساڃاهہ ونڊَ، هن ڌرتيءَ جا رکوال هئا. هي سچائيءَ جا سِمبل ۽ ڪُوڙ تي ڪڙڪندڙ ڪاتَ هُئا. هي هن زماني جا اُهي "فرهادَ" هُئا،

جن قلم جي ڪُهاڙي سان انسانيت جي مُستقبل جي راهُن ۾ ذاتي، ذهڪاءَ، مذهبي، سياسي، جاگرافيائي، طبقاتي، اُوچ، نيچ ۽ هر قسم جي مت ڀيد جا ڪڙا ڪيل پهاڙ پُرزا پُرزا ڪندي پنهنجيُون عمريُون اربيُون هيُون. هنن هر طرح جي نامُوافق حالتن جي طُوفانن ۾ به شاهه سچل ۽ ساميءَ جي ٻاريل جوت جرڪائي. دنيا جو ڪو لوڀ، ڪا لالچ، ڪا دهشت ۽ دٻاءُ هنن کي نه دٻائي سگهيو ۽ نه جهُڪائي سگهيو هو. هنن جا ذهن ۽ ضمير صاف هئا. تاريخ اسان جي اهڙن ساٿين کي ياد ڪندي، جڏهن به، جتي به، ڌرتيءَ سان ناتو نڀائيندڙ وفا شُعارن جو ذڪر ڇڙندو ته اسين اُتي انهن مرحُوم ساٿين جا نالا فخر سان کڻنداسين.

قاضي صاحب!

مُون کي اوهان سان پنهنجائپ آهي. آءُ جڏهن 17 سالن جو نوجوان هئس، ته اوهان جو والد قاضي عبدالحيّ "قائل" مُون سان سکّر ۾ ملڻ ايندو هو. آءُ سکّر ۾ هڪ هفتيوار اخبار ۾ ايڊيٽر هوس. پاڻ ان اخبار لاءِ ڪونه ڪو نثري مواد يا نظم کڻي ايندا هئا. جيڪو ان اخبار "دعوت" يا اتان ئي نڪرندڙ رسالي "نشانِ راهه" جي صفحن جي زينت بڻبو هو. ڪيڏي نه نهٺائي، متانت، سنجيدگي ۽ علمي فڪري ڳُوڙهائپ هُوندي هئي اوهان جي والد مرحُوم ۾!! هي سٽُون لکندي مُنهنجي ذهن تي سندس تصوّراتي عڪس هڪ دفعو ورِي تري آيو آهي. هي عجيب اتفاق آهي ته اوهان جو والد ۽ مُنهنجو والد مرحُوم رسُول الله صلي الله عليه وآلهٖ وسلّم جي آبائي شهر، مڪّي شريف جي قبرستان "جنّتُ المُعلّيٰ" ۾ دفن ٿيل آهن. هُو ٻئي بهشتي شخص هئا. خدا کين اجا وڌيڪ بُلند درجا عطا فرمائي! شال!! سندن قبرن تي نُور نازل ٿيندو رهي.

قاضي صاحب!

آءُ شايد عمر ۾ اوهان کان وڏو هُجان ۽ هاڻ هن ڌرتيءَ تي پاڻ کي گهڙي پلڪ جو مهمان سمجهان ٿو. آءُ اوهان کي پنهنجائپ واري احساس سان هڪ وصيت ڪرڻ چاهيان ٿو ته قاضي مقصُود گل جي پونئيرن جي هر طرح پارت

هُجيوَ. ياسر تہ وڏو آهي شايد هاڻي اولادِي بہ ٿي ويو هجي، پر ان جي يائرن ناصر، نادر ۽ ڀين تان شفقت ۽ ڀاڄھ جو هٿ نہ لاهجو جيئن ڪين تنهائيءَ ۽ يتيميءَ جو احساس نہ ستائي.

آخر ۾ آءٌ هڪ دفعو وري اوهان سان، قاضي منظر حيات، ياسر، ناصر، نادر، سڪندر، نديم، نويد، عادل ۽ سڄي خاندان سان تعزيت جو اظهار ڪيان ٿو. مهرباني!

قدمن جِي خاڪ:
عبدالحڪِيم "ارشد"
ڀِهرين مارچ 2015ع

## نفيس احمد "ناشاد"

(حيدرآباد)

سعادتمند ياسر بابا!
پيارا سائين!

سنڌ جي قادرالڪلام شاعر ۽ ممتاز اهلِ قلم، سائين مقصُود گل جي جدائيءَ تي مون کي ڏاڍو ڏک پهتو آهي، جو اهو منهنجو ذاتي ارمان آهي. هونءَ تہ سمورن ذات ڏٺين، ليڪن سان عقيدتمنديءَ ۾ ڪڏهن بہ ڪا تغريق ڪانہ رهي آهي (۽ رهڻ بہ نہ کپي)، پر اوهان جي والد شريف سان نياز منديءَ جي ڪيفيت شروع کان ان ڪري عجيب (اور) ٿي رهي، جو اوهان جي ڏاڏا بزرگ، ڪهنہ مشق شاعر قاضي عبدالحيّ "قائل سرشاريءَ" جو صحبت آفرين دستِ شفقت منهنجي مٿي تي ان وقت کان رهيو جڏهن آئون ننڍي اوستا ۾ بورڊ ۾ آيو هئس. اوهان جي انهيءَ خانداني وضعداريءَ واري پسمنظر ۾ (غالباً 79 —

1978ع) ڌاري جڏهن اوهان جي والد صاحب جي من موهيندڙ شاعريءَ جي "مهراڻ" لاءِ نوازش جو سلسلو شروع ٿيو ته ساڻس عقيدت جي نوعيت رسمي مان بدلجي 'سيمي آفيشل' ٿي پئي ۽ اڳتي هلي سنت ٿي ان تي ذاتي سلسلو غالب اچڻ شروع ٿيو. مون کي ياد ناهي ته ان طرح ۾ شروع شروع کان ئي اوهان جي والد صاحب جي نوازش (شاعري) مان ڪڏهن ڪو وکر مون کي ترسائڻو پيو هجي. اها مقصُود صاحب جي مڪمّل معياري ۽ مستند فن جي چٽي ثابتي آهي. سچ ته اهو آهي ته چڱو خاصو لاڳيتو عرصو "مهراڻ" جو شايد ئي ڪو پرچو هجي، جو گل سائينءَ جي شگفته ۽ دلپذير شاعريءَ کان محروم رهيو هجي. سندن من موهيندڙ دوستي ۽ دل آويز ڪلام تي مون کي هميشه مسرت ۽ ناز رهيو.

سائين گل جي حوالي سان اها يادگيري به اچ هتي لکڻ مناسب ٿو سمجهان ته اوهان جي قابلِ فخر چاچا سائينءَ، قاضي خضر حيات سان هم آهنگي ته ان وقت ٿي، جڏهن پاڻ ڊاڪٽر افغان وٽ انجنيئري ڪاليج ۾ پڙهڻ آيا هئا. وري سائين منظر جي پر رونق ڪلام ۽ ذاتي محبّت آفرينيءَ جي سعادت غالباً 1990ع ڌاري نصيب ٿي. اڳتي هلي هڪ مرحلي تي ماشاءَ الله اوهان جي خانداني فني تسلسل ڏيان ڇڪايو. ان وچ ۾ هڪ چڱو عرصو سدائين آپا وحيده سان به ميل ملاقات رهي، ظاهر آهي ته اهو سڄو هڪ خوشگوار طويل پسمنظر آهي، جنهن ذاتي غم و الم کي جنم ڏنو آهي. اچ ته ڏک جي اهڙي ڪيفيت. ياد ٿو اچي ته هڪ چڱي خاصي وڏي عرصي جي وقفي کانپوءِ ئي هاڻ پنوڙي رهي آهي. (پلجان نه ٿو ته 1987ع ۾ پير صاحب سائين علي محمد شاهه راشديءَ جي وڇوڙي ان طرح رت روئاريو هو!) سائين "گل" جي حوالي سان ٿورڙو فرق صرف اهو ٿو محسوس ڪريان ته ڪڏهن قسمت سانگي وٽس رتيديري اچڻ ڪونه ٿيو. ورنه هونءَ آئون پاڻ کي مقصُود سائينءَ جي گهر - ياتي هجڻ ۾ ڪا به هيڪ محسوس ڪونه ٿو ڪريان.

اوهان ۽ اوهان جي خاندان جي هڪ هڪ ياتيءَ جي ارمان جو اندازو لڳائڻ مون لاءِ مشڪل ڪونہ آهي. آئون دعاگو آهيان تہ رب سائين اوهان سيني کي انهيءَ صدمي کي سهڻ جي سگهہ عطا ڪري!

اسمِ بامُسميٰ سائين "گل"، گلشنِ سنڌي ادب ۾ پنهنجي شاداب فن سان سدائين تروتازہ ۽ شگفتہ رهڻو آهي ۽ اسان پارن پراڻن نيازمندن جي دلين ۾ سندس ذاتي پُر بهار يادگيريون، رکي رکي خزان واري لهر طاري ڪنديون رهنديون.

آئون بظاهر تہ نيڪ آهيان، پر مسافريءَ جو سراسر جڙو ۽ بيمار... تڏي تي پيير پري ڪونہ سگهيس، هتي اثارتيءَ ۾ برخوردار ناصر بابا کي پرچاڻي ڏيڻ جي فرض ادائي ڪري رهيو آهيان. معذرت قبول ڪندا.

دعاگو

نفيس

02 مارچ 2015ع

## ياسمين عبدالرحمٰن

(آگره تاج ڪالُوني، لياري ڪراچي)

اردُوءَ مان ترجمو ڪيل

السلام وعليڪم

"زمين کا گئي آسمان ڪيسي ڪيسي..."

ياسر، ڪافي عرصي کان پوءِ اوهان کي هيءَ تحرير موڪلي رهي آهيان. اڄ جڏهن بابا سائينءَ جي باري ۾ فيس بُوڪ تي ڏٺم تہ يقين ئي نہ ٿي آيو تہ ڪو اهو سچ آهي. يقين ڄاڻو ياسر! تہ اڄا تائين دل ان ڳالهہ کي سچ مڃڻ لاءِ

تيار ناهي، پر اها تلخ حقيقت رُونما ٿي چڪي آهي. اوهان مُون کي ٻڌايو ڪونہ تہ سندن طبيعت ٺيڪ ناهي. جيڪڏهن هُو ڪراچيءَ ۾ هئا تہ ساڻن ملاقات ٿي وڃي ها. مُون کي اڄ انهن سان ڪيل سمُوريُون ڳالهيُون ياد اچي رهيُون آهن. آءٌ جڏهن بہ ڪنهن سفر تي ويندي هئس، تہ هُو مُون کي سفرنامو لکڻ لاءِ چوندا هئا. هنن ڪڏهن بہ منهنجي ڪال ڪانہ ڪٽِي. ميسيج موڪلڻ کي گهڻي وٿي پئجي ويندي هئي تہ منهنجي خيريت پڇندا هئا. بظاهر ڪوئي رشتو نہ هئڻ جي باوجُود انهن سان پنهنجائپ جو ڪيڏو مضبُوط رشتو هو بلڪہ آهي، جيڪو شايد ڪڏهن بہ ٽٽي ڪونہ سگهندو. هُو هميشہ دل ۾ توڙي يادن ۾ رهندا. مُون کي افسوس پيو ٿئي تہ هُو ڪراچيءَ ۾ هئا ۽ منهنجي ساڻن ملاقات ڪانہ ٿي سگهي. آءٌ سوچيان پئي تہ هُو جڏهن ڏارين سان ايڏي شفقت وارو ورتاءُ ڪندا هئا ۽ ڪين پنهنجو ٻڌائي وٺندا هئا، تہ انهن جو سلُوڪ پنهنجن سان ڪهڙو هوندو. اوهہ! انهن لاءِ هي صدمو ڪيڏو نہ ساهہ ڪيندڙ هُوندو. سمجهہ ۾ نہ ٿو اچي تہ مان ڪهڙن لفظن جو سهارو وٺندي اوهان کي صبر ڪرڻ جي هدايت ڪريان. امي، ابُو ۽ منهنجي ڪٽنب جا ڀيا سڀ ڀاتي پڻ افسوس جو اظهار ڪري رهيا آهن.

مُون بہ ٿي ڀيرا فون ڪنئي، پر اهو سوچي رکي ڇڏيم تہ آءٌ اوهان سان ڪيئن ڳالهائي سگهندم. الله پاڪ اوهان کي هي غم برداشت ڪرڻ جو حوصلو عطا فرمائي ۽ منهنجي پياري بابا سائينءَ کي جنت نصيب فرمائي. سندن سمُورن ڪبيرا توڙي صغيرا گناهن جِي مغفرت فرمائي ۽ سندن درجا بلند ڪري.

آمين!

"چني نہ ڪوئي سنديس، جاني وه ڪون سا ديس، جهان تم چلي گئي..."

دعاگو:

ياسمين عبدالرحمن

## مسز انصاري

(ڪراچي)

اردوءَ مان ترجمو ڪيل

السلام وعليڪم ياسر ڀاءُ!

اوهان جي والدِ گرامي جي لاڏاڻي تي مُون کي دلي افسوس ٿيو. مُون تي اهو راز هاڻي کليو تہ هُو ڪيڏا وڏا دانشور ۽ عظيم شاعر هئا. سندن وڇڙڻ سان اسان جِي سنڌ ۾ تمام وڏو خال پيدا ٿي ويو آهي.

اوهان مُون پاران دلي تعزيت قبُول فرمايو. الله سندن درجا بلند ڪري ۽ کين پنهنجي جوارِ رحمت ۾ جاءِ عطا فرمائي! ۽ الله پاڪ اوهان کي اهو صدمو برداشت ڪرڻ جِي قُوّت عطا ڪري.

اوهان جي والدِ گراميءَ جي جدائيءَ جي ان ڏک ۾ برابر جِي شرِيڪ:

مسز انصارِي



# تعزيتي اِي ميلز

## اسدالله مگسي طاهري

(مڪو پاڪ)

السلام سائين،
سائين اوهان جي والد صاحب جي انتقال جي خبر پئي ڏاڍو افسوس ٿيو. (انا لله وانا اليہ الراجعون) الله ڪريم سائين جن جي مغفرت فرمائي ۽ نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي شفاعت ۾ پاڙو نصيب فرمائي. آمين!
فقير اسد الله مگسي
مڪہ مڪرمہ

## ابراهيم ملاح

(اسٽيشن مئنيجر، هاٽ ايف ايم 105، بدين)
انگريزيءَ مان ترجمو ڪيل
اوهان جي والد جي اوچتي وڇوڙي جو ٻڌي اسين غمزده آهيُون. رب سائين اوهان کي پُوري ڪٽنب سميت هي نہ پرجڻ جهڙو گهاءُ برداشت ڪرڻ جِي طاقت ڏي
پاران: هاٽ ايف ايم 105 ڪراچيءَ جو سمُورو سٽ

محمّد ابراهيم ملاح

اسٽيشن مئنيجر، هاٽ ايف ايم 105، بدين

(آچر، 15 فيبروري 2015ع)

## يُونس بڪاري

(آر جي، هاٽ ايف ايم 105، بدين)

محترم ياسر قاضي صاحب

السلام عليڪم

اوهان جي بابا سائينءَ جي جي وڇوڙي جو ٻُڌي تمام گهڻو افسوس ٿيو آهي، اوهان جو بابا سائين سنڌ جو سرمايو هو. انڪري اوهان سان گڏ سڄي سنڌ جا ساڃاهه وند هڪ عظيم انسان، محسن ۽ محترم شاعر ۽ ذات ذٽي ڪان محروم ٿي ويا آهن.

ذٽي در دعاگو آهيان تہ رب رحيم پنهنجي رحمت جا بادل اوهان جي بابا سائين تي برسائي، کيس جنت الفردوس ۾ جگهه عطا فرمائي ۽ اوهان کي صبر جي سگهه ڏي.

اوهان جي ڏک ۾ برابر

اوهانجو يونس بڪاري بدين

(آچر، 15 فيبروري 2015ع)

## مُحمّد نعيم عبدالرشيد

(آر جي، هاٽ ايف ايم 105، ڪراچي)

اردُوءَ مان ترجمو ڪيل



السلام وعليڪم

محترم پيارا ڀاءُ ۽ استادِ محترم

اوهان جي والد ماجد جي انتقال جِي خبر آفيس مان ملِي. الله پاڪ مرحُوم کي جنت الفردوس ۾ اعليٰ مقام عطا فرمائي ۽ سندن درجا بلند ڪري ۽ اوهان جي گهر ڀاتين ۽ ڀين ڀونئيرن کي صبرِ جميل عطا ڪري.

دعائن جو طالب

مخلص،

مُحمّد نعيم

(ڇنڇر، 21 فيبروري 2015ع)

## علي عابد

(آر جي، هاٽ ايف ايم 98 ريڊيو ميرپُورخاص)

انگريزيءَ مان ترجمو ڪيل

مانائتا سائين

اسان کي پرنٽ ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا رستي اوهان جي والد ۽ عظيم شاعر، مقصُود گل جي وڇوڙي جِي دل ٽوڙيندڙ خبر پئي.

اِنا لِلہِ وَاِنا اِليہِ راجِعُونَ

الله پاڪ سندس رُوح کي ابدي آرام عطا فرمائي ۽ سندس گهر ڀاتين کي هي نہ پرجي سگهڻ جهڙو گهاءُ برداشت ڪرڻ جِي سگهہ عطا ڪري. آمين. ثُمَ آمين!

مخلص،

آر جي علي

هاٽ ايف ايم 98 ميرپورخاص

(اربع، 25 فيبروري 2015ع)

**حمزه لاکاڻي**

(پاڪستان يُو ايس ايلمناءِ نيٽورڪ، سنڌ بلوچستان چيپٽر)

انگريزيءَ مان ترجمو ڪيل

اوهان جي نقصان جو ڏاڍو ڏک ٿيو. ياسر!

الله اوهان جي والد جي رُوح کي سڪُون ڏي ۽ اوهان کي ۽ اوهان جي ڪٽنب کي هي غم سهڻ جي سگهه عطا ڪري.

(اربع، 4 مارچ 2015ع)

**Ms. June Kuramoto**
Program Officer, East West Center
Honolulu, Hawai'I, USA

Aloha, Yasir!

I am truly sorry for the loss of someone so dear. Your dad accomplished a lot in his life time and best of all, he left a legacy of literature for generations to come. I'm certain that your dad and my parents are somewhere out there having a great time and "talking story." My heart-felt condolences to you and your family.

Please continue to do well and take care!

With warmest aloha,
June



**Ms. Ann Hartman**
Seminr Program Specialist. East West Center
Honolulu, Hawai'i, USA

Dear Yasir,

Aloha and Salam to you!

I am very sorry to hear about the loss of your dear father. What a terribly difficult thing and he was much too young. I didn't know about his legacy as a poet and scholar – he must be proud that you are following in his footsteps and continuing to contribute to Pakistan and the world in these areas. May he rest in peace. My thoughts and condolences are with you and your family.

Wishing you all very best.

Ann

Ann Hartman (Ms.) | Seminar Program Specialist | East-West Center |



# شاهڪار شاعر، شاهڪار انسان

## ياسر قاضي

عشق جو ازلي علمبردار هو
سُونهن جو سچ جو سنياليدار هو

خوش سُخن، ۽ خُوب خوش گفتار هو
باعمل هو صاحبِ ڪردار هو

جنهن ڪي ماڻهن تي سڏيو "مقصُود گل"
ڪنهن جي لئه تنهن ۾ نه ڪوئي خار هو

رنگ، مذهب جو نه هو ويڇو وٽس
هن جي لئه هرگز نه ڪو اغيار هو

دشمنيءَ جي نانءَ جو دُشمن وڏو
هر ڪنهين جو دوست هو، دلدار هو
هُو ادب جي اُپّ جو اُجرو نجم
ڪهڪشان ۾ سربسر نروار هو



هُو مُجسّم نياز ۽ نوڙت سندو
خالقِ ڪُل جو عجب شهڪار هو

پيار جي پالوت ۾ هر دم رُڌل
هُو نرالو نينهن جو ڪردار هو

لوڪ ٿو سمجهي تہ بابو هو فقط
مُنهنجو سنگتي هو حقيقي يار هو

سنڌ سان ۽ سنڌ واسين سان سچو
دل ۾ جنهن جي عشق جو آثار هو

مالڪيءَ لئہ ديس جي هر دنگ جِي
فڪر ۾ هر ويل هُو بيدار هو

جنهن جو هر هڪ لفظ دشمن لئہ بڻيو
تِير، ڀالو ڍهہ مُنهِنجي تلوار هو

مُسڪرائي هُو ويو هتڙو ڇڏي
ڪنهن چيو؟ ڪمزور هو.. بِيمار هو

جنتُن جي باغ ۾ ”گل“ سانديبو
جنهن جو بيشڪ هُو صحيح حقدار هو

# چانڊاڻ جي بارش

## ياسر قاضي

چنڊ اڄ بابا جي مرقد جي مٿان چمڪي پيو..
عين تُربت جي مٿان خاموش گھُوري
تِڪَ ٻڌي..
مرڪَ اُجالن جا مٿس ورڪا ڪري
چاھ سان چانڊاڻ جا جلوا ونڊي
سُونهن ۾ مهڪارَ جي هن استعاري جي مٿان
مهڪي پيو...
گُل هزارين باغ ۾
مهڪي، وڃن ڪُومائجي
ڪي بهارُن ۾ ڪڙي، جلدي وڃن مُرجهائجي...
ڪي ٽڙڻ کان اڳ وڃن لُوساتجي
پر نرالو ”گل“ هتي آهي سُتل
جنهن جي خوشبُوءِ دائمي ۽ ڏُور رس
ادراڪ جو احساس آ...
جنهن سندِي مهڪار ساهت جو چمن واسي ڇڏيو
جنهن سُڳنڌن سان سوين دلڙيُون بنايُون باغ باغ...
جنهن جِي خوشبُوءِ بي تحاش
ڌڙڪنن جو چين ٿي
جنهن مُحبّت جا هزارين پيچرا
جهنگ نفرت جي مان ٺاهي، سوَ لنگهايا قافلا...



جنهن وڏايا حوصلا،
سچَ اورڻ جا، نندڻ کي ڪُوڙَ جا...
ڪُوڙ جي لُڙَ ۾ سدائين سچ جا واڪا ڪيئين
سو علم جوءِ قلم جو بادشاهه
اڄ "مُبارڪ شاهه" جي شهرِ خموشان ۾ "رتيديري" ۾ ڏس!
چانڊنيءَ ۾ چين سان آهي سُتل...
جنهن منيءَ جا گيت هُن ڳائي ملهائِي زندگي
اڄ انهيءَ ڌرتيءَ جي پاڪُر ۾
هتيڪو آهه "گل"
چنڊ پنهنجي چانڊنيءَ کي
ان جِي خوشبُوءِ جي متان هاري
لڳي ٿو ڪيف ۾...
"گل" جِي خوشبُوءِ سان ملِي چانڊاڻ اڄ
نفرتُن جِي ڀاٽ جي سيني ۾ خنجر پئي ٽُنبي
چنڊُ مُرڪي ٿو چوي:
"سچ جِي خوشبُوءِ کي ناهي موت ۽
چاهه جي چانڊاڻ آ زنده سدا
لوڪ کي چانڊاڻ سان مطلُوب آ
ربّ کي اهڙو سدا مقصُود، گل"



# چاهتن جي چنڊ جِي چانڊاڻ

## ساپيان ياسر

پيار ۽ شفقت سنڌِي سُرهاڻ هو
خُوشبُوئن جي وفد جو سرواڻ هو

نفرتُن جِي ڀات ڪان هو بي خبر
چاهتن جي چنڊ جِي چانڊاڻ هو

جنهن جي ڀر ۾ ڏُور سڀ ڏُڪڙا ٿيا
سو ابَو مُحبت ڀريو مهراڻ هو

هن جو هر قول ۽ عمل ڪولي ڏسو!
هُو سراپا سنڌ جِي واڪاڻ هو

لُڙڪ، سُڏڪا، دردَ، غمَ ارپي ويو
جنهن مچايو مُرڪ جو مانڊاڻ هو

ڪيئن گهر پنهنجو تياڳي ويو هليو
جو پري ويندو نه لمحي ڪاڻ هو

ڪيئن روئاري هيئن سڀن کي ويو هليو
جو ڏسِي سگهندو نه اک آلاڻ هو



"سايان" ٻيهر يتيميءَ ور چڙهي
هن کان وڌ دل ۾ نه ڪوئي ٻاڻ هو

ياد بس ان جي ٻٽي ميراث آ
"سايان" سان ڪالهه جيڪو ساڻ هو

## مقصود گل جي نالي

### وسيم سُومرو



مُون کي ياڪر پري ٿي رنگ ويو هُو
صبح جا گُل ڏسِي "گل" ياد آيو

پکين وانگر پري اوري گذاريل
اکين کي وقت هو ڪُل ياد آيو

سنيـــاري گـيـت هُــن جـا زنـدگــيءَ لـئـــ
مـــتـــيءَ انـــمـــول جـــو مُــل يـــاد آيـــو

ٻُـــڌِي اڄ دل جِـــي ڌڪ ڌڪ تـيـــز مُـون کـي
مـــچـــيءَ جـــو تـــڙپـــنـــدڙ ٻُـل يـــاد آيـــو

ڏسـي شـهـرِ خـمـوشـان خـواب جـهـڙو
ڪُـمـهـلـيَ مـوت جـو هُـل يـاد آيـو

## تُون ياد آئين

## وسيم سُومرو

گـــلابـــي گـــل تـــڙيـــا، تـــون يـــاد آئـــيـــن
مـــتـــن پـــوپـــٽ مِـــڙيـــا، تـــون يـــاد آئـــيـــن

تـــنـــبـــوري جـــا اُداســـيءَ جـــي اڳـــڻ تـــي
ڏُڪـــارا سُـــر چـــڙيـــا، تـــون يـــاد آئـــيـــن

ڪـي سـپـنـا مـنـهـنـجـي نـيـڻـن جـي پـتـڻ تـي
سـتـارن جـيـئـن ڪِـڙيـا، تـون يـاد آئـيـن

پـــري چـــو ايـــتـــرو تـــوکـــان رهـــيـــس مـــان
ڪـــڪـــرَ چـــمـــڪـــي چـــڙيـــا، تـــون يـــاد آئـــيـــن

"رتوديرو" سنياري پير منهنجا
گمانن ۾ ٿِڙيا، تون ياد آئين

# سنڌُوءَ جيان يگانو، "گل"

## ڪؤڙل قربدار



مقصُود گل صدين جُون سينڌُون سجائي ويو آ
علم و ادب جُون ڏياتيُون ٻهڳڻ هي ٻاري ويو آ

گلدان جنهن جِي ٻولي، هر لفظ آهي گل ـ بُوءِ
ساهت جي خُوشبُوئن سان سنڌڙي سنواري ويو آ

انسان دوستيءَ جي پيغام سان سدائين
شعر و سخن ۾ ساجن، جلوا جيئاري ويو آ

سنڌُوءَ جيان يگانو دلبر هو دوستن ۾
اُلفت ۽ پيار جو هُو امرت پيئاري ويو آ

جيسِين حيات آهي، سنڌي ادب ـ اُفق تي
حُسن ۽ حقيقتن جا، سُورجَ اُڀاري ويو آ

اُوندهہ ڏسِي سماجي جنبش ڏئي قلم کي
ڏاهپ جا ڏِيپ ٻاري ساهت اُجاري ويو آ

"قائل" جو قُرب ورچي، "حاميءَ" جي ذات اوري
"ياسر" جِي رُوپ ۾ هُو جلوو جيئاري ويو آ

"اختر حيات" هينئڙو، "منظر حيات" ٻاڙُو
"خضرِي حيات" پائي، "پريتم" پُڪاري ويو آ

هو رُوح "رُوپلي" جو، "ناصر" جو ناز پرور
"جُوڀي" جو جِيءَ ـ جاني، نرمل نکاري ويو آ

اسڪُول هو ادب جو اُستاد دوستن جو
مُحبت جي مئہ کدي مان نفرت ٻُهاري ويو آ

"ڪؤڙل" جو "گل" هتن مان قسمت وئي ڪسي ڪيئن
آمد بهار جِيءَ ۾ رانجهن روئاري ويو آ

# عشق سان سرشار، سائين مقصُود گل

## ساقي ابڙو

علم جو اوتار هو مقصُود گل
۽ سُخن ـــ پندار هو مقصُود گل

سنڌ جي علم ۽ ادب، تحقيق جو
هڪ وڏو ڪردار هو مقصُود گل

سنڌ ڌرتيءَ جَي ۽ سنڌي قوم جَي
عشق سان سرشار هو مقصُود گل

ميٺ، مُحبت جو سدا محور رهيو
بس سراپا پيار هو مقصُود گل

لفظ ها مُحتاج جنهن جي ذات جا
شعر جو شهڪار هو مقصُود گل

گيت، وائيءَ ۽ غزل جو بادشاهه
سُونهن ـــ سرجڻهار هو مقصُود گل

چوڏهين فيبروريءَ جي رات جو
تيو اسان ڪان ڌار هو مقصُود گل

"نائلـ"، "ياسر" ۽ "ناصر"، "رُوبلي"
جي اکين جو تار هو مقصُود گل

سو "عطا حاميءَ" ۽ "قائل" جي سُڳند
۾ سچو تمتار هو مقصُود گل

جنهن ۾ "ساقي"! پڻ رهيو شامل، انهيءَ
ميڙ جو مُهندار هو مقصُود گل

## منزل ڏي مقصُود هليو ويو

### باغي حنيف ڪوسو

ڪالهه "رتي" جِي رات تڏيءَ ڪيئن،
سُڏڪي سُڏڪي ساهه پريا ها!
روز گهٽين مان لانگاهُو تيو
ڌات جا نِيرا رنگ ڪٽي ڪو
ڪن لمحن ۾ مهڪيل مهڪيل
هڪ "گل" ڌرتيءَ ـــ گهاوَ ڪٽي ويو
ڪهڙيءَ واٽ وجود هليو ويو!



منزل ڏي مقصُود هليو ويو!

"گل" جي صُحبت هيل چڳي آ
پوپٽ پوپٽ اک رُني آ
آڏيءَ ڏاري اکڙيون ٻاري
ڏيئڙا ڏيئڙا ڏات لکي جنهن
"ڪالاباغ" ٻـ ڪونـ قبوليئين
پنهوارن لئہ ٻول ٽي ٻوليئين
سنڌ جا سُڏڪا ساڻ سميٽي،
نفرت کي دلڙين مان ميٽي
جِيجل وارِي ٽيڄ ملهائي
دُشمن جي سِيني ۾ لاهي
لفظن جو بارُود هليو ويو...
منزل ڏي مقصُود هليو ويو!
"موٽڻ پور" جون هيڪل وياڪل
سانجهيون سپ سُنسان لڳن ٿيون
جنهن ۾ ڪنهن جا نيڻ ـــ ڏيئا اڄ،
اوسيئڙن جا عڪس لڳن ٿا
"رت پنا رابيل" لکيا جنهن،
ڪنهن جا نيڻن ـ نينهن سنپالي
سُندر سُندر ميل لکيا جنهن
جنهن وٽ ڪوتا، ڪاڪ محل جيئن،
مُومل جا محبوب ملهايا
جنهن وٽ جيون ـــ جوڳ جا جوڳي،



راڻا راڻا رِيس ڪري ويا!
تنهن ڪان اڳ ۾ تند تنواري،
حق ڪري موجُود هليو ويو،
منزل ڏي مقصُود هليو ويو!

لڪڻيُن ۾ ساٿيهه جا اُلڪا
نظم نظم ۾ واٽ وڇايل
پاٽ جي اوندهه ٻيلن ۾ جڻ
"ڪرڻا ڪرڻا" نغما پاريل
"ڪُجهه سچ ۽ ڪُجهه ڪُوڙ" سَري سان
ٻاک جا سپنا ڪالم تنهن جا
سنڌڙي نانءَ ڪي ساڻ ڪنيو جنهن
پاڻ ڪتابن منجهه وڃائي،
اربي پنهنجو پاڻ چڏيو جنهن
تحقيقن جا تخت سميٽي
جنهن تاريخ سنوارڻ چاهِي
"گلدستو" هو گهرڙو جنهن جو
"قاضي قائل" وڏڙو جنهن جو
"منظر"، "اختر" جوت حياتي
"ياسر"، "ناصر"، "نادر" پاتِي
لمحا لمحا ذات سنواري
چاهت ــ گيتن منجهه پُڪاري
اُلفت وارا اُڌمان پاڙهي
سچ جا اُوچا جهندا ڳاڙهي

ڪُوڙ ڪري نابُود هليو ويو
منزل ڏي مقصُود هليو ويو!
منزل ڏي مقصُود هليو ويو!!

# مقصُود گل کي پيتا

## جانب سُومرو



نبيءَ صہ جي نعت جو شاعر، انڌيري ۾ قمر هُوندو
سدا مقصُود گل رب جي عطائن سان امر هُوندو

نبي صہ جي جو غلامن جِي ڏئي هردم غلامي ويو
وُٽو ان تي يقيناً رب جِي رحمت جو ڪکر هُوندو

نفيءَ اثبات سان پنهنجي ڪيو جنهن صاف سيني کي
اهو اقرار اُلفت جي وچن، وڙَ جو وکر هُوندو

ثـنـاگـر مِـيـر مُـرسـل صہ جـو سـراسـر سُـرخـرُو هُـونـدو
انـهـيءَ تـي خـلـق خـلـقـيـنـدڙ جي رحـمـت جـو اثـر هُـونـدو

ڪـئـي جـنـهـن بـي بـهـا بـرتـر نِـمِـي نـاشـاد جِـي خـدمـت
قـيـامـت ڏيـنـهـن مـدنـيءَ صہ مُـتـصـل "گـل" جـو نـگـر هُـونـدو

مِـرِي جنهن موت کي ماريو اهو "گـل" پـنـهـنـجـي خـوشـبُـوءِ سـان
مُـحـابـي مُـصـطـفـيٰ صہ جـي اج بـهـاريءَ ۾ بـشـر هُـونـدو

ڪيو جنهن پيار پنجتن سان جهجهو تنهن جام "جـانـب" آ
اهـو جـنّـت ۾ آرامِـي، بـلاشـڪ بـي خـطـر هُـونـدو





# تُنهنجو نالو ئي چانورو آهي

## ناصر قاضي



ناصر، ننڍپڻ ۾ پنهنجي بابا، مقصُود گل جي هنج ۾

ساري دنيا ۾ تُنهنجي دم سان ئي، مُنهنجو ڪو پار ۽ پتو آهي
تُنهنجي نسبت آ بس چپر مُون لئہ، تُنهنجو نالو ئي چانورو آهي

"ڪرڻا ڪرڻا" آ ذات جو پندار، ڏانءُ تُنهنجو آ "رت پنا رابيل"
"اڪڙيُون نِيلَ ۽ ڪنول" رستي، پنهنجي پڙهندڙ سان تو ملهايا ميلَ
تُنهنجو فن علم جِي علامت ۽ فڪر ۾ تُنهنجي فلسفو آهي
تُنهنجي نسبت آ بس چپر مُون لئہ، تُنهنجو نالو ئي چانورو آهي

تُنهنجي سنگت جي سلسلي ۾ ئي، ڪي ٭ 1 "سچل" ڪي ٭ 2 "صديق" ٻڌجي ويا
ڪوڙ ٭ 3 "جانب" ۽ قُرب سان ٭ 4 "ڪوڙل" راهہ ويندڙ رفيق ٻڌجي ويا
توسان جيڪو مليو آ ذڪ هارو، تنهنجو هر درد تيو جَهڪو آهي
تُنهنجي نسبت آ بس چپر مُون لئہ، تُنهنجو نالو ئي چانورو آهي
پيار وِرچيو بنا فرق جي تو، قُرب تُنهنجي سندو نہ پيمانو



فِڪر جا رنگ رنگ ساندييندڙ تنهنجي گهر جواِهو ڪتبخانو
تنهنجي وڇڙڻ کانپو منا ماڻهوا تُنهنجي يادن سان رابطو آهي.
تُنهنجي نسبت آ بس ڇپر مُون لئہ. تُنهنجو نالو ئي ڇانورو آهي

"تنهنجي تصوير دل جي ڪعبي ۾"، "سُونهن تنهنجيءَ کي سوچ جو سجدو"،
"وقت گذري نہ تو" خدا ڄاڻي، "تُنهنجي صورت ڏسي" رهان روئندو
تو سوا "دل جو هيءُ راندِيڪو"، تي صفا ڀور ڀور ويو آهي.
تُنهنجي نسبت آ بس ڇپر مُون لئہ. تُنهنجو نالو ئي ڇانورو آهي

**(مقصُود گل جي مشهُور نظم "ساري دنيا جي مٺ ڪدن ڪان مٿي، تنهنجي اکڙين جو مٺ ڪدو آهي"، جيڪو غلام شبير سمي جي آواز ۾ رڪارڊ ٿيل آهي، جي تطبع تي لکيل)**

* 1 چاچو سچّل عارباڻي * 2 سائين غلام صديق سُومرو مرحُوم
* 3 جواڻ "جانب" سُومرو * 4 "ڪوڙل" قربدار
مٿيان سڀ مقصُود گل صاحب جا دل گهريا دوست آهن.



# ابو ويو ڇڏي

## نادر گل قاضي



ابـــو ويـــو ڇــڏي آ اســـان کـــي او جـــانـــي!
وري ڪـــونـــ ايـــنـــدو ڪـري مـــهـــربـــانـــي

جـڏهـــن يـــاد ايـــنـــدو تـــڏهـــن هـــانءُ ڇـــجـــنـــدو
اڪـيـــن لُـــڙڪ وهـــنـــدا، پـــيـــو رُوح جـــهـــڄـــنـــدو
ســـدا ڄـــي آ نـــيـــڻـــن ۾ رم جـــهـــم روانـــي
ابـــو ويـــو ڇـــڏي آ اســـان کـــي او جـــانـــي!

هُـــيـــو هـــت سـيـــن جـــو اجـــهـــو ۽ ســـهـــارو
هَـــو شـــفـــقـــت ســـنـــدو چـــانـــورو ڪـــو ســـگـــهـــارو
فـــقـــط يـــادگـــيـــرِيُـــون ڇـــڏي ويـــو نشـــانِـــي
ابـــو ويـــو ڇـــڏي آ اســـان کـــي او جـــانـــي!

هي ”ياسر“، هي ”ناصر“، هي ”نادر“ اڪيلو
ڏڪيو ”جواڻ“، ”احمد“ ۽ ”نشني“ تي ويلو
هي ”محبُوب“، ”جانب“ ۽ ”ڪوڙل“
ابو ويو ڇڏي آ اسان کي او جاني!

## سُخن جو سِجّ
## ملهار سنڌي

وڏو عالم، وڏو شاعر لڏي ويو آ
”رتي“ مان ڇڻ ادب جو گهر لڏي ويو آ

ڪئي جنهن سنڌڙيءَ جي چاهه سان سيوا
ادب جو قِيمتِي گوهر لڏي ويو آ

ڏياتيُون علم جُون ٻاري ويو گهر گهر
اسان جي شهر جو رهبر لڏي ويو آ

سُخن جو سِجُّ هو مقصُود گل قاضِي
فڪر جو فنّ جو ماهر لڏي ويو آ

ڏنِي جنهن شعر ـ پيتا سنڌ ڌرتِيءَ کي
سو ساهت ڏيهَه جو پَرور لڏي ويو آ

ورهايو پيار جنهن "ملهار!" جيون پر
اُهو اُلفت سندو مندِر لڏي ويو آ

(آچر، 8 مارچ 2015ع تي ناليج سينٽر لاڙڪاڻي ۾ سنڌي ادبي سنگت مرڪز پاران مقصُود گل صاحب جِي ياد ۾ ڪوٺايل تعزيتي ريفرنس ۾ پڙهيل)

## گُلزار "گُل" هُيو

### ناطق گيريليائي

حسنين رضا جو دوانو دلدار "گُل" هُيو
قدرت جِي ڪا عنايت، اقرار "گُل" هُيو

شهدائي ڪربلا جي غمن منجهه هو غرق
حيدر جِي حُبَ ساڻ پِي تمتار "گُل" هُيو

انسانيت جو مظهر و رُوحانيت جِي راهه
تعريف جي چمن جو گُلزار "گُل" هُيو

ماهر فڪر ۽ فن جو زندهه وَلِي به هَو
ها ذات، ذاتَ وارو پندار "گُل" هُيو

شعر و سُخن ۾ يڪتا، ماهر ڪمال جو
علم و عمل ۾ گوهر، سردار "گُل" هُيو

اُن جي سُخن کي ڪنهن سان ڀيٽَي نہ ٿو سگهان
دارو رسن جي غم جو اظهار "گُل" هُيو

هر خاص عام بيشڪ هُن جا هُيا مُطِيع
مجلس جو مِير گوهر ـ گُفتار "گُل" هُيو

ڇاڻي نہ ڪو بہ سگهيو راز و نياز کي
ڪو راز عشق وارو اسرار "گُل" هُيو

ڪهڙي مجال ڪنهن کي خُوبيُون ڳڻي سگهي
تحفو خُدا جو نِينهن ۾ نروار "گُل" هُيو

گهر پاتين تي ان جي رحمت وَسي سدا
"ناطق" سين جي ساهہ جو سِينگار "گُل" هُيو





# خُوددار قلمڪار کي سلام

## (چؤسٽا)

## سيّد غضنفر علي شاهه "راجا"



دل جُون نظرُون توکي تيُون ڳولهن پيُون
يادگِيريُون تُنهنجيُون تيُون جهورن پيُون
اج ادب جِي هر گلِي بي حال آ
درد ماريُون نِيرَ تيُون هارن پيُون

جو ڏاڍَ اڳيان ڳات ڪٽِي سَچُ چوي تو
بي خوف حقيقت جي نظارن تي لکي تو
انسانيت جي شهر ۾ سو ماڻُ لهي تو
خُوددار قلمڪار کي مُنهنجو سلام آ

مهڪ هتڙَي تُنهجِي تو محسُوس ڪيا ان
رات جڏ ڪا گُلَ چنتي وئي آ هتي
اوچتو ئِي وئين هليو هن ڏيهَ مان
چؤطرف تِي هاڻ وِيرانِي لڳي

ڌرتيءَ جو قرض قلم سان لاهي هليو ويو
هر دل ۾ پنهنجي جاءِ هُو ناهي هليو ويو
طُوفان جي سامهُون بہ جا بلڪُل نہ اُجهامِي
شمع ادب جِي اهڙِي هُو ٻاري هليو ويو

(آچر 8 مارچ 2015ع تي ناليج سينٽر لاڙڪاڻي ۾ سنڌي ادبي سنگت مرڪز پاران مقصُود گل صاحب جِي ياد ۾ ڪوٺايل تعزيتي ريفرنس ۾ پڙهيل)

## "مقصُود"! ڏئي لُڙڪ وئين تُون!

## ڪامل "امداد" جتوئي

لٿو ڏک نہ "اختر" مٺي جو اڃا هو
وري وئين ادا "گل"! تُون ريءَ موڪلائي
حياتي آ جيتر، هِي "امداد" ڪنهن پل
نہ "مقصُود قاضيءَ" کي سگهندو ڀُلائي

اڃا ڪُجهہ گهڙيُون ڪي رهُون "گل"! ها گڏجِي
تڪڙ ۾ ڪري وئين ادا! موڪلاڻِي
اسان ڏي نہ ايندين وري لاڙڪاڻي؟
وڇوڙو سهي ڪيئن پلا دل اياڻِي

ڪسي ڪوڙ خوشيُون، چني مُرڪ وئين تُون!
اڙي ياءِ "مقصُود"! ڏئي لُڙڪ وئين تُون!

# منظر جو جوڙ

## تاج جويو

منظر! تُنهنجو جوڙ تُتِي ويو
کوتا — سِر جو موڙ تتِي ويو
"ياسر". "ناصر"، ڳوڙهن — ڳالهِيون
سنڌُوءَ جو چڙ چوڙ تتِي ويو
"خضر حيات" جا سپنا چِيهُون
"نادر" پريت — پنجوڙ تتِي ويو

# هُو جو گل گُلاب

## قاضي منظر حيات



هُو جو گل گلاب، هاڻي وکري ويو
گلشن اُجڙي ويو، ڪندا جيون — پاندَ ۾

هِي گهاءُ وڏو آهي
ڇا ڦٿ مڙِي سگهندو؟
اِيذاءُ وڏو آهي

## موجُود "گل"

### پروفيسر نذير احمد قاضي

ڏتاسين چنبيلي ۽ موتيا، گلابَ
سرس سُونهن سُرهاڻ مقصُود گل
ڪري ڪيئن سگهندا انهيءَ کي جُدا
اسان وٽ سدائين آ موجُود "گل"

## مقصُود گل جي وڇوڙي تي

### ادل سُومرو

هڪڙو گُل ڇڻيو، ادبي ڦلواريءَ جو
ڏور ويندڙ شاعر جا، هاٿي ڳُڻ ڳڻيو
سيني کي وڍيو جيڪو شاعريءَ وانگيان

(اڱاري 17 فيبروري 2015ع تي روزاني "عوامي آواز" ۾ ڇپيل)



# "مقصُودَ" سي موليٰ سندا

## ڊاڪٽر عبدالجبّار "عابد" لغاري



سُھڻا ادبَ جا گُلَ ھُئا
خُوشبُوءِ مثل شاعر سَچا

ماڻھُو سچا انسانَ سي
بلڪُل فرشتا ٿي لڳا

"مقصُودَ" سي موليٰ سندا
پنھنجا سچا "قاضِي" ھُئا

ھو درد جن جي دل اندر
ھُو قومَ جا خادمَ سچا

غيرت پريلَ هُئِي سندِ جي
احساسَ مُون تن ۾ ڏٺا

هَو دوست سڀ جو دلرُبا
مُشفق، سڀن جو ناخُدا

نَم ٿيُون رهن تنهن لئہ اکيُون
”عابد“ جِي دل جو مهہ لقا

جنّت ۾ سوئِي ”گُل“ ملَي
پنهنجن وڏن سان، اَي خُدا!

## خالد امير بخاري (شاهہ خالد)

مُجسّم هو صداقت ۾، سراسر سُود هو قاضي
سُخن جي باغ جِي مُورت، گلِ مقصُود هو قاضي
سدائين شعر هن جا ڏاڍ جِي ڪُڪ ۾ پيا چُپندا
برابر ظُلم آڏو بي ڏڙڪ موجُود هو قاضي

(پنهنجي والد جي عظيم دوست، نهايت عزيز چاچي ۽ شفيق رهبر، سائين قاضي مقصُود گل جي وڇوڙي تي لُڙڪن ۽ ڳوڙهن جِي ڀيٽا)
(آچر، 22 فيبروري 2015ع)



## اکين مان ساڻوڻ
### منصُور سيتائي

الـمـنـظـر جـو آڳـنـڌ، اُيـريـو سـوچـن ۾
سـانـوڻ جـو دريـاءُ، اکـيـن مـان اُتـلـي پـيـو

## سُهڻو ساحرُ سڪَ جو
### منظُور گل پنگوار

رات رتـيـديـري مـان، آئِـي اچـانـڪ ڪـال
مُنهنجو هِيڻوحال، پاڻ سنيالي ڪِيئن سگهان!

پاڻ سنيالي ڪِيئن سگهان، ٻُڌم هِيءَ خبرَ
يـاروا اڄ حشـرُ، بـرپـا ٿِـي ويـو سـنـڌ ۾

برپا ٿِي ويو سنڌ ۾، چوڌهينءَ هيئن ڪُهرام،
جنـهـن سـان چـاهـ مُـدام، وڪـريـو "گُـلُ" گُـلاب هُـو

هُـو جـو "گُـل" گُـلاب، سُهـڻـو سـاحـر سِـڪَ جـو
اکـڙيُـن آهـي آب، مُـون کـان وڇـڙيـو هـيـلَ هُـو

مُـون کـان وڇـڙيـو هـيـلَ هُـو، مُـنـهـنـجـو "گـلُ" گُـلابُ
مُـون لـئـ تـيـو عـذابُ، جِـيـئـڻ هـن جـهـانَ ۾

## مقصُود گل ۽ صادق فقير جو وڇوڙو

### عائشه ميمڻ

موسم آ وِرهه وارِي، روئي ٿي اک نماڻِي
کهڙي لکي لکان مان اڄ درد جِي ڪهاڻي
"مقصُود گل" ـ وڇوڙو وسريو ئي ڪين آهي
"صادق فقير" جي پڻ ٿي آهه موڪلاڻِي

## چاهه جو منشُور، مقصُود گل

### عاجز لاشاري (نوابشاهه)

چاهه جو منشُور آ مقصُود گل
نفرتُن کان دُور آ مقصُود گل
تو ڏئي پيغام سڀ کي پيار جو
قُرب سان پرپُور آ مقصُود گل
ساهَه کي "عاجز" آ هُو ڪيڏو قرِيب
ڪير چئي ٿو دُور آ مقصُود گل



# يَڪو ويو يارُ

## محبُوب علي "محبُوب" ڏيپر

دل جي درخت جو اڄ ٽُٽي پيو تارُ
جُدائِي ڪري جاني، مُون کان يَڪو ويو يارُ
جيڪو پانهُن جو پهچڻ، پيو هرَ هرَ پائي هارُ
قاضِي مقصُود قُرب جو بيشڪ هُيو پندارُ
هِي "گُل" مُون غرِيب تي، ويو بي حد وجهِي بارُ
"محبُوب"! مُنهنجي دل مان هِي، مرندو نہ منتارُ
ٻہ هزار پندرنهن، فيبروريءَ جو ويرِي لڳو وارُ
جنهن جِي جُدائِيءَ جو ڏهڪارُ ويو ڏيپرَ! پئجِي ڏيهہ ۾

جانب! توسان جيتريُون، گهاريَم هِي گهڙيُون
تيڏيُون رُوحَ رڙيُون، ٻہ ڪيُون ٽُنهجي قُربَ ڪاڻ

# سنڌ سان عاشقِي

## يُونس پنُو (مُومل جي ماڙي)

هر اکر ۾ زندگِي اوتي ويو
ٻات ۾ ڏسُ! روشني اوتي ويو.
هر نسل جي ذهن ۾ "مقصُود گل"،
سنڌ سان آ عاشقي اوتي ويو.



# ساهت ۾ سوپارو

## سميع ساجد جوڻيجو



ساڄي کان کابي: رياضت برڙو مقصُود گل ۽ سمِيع ساجد جُوڻيجو

ادب جي اُپَ جو تارو هُيو مقصُود گل قاضي
مِٺو ماڻهو پرين پيارو هُيو مقصُود گل قاضي

ادب لئہ خدمتون جنهن جُون، ڳُڇهيون کنهن کان بنهہ ناهن
ڪتابن جا ڪئين تحفا، اسان کي هُن ڏنا آهن
اُهو ساهت ۾ سوپارو هُيو مقصُود گل قاضي

علم جو سمنڊ هو سائين ۽ لفظن جو هو جادُوگر
ڪندو هو عشق ڌرتيءَ سان، هُيو سچَ، سُونهن جو شاعر،
هميشہ هوتُ هاڪارو هُيو مقصُود گل قاضي

هُيو جو يارُ يارَن جو پرين هو پيار وارن جو
ڪندو هو ڪُوڙ کان نفرت، هُيو ساٿي سچارن جو
سياڻو سهڳُڻو سارو هُيو مقصُود گل قاضي



گهڻين خُوبين جو مالڪ هو لِکي ڪهڙيون لکان آخر
بيان مونکان نہ ٿِي سگهنديون، ڪيان ڪهڙيون پيلا ظاهر
مِنو، منڙِيءَ زبان وارو، هُيو مقصُود گل قاضي

مُرَبِي، مُحترم، مُحسن، هيو هُو رهنما رهبر
نہ ڪو آهي نہ ڪو ٿيندو، وري مقصُود جو همسر
گَڪر سو قُرب جو يارو! هُيو مقصُود گل قاضي

"رتو" وِيران ٿِي ويو آ، ڏُکاري سنڌ سارِي آ
ادب جو سِج لهي ويو جڻ، ڏسان چوڌر اندارِي آ
ادب ۽ علمَ ـــ گَهوارو، هُيو مقصُود گل قاضي

ڏئي غم ويو جُدائيءَ جو، وڇوڙو يار! ماري ٿو
اهو غم آ "سميع ساجد"! جو مون کي پيو روئاري ٿو
مِنو محبُوب موچارو، هُيو مقصُود گل قاضي

# اعتراف

## سيّد نُور رضوي

"نُور رضُوِي" هِي ڪري ٿو اعتراف اُلفت منجهان
سنڌ ۾ شاعر گهڻا، پر ڪير ٿئي "مقصُود گل"!

## سَچي سنگت رکڻ وارو
### شبيِّر احمد "مؤج" کوسو

سچي سنگت رکڻ وارو هُيو مقصُود گل قاضِي
وِجهِي ياڪُر ملڻ وارو هُيو مقصُود گل قاضِي
قضا کان هو جُدائِيءَ جو مُقرر ڏينهُن هڪڙو پر
جُدائِي ڪِٿ گرڻ وارو هُيو مقصُود گل قاضِي!

## دل نہیں مانتا
### ڈاکٹر بشیر احمد "شاد"

کل کی ہی بات ہے، ہم یہاں تھے ملے
کتنی شفقت سے ہم سے ملے تھے گلے
کیسے کہہ دوں کہ مقصود گل مر گیا !
دل نہیں مانتا۔۔۔ دل نہیں مانتا

جو خیالوں کی دُنیا میں بستا رہا
آسمانِ ادب پر چمکتا رہا
دل کے پردے پہ تصویر جن کی رہی
اور رگوں تک میں تاثیر جن کی رہی
کیسے کہہ دوں کہ مقصود گل مر گیا
دل نہیں مانتا۔۔۔ دل نہیں مانتا



جن کے افکار کی گونج ہے گو بہ گو
یوں لگے جیسے بیٹھے ہوں وہ رُوبرو
جن کے افکار حق پہ دلالت کریں
کیسے کہہ دوں کہ مقصود گل مر گیا
دل نہیں مانتا۔۔۔ دل نہیں مانتا

جو تکلّم کا صاحب، قلم کا دھنی
جن کی پہچان ہے سندھ کی سر زمیں
کُچھ تو زندوں میں ہوتے بھی مر جاتے ہیں
وہ تو مر کر بھی زندہ و جاوید ہیں
کیسے کہہ دوں کہ مقصود گل مر گیا
دل نہیں مانتا۔۔۔ دل نہیں مانتا

## "ثباتِ گُل" عائشہ یحییٰ

رنگ حیران، سخن گُم ہے، پریشاں ہے قلم
کِس طرح پھول کو کاغذ پہ سجایا جائے!

مشک بُو ہے چمن گُل، کوئی موسم ہو! اگر
"گُل" کا پیغام زرا دل میں بسایا جائے

کتنا محبوب وہ انسان خدا کا ہوگا
خَلق میں جس کو محبت سے پکارا جائے

دھرتیء "گُل" ہے محبت کے چراغوں کی امین
سندھ کو بادِ مخالف پہ نہ رکھا جائے!

10 مارچ 2015



مقصُود گل جي زندگيءَ جي آخري تحرير

# مقصُود گل جي زندگيءَ جي آخري تحرير

مقصُود گل صاحب وڏي عرصي کان "ڪجھ سچ ڪُجھ ڪُوڙ" جي سري سان "عوامي آواز" ۾ لاڳيتو ڪالم لکندو رهيو. هي ڪالم سندس زندگيءَ جي آخري تحرير هو جيڪو هن پنهنجي لاڏاڻي کان ٻه ڏينهن اڳ لکيو هو ۽ "عوامي آواز" ۾ شايع ڪرائڻ لاءِ مُنهنجي حوالي ڪيو هو. ورهن جو قلمي پورهيو "عوامي آواز" کي ارپيندڙ مقصُود گل پنهنجي زندگيءَ جي آخري تحرير به "عوامي آواز" لاءِ لکي. اهو ڪالم جيئن جو تيئن هتي ڏجي ٿو. (ي ق)

## ڪجھ سچ، ڪجھ ڪُوڙ

### ته مُنهِي دهشتگرديءَ سنڌ

سنڌ جي حڪُومت ۽ قانون نافذ ڪندڙ ادارن جي طرفان ته هميشه سنڌ جي امن امان جي لاءِ تسلي بخش هجڻ جا بيان ايندا رهندا آهن ۽ اهوئي تاثر ڏنو ويندو آهي ته اڄ به ملڪ "ريئان ڪينئان" آهي. هي جيڪي ماڻهو تولن جِي صُورت ۾ ريليئُون ڪڍي دانهُون ۽ اِلاهُون ڪندي امن کي سڏيندا ۽ امن پڪيءَ کي ڳولهيندا ٿا وتن. اهي جڻ ته ايئن ئي ڪنهن فلم يا ٽي وِي ڊرامي جِي شُوٽنگ ڪرائيندا، فلم ٿا پرائيندا وتن.

سڄيءَ دنيا کي خبر آهي ۽ زميني حالتُون پڻ ٻڌائن ٿيون تہ ڪراچيءَ سميت سنڌ جا ٻيا شهر ۽ علائقا ڪهڙي پُر آشوب وقت کي مُنهن ڏئي رهيا آهن، پر اسان جِي سنڌ جي سرواڻن کي بس "سڀ خير آهي!" جُون رپورٽون ئي ملنديُون رهن ٿيون ۽ اسان جا سدا بهار سنڌ ملُوڪ سرواڻ هميشہ قانُون نافذ ڪرڻ وارن ادارن جي سربراهن جي بيانن ۽ رپورٽن تي اعتبار ڪندا تا رهن، ڇاڪاڻ جو اهي زميني حقيقتن تي اعتبار ڪرڻ سکيا ئي ناهن.

ڪراچيءَ ۾ تہ ٽارگيٽ ڪلنگ يا "ماڻهن مار مُهم" سالن کان روز جو معمُول ۽ مشغلو آهي. هڪ ٻن کان وٺي ڏهہ، ٻارنهن ۽ ٻارنهن ماڻهُو مرڻ ۽ مارڻ جِي مشق ڪافي وقت کان جارِي آهي. انهيءَ خُون خرابي کي روڪڻ يا گهٽ ڪرڻ لاءِ، سرڪاري زبان ۾ چُونديل حڪومت ۽ "عمراني ٻوليءَ" ۾ ڊانڊليءَ سان اقتدار ۾ آيل حڪُومت اسان جي ڪراچيءَ ۾ روز ٿيندڙ قتلام کي روڪڻ جي لاءِ ٻن سالن کان آپريشن جي نالي ۾ جيڪا مُهم شرُوع ڪئي آهي، جنهن جي ڪمانڊ، رينجرس جي هٿ ۾ آهي ۽ سڄي ڪراچيءَ جو پوليس جو عملو ان جو مددگار آهي، پر حالتُون ٻڌائن ٿيُون تہ ٻن سالن کان بہ مٿي هليل اها مُهم بہ ڪو ٻُوٽو ٻاري ڪانہ سگهي آهي، جڏهن تہ اها آپريشن مرڪزي گهرُو وزير جي نگرانيءَ هيٺ پئي هلي ۽ خود وزيرِاعظم جي بہ ان مُهم جي نتيجن تي خاص نظر آهي. انهيءَ سلسلي ۾ پاڻ وزيرِاعظم صاحب، بنفسِ نفيس ڪئين ڀيرا ڪراچيءَ جو دؤرو بہ ڪري چڪو آهي. اڳتي هلي ڏسجي تہ اهو ڪراچيءَ وارو آپريشن ڪهڙا نتيجا ٿو فراهم ڪري.

اهو تہ آهي اسان جي سنڌ جي هيٺين حصّي ڪراچيءَ جي امن امان جو حال! جنهن کي اسان سامُونڊي پٽيءَ جو حصو چئي سگهُون ٿا. پر هاڻي تازو شڪارپور ۾ امام بارگاهہ ۾ ٿيل دهشتگرد خود ڪُش حملو جنهن 65 بيگناهہ انسانن کي موت جِي ننڊ سُمهاري ڇڏيو ۽ 100 کان مٿي ماڻهن کي زخمي ۽ معذُور بڻائي ڇڏي ڪيو اهو واقعو ٻڌائي ٿو تہ اسان جِي سنڌ ڇوڏاري خوفناڪ

خطرن جي وچ ۾ محصُور آهي. شڪارپور هن دهشتگرديءَ کان اڳ بہ هڪ پيرو دهشتگردن جي خُوني حملي جو شڪار ٿي، رت جِي برسات ۾ وهنجي خُوناخُون ٿي چُڪي آهي. اهو حملو ڪجهہ وقت (لڳ ڀڳ سال ڏيڍ) اڳ شڪارپُور لڳ هڪ مولائي صُوفي سيّد حاجن شاهہ ماڙيءَ واري جي درگاهہ ماڙيءَ ۾ ڪيو ويو هو جنهن ۾ درگاهہ جي گادي نشين سائين حاجن شاهہ ۽ سندس فرزند جي شهادت سان گڏ ڏهہ ٻارنهن ٻيا پانڌيئڙا بہ رت ۾ وهنجي شهادت جي درجي تي رسيا ۽ ڪافي ماڻهُو زخمي ۽ معذُور بہ ٿيا هئا. انهيءَ سموري وچُور ورجائڻ جو مقصد صرف اهو آهي تہ ٻڌائي سگهجي تہ سرسري طور سنڌ جي امن امان جي حالت انتظار ۾ اُلڪي جوڳي آهي، تسليءَ ۽ اطمعنان جهڙي هر گز ناهي.

سنڌ طرف وڌندڙ انهيءَ انتها پسنديءَ واري دهشت گرديءَ جا بہ ڪجهہ ڪارڻ آهن. سنڌ صُوفين ۽ سَنتن جِي سرزمين رهي آهي، جيڪا هر قسم جي تعصّب، مذهبي فرقي پرستيءَ ۽ رنگ نسل جي هر ڀيد ڀاوَ کان هميشہ هر دؤر ۾ پري رهِي آهي. انهي ڪري مذهبي انتها پسنديءَ ۽ ڪٽر پڻي واريُون ٻي ظرف نظرُون هميشہ سنڌ ۽ سنڌين تي ڪرڙيُون ۽ ڪؤڙيُون رهيُون آهن. هاڻي سنڌ ويچارِي هڪ طرف تہ مذهبي انتها پسنديءَ واري دهشتگرديءَ جي نشاني تي آهي، تہ ٻئي طرف سنڌ ۽ سنڌين کي ٻين طرفن کان بہ کوڙ خطرا للڪاري رهيا آهن. هڪ طرف سياسي دهشتگردي بہ سنڌ کي نظرن ۾ ڪيُون، مٺي ڪاتيءَ سان ڪنيُون. بمبئي بيڪريءَ جو ڪيڪ سمجهي ٻن ٽڪرن ڪرڻ جا خواب لُوٺين اکين ۾ ڪنيو ٿِي وتي. اها سياسي دهشتگردي، جيڪا هُونءَ تہ سيني جي دشمن آهي، اها ڪنهن جِي بہ سڄڻ ناهي، اها بس مفاد ۽ پئسي جِي سڄڻ ۽ ساٿياڻي آهي. ”ڪم لٿو... ڏکڻ وسريو!“ مطلب پُورو ٿيو بس پوءِ ”جوڳي نہ ڪنهن جا مِٿَ...“

هر دؤر ۾ اقتدار ماڻڻ جي باوجُود بہ اها سياسي دهشتگردي ٻُک ۾ ئي رهي

آهي. پيٽ ڳتيو پيٽ ڳتيندي آهي. فوج هجي، آمريت هجي، جمهوريت هجي، يا ڏانڊليءَ واري حڪومت. بس هن کي اقتدار گهرجي ۽ هر حڪومت ۾ هيءَ وڏيءَ حرفت سان اقتدار ۾ حقدار ۽ ڀاڱي ڀائيوار ٿي ويندي آهي.

هيءَ دهشتگردي اڄ ڪلهه جي ناهي، سالن جي آهي. اها دهشتگردي ڪڏهن "هٿوڙا گروپ" جي روپ ۾ ايندي آهي، ته ڪڏهن وري اها ٻورين ۾ بند لاشن جا تحفا ڪٽي اچي گهر گهر ڏئي ويندي آهي. اها ڪڏهن ڪيميڪل هاري فيڪٽرين ۾ مزدورن کي ساڙي خاڪ ڪرڻ جا ڪارناما پيش ڪندي آهي، ته ڪڏهن اها گولين هلائي، راهگيرن کي رستي ۾ موت جي ننڊ سمهاري ڇڏيندي آهي، ته وري ساڳئي دهشتگردي مُنهن مُهانڊا مٽائي، ماسڪ لاهي وضو ڪري انهن راهه ويندي ماريل مُسافرن جا جنازا به پڙهڻ ايندي آهي. اها ئي ساڳئي دهشتگردي قاتلن مان ڦري مقتُولن جي وارث بڻجي، اچي پار ڪيڏي روئندي به آهي. اها ئي سياسي دهشتگردي ڏاڍي مڪّار آهي. ڪِلي به ڄاڻي ته روئي به ڄاڻي. ملِي به ڄاڻي ته ماري به ڄاڻي! اها ئي ساڳئي دهشتگردي آهي، جيڪا ڪڏهن سنڌ جي وحدت تي وار ڪندي آهي ۽ ڪڏهن سالميت تي تلوار تاڻيندي آهي ۽ وري جڏهن جوش جوالا جوت جلوي نما ٿي سندس سامهون ايندي آهي ته روئي روئي رڃ پري هر هر ٻانهون ٻڌي معافي منگڻ جي به ڏاڍي آهي.

انهيءَ هر هر روپ مٽيندڙ بهروپي سياسي دهشتگرديءَ جو سڌو نشانو سنڌ تي آهي، جيڪا سنڌ کي ورهائڻ واري ايجنڊا تي سالن کان وني عمل پيرا آهي. هاڻي وري هڪ سرمائيدار دهشتگردي به نڪري نروار ٿي آهي، جيڪا سياسي دهشتگرديءَ کي سرمائي سان سرشار ڪري سنڌ تي قابض ڪرڻ جي لاءِ مددگار ٿي رهي آهي. جنهن کي تعليمي ترقيءَ جو نالو ڏئي، تعليمي ادارا کولڻ جي پيش رفت ڪئي وئي آهي. ٿورن لفظن ۾ ايئن ئي چئي سگهجي ٿو ته

اسان جِي سنڌ نماڻي هڪ ئي وقت ڪيترن ئي طُوفانن جي مُنهن ۾ آهي. هڪ وقت، هڪ نہ پر ڪيترئُون ئي دهشتگرديون سنڌ جِي سالميت جي پاڱا پيل جي لاءِ سرگرم آهن.

انتها پسندن جِي مذهبي دهشتگردي، سياسي دهشتگرديءَ سرمائيدار دهشتگردي هڪ ئي وقت سنڌ جي خلاف گهات گهڙڻ ۾ مشغُول آهن.

اهڙي پُر آشوب دؤر ۾ سنڌ جو تحفظ ڪير ڪندو؟ اهو هڪ اهڙو ڳنڀير سوال آهي، جنهن کي سنجيدگيءَ سان سوچڻ جِي ضرُورت آهي. اسان جا دوست، سنڌي ماڻهُو سنڌ جا رهواسِي، سنڌ پرست ۽ قوم پرست ئي هن حساس گهڙيءَ ۾ هڪ ٿِي، حڪمتِ عملي نہ جوڙيندا تہ بيو ڪير هن اوکيءَ ويل ۾ سنڌ ۽ سنڌ واسين جِي واهُرَ ڪندو؟

سچل سائينءَ چيو هو تہ:

وقت اها ٿئي ويل، دُوئي دؤر ڪرڻ جِي
هندُو مومن سان ملِي، مُحبت جا ڪر ميل
متان ٿئي اويل، اولهہ سجُ نہ اُلهي

سو هاڻي وقت اچي ويو آهي دُوئي دُور ڪرڻ جو. نفرتُون ۽ ويڇا مِٽائي هڪ ٿي، مِڙي مُٺ ٿيڻ جو. اڳ ۾ بہ مان ڪيترا ئي ڀيرا اها گذارش ڪري چڪو آهيان تہ ٽانگو ٽانگو ٿيندا سي تہ پنهنجو وجُود ئي وڃائجي ويندو. سڀ ملِي هڪ ٿِي ڀِريان سنڌ بچايُون... سنڌ هُوندِي تہ سڀ ڪجهہ هُوندو. سنڌ هُوندي تہ ڀِٽائي بہ هُوندو. سنڌ هُوندي تہ سن ۽ "سنائي" بہ هُوندو ۽ سنڌ هُوندي تہ اسان سڀ هُونداسين.

جيڪو اسان جو، توهان جو ۽ سنڌ جو دشمن آهي، اهو چورن وارِي چال پيو چُري، سمجُهوتي سندس چال کي سمجهڻ گهرجي. اچو تہ مڪّار ۽ عيّار

دشمن کي نظر ۾ رکي، هٿ هٿ ۾ ڏئي هالار تي، سنڌ کي چيني ديوار کان بہ مضبُوط عالم پناهہ ڏئي، ان کي محفُوظ ڪريُون. ايئن نہ ٿئي جو اسان پنجاهہ گاڏين جي پروٽوڪول ۽ فائرنگ جي استقبالن ۾ پُورا. ڏڙن ۾ ورهايل خوش هجُون ۽ تڏهن اک کُلي، جڏهن وقت هٿن مان نڪري چڪو هجي ۽ تمام گهڻي دير ٿي وئي هجي.

**(خميس، 26 فيبروري 2015ع تي، روزاني "عوامي آواز" ڪراچيءَ جي ادارتي صفحي تي مک ڪالم طور ڇپيل)**





# تُون تہ مِلندو رهندين خوابَنِ ۾ ...

(سائين مقصُود گل جو سپنن ۾ دِيدار)



# تُون تہ مِلندو رهندين خوابن ۾ . . .

لاڏاڻي کان پوءِ مُون ۽ مُنهنجي گهر ڀاتين توڙي دوستن مختلف وقتن تي سائين مقصُود گل کي متعدد خوابن ۾ ڏٺو. جن جن دوستن پنهنجا خُواب مُون سان سليا، انهن جو مختصر ذڪر هتي ڪريان ٿو. (ي.ق)

## مُنهنجا ڏٺل خواب

**سُومر 23 ۽ اڱاري 24 فيبروري ۾ 2015ع جي وچ واري رات:**

مقصُود گل صاحب ڪنهن آپريشن ٿيٽر نُما ڪمري ۾ اندر آهي. جنهن جي ٻاهران آءٌ، مُنهنجي امڙ ۽ منهنجي وڏي ڀيڻ (سنڌُو سانگي) انتظار ۾ آهيُون. لڳي ايئن ٿو تہ ڪو نہ ڪو ڊاڪٽر آپريشن ٿيٽر مان ظاهر ٿيندو ۽ مقصُود صاحب جي ڪامياب آپريشن جِي خوشخبري اسان کي ڏيندو. اوچتو مقصُود صاحب پاڻ ظاهر ٿين ٿا. جن کي سلوار پاتل آهي، قميص ناهي پاتل. پاڻ پنهنجن پيرن تي هلي آيا آهن پر آپريشن ٿيٽر جي دروازي مان نڪرندي، پنهنجي سيني طرف اشارو ڪندي، جيڪو چوڻ چاهن ٿا، ان جو مفهُوم جيڪو مُون سمجهيو اهو اهو آهي تہ "ڊاڪٽرن آپريشن تہ ڪري ورتو آهي، پر ڪو ٽاڪو وغيره ظاهر ڪونهي. الائي ڪيئن آپريشن ڪيو اٿائُون!" پاڻ خاموش



هئا، پر سندن اشارن اهڙو ئي پيغام ڏنو پئي.

**آچر 8 ۽ سُومر 9 مارچ 2015ع جي وچ واري رات:**

هن انتهائي مختصر خواب جي هڪ مختصر منظر ۾ مُون پنهنجي ڪراچيءَ واريءَ آفيس (هاٽ ايف ايم 105 ريڊيو نيٽورڪ جي هيڊ آفيس) ۾ پنهنجي ڪمري جو دروازو کليل ڏٺو جنهن جي عين سامهُون، پنهنجي ڪُرسيءَ تان ويٺي، مقصُود گل صاحب کي پنهنجي سينيئر دوست، ساٿيءَ ۽ هاٽ ايف ايم 105 جي سرواڻ سائين ذوالفقارعلي شاهه سان ياڪر پائي ملندي ڏٺو. مقصُود گل صاحب پنهنجي روايتي انداز ۾ گرمجوشيءَ سان ملِي شاهه صاحب کي ڪنڌ تي چُمي ڏني.

**آچر 22 مارچ 2015ع جِي منجهند:**

هِي هڪ طوِيل خواب هو جنهن جا گهڻا تڻا منظر، بيدار ٿيڻ کان پوءِ، مُنهنجي ذهن تي ياد نہ رهيا. هن جي سمُورن منظرن ۾ جيتوڻيڪ مقصُود گل صاحب مُون سان گڏ ڪونہ هو، پر هن خواب جي پڇاڙڪن منظرن ۾ مُون چٽيءَ طرح گل سائِينءَ کي پاڻ سان گڏ ڏٺو. هن خواب جي شرُوع وارن منظرن ۾ پنهنجي ذهن توڙي ماحول ۾ مقصُود گل صاحب جي وڇوڙي جي احساس کي بہ ڏٺُم ۽ محسُوس ڪيم. مُون پاڻ کي رتيديري ۾ سُومري عبدالواحد جي گهر جي سامهُون وارِي گهٽِيءَ (جنهن ۾ ڊاڪٽر رضا مُحمّد سُرهيي جو گهر آهي ۽ اڳيان هلِي مولوِي سُلطان احمد وارِي مسجد آهي) جي مُنڍ ۾ ساڄي پاسي کان شرُوع شرُوع ۾ قائم هڪ عمارت جي اندر ڏٺو جيڪا خواب ۾ ڏسان ٿو تہ هڪ سرڪارِي لائبررِي آهي (هُونءَ حقِيقت ۾ اتي ڪابہ لائبررِي ناهي، پر شايد ڪو گهر آهي) مُنهنجو ان لائبررِيءَ ۾ وڃڻ جو مقصد اُن جي انچارج کي ان ڳالهہ

تي آماده ڪرڻ آهي، تہ چاڪاڻ تہ سنڌي ادب سميت هن شهر رتيديري لاءِ بہ سائين مقصُود گل جُون بي شمار خدمتُون آهن. تنهن ڪري هن لائبرريءَ کي سائين گل صاحب جي نالي سان منسوُب ڪيو ويو. اُن لائبرريءَ جي انچارج کي پاڻ سان ڳالهہ ٻولهہ ڪندي ڏٺم. جنهن ٻڌايو تہ: "سائين هن لائبرريءَ جو نالو اڳ ۾ ئي مولانا عُبيدُالله سنڌي لائبرري رکيل آهي. هيءَ لائبرري MUS لائبرريءَ جي نالي سان مشهُور آهي."

خواب جا وچ وارا منظر ياد نہ رهيا. آخري منظرن ۾ رتيديري شهر اندر ڪنهن عمارت ۾ مقصُود گل صاحب هڪ دعوت ۾ شريڪ آهي، جنهن ۾ سنڌ جا نهايت ناميارا شاعر، اديب ۽ ٻيُون مُعزز شخصيتُون جهجهي تعداد ۾ شريڪ آهن. مقصُود گل صاحب بہ ڏاڍي خوشگوار مُوڊ ۾ آهي. اُن دعوت ۾ احساس اهو ٿي آهي تہ مقصُود گل صاحب وچڙي ڪونہ ويو هو ها البتہ ڏکي بيماريءَ کان پوءِ صحتياب ٿيو هو ۽ پوءِ هيءَ دعوت سندن صحتيابيءَ جي خُوشيءَ ۾ ۽ سندن اعزاز ۾ ئي مُنعقد ڪئي وئي آهي. انهن شخصيتن ۾ بہ ڪوڙ سارا ناميارا ماڻهُو ڏٺم. پر عبدالغفار "تبسّم" ۽ "مُومل" اخبار جي ايڊيٽر، حسينہ جتوئيءَ (جيڪا سائين آزاد جتوئي مرحُوم جي ونيءَ آهي) کان سواءِ ٻيو ڪوبہ ياد ڪونہ رهيو. هن دعوت ۾ جيتوڻيڪ ڪو باضابطہ تقريرن جو سيشن نہ هو پر پوءِ بہ سمُورن اديبن واري واري سان گُل سائين جي ويجهو اچي نہ فقط کين صحتيابيءَ جي مُبارڪباد ٿي ڏني، پر سندن بي انتها تعريف بہ پئي ڪئي، خاص طور سندن شاعريءَ، ادبي ۽ تعليمي خدمتُن جي...

دعوت کان پوءِ اسان اُن جاءِ تان ٻاهر نڪري ڪار ۾ پنهنجي گهر وڃڻ لڳاسين. کُليل (بنا ڇت واري) هڪ عُمدي ڪار ۾ اڳيان 3 سيٽُون ڏٺم. گاڏي عبدالغفار "تبسّم" صاحب پئي ڊرائيو ڪئي. وچ واريءَ سيٽ تي گُل صاحب ويٺا هُئا ۽ ٽئين سيٽ تي مُون پاڻ کي ويٺل ڏٺو. ڪار کي رتيديري جي مائي بازار کان اندر ڊڪ بازار طرف ويندي ڏٺم. جتي حيدري بُڪ بائينڊر وغيره جا



دُڪان آهن. (حالانڪ اها بازار حقيقت ۾ فقط پنڌ گُذرڻ وارن لاءِ آهي. اتان گاڏي گُذري نہ ٿي سگهي.) تبسّم صاحب گاڏي تيز پئي ڊوڙائي ۽ چيو پئي تہ: "هي وڏيُون گاڏيُون آهن ئي تيز رفتاريءَ سان هلائڻ لاءِ!" اسان اڳيان اچي ڪپڙي بازار واري چوڪ کان اڳ حاجي علي مردان منگيءَ واري (ڪنهن زماني ۾ قائم ڪلينڪ. جيڪا هاڻي اُتي ناهي) کان ٿيندا اُن چوڪ وٽ اچي بيناسي، چو تہ اتي ڳاڙهي بتي ٻري ۽ ٽرئفڪ سگنل بند ٿي ويو. ٽرئفڪ سگنل بند ٿيندي ئي اُتي هڪ اجنبي شخص جڻ تہ سائين مقصُود سان ملڻ جي انتظار ۾ بيٺل هو. اُن مُنهنجي پاسي واري دروازي کان اچي ڪن ۾ سُس پُس ڪري مُون کي چيو: "سائينءَ سان مُنهنجو تعارف ڪرايو!" مُون اڌيڙ عُمر جي اُن شخص کي گل صاحب سان ملرايو ۽ ملرائيندي چيُم: "سُجاڻان تہ مان بہ سائينءَ کي ڪونہ ٿو تہ سائينءَ جو نالو ڇا آهي، پر اوهان سان ملڻ جو وڏو اشتياق اٿن!" گل سائين اُن دوست سان اُڪير سان مليو. اُهو دوست سائينءَ سان ملي، روڊ جي پاسي تي ٿي بيهي رهيو اُن سان گڏ اُتي اڍي حسينہ جتوئي ۽ هڪ ٻي سينيئر سنڌي اديبہ (جنهن جو چهرو ياد نہ ٿو اچي) بہ بيٺل ڏٺم. انهن بہ اسان ڏانهُن مُرڪي ڏٺو ۽ مُون بہ کين مُرڪي سندن خاموش ڪيڪار جو جواب ڏنو. سگنل تي گاڏي بيٺل ئي هُئي تہ گاڏيءَ جي اڳيان اسان جي پاڙيسري ادا افتخار سمون ۽ هڪ ٻيو همراهہ لنگهيا. اهو ٻيو ماڻهُو ڪير هو؟ مُون کي خبر ناهي. پر اُن جو نالو خواب ۾ "عبدالرحمن" ٻڌايو ويو. ادا افتخار چيو تہ: "اوهان گهر پهچو تہ اسان سائينءَ سان ملڻ اچُون ٿا! هينئر منجهند جا 12:00 ٿيا آهن. اسان 02:00 لڳي ايندا سين."

سگنل کُلڻ شرط گاڏي ڪپڙي بازار واري چوڪ وٽ بيني. مان ۽ مقصُود گل صاحب لٿاسين. جيڪو گهر جي طرف ويندڙ رستو هو. گل صاحب اُن رستي طرف وڃڻ بجاءِ اُن طرف هلڻ شرُوع ڪيو. جنهن لائين ۾ ڪنهن دوُر ۾ "گُل سينٽر" (دُڪان) هُوندو هو. هي اهو ئي رستو آهي، جيڪو وڏي علم پاڪ



ڏانهُن ويندڙ آهي. مقصُود صاحب اُن لائِين ۾ ڪاٻي هٿ تي ٻئي نمبر دُڪان تي لڙيا ۽ اُتي موجُود ماڻهُن سان مليا. ٻيني پير موڪلائڻ لڳا تہ سندن هڪ پير مان بُوٽ ٽورو لهِي ويو، جيڪو مُون پنهنجن هٿن سان ڪين پارايو. اُن دُڪان تان لهِي پاڻ "گُل سينٽر" (جنرل اسٽور) آيا، جيڪو اُن ئي لائين ۾ ساڄي هٿ تي آهي. هِي "عالم شاهہ شاپنگ سينٽر" سڏبو آهي. مقصُود صاحب دُڪان تي مٿي چڙهيا، جتي سائِينءَ جي هڪ پياري دوست جِي والده، اُن جو ننڍو ڀاءُ ۽ پيو ڪو ٻار ويٺل هو. مقصُود صاحب دُڪان تي چڙهڻ شرط هي لفظ چيا: "اڙي امان ويٺِي آ چا!" گُل صاحب اُن ننڍڙي ٻار سان ڀاڪُر پاتو ۽ روئڻ شرُوع ڪيو. اتي مُون اوچتو پنهنجي ننڍي ڀاءُ نادر کي ڏٺو جنهن مُون کي ڪَنَ ۾ چيو: "ابي کي هيڏي چو وٺِي آيا آهيو؟ هتي تہ هُو غمزده ٿِي ويندو!" مُون گل صاحب جو ٻُت روئندي ساڻو ٿِيندو ڏٺو. مُون ڪين پويان ڀاڪُر پائي چيو: "روئِي وٺو. جيترو روئڻو آهي... بار هلڪو ڪيو!" گل صاحب پوئتي مُڙي نهاري ڪُجهہ چوڻ گهُريو تہ مُنهنجِي اک کُلِي وئِي.

اُٺيم تہ آچر جِي منجهند جو 1:30 لڳِي رهيو هيو.

## مُنهنجِي پيڻ سپنا گل قاضِيءَ جو ڏٺل خواب

(سندس ئي قلم سان)

ابُوءَ جي ظاهري وڇوڙي ڪان پوءِ پهريون خواب مُون لڳ ڀڳ پنجن ڏِينهن ڪان پوءِ ڏٺو. جنهن ۾ اهو ڏٺم تہ مان پنهنجي ڪاليج ۾ آهيان. جُهڙالِي موسم آ... ڪاليج جي ڪارِيڊور ۾ هڪ مِيٽنگ جارِي آ... ڪنهن ڪتاب جِي ڇپائِيءَ تي بحث هلي رهيو آ...

ٻيا ٻہ ڪي ٻي مرد آهن، پر انهن ۾ چاچا مُختار گهُمرو ۽ ابُو ٻہ آهن. ابُوءَ کي سُرمئِي رنگ جا ڪپڙا ۽ واسڪوٽي پاتل آهي. مٿي تي سنڌِي ٽوپِي ٻہ

پهريل اٿن.

ٽيبل تي وڏي اچي لفافي ۾ ڪنهن ڪتاب جو مواد (شايد مسودو يا پرُوف) پيل آهي ۽ اُن مواد تي جيڪي اسڪيچز ٺهيل آهن، اهي پائيجان (چاچا اختر) جا ٺهيل آهن.

يعني پهرين خواب ۾ بہ ابُوءَ ڪي اُهو ئي ڪم ڪندي ڏٺم، جيڪو سندس حوالو ۽ سُڃاڻپ آهي.

اب ڪي هم بِڇڙي تو شايد ڪڀي خُوابون ۾ مليـن
جس طرح سُوکي هُوئي ڦُول ڪتابون ۾ ملَيـن.
(فراز)

## سپنا جا ڏٺل ڪُجهہ بيا خواب

سپنا، آچر 22 مارچ 2015ع تي (جُدائيءَ جي 38هين ڏِينهن) ٻُڌايو تہ هُن گُذريل ڏِينهن دوران لڳ ڀڳ روز بابا ڪي خواب ۾ ڏٺو آهي. هنن خوابن منجهان جيڪڏهن هڪ هڪ خواب جو وچُور سپنا مُون ڪي ٻُڌائي ها تہ اُن ڪي جِيئن جو تِيئن قلمبند ڪريان ها. پر هُن ٻن ٽن خوابن جو جيڪو مُختصر احوال ٻُڌايو، اُنهن مان هڪڙي خُواب ۾ مقصُود سائِينءَ جن هُن کان چٽا (چولا) گهُريا. هُن ننڊ مان بيدار ٿيڻ کان پوءِ اُهي چٽا رنڌي، خدا واسطي ورهايا پڻ!

وري هڪ رات سپنا، مقصُود گل صاحب کي پنهنجي اسڪُول (عبدالحيّ قاضِي ماڊل اسڪُول رتيديري) ۾ اڳُوڻن اُستادن سان گڏ اسيمبلِيءَ ۾ شرڪت ڪندي ڏٺو. هُن اُستادن کي يُونيفارم بہ اڳُوٽوئِي پهريل ڏٺو. ڪنهن ٻئي خُواب ۾ هُن گل سائِينءَ کي رتيديري ۾ واقع پنهنجي پُراڻي گهر ۾ پنهنجي وڏي ياءُ (۽ سپنا جي چاچي) قاضِي خضر حيات سان ڪچهرِي ڪندي ڏٺو.

هڪ ٻئي خواب ۾ سپنا پنهنجي چاچَي (۽ مقصُود صاحب جي ننڍي ياءُ) قاضِي

اختر حيات (جيڪو پڻ اسان کان 4 ڊسمبر 2014ع تي وڇڙي ويو) کي رتيديري گهر اچي سيڻي سان روئندو ملندي ڏٺو. سپنا ٻڌايو تہ هُو سڀ کان آخر ۾ ساڻس روئندي مليو ۽ تمام گڏو رُنو.
سپنا جي امڙ جو اهو خيال هو تہ اختر صاحب, پنهنجي ياءُ جي وڇڙي وڃڻ جي ڏک ۾ اشڪبار هُوندو.

## ساپيان ياسر جو ڏٺل خُواب:

**جمعي 20 ۽ ڇنڇر 21 مارچ 2015ع جي وچ واري رات:**

سائين مقصُود گُل جي وڏي نُنهن, ساپيان ياسر, سائين مقصُود گل صاحب کي پنهنجي ڪراچيءَ واري گهر "منزلِ مقصُود" (جنهن ۾ گل صاحب پنهنجي حياتيءَ جا آخري 32 ڏينهن گُذاريا) ۾ لائُونج جي صوفا تي سليٽي رنگ جي ڪپڙن ۾ نظر واري چشمي ۾ ڏٺو. ساپيان کين رنڌل چانورن جو هڪ شاپر پڪين کي وجهڻ لاءِ ڏنو. اُهي چانور ڊگها ۽ سُٺي جنس جا ٿي لڳا. مقصُود صاحب اهي چانور وٺندي چيو: "هِي هيڏا سارا چانور تہ ڏيو ٿا, پر ٻيو بہ ڪو اَنُ هُجي تہ ڏيو تہ پکيُن کي وجهان وڃِي!" ساپيان, بورچيخاني ۾ وڃِي ٻاجهر ۽ ٻئي اَنَ لاءِ واجهايو. اُتي مقصُود صاحب جِي وني بہ وينل هُئِي.
ساپيان, گل صاحب کي چيو تہ: "ابُوا ڪبُوترن سان گڏ جهرڪيُون بہ هُونديُون, اُنهن کي بہ اهو داڻو وجهجوا!"



## مُنهنجِي ياءُ، ناصر قاضِيءَ جو ڏٺل خواب

(سندس ئي قلم سان)

ابُوءَ جي وڇوڙي کان پوءِ وارن ڏِينهن ۾ رتيديري هئس تہ هڪ ڏِينهن منجهند جي پهر ۾ ننڊ ڪندي ابُوءَ کي خواب ۾ ڏٺم. ساڻن گڏ ناميارو راڳي، مظهر حُسين (گواليار وارو) بہ هو. ابُوءَ کي مُون کي چيو تہ "تُنهنجي راڳين تي لکيل مضمُونن تي مُشتمل ڪتاب جو مُهاڳ مظهر لکندو!"

## سيّد الطاف حُسين شاهہ جو ڏٺل خواب

### اربع 11 ۽ خمِيس 12 مارچ 2015ع جِي وچ واري رات:

سيّد الطاف حُسين شاهہ بخارِيءَ، مقصُود گل صاحب کي هڪ تمام عاليشان دعوت ۾ انتهائِي مُعزز شخصيتن سان گڏ شرِيڪ ڏٺو. سائين مقصُود گل سفيد ڪپڙن ۾ ملبُوس انتهائِي صحتمند، تازو توانو ۽ سُهڻو نظر اچي رهيو هو. سندس چهرو گُلابِي مائل ۽ رَمَڪ سان پرپُور هو جن مان خُوشِي ۽ اطمعنان واضح طور تي نظر اچي رهيو هو.

الطاف شاهہ صاحب پاڻ کي ۽ سائين نادر شاهہ کي اُن دعوت جي ميزبان جي طور تي مهمانن کي پليڪار ڪندي ڏٺو. شاهہ صاحب کي مقصُود صاحب جي گفتگُوءَ جا جيڪي لفظ ياد رهجي ويا، انهن مُوجب هُنن اتي موجُود مهمانن منجهان ڪنهن اديب سان مُخاطب ٿِيندي چيو پئي تہ: "هڪ قُوّت (اُن قُوّت جو نالو مقصُود گل سائينءَ کنيو بہ هو، پر شاهہ صاحب کي ياد ڪونہ رهيو) رتَ (خُون) ۾ ملڻ سان نهايت سُنو آواز پيدا ڪندِي آهي." گل صاحب پِيئڻ جي

پاٽِيءَ جي صاف نہ هجڻ جي حوالي سان ڳڻتيءَ جو اظهار ڪندي چيو تہ: "پيئڻ جو پاڻي سُنو ناهي. اهو ايترو خراب ۽ اسان جي زندگيُن لاءِ ايترو خطرناڪ آهي، جو اسان سيني کي پنهنجيُن زندگيُن جِي انشورنس ڪرائڻي پوندي"

اها هڪ شاندار ضيافت هُئي، جنهن ۾ موجُود سڀ مهمان شانائتا هُئا ۽ انهن ۾ مقصُود گل صاحب نمايان مهمان طور ڏٺو ويو.





مقصُود گل جا سندس هٿ اکرن ۾ لکيل "سُر سِنڌُوءَ" جا بيت

## سُر سنڌوءَ جا ڪجهه بيت

توڙا ٿي توڙا، مون تي سنڌ لطيف جا،
لکان ليکو ٿي نه ٿئي، ڳڻي ڳڻي ڳوڙها،
سوڻهن ۾ سيج سرهاڻ جا ٽڙن ڪيئن توڙا،
سُوڻهن سڌوڙا، اِسم اعظم قوم جا.

سُوهڻي ڄڄيري سنڌڙي، ماڻ وڏي مشهور،
صديون صديون سلسلو، محبت جو منشور،
سِڪ سلامت صحبتون، دل درشن جو دستور،
بيٺ پڻائيءَ ڳوٺ جا، پڻي ٻاڪ ٻلي پرپور،
پرهي ڦهڙ ڪلور، جو سنڌو لُڙ سُڪو وڃي.

سدا رهندي سنڌڙي، ڌرتيءَ سُوهڻن سَتي،
پڻ ڌڻيءَ جي پونهه جي شل چمڪي چيٽ ڪَتي،
هارينءَ مرڻ اهي، جن جيري وانڱ وَتي،
مُکي پُٺي مهراڻ جي، هرهڪ موج مَتي،
پيڻ تي برهه ٻَتي، برندي پيٺي پاڇَ سان.

چاهت چنڊ چکورچيئن، سنڌوءَ منهنجي سِڪ
جراهن ۾ هڪ، سهڻي سُوهڻ سڄاڻيءَ.

(2)

ڌرتيءَ دم درياهه جو آ، پاڻي ساهه پساهه.
بنا آب اڳوندڙي، شاهه به ڪهڙو شاهه.
سڪيءَ ۾ سُڏڪي پيو، اٿلي ٿي اتساهه،
ويچارو ويساهه، پاڻي پاڻي پيو ڪري.

بڻ نظر پٽڪي، لڳي باهه پنيون کي،
ڪاٺوئن ڦهڪلون جي، ڪُوپ اها ڦهٽڪي،
مينهن امڙ سُڏڪي، وسي ٿوهر پيٽ ۾.

سنڌو سمنڊ سمان، هر دم مست مدام،
جوڙ ڇوليون ڇوڇرا، مستيون موجون جام،
اڄ ڇو مونجهو ماٺ ۾؟ سڪتيءَ ۾ سنگرام،
نيڻين ننڊ حرام، الڪي ۾ هر آدمي.

مِٺو سمنڊ سُڪو وڃي، ٿيو مالو اڄ مهراڻ،
درياهن ۾ ڏاڍلو، هي سينيءَ جو سرواڻ،
مالو ماٺِ مُٺي ڪنيون، لڙ ٻُڇري پنهنجو پاڻ،
ڇاڇي هي ڇڪتاڻ جو، پاڻيءَ لپ لئي نه ٿي.



28 جنوريءِ 1978ع تي مقصُود گل جو پنهنجي ڀيڻ زرينہ (بيبيءَ) کي ڪراچيءَ مان لکيل خط

Karachi.
28/1/78

نيڪ خاتون ـ ڀاڄي نبالون ـ

توهان جو خط مليو جنهن مان توهان جي حال جي خبر پئي ـ حال پڙهي خيال ۾ پئجي ويو آهي ـ خدا ڪري اوهان جي طبيعت بلڪل خوش ٿئي ـ مهرباني ڪري پنهنجي طبيعت جو احوال ڏيندا ـ پرهيز ڪندا. علاج ڪرائيندا ـ سڀني کان ملاقات ڪندا ـ آرام ڪندا ـ

پنهنجي طبيعت جو جلدي احوال ڏيندا ـ

راتو برسات پئي، موسم مزيدار ٿي ويئي ـ اميد نه ٿي ٿئي، جلدي ملي وينداسين ـ ڀلا نه جلدي ملي وينداسين ـ مان به پنهنجي طرفان هزار رحيم اداڪي موڪليا آهن ـ اميد ته مائي ٺيڪ ٺاڪ هوندي ـ

سڀ تو هنن مٿان آئي ڏ نه ڪيو ويئي هئين ـ سڀ سان ڪا سڀاڻي ـ مٿان اکيون خراب ٿي لوڙي ـ

الله خوش رکيئي ـ دادا جو جواب نه مليو آهي ـ ڪنهن ۾ ڏنگي پئي آهي نه پيا ٿا هوس

اوهان جو
ادا

# مقصُود گل جا ڇپيل ڪتاب



"**وکريل موتي**" (ڊاڪٽر عطا مُحمّد "حاميءَ" جي مقالن جو مجمُوعو. ترتيب) ڇپائيندڙ: سنڌڙِي ڪتابِي سلسلو رتوديرو. (1983ع)



"**زندگيءَ ڏي موٽ**" (ڪرشن چندر جي ڪهاڻين جو سنڌي ترجمو) ڇپائيندڙ: سنڌڙِي ڪتابِي سلسلو رتوديرو. (1985ع)




"**ڪرنا ڪرنا**" (ٻارڙن لاءِ شاعري) ڇپائيندڙ: سنڌڙِي ڪتابِي سلسلو رتوديرو. (1986ع)




"**رت ڀنا رابيل**" (شاعري) ڇپائيندڙ: سنڌڙِي ڪتابِي سلسلو رتوديرو. (1991ع)




"**هڻيلي هرڻي**" (ٻارڙن لاءِ ڪهاڻيُون) ڇپائيندڙ: سرهاڻ پبليڪيشن، سيوهڻ. (1993ع)



"**عشق سمندر**" (حضرت سچل سرمست رحہ جي فارسي مثنوين جو منظُوم اردُو ترجمو) ڇپائيندڙ: سچل چيئر، شاهہ عبداللطيف يُونيورسٽي، خيرپور- (جُون 2003ع)



"**اندر رُوح رهيام**" (ڊاڪٽر عطا مُحمّد "حاميءَ" بابت لکيل مضمُون ۽ مقالا) ڇپائيندڙ: حامي يادگار ڪميٽي، خيرپور- (جُون 2002ع)



"**رتوديرو- مختصر تاريخ**" (تاريخ) ڇپائيندڙ: سنڌڙي ڪتابي سلسلو رتوديرو- (2002ع)



"**اي آهُو چشم ڪدهر**" (شيخ اياز جي ٻن شعري مجمُوعن، "پتڻ تو پُور ڪري" ۽ "هرڻ اکي ڪيڏانهن!!" جو ترجمو) ڇپائيندڙ: ثقافت کاتو حڪُومتِ سنڌ- (2010ع)



"**اکڙيُون نيل ڪنول**" (شاعري) ڇپائيندڙ: سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو- (2014ع)

# سنڌڙي ڪتابي سلسلي پاران ڇپايل ڪتاب



1 - "**وکريل موتي**" (ڊاڪٽر عطا مُحمّد "حاميءَ" جي مقالن جو مجمُوعو)
مُرتب: مقصُود گل - 1983ع

2 - "**زندگيءَ ڏي موٽ**" (ڪرشن چندر جي ڪهاڻين جو سنڌي ترجمو)
مترجم: مقصُود گل ۽ مختار گهمرو - 1985ع

3 - "**ڪرڻا ڪرڻا**" (ٻارڙن لاءِ شاعري) مقصُود گل - 1986ع

4 - "**امن آب حيات**" (شاعري) سرڪش سنڌي - 1987ع

5 - "**لهر لهر دريا**" (شاعري) استاد بخارِي (ٻہ ڇاپا) - پهريون ڇاپو: 1990ع

6 - "**رت ڀنا رابيل**" (شاعري) مقصُود گل - 1991ع

7 - "**هڪڙو پيارو ماڻهُو**" (قاضي عبدالحيّ "قائل" جي شخصيت ۽ ادبي
خدمتن تي لکيل مونوگراف) قاضي منظر حيات - 1992ع

8 - "**مٽيءَ جا سُر**" (شاعري) عبدالغفار "تبسُّم" - 1992ع

9 - "**چنڊ ستارا جهوليءَ ۾**" (ٻارڙن لاءِ شاعري) مختار گهُمرو - 2001ع

10 - "**رتوديرو - مختصر تاريخ**" (تاريخ) مقصُود گل - 2002ع

11 - "**اُٺ ماما گوڙرُو**" (ٻارڙن لاءِ شاعري) ياسر قاضي - نومبر 2014ع

12 - "**گل ڇنو گرنار جو**" (نامياري شاعر، عالم، دانشور، تعليمدان ۽ حضرت
سچل سرمست رحہ جي شارح، مقصُود گل جي وڇوڙي تي دوستن جا
تعزيتي پيغام ۽ سارُوڻيُون) مرتب: ياسر قاضي - مارچ 2015ع

# ياسر قاضيءَ جا ڇپيل ڪتاب




1 - "**ٻيڙيءَ ۾ چنڊ**" (ٻارڙن لاءِ شاعري) - ڊسمبر 2012ع

ڇپائيندڙ: پوئيٽ پبلشنگ هائوس، خيرپور - مُلھ: 100 رُوپيہ

(سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري حيدرآباد پاران "سال 2012ع جي ٻارڙن جي بهترين سنڌي ڪتاب" جو ايوارڊ ماڻيل)




2 - "**اٺ ماما گوگڙو**" (ٻارڙن لاءِ شاعري) نومبر 2014ع

ڇپائيندڙ: سنڌڙي ڪتابي سلسلو رتوديرو ڪراچي - مُلھ: 100 رُوپيہ

3 - "**گل چنو گرنار جو**" (ناميارا شاعر، عالم، دانشور، تعليمدان ۽ حضرت سچل سرمست رحہ جي شارح، مقصُود گل جي وڇوڙي تي دوستن جا تعزيتي پيغام ۽ سارُوڻيون - ترتيب) مارچ 2015ع

ڇپائيندڙ: سنڌڙي ڪتابي سلسلو رتوديرو ڪراچي - مُلھ: 300 رُوپيہ

# "گُل" چنو گرنار جو

## ياسر قاضي

سنڌڙي ڪتابي سلسلو

12



قاضِي مقصُود گل بہ راهہِ ربانِي وٽِي هليو ويو.

ڏاڍو مُشڪل آهي نظرن کان اوجهَل ٿِي وڃڻ وارن کي رڳو لفظن جِي پيتا ڏيڻ! ۽ سندن يادگِيريُن کي دوستن ۽ احبابن جي قلم وسِيلي، اُنهن جذبن جِي صُورت ۾ سميٽڻ! ڇوتہ اهي رشتا ۽ ناتا سالن تي مُحيط ٿين ٿا. ڪُجھ صفحن ۽ ڪُجھ لفظن ۾ انهن يادگِيريُن کي سَموئڻ مُشڪل آهي.

قاضِي مقصُود گل شاعر بہ هُيو تہ اِديب بہ! دُنيا کيس ان حيثيت ۾ ياد رکندِي. جسم رب جِي امانت آهي. اُهو لحدَ ۾ بہ پنهنجَن پيارن ئِي لاٿو هُوندو. پنهنجي دوست جهڙِي والد کي ياسرَ ڪِيئن رُخصت ڪيو هُوندو!؟

ڏِسندي ڏِسندي سندس دوست ڪانئُس هٿ ڇڏائي هليو ويو. ڪکر جِي ٽڏِي ڇانوَ سندس سِرَ مٿان سُرِي وئِي ۽ نتيجو اُس جِي تپش رُوح تائين سرايت ڪري وئي. پر شايد اهو ئِي قانُونِ قُدرت آهي. جسم نگاهُن کان اوجهل ٿيو وڃن، پر رُوح جا رشتا باقِي رهن ٿا.

مقصُود گل تہ هليو ويو، پر پنهنجِي سوچ ۽ وجدان جو سَڳو ياسر جي هٿ ۾ ڏئِي ويو آهي. گُل تہ هَليو ويو پر پنهنجِي سُرهاڻ سان ياسر کي مهڪائي ويو.

اها خُوشبُوءِ ئِي سنڀالڻِي آ. تخليق جو سفر تہ جارِي رهندو.

مهتاب اڪبر راشدِي



# پڙھندڙ نَسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، کُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪائو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ٻارن کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي ڀائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)